# ناشر طرفان مهاڳ

وقت جي عالم جي ”خط و ڪتابت“ تاريخي اعتبار سان وڏي اهميت واري آهي. انهيءَ ڪري راقم هن کان اڳ اسان جي وقت جي وڏي عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڏانهن لکيل خطن کي ”پيارن جا پيغام“ جي عنوان سان سنه 1425 ھ / 2004ع ۾ ڇاپايو. اهو ڪتاب نهايت مقبول پيو ۽ ڊاڪٽر صاحب کي گذارش ڪئي وئي ته جيڪڏهن سندن ذخيري مان ٻيا به ڪي خط دستياب ٿين ته اهي به شايع ڪيا وڃن. سندن مهرباني جو منهنجي استدعا تي پاڻ پنهنجي سڄي ڪتبخاني تي نظر ڪيائون ۽ باقي خطن جو ذخيرو ميڙي چونڊي ڏنائون جيڪو هاڻي ”ٻاڳي ٻئي“ طور ”سڄڻن جا سلام“ جي عنوان سان شايع ڪيو وڃي ٿو.

آءٌ ڊاڪٽر صاحب جن جو ممنون آهيان جو هن ڪتاب جي نالي چونڊڻ، هن لاءِ خطن کي مرتب ڪرڻ ۽ هن ڪتاب جي پروفن پڙهڻ جو بار پنهنجي ذمي ڪيائون. ان لاءِ خاص طرح، ڪارڪن احسان علي لغاري کي پنهنجي ڪامپيوٽر تي ويهاري سڄو مواد پنهنجي نگراني هيٺ ڪمپوز ڪرايائون ۽ پاڻ پروف پڙهيائون.

هن ڀاڱي ۾، ڊاڪٽر صاحب ڏي لکيل خطن جو هڪ وڏو تعداد شامل آهي، جيڪي سنڌ جي هر ڀاڱي مان هر طبقي جي سڄڻن لکيا آهن. انهن ۾ مشائخن، مرشدن، عالمن، حڪيمن، اديبن، شاعرن، استادن، شاگردن، شهرين ڳوٺاڻن جا خط ۽ ڀڻ ڪن ڪڇهرين وارن سگهڙن، فقيرن ۽ ڳائڻن ۽ وڄتن جا لکيل نياز ناما شامل آهن.

معلوم ٿيو ته ڊاڪٽر صاحب جي خط و ڪتابت جو سرڪل وڏو وسيع رهيو آهي ۽ جڏن پاڻ پنهنجين ٻين تحريرن کي اوچ تي پهچيائون تڏن سنڌ جي سڄڻن سان به ڀرپور خطو ڪتابت ڪيائون. اهو سلسلو، سندن حياتيءَ ۾ هاءِ اسڪول جي شاگرديءَ واري دور کان شروع ٿيو. سڀ کان پهريون خط محترم عبدالرحيم ميمڻ جو سنه 1932ع ۾ لکيل آهي، جڏهن شاگرد بلوچ ”نوشهره مدرسه ۾ ٿيون درجو انگريزي پڙهند هو.“

هڪ طرف ڪن وڏن عالمن ۽ سياسي شخصيتن (علامه آءِ. آءِ قاضي، ڊاڪٽر دائود پوٽي، سائين جي.ايم سيد، مير علي احمد خان ٽالپور ۽ ٻين) طرفان ڊاڪٽر صاحب ڏي خط لکيل آهن ته ٻئي طرف درگاهن جي مشائخن ۽ پلارن بزرگن به پنهنجن خطن ۾ ڊاڪٽر صاحب کي پيار سان ياد ڪيو آهي. اسان ڊاڪٽر صاحب جا شڪر گذار آهيون جو پاڻ جناب پير صاحب پاڳاري ۽ سندن پياءُ طرفان 1947ع ۾ لکيل خطن جا فوٽا هن ڪتاب ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ڏنائون اهي خط ان وقت جي صاحبزادي سائين سڪندر شاهه (موجوده پاڳاري سائين) ۽ سندن پياءُ سائين نادر شاهه مرحوم لنڊن مان لکيا جڏهن ان وقت بلوچ صاحب پاڻ شاگرد هو ۽ نيويارڪ جي ڪولمبيا يونيورسٽي ۾ پڙهي رهيو هو. ٻي وڏي درگاهه جي سجاده نشين سائين مخدوم طالب المولىٰ صاحب جا پيار ڀريا خط آهن جن مان ڪي پهرئين جلد ”پيارن جا پيغام“ ۾ شامل آهن. ٽيو سائين فقير موٽيل شاهه سبروزاري سيوهڻ ۾ قلندر شهباز جي درگاهه جي درويش جا خط آهن. جنهن جو ڊاڪٽر صاحب سان پيار ڀريو ناتو هو. چوٿون، درگاهه جهوڪ جي سائين صوفي عبدالستار ۽ ڳوٺ صوفي (اهر) جي فقير روشن الدين جا لکيل خط آهن. انهن سڀني سونهارن جي خطن جا فوٽا ڪتاب جي شروع ۾

هي ڪتاب ڊاڪٽر صاحب ڏانهن لکيل خطن جو هڪ وڏو تاريخي ۽ ادبي رڪارڊ آهي، گهڻو ڪري سڀني خطن ۾ تاريخون ڄاڻايل آهن ۽ انهن مان مختلف وقتن تي ملڪ جي حالات تي روشني پوي ٿي. جئن خطن لکندڙن جي تحريرن ۽ عبارتن جون خوبيون معلوم ٿين ٿيون، تيئن جدا جدا وقتن جي ڊاڪٽر صاحب جي مشغلن ۽ مشڪلاتن تي به روشني پوي ٿي. انهيءَ لحاظ سان هن ڀاڱي توڙي ٻهرين ڀاڱي ''پيارن جا پيغام'' ۾ شامل سڀني خطن جي وڏيڪ مطالعي جي ضرورت آهي. ٻه خاص ڳالهيون جيڪي هر پڙهندڙ کي ذهن نشين ٿينديون سي هي آهن. هڪ ته ڊاڪٽر صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ هڪ خادم جو صحيح رول ادا ڪيو آهي يعني هر ڪنهن جي پنهنجي پچنديءَ آهر مدد ڪئي آهي ۽ ڪوبه ڊاڪٽر بلوچ ڪان نااميد ٿي نه ويو آهي. ٻيو ته ڊاڪٽر صاحب جتي به هجي اتي يا ته سنڌ بابت وڏيڪ معلومات گڏ ڪيا يا سنڌ بابت لکيو آهي. مرحوم ممتاز مرزا ۽ مرحوم محمد اسماعيل شيخ جي خطن مان معلوم ٿيندو ته نيويارڪ ۾ توڙي اسلام آباد ۾ ڊاڪٽر صاحب سنڌ بابت تحقيق ۾ مشغول رهيو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڏانهن لکيل خطن جا هي ٻه جلد جيڪي خاص عملي ادبي خدمت خاطر سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم پاران ڇپايا ويا آهن، سي اميد ته سنڌ جي سماجي، ادبي ۽ تاريخي مواد ۾ پيش بها اضافو ثابت ٿيندا.

فقط والسلام
محمد عثمان منگي
سرپرست اعليٰ
سنڌ ماڊڪ موتي تنظيم

ڪن يادگار خطن جا فوٽا
جناب صاحبزادو سائين سڪندر شاھ 1947ع
(موجوده پير پاڳاره سائين)
صاحبزادو سائين نادر شاھ 1947ع
(سڪندر شاھ سائين جو ڀاءُ)
جناب غلام مرتضيٰ شاھ (جي. ايم سيد) 1954ع
جناب مخدوم صاحب طالب الموليٰ 1959ع
جناب صوفي عبدالستار صاحب، جهوڪ 1960ع
جناب سيد موٽيل شاھ سبزواري، سيوهڻ – 1965ع
جناب صوفي چيزل شاھ، فتحپور 1981ع
جناب سيد غلام شاھ لطيفي، 1975ع

محترم قاضي اختر مورائي
ڪهڪشان منزل مورو (1973 – 5 – 6)

مڪرمي عزت مآب اعليٰ حضرت بلوچ صاحب دائم عنايتڪم،
السلام عليڪم: گذارش ته فارسيءَ جي امحتان جو سرٽيفڪيٽ حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾ 5 مئي 1973ع تي شام جو ايران ڪلچرل سينٽرل جي تقريب ۾ شرڪت ڪرڻ جو شرف مليو. ان مجلس ۾ اوهان بزرگن جو محققانه انگريزي مقالو پڙڻ جو به اعزاز حاصل ٿيم! مان اوهان کي اهڙي مدلل مقالي پيش ڪرڻ تي دلي مبارڪباد پيش ڪريان ٿو. مان ته ايئن چوندس ته انهيءَ تقريب جو روح اهو هڪ ئي متبرڪ مقالو هو. ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها جو اهو مقالو اڳ ۾ شايع ڪرائي خانه فرهنگ ايران وارا حاضرين ۾ تقسيم ڪن ها جيئن ان مان ذي علم حضرات استفادو حاصل ڪن ها، مان ته ان مقالي کي وڏي تحقيقات جو مصدر ۽ منبع چوان ٿو. وري به هڪ دفعو مبارڪون قبول فرمائيندا. جيڪڏهن ان مقالي جي ڪاپي مونکي عنايت ٿي ته ان جي اعليٰ معيار تي ڪنهن اخبار ۾ پنهنجا خيال ظاهر ڪرڻ سعادت سمجهندس. گر قبول افتد زهي عزو شرف!
- اختر مورائي
.....2.....

* مورخ 12 جنوري (1985 ڪهڪشان منزل مورو
بخدمت شريف محترم باشان رفيع الدرجات اعليٰ بلوچ صاحب،

عزيز جان جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاته، طرفين مطلوب. عرض ته مدت مديه و عرصه بعيد کانپوءِ نصف الملاقات ڪري رهيا آهيون. جيئن اوهان محبن جي هٿي اوطاق تي ملاقات ٿي هئي، وري خير ڪاٿي آهي. بنده دعاگو عرصي کان عليل آهي. اميد آهي ته دعائي عافيت ۾ ياد ڪندو. اعليٰ حضرت قبله پير صاحب مولانا شاهه آغا صاحب جن اوهانجي بابت پڇا ڪئي هئي. بلڪ اوهان صاحبن جي ڪتابن جو به شوق ظاهر ڪيو هو.
هينئر حضرت صاحب هٿي ٽنڊي سائين داد آهن. ڪو وقت ڏيو ته هلي گڏجي زيارت ڪري اچون، دعائون کانئن حاصل ڪري اچون. مٿان ماهه صيام رمضان شريف به اچي رهيو آهي.
پنهنجي تصنيفات و تاليفات کان به محظفوظ ڪجو. ميان محمد حسين بلوچ هٿان جواب ۽ ڪتاب اسانجي لاءِ موڪلي ڏجو. عرصي کان توهانجو ڪوبه ڪتاب نه آيو آهي. پنهنجي خير و عافيت کان به باخبر ڪجو. -
افضل ابيگ
.....4.....
* مورخ 28 نومبر (1968ع)
عزيز از جان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، خيريت طرفين مطلوب. عرض ته ٻه ٽي مڪتوب توهان کي موڪليل آهن پر ڪنهن به هڪ رقعي جو جواب باصواب نه آيو آهي. البته دل کي ڏک آهي.
هينئر ته ماه رمضان المبارڪ هلي رهيو آهي. اسين هونئن به ماهه رمضان شريف ڪٿي ڪونه اچون وڃون.
ڪم پون پيا خط لکجن ٿا. فون ڪجن ٿا. توهان جون مصروفيتون گهڻيون آهن تاهم ضرور خيال ڪرڻ گهرجي.
ٽنڊي سائين داد درگاهه شريف مجدديه ويا هئاسون. حضرت قبله مولانا پير شاهه آغا صاحب جي نهايت ڪارگر ڪتاب پنهنجي مبارڪ تصنيف جا ڏيکاريا.
مون کين عرض ڪيو ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي عيد بعد آڻبو ان سان گڏ مشورت وٺي ادبي بورڊ ۾ ڏبا جيئن ڪتاب شايع ٿين.
رمضان شريف بعد پروگرام هلڻ جو رٿيو. حضرت جن جي به زيارت فيض بشارت ٿيندي.
برخوردار ڊاڪٽر محمد شريف بلوچ ضروري ڪم آهي. اسانجي ڪم لاءِ پارت ڪجوس، بهتر آهي ته اڄ فون تي گفتگو ٿئي ته تمام چڱو. ميان محمد حسن کي روبرو به سمجهايو ويو آهي. ٻيو سڀ خير.
- افضل بيگ
.....5.....

* مورخ آگسٽ 1962ع
عزيز از جان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،

اهو اطلاع ڏيندي نهايت ئي سرهائي محسوس ٿي رهي آهي ته ”سنڌ“ ته ماهي وري شايع ٿي رهيو آهي. هن کان اڳ ”سنڌ“ جا پنج پرچا اوهان جي دل ۾، اوهان جي مهربانين ۽ سهڪار جي بنسبت، مانائتي ۽ شانائتي جاءِ ماڻي چڪا آهن.

هن کان اڳ قلم ڌڻين جي ڊائريڪٽريءَ تي ٻڌل ”سنڌ“ جي رٿيل خاص نمبر جي لاءِ اوهان کان طئه ٿيل فارم تي گهربل معلومات گهرائي ويئي هئي جيڪا اڃان سوڌو ڪل ئي مانوارا ليکڪ ناهن موڪلي سگهيا. اُهو فارم جيڪڏهن اڃا تائين اوهان ناهي پري سگهيو ته جلدي پري موڪليندا ۽ پڻ تر جي واقف ليکڪن کي به اسان جي آڌار تي ساڳي گذارش ڪندا چاڪاڻ ته هن قومي ڪم جي پوئواريءَ جو ذمو اسان ۽ اوهان تي هڪ جيترو ٿو بيهي. ”سنڌ“ جي رٿيل انهيءَ خاص نمبر کان اڳ ”سنڌ“ جي ڇهين پرچي کي فوري طور تي ڇپائيءَ لاءِ پريس ۾ موڪلڻو آهي.
اوهان کي گذارش آهي ته پنهنجي نئين اڻ ڇپيل تخليق هيٺ ڏنل ائڊريس تي اڄ ئي موڪلي ڏيندا جيئن اوهان جي تخليق رسالي جي زينت بڻجي سگهي. سهڪار جي لاءِ ٿورائتو رهندس.
- انور جوکيو
محترم ماسٽر ايوب فقير شر بلوچ
پوسٽ آفيس ٿري ميرواهه (1961 – 5 – 20)
بخدمت فيض درجت سنڌي ادب جا پاسبان نبي بخش خان بلوچ،
بعد از قدم بوسيءَ جي عرض ته جنهن وقت فدويءَ کي معلوم ٿيو ته، سنڌي لوڪ ادب جي سلسله جي اسڪيم تحت پهريون پهريون ڪتاب ”مداحون ۽ مناجاتون“ ڇپجي تيار ٿي ويو آهي. تڏهن وڏي هيج سان سنڌي ادبي بورڊ جي بوڪ اسٽال کي ڪتاب جي وي پي ارسال ڪرڻ جو عرض نامون لکي موڪليو ويو. آخر انتظار جون گهڙيون پوريون ٿيون، جو ڪتاب چند ڏينهن اندر پهچي ويو. ڪتاب ڏسڻ بعد جا خوشي حاصل ٿي، تنهنجو بيان جيڪڏهن مختصر لکجي، تڏهن به چڱو خاصو ڪتاب ٺهي پوي.
ڪتاب ڏسڻ سان اسان تي جا حالت طاري ٿي سا هي هئي، جو اسين يڪدم باري تعاليٰ جي درگاهه ڏانهن سر بسجود ٿياسون، ”ته يا خداوندا ته اسانجي هڙي سنڌي ادب جي معمار کي تون عمر خضري عطا فرماءِ ته جيئن سنڌي ادب لاءِ سندس نيڪ ارادا آهن، تن کي جيئن پايه تڪميل تي رسائي ۽ تا دم زندگي سنڌي ادب جي خدمت ڪندو رهي. آمين ثم آمين.

توهان هي ڪتاب تيار ڪري جو سنڌي ادب تي احسان ڪيو آهي. تنهن لاءِ توهان جو احسان لاهي نٿو سگهجي، تنهن لاءِ اسين توهان جا نهايت ٿورائتا آهيون ۽ هن نيڪ قدم کڻڻ ڪري توهان کي مبارڪ باد عرض ڪريان ٿو.

هن ڪتاب جي شروعات وغيره جو ڪوبه پتو نه هيو ته ڪو ڇاپي هيٺ اچڻ وارو آهي، يا سندس مسودو تيار ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن پرو پوي ها ته فدوي ڪي چند مداحون به خدمت ۾ عرض رکي ها. ڇو ته؟ جنهن وقت فدويءَ کي ”لوڪ ادب“ جي اسڪيم جي منظور ٿيڻ جي خبر پيئي. تڏهن از خود ”لوڪ ادب“ جي سهيڙڻ لاءِ ڪوشش ورتي ڪي چند ٻيا دوست به انهيءَ ڪم ۾ چتايم، جي به مونسان هن ڪم ۾ تعاون ڪري چڱو پاڻ ملهائي رهيا آهن. اهو مواد به اميد ته سائين جن جي فرمان تي عرض رکيو ويندو.

هي توهان جو پهريون ”لوڪ ادب“ جي سلسلي وارو ڪتاب مختصر طرح نظر مان ڪڍيو اٿم. جيڪي مداحون ۽ مناجاتون اسان جي پٽ جون هيون. اهي به خاص طرح سان نظر مان ڪڍيون اٿم. جن مان:

1 – قائم فقير جي مداح ڇپيل دراصل حضرت پير سائين سردار شاه مردان شاه اول ڪوٽ ڏٺي پاڳاره پير جي شان ۾ آهي، جا ڪيس قائم فقير ”تليءَ“واري دعوت تي تيار ڪري ٻڌائي هئي. جا توهان هت حضرت علي عليہ السلام جي شان ۾ ڪري لکي آهي، هت توهان هن مداح جون 10 مصراعون ڏنيون آهن، در حقيقت هن ۾ 13 مصراعون آهن جي خود ”ديوان غلام حيدر فقير شر رحه“ مطبوعه منگي پريس خيرپورميرس ۾ به ڏنل آهن. هي رسالو جناب ٻڍل فقير شر بلوچ سجاده نشين غلام حيدر فقير رحه ڇپرائي تيار ڪيو آهي. انهيءَ ئي مداح جي تتبع تي بعد ۾ عمر بخش فقير مداح تيار ڪري پير سائين بادشاه پاڳاري کي ٻڌائي وڏا انعام اڪرام حاصل ڪيا هئا.

2 – ته جيڪا مينگهو فقير شر ڏانهن منسوب ڪئي آهي، سا در حقيقت فقير سائين غلام حيدر رحمه جي چيل آهي. جنهن جون توهان هت 7 مصرائون ڏنيون آهن. دراصل هن جون 12 مصراعون آهن. باقي مداح 2 به جناب فقير صاحب ٻڍل فقير جي چوڻ موجب فقير صاحب مراد علي رحمه شر بلوچ جي آهي. هنن لاءِ جيڪڏهن فرمان ٿئي ته واضع طور تي لکي عرض رکيون وڃ. هونءَ به لازمي ائين آهي ته ڪتاب صحيح نموني سان تيار ڪري عوام آڏو پيش ڪيو وڃي. صحيح صحيح ان ۾ پڙهٽيون رکيون وڃن. جيڪڏهن پهرين ايڊيشن ۾ اصلاح آڻي شايع ڪرڻ سان ان ڪتاب جي اڳئين کان زياده مقبوليت حاصل ڪري سگهجي ٿي. اميد ته هن ناچيز جي صلاح سائين جن کي چڱي لڳندي.

هن ڪتاب جي ايندڙ ايڊيشن ۾ جيڪڏهن ڪن مداحن ۽ مناجاتن جو سائين جي اضافو ڪرائين ته بنده کي به پڻ فرمان ڪندا ته جيئن ڪه وڏيري علي بخش خان شر بلوچ ۽ غلام حسين فقير شر جون مداحون جي ٻن ڏينهن جي ڪوشش سان پير مسافر جي قبي مان آئون ڊسمبر 1958ع ۾ اتاري آيو هوس. جن تي لکڻ جي تاريخ نه آهي باقي صرف 1327 ھ آهي ۽ ڪي ٻيون مداحون ۽ مناجاتون به اميد ته عرض رکيون وينديون، جي هن ڏس ۾ پنهنجو مٿ پاڻ هونديون.

از انسواءِ سائين جن فدويءَ کي معلوم ڪرڻ فرمائيندا ته سائين جن هن وقت سنڌي لوڪ ادب جي سلسلي جو ڪهڙو ڪتاب تيار ڪرڻ فرمائي رهيا آهيو ته ان موجب سندس مواد وسعت آهر عرض رکيو وڃي.

”سنڌي لوڪ ادب“ جي ذخيره ڪٺي ڪرڻ لاءِ جيڪي به هدايتون هجن ته بنده به ان موجب تعميل ڪري. ”جيئن هڪ عورت پنهنجي طاقت آهر هيرن جواهرن پاران سٺ جي پاندي کڻي به اچي حضرت يوسف عليه السلام جي خريدارن ۾ نالو شمار ڪرايو هيو. تيئن بنده سنڌي ادب جي خدمت ڪندڙن جي نالن ۾ شمار ۾ من آخري نمبر ۾ پنهنجو نالو شمار ڪرائي.

آخر ۾ بنده جي گذارش آهي ته جيڪڏهن بنده کان ڪي به گستاخيءَ جا لفظ لکجي ويا هجن يا ڪا ٻي سهو پيئي هجي ته عفو کان ڪم وٺي معاف فرمائيندا ته نهايت ممنون و مشڪور رهندس.

تازو عرض ته هن ڪتاب ۾ هڪ هيءَ خاص ڪمي نظر اچي ٿي سا آهي. ”حضور پاڪ جي اسم مبارڪ يا ڪلمه پاڪ جي آخر ۾ صلي الله عليه وسلم“ جو نه هئڻ جا وڏيءَ ڪمي آهي. اميد ته ايندڙ ايڊيشن ۾ اصلاح فرمائي ويندي.

بنده آخر ۾ پنهنجي مڪمل ايڊريس عرض رکي ٿو، جنهن موجب سائين جن جو هر هڪ ارسال ڪيل فرمان از خود ملندو رهندو. جنهن جي پهچڻ شرط بنده تعميل ڪندو رهندو.

- ماستر محمد ايوب

محترم ڊاڪٽر محمد اسلم سنديلو

(25 – 2 – 1990)

محترم سائين،

السلام عليڪم: اوهان جن جذبات جو ذڪر پنهنجي موڪليل تعزيت واري خط ۾ ڪيو آهي. تنهن لاءِ هي سوڳوار خاندان نهايت ٿورائتو آهي.

سائين، بابا ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو هڪ اديب، مفڪر، منتظم، محبت ۽ محنت واري لائق استاد سان گڏ، هڪ شفيق ۽ عظيم پيءُ هو. جنهن جي سماجهي ۽ ٻاجهه واري طبيعت ۾ هڪ مڪمل ڪائنات سمايل هئي. وچولي طبقه سان تعلق رکندي، پنهنجي هڙان وڙان ڏئي ڪري هن قحطه الرجال واري دور ۾ جيڪا بابا جن ادب جي شيوا ڪئي، تنهن جو جمود ڄڳڻ تائين هن جهان ۾ رهندو. اهو نقصان صرف اسان جو نه، پر پوري سنڌي قوم ۽ ادب جو آهي. جيڪا خلا بابا جن جي اوچتو وڇوڙي تي ٿي آهي. منهنجي خيال ۾، ان کي پُر ڪرڻ لاءِ تاريخ کي وڏي جدوجهد ڪرڻي پوندي.

ڪجهه ذاتي ۽ ادبي مونجهارن بابت، ڪنهن ٻئي خط ۾ تفصيل سان گذارش ڪندس، اميد ته مايوس نه ڪندا.

- اسلم سنديلو

محترم احمد بخش سولنگي

پوسٽ آفيس جعفر خان لغاري (1976 – 9 – 3)

بخدمت شريف عاليجناب قبله ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم: سائين منهنجا! نهايت افسوس سان روشن ٿو ڪريان ته ٻاني عمارت پرائمري اسڪول جناب حاجي مصري فقير اڄ تاريخ 7 رمضان المبارڪ جمع تقريبن 2 بجه ڏينهن جو هن فاني دنيا کي الوداع چئي دارالبقا ڏانهن روانو ٿي ويو. اِنالله وانا اليہ راجعون. هائو منهنجا سائين هي دنيا فاني آهي، بقا صرف الله رب العالمين کي آهي. مگر ڪي انسان پوين لاءِ يادون ۽ نشان ڇڏي وڃن ٿا. اهي مرده نه چئبا.

حاجي مصري فقير مرحوم جون ابتدائي اسڪول لاءِ ڪيل خدمتون ڪڏهن به وسرڻ جون ڪونه آهن. مرحوم پنهنجي معمولي ملڪيت جو به ڪجهه حصو گروي رکي اسڪول لاءِ روم ٺهرائي. ان بعد به اسڪول جي ترقي لاءِ پنهنجي هڙان ۽ وڙان ڪوشش ڪندو رهيو. هر ٻاهرين ماسٽر سان تعاون ڪيائين. آءٌ ته سندس نهايت ئي ممنون ۽ مشڪور آهيان. مرحوم جو مون سان ته خاص انس هو ۽ سندس ڪيل مهربانيون ۽ احسان ڪڏهن به ڪونه وسرندا. اڄ هو اسان وٽ ڪونه آهي پر سندس ڀلا ڪم هميشه ياد رهندا.

آءٌ مرحوم لاءِ درگاهه انهيءَ ۾ دست به دعا آهيان ته خداوند ڪريم ڪيس پنهنجي فضل و ڪرم سان بخشي ۽ نيڪن وارو درجو نصيب ڪري. آمين.* -

ماسٽر احمد بخش سولنگي

مورخ 22 آڪٽوبر 1973ع، ڳوٺ جعفر خان لغاري
بخدمت ڪرم فرمائي عاليجناب قبله ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اميد ته خداوند تعاليٰ جي رحم و ڪرم سان بخيريت هوندا.
سائين منهنجا! هاڻ هڪ عرض ڪري رهيو آهيان جو عرضدار ڪي به رنجيده ڪري ٿو. مگر الله تعاليٰ جي قانون مطابق هر شي فنا ٿيڻي آهي، بقا صرف سندس ئي پاڪ ذات کي آهي.
قدرت جنهن کي جتي ڪري گهڙيون رهائي، عاجز بندو پنهنجي اختيار ۾ نه آهي.
مونکي پنهنجي ڳوٺ ۾ ڪافي عرصو گذريو آهي، جو تمام سهڻي نموني گذريو ويو آهي، مگر هاڻ اجازت سان الوداع چوندس.
جناب عالي! بنده کي پوري ڳوٺ جي ڪنهن به ماڻهوءَ ڏانهن ڪابه شڪوه شڪايت ڪانه آهي. مون تي هر هڪ ماڻهوءَ جا ٿورا ۽ احسان آهن. آءٌ سندس نهايت ئي شڪر گذار آهيان. هاڻ شايد پنهنجي ڳوٺ جو داڻو پاڻي مون لاءِ ختم ٿيڻ وارو آهي.
ڪافي عرصه کان اهي ڳالهيون هلي رهيون آهن ته 25 سال سروس وارن اڪثر ملازمن کي رٽائر ڪرايو ويندو. مونکي نوڪري ۾ 25 سالن کان وڌيڪ وقت گذريو آهي. سو گهڻو ڪري اهڙو آرڊر جلد ٿي ويندو. ٻي صورت ۾ از خود اهڙي درخواست ڏني ويندي ۽ بعد صورت پنهنجي ڳوٺ کي قريب قريب خيرباد چيو ويندو.
گهڻو وقت اڳي مون پنهنجي ڊاڪٽر صاحب کي اهڙو عرض ڪري ڇڏيو آهي. ان موجب ۽ سندس والد محترم ۽ سندس ٻئي پوري خاندان جو دلي طرح ممنون ۽ مشڪور آهيان. جن جا اڻ ڳڻيا احسان آهن.*
- ماستر احمد بخش

محترم حاجي اميد علي لغاري
پوسٽ ميرپور پراڻي وايه ميرپورخاص
محترم عزيز رئيس نبي بخش خان بلوچ،
عاليجناب مون ڪي ڪتاب خدمت ۾ اڳ موڪليا آهن، ان سان گڏ خط. ڪتاب موڪلڻ جو مقصد اهو هو ته مونکي سائين جن وٽان ڪجھ علم حاصل ٿيندو. قديم زماني کان لغاري قوم مان تمام ٿورڙا علم جا ڊاڪٽر ۽ عالم ٿيا آهن، انهن پنهنجن کي علم نه پهچايو. اڄ ڪله جيترو به افسوس بلوچ قوم جو ڪجي اهو بلڪل ٿورو آهي. منهنجي عمر اڄ 70 ورهيه آهي. سموري زندگي علم ڏيارڻ ۾ گذاري آهي. هن

عرصي ۾ ضرور ڪي پنهنجي قوم جا علم پڙهيا مگر مونکي ياد ئي ڪونه ٿو پوي ته اسانجي سرمايه دار بلوچن کان علمي مدد ملي هجي. اوهان ۾ نه رڳو منهنجون اميدون هونديو مگر لغاري قوم کي اميدن سان گڏ فخر به آهي. ڏوراپا ته تڏهن وڌيڪ عرض رکندس، جڏهن سائين جن خط ذريعي زيارت ڪرائيندا. حاصل مقصد هي آهي ته آئون ڪتاب لکڻ ۾ مشغول آهيان تازو محفل مستانه خدمت ۾ پيش ڪريان ٿو. براءِ نوازش ان بابت تبصرو ڪرڻ فرمائين جيڪڏهين غلطيون آهن ته به درست ٿي ملنديون ته آئون شڪر گذار رهندس.
2. منهنجو پاٽيجو محمد حيات لغاري اسانجي مڊل اسڪول ميرپور پراٽي ۾ هيڊ ماستر آهي جنهنکي بي. ايڊ لاءِ چونديو ويو آهي هو اوهان جي اداري ۾ داخل ٿيندو. موجوده حالتن موجب غريبن کي ڪابه اسڪالر شپ ملي ڪانه ٿي، هن بابت باادب عرض آهي ته منهنجي پاٽيجي کي توهان پنهنجو حقيقي عزيز ڄاڻي مدد ڪرڻ فرمائيندا. *
- حاجي اميد علي لغاري

محترم احمد علي خان پتافي
ڳوٺ سردار فتح علي خان پتافي (1970 – 6 – 6)
بخدمت عالي شان جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم ورحمته الله و برڪاته، مزاج شريف، طرفين خيريت مطلوب. مودبانه عرض ته، بردارم محمد ذيشان خان حاضر خدمت ٿي روبرو گذارش ڪندو. اميد ته اوهان تڪليف وٺي سندس مدد فرمائيندا ته نهايت احسانمد رهندس.
سردار غلام محمد خان صاحب (مهر) طرفان اسلام مطالع فرمائيندا. والده صاحب طرفان مودبانه اسلام عرض. شيخ اسماعيل ۽ ممتاز صاحب جي خدمت ۾ اسلام عرض.
- احمد علي پتافي

محترم اسد الله ڀٽو
تنظيم نظر و فڪر سنڌ، سکر (1988 – 3 – 28)
واجب الاحترام سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: ادب سان عرض ته لاهور ۾ خود انحصاري واري ميڙي جي موقعي تي اوهانکي ڏسي اکيون آسوده ٿيون. ”ڪل پاڪستان يوم باب الاسلام ڪانفرنس“

۾ مضمونن جو ميلو 26 تاريخ اپريل 1988ع ۾ قرب ڪري اچڻ لاءِ عرض ڪيو هيم. اوهانجو اچڻ اسان لاءِ صدبار حوصله افزائي ۽ عزت جو باعث بڻبو آهي، اوهان جي ڪمي ائين محسوس ٿيندي آهي جئن ته اصل محفل جو مير ته آيو ئي نه آهي. سادن سودن لفظن ۾ اهو منهنجي اندر جو آواز آهي. اوهان کي اجلاس جي صدارت ڪرڻ لاءِ نماڻو عرض آهي.

- اسدالله

محترم اي. ڪي. اختر

ويجهو ايسرداس ڊسپينسري، ٽنڊو محمد خان (1968 – 9 – 7)

بخدمت فيض درجت فيض سان جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

السلام عليڪم ورحمته الله و برڪاته، طرفين خيريت مطلوب!

با ادب استدعا آهي ته حضور جن جي حڪم موجب سنڌي ابوالحسن ۾ ڇاپي رسالي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي کي اڳين ۽ پوين پيجن تان اتاري واپس ڪرڻ لاءِ عرض رکي آئيو هوس.

اميد ته حضور جن مذڪوره ڪم پورو ڪرائي ڇڏڻ فرمايو هوندو. اگر دل تان ياد ڪافي ڪمن سبب لهي ويل هجي، ته نوازش روءِ ڪم جو پورائو ڪرائي ڇڏڻ فرمائيندا، جيئن بنده هفته کن اندر در حضور حاضر ٿي پرائي امانت کڻي اچي واپس ڏڻين جي حواله ڪري!

روبرو بنده پنهنجي شعر ڇپائڻ لاءِ مدد لاءِ عرض ڪيو هو! حضور جن فرمائيو هو ته ڪجهه ترسو! انشاء الله جلد ئي ڪا تدبير سوچي، اوهانجو ڪلام ڇپائڻ لاءِ کنيو ويندو!

رکان اميد ته اُن لاءِ پڻ ضرور ڪا ڳڻ ڳوت ڪيئي وئي هوندي!

اڄ سونهي اڄ ڇاڻ ۾ اڪيلي اُٿياس،
پُني پيس پرين جي، جُه! نيهيءَ نينهن نياس!
اختر اڪنڊ عجيب ۾، پيرا ڏئي پٽڪياس،
جڏهين وسئون وياس، تڏهين پهتم پاڻهين.

-

جڏهين سرجياس تڏهن نه تڙڪو تن ڏنو،
وٺي نه پياريائون وه جي، جڏهن آءٌ ڄائياس،
اختر! پُڪي پياس، سامائجي، سورن جي.

-

سورن کي شاباس جن پُڄائيس پيچري،
اختر آري ڄام جي اجهي آءُ آئياس،
ٿاڻئيڪي ٿياس، پهچي آءٌ پنهل کي.
هن خادم لائق ڪار خدمت هجي ته پنهنجو خاص خادم ڄاڻي احوال جي عنايت فرمائيندا.
- اختر

محترم اياز حسين قادري
لاڙڪاڻه ( 1965 – 7 – 21 )
محترمي و مڪرمي اديب العصر جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم: اوهان جي وڏي نوازش جو اوهان هن بنده کي ياد فرمايو آهي. آءٌ اوهان جو نهايت شڪر گذار آهيان جو اوهان هر وقت مون تي مهربان رهيا آهيو. مونکي ياد آهي ته ٿئي ۾ دادو جي ڪاليجن ۾ چڱي جاءِ وٺي ڏيڻ لاءِ اوهان ڪيتري نه ڪوشش ڪئي هئي. افسوس منهنجي پاڳ پلو نه ڪيو. سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ ايتري خدمت ڪرڻ ڪانپوءِ به پنهنجو ڪو قدر نه ٿيو. پويان چڙهي ويا ته مان اتي جو اتي رهجي ويس. شايد منهنجو ڏوهه اهو هئو جو آءٌ سنڌي هوس يا سنڌي ڊپارٽمينٽ ۾ هوس.
جي سونارن لڌيو، ته تون پڻ لڌج سون
قدر ڪندئي ڪو نه، گڏيندءِ گڏون سين. (شاهه)
سائين، انهيءَ ايس. ايم ڪاليج مان ٻن سالن جي موڪل ورتي اٿم. ارادو اٿم ته هت رهي پوندس واپس نه ورندس. وري به اوهان جي مهرباني جو منتظر آهيان.
سائين، هت پنهنجي وس آهر ادبي چراغ روشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون. ادبي سنگت (جيڪا صحتمند ادب جي علمبردار آهي) قائم ڪئي اٿسي ان جي سهاري جلد سنڌي لئبريري کولڻ وارا آهيون. الحقيقت (هفتيوار) اخبار شروع ڪئي اٿم ۽ ماهوار ادبي رسالي لاءِ ڊڪليئريشن ڏنو اٿم. اميد ته اهو به جلد اوهان جي هٿن ۾ پهچي ويندو. اميد ته اوهان جي مهرباني هر وقت اسان سان رهندي ۽ اسانکي هر وقت پنهنجو ساٿي سمجهندا.
- اياز قادري
.... 2...
* مورخ 25 آگسٽ 1968ع، 6 ڏٽي رام بلڊنگ، آرام باغ روڊ ڪراچي
محترمي و مڪرمي اديب العصر جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

السلام عليڪم: اميد ته خوش و خورم هوندا. گهڻن ڏينهن کان شوق اٿم ته ”سنڌي پهاڪا“ ڪٺا ڪريان ۽ ”Anthology of Sindhi“ تيار ڪيان. سنڌي پهاڪن جو اٽڪل پنج هزار کن ذخيرو ڪٺو ڪيو اٿم، پر انکي وڌائي ڏهن هزارن تائين پهچائڻ جو خيال اٿم مهرباني ڪري انهن بنهي ڪمن ۾ منهنجي رهنمائي ڪندا چاڪاڻ ته اوهان انهيءَ ميدان جا شهسوار آهيو.
- اياز قادري
.... 3....
* مورخ ......... لاڙڪاڻه
محترمه و مڪرم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: منهنجي پاران سنڌي لئنگويج اٿارٽي قائم ٿيڻ ۽ ان تي اوهان جي چيئرمين مقرر ٿيڻ تي دلي مبارڪ قبول ڪندا. اوهان جهڙي لائق ۽ داناء ماڻهوءَ کي اٿارٽي جو چيئرمين مقرر موجوده حڪومت جس ڪئيو آهي ۽ سنڌ تي احسان ڪيو آهي. پڪ آهي ته اوهان جي نظرداري هيٺ اٿارٽي جي رٿا جامع هوندي ۽ اٿارٽي سٺو ڪم ڪندي.
- اياز حسين قادري

محترم احمد خان لانگاھ
لاڙڪاڻه ( 28 فيبروري 1943ع)
برادرم عزيز ميان نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم: اوهان جو گرامي نامه پهتو. شڪريه. خط ۾ جي لاتعداد دلچسپيون، دل آويز احوال ۽ سبق آموز نڪتا سمايل آهن سي بلا مبالغه لائق ستائش ۽ باعث تفريح آهن. اميد ته آئنده به اهڙي مفصل احوال جي عنايت ڪندا رهندا.
براءِ ڪرم ”ريڊيِنس“ (اخبار) جي مئنيجر کي منهنجي نالي تي به ڪاپين جي موڪلڻ لاءِ چوندا. ايندڙ اشاعت کان موڪلڻ شروع ڪري لاڙڪاڻه لکڻ ۾ ريڊينس وارا غلطي ٿا ڪن اها کانئن درست ڪرائيندا.
اوهان کي اميد ته معلوم ٿيو هوندو ته علي گڙھ جي ايل. ايل. بي وارن تان ٽريننگ جي چٺي سنڌ بار ڪائونسل لاٿي آهي. اوهان پنهنجي ادبي ذوق ڏانهن اشارو ڪندي مونکان هڪ واعده جي تڪميل طلب ڪئي آه. ادا سائين حقيقت اها آهي ته روز بروز طبيعت شعر کان متنفر ٿيندي ٿي وڃي جئن جئن شعر جي حقيقت جي پروڙ ۾ اضافو ٿيندو رهي ٿو تئن تئن ان لاءِ حقارت به وڌندي پئي وڃي. نفرت لاءِ جي

ممڪن اسباب ٿي سگهن ٿا سي اوهان مونکان بهتر ڄاڻو ٿا. تنهنڪري انهن کي قلمبند ڪرڻ فضول آهي.
دل چاهي ٿي ته اوهان به پنهنجي دلچسپي جيترو ٿي سگهي بتدريج گهٽائيندا رهو. ائين برابر آه ته طبع آزمائي ۽ ادبي تحقيق (نظم جي) به مختلف چيزون آهن مگر چٽي ڪتي جي چڪ کان سندس ڳگ وڌيڪ خطرناڪ ٿيندي آهي. شعر چوڻ ۽ شعر سان تعلق رکڻ ڪم و بيش ساڳيا نتائج پيدا ڪري سگهن ٿا.
خاص طرح دور حاضر ۾ هت مهلڪ مرض کان جيتري ڪناره ڪشي ڪجي اوتري بهتر چو ته هيءَ اهو موذي مرض آهي جو انسان جي عملي قوت کي ڪالعدم ڪري ٿو ڇڏي. مبالغه آميزي ۽ شهرت پسندي، تعطل ۽ جمود، بيڪاري ۽ بي حسي، ڪامچوري ۽ ياوه گوئي هن مرض جا مخصوص جراثيم آهن.
ازراه بخشش معاف ڪندا، ممڪن آهن مان ڪنهن حد تائين غلط هجان ۽ خواه مخواه اوهان جي جذبات کي ٺيس لڳي. مونکي اوهان جي احساسات لاءِ احترام آهي. هندن جي سنڌي ادب (خاص طرح نظم) جي معيار ۽ مسلمانن جي بي تعلقي ۽ نااهليت کي ڏسندي دل ڪامي ٿي جنهنڪري هميشه کان اوهان کي همٿائيندو رهندو آهيان ته پل اوهان پنهنجي ذوق کي وڌائيندا رهو مگر ساڳي وقت ائين ڪرڻ خطري کان خالي ٿي نه ٿو سگهي چو ته نظم جي تحقيق ۽ تدوين اوهان جي عملي قوت کي الائي ڪهڙو اثر پيدا ڪري.
خداي عزوجل اوهان کي قوم ۽ ملت جي رهبري لاءِ اوهان جي موجوده صحيح تخيل ۽ استعداد ۾ اڃا به زياده اضافو ڪري.*
احمد خان لانگاه
..... 2.....
* مورخ 18 – جون 1941ع گوزه، ضلعو دادو
مشفقم عزيزم پيارا نبي بخش خان،
السلام عليڪم جي عرض ته مونکي نهايت افسوس سان اظهار ڪرڻو ٿو پوي، مون اوهان کي بروقت اوهان جي خط جو جواب نه ڏنئي سخت انتظار ۾ وڌو. ليڪن ادا سائين ان لاءِ منهنجو گهڻو قصور ڪونه آهي. اسان جي (علي ڳڙه) يونيورسٽي سڳوري اسان جي امتحان جي نتيجي جي تاريخ مقرر ڪانه ڪئي آهي. تنهنڪري 1 تاريخ کان روزانو انتظار ڪرڻو پيو ته اڄ يا سڀان ڄاڻ نتيجو نڪتو مگر اڄ تائين ڪابه خبر ڪانه پئي آهي. هڙئي قسم جي مسلسل تشويش نهايت تنگ ڪري رکيو آهي، بلڪ هڪ قسم جي سزا اچي ويئي آهي. اها اسان جي يونيورسٽي جي ڀلائي آهي. گذريل سال اڳئين مهيني ۾ نتيجو نڪتو هو. اسان جو تار لاءِ علي ڳڙه ۾

بندوبست ٿيل آهي جنهنڪري دوباره تار ڪري پڇڻ به فضول سمجهيو وڃي ٿو. مون خيال ڪيو هو ته اڳو پوءِ نتيجو نڪري ته اوهان کي اهڙي نموني ۾ خط لکيو وڃي. اميد ته منهنجي تفصير کي عفو پروري کان ڪم وٺندي معاف فرمائيندا.
ادا سائين، يونيورسٽي 15 جولاءِ تي کلندي. هتان ڏهين، يارهين تاريخ ڌاري هلڻو پوندو. اجمير رستي هلڻ لاءِ فيصلو ٿيل آهي. ڪنسيشن لاءِ به ڪوشش ٿيل آهي، اوهان جي ڪنسيشن جو انتظام به ٿي سگهندو، تنهنڪري انشاء الله ائين ٿيندو ته اوهان اسان سان حيدرآباد ۾ اچي ملندا جتان گڏجي هلڻ ٿيندو. شروعاتي خرچ هن طرح ٿيندو. 30 روپيه ڪاشن في، 38 روپيه پهرئين مهيني جي في، 15 روپيه داخله في، ٻيو هتان علي ڳڙهه جو ڪرايو. ان ڪانسواءِ فرنيچر تي به ڪافي خرچ اچي ويندو. يعني اندازا ڏيڍ سو روپيه ڪٽي هلڻ ضروري آهن. مان گذريل سال سو کن روپيه ساڻ کٽي ويو هوس تڏهن به گهٽي تڪليف آئي هئي تنهنڪري ڪم ازم ڪم سوا سو روپيه هجڻ ضروري آهن.
خرچ ماهيانو ايم اي ايل ايل بي ڪورس وارن جو 38 اٺٽيهه روپيه مقرر آهي. ان ۾ سمورو خرچ يعني ماني ۽ في وغيره اچي ٿو وڃي. علي ڳڙهه ۾ ڪلب سسٽم ڪانه آهي، مگر بورڊنگ سسٽم آهي ان ڪري مانيءَ جو خرچ به مقرر آهي جو يارهن روپيه آهي اهو خرچ سر سيد هال ۾ ٿو اچي مگر ٻيو آفتاب هال آهي، جنهن ۾ ماهيانو خرچ 32 روپيه آهي، مگر ان ۾ جاءِ مشڪل سان ملي سگهي، تنهنڪري اوهان کي ائين سمجهڻ گهرجي ته خرچ اٺٽيهه روپيه ڪرڻو آهي. ان ڪانسواءِ ناشتي جو خرچ به پنج ڇهه روپيه اچي ٿو وڃي، چاڪاڻ ته مانيءَ جا وقت ٻين ڪاليجن وانگر نه آهن تنهنڪري ناشتي جي خرچ کان ڪنهن به صورت ۾ پاڻ بچائي نٿو سگهجي. ٻيو آهي جيب خرچ، سراسري خرچ ڪفايت شعاري سان ڇهن سون جي اندر اچي ويندو، تنهن ۾ ريلوي جا ڪرايه، امتحانن جون فيون جي هرهڪ ويهه روپيه آهن يعني ٽوٽل 40 روپيه، اچي ويندا. منهنجو ۽ شفيع محمد جو خرچ ڪفايت هوندي به سٺن ۽ اٺن سون جي وچ ۾ اچي ويو، مگر ان ۾ سڀ ڪڇ اچي ويو جيڪا يونيورسٽي مان مدد ملي يا ٻين ذريعن مان مونکي يونيورسٽي مان 15 روپين (ماهيانو) جي ڪنسيشن ملي هئي، باقي ٻين طرحن مان پورائو ڪرڻو پيو.
يونيورسٽي ۾ مدد نهايت تڪليف سان ملي سگهي ٿي، زياده ۾ زياده مدد 10 روپيه ملي سگهي ٿي مگر ان جي حاصل ڪرڻ ۾ انتهائي ذلت پيش اچي ٿي. اسڪالرشپ جيڪڏهن ڪنهن کي ڪٿان به ملي ٿي ته ان کي يونيورسٽي مان پائي به ڪانه ملندي آهي.

اوهان لوڪلبورڊ اسڪالر شپ لاءِ ڪوشش ڪيو جيڪڏهن اوهان ٿيهن روپين واري اسڪالر شپ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا ته اوهان کي انشاء الله علي ڳڙهه ۾ گهڻي تڪليف پيش نه ايندي.

علي ڳڙهه جي خرچ کي ڇڏيندي اتان جي زندگيءَ تي اچجي. علي ڳڙهه شهر نهايت غليظ ۽ بي ڍولو آهي. شهر ۾ وچي ڪنهن جي تفريح حاصل ڪجي سوناشدني آهي انڪري زندگي گهڻو بي لطف ٿيو پوي. ازانسواءِ هاسٽل لائيف ۾ ميل جول ۽ سادگي ڪانهي مگر خرچ، اجائي ٺٺ ۽ ڏيکاء واري آهي، جنهن ڪري نون شاگردن لاءِ گهڻو ڪري زندگي تلخ ٿيو پوي. جهوناڳڙهه جي زندگي منهنجي خيال ۾ صد بار سٺي آهي جو اها Corporate آهي. هان هڪ طرح آهي جا علي ڳڙهه جي زندگي جو روح آهي، اها آهي يونيورسٽي جاFunctions ڪيترا عاليشان موقعا وقت به بوقت پيا اچن. جنهن ۾ هندستان جا هر قسم جا مسلمان ليڊر وغيره ايندا آهن. ارمان جو مان اوهان جي اڳيان صحيح ۽ سمورو نقشو تحرير جي ذريعي پيش نٿو ڪري سگهان.

هڪ ڳالهه ٻڌائڻ اوهان کي ضروري ٿيندي، علي ڳڙهه مان جيڪي ايل ايل بي پاس ٿا ڪن تن کي بمبئي وارن جيان هڪ سال ٽريننگ وٺڻي آهي، يعنيCompulosry هاڻي اوهان جي خواهش اوهان به پنهنجي اصلاح و اضلال کي بخوبي ڄاڻو ٿا. مگر منهن جو شخصي رايو اهو آهي ته ڪيترين خامين هوندي به علي ڳڙهه ڪراچي کان سو بار افضل آهي. ڪراچي جي زندگي اوهان گذاري آهي. علي ڳڙهه ۾ گهڻو ئي ڪچ نئون ڏسندا (جنهن جو بين هنڌن ۾ هجڻ يا ان جو مشاهدو ڪرڻ ناممڪن آهي).

دعا ڪندا ته مان امتحان ۾ ڪامياب ٿيان. اميد ته اوهان به خداءِ عزوجل جي نوازش سان پاس ٿيندا. پاس ٿيڻ کان بعد مان هڪدم ڪراچي ايندس. اوهان مهرباني ڪري پنهنجي آئنده جو پروگرام (يعني بي اي رزلٽ کان بعد جو) هڪدم ورندڙ ٽپال ۾ موڪليندا يا خاطري نه هجي ته گوزه جي ائڊريس تي لکندا رهندا ته اهو مونکي جتي مان هوندس پاڻهي ملندو. ڪوشش ڪري حيدرآباد ۾ ملجي جيڪڏهن ٻئي هنڌ ملڻ نه ٿئي ته ملاقات ڪرڻ سان وڌيڪ تفصيل بيان ڪيا ويندا يا اوهان ٻاهر وڃو ته ڳوٺ اهڙي قسم جي هدايت ڪري ويندا جئن ڪوبه خط اچي ٿو ته اهو اوهان کي اوڏانهن موڪلي ڏين يعني ته انهيءَ جڳهه جي ائڊريس کي ڳوٺ ڏيئي وڃڻ ضروري ٿيندي.

اوهان مهرباني ڪري امتحان جي نتيجي ظاهر ٿيڻ سان ٻئي ڏينهن تي پرنسپال جهوناڳڙهه واري کان ڳوٺ جي ائڊريس تي هڪ سرٽيفڪيٽ گهرائيندا جنهن ۾ صرف اهو ڏيکاريل هجي ته اوهان بهاءُ الدين ڪاليج مان بي اي پاس ڪئي آهي.

سرٽيفڪيٽ ڪانسواءِ علي ڳڙهه ۾ ائڊميشن نه ملندي جنهنڪري انتهائي دقت پيش ايندي.
افسوس جو مرڪزي حڪومت تحريڪ تي پائبندي وجهي مظلوم خاڪسارن جي دلسوزي ڪئي آهي. دل ۾ درد آهي ان کي اظهار ڪرڻ اجايو آهي ڇو ته مونکي خبر نه ٿي پوي ته ڇا لکان ۽ ڇا نه لکان. صد افسوس سلام حاجي جان محمد جا، بابا صاحب ۽ چاچا صاحب جا مطالع ڪندا.
- احمد خان لانگاهه

محترم شيخ اياز
ڪوئينز روڊ، سکر (1963 – 10 – 27)
سپاجها سائين، اوهانجا ٻئي خط پهتا. پوئين خط ۾ اوهانجو نظم ڏسي حيرت آئي. اوهان کي ته نه فقط ڏات آهي پر ڏانءُ به آهي. معلوم نه آهي ته اوهان شعر گوئي ڏانهن توجه ڇو نه ڪئي آهي! ”اُٺيون چڙهن مسافر ورن جو وريتيون“ ۾ نه فقط تشبيهه جي ندرت آهي پر اُن ۾ ٻوليءَ جي اُها امرت رسُ به آهي جا ڪنهن پراڻي پياڪ کي ئي پاڳ ۾ ملي سگهي ٿي. اجازت ڏيو ته اهو نظم اشاعت لاءِ ڏيان.
اوهانجي صحبت منهنجي خوش نصيبي هئي. ان جي مختصر هوندي به مون اُن مان گهڻو ڪجهه پرايو آهي. ڪڏهن ڪڏهن اوهان جي گرفت ۾ ڪنهن سنڌي لفظ جو روح ڏسي، مان حيرت ۾ رهجي ويو آهيان ۽ مون اُن لفظ کي ائين ڏٺو آهي جيئن ڪوئي پرڏيهي واٽهڙو ڪنهن ننگيءَ وينگس کي تلاءُ مان اوچتو نڪري، وارن کي چنبڪو ڏيندو ڏسي.
ڊاڪٽر شمل ڏانهن پنهنجو گيت ۽ نظم اڄ موڪلي رهيو آهيان. منهنجي ڪلام جو ٻيو مجموعو ”ڪُلهي پاتم ڪينرو“ پريس ۾ آهي، اُن مان ڪجهه ڪلام نقل ڪيان ٿو.
- پرينءَ کي پهچاءِ، ڪانگا منهنجون ماٺڪيون،
جنهنجي سونهن سواءِ، ڏسان ته ڏوهي ٿيان.
- جهر مر منجهه جهانُ، ڪينءَ پسائي ڪوڪلي،
ڪڏهن ڪاٺيارو نه هو، اڄ جهڙو انسان،
نه چاٺان، نادان، ڪڏهن سُمهندو سُک سان.*
– شيخ اياز

محترم محمد ''آصف'' مصراڻي
پوسٽ ڪڪڙ، ضلع دادو (1965 – 5 – 2)
بخدمت فڪل رفعت ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
بعد از آداب تسليمات عرض ته سائينجن جو نوازشنامه درساعت سعيد واصل ٿيو. سندس ورود مسعود کان سرور حاصل ٿيو. يادگيري لاءِ شڪريه، حضرتا! اوهان جي ذات ستوده صفات تي اسان جيڪو به فخر ڪريون سو بجا آهي. اوهانکي ''مُحي الادب والثقافت'' سڏڻ بلڪل بجا آهي. اوهان جون علمي ۽ ادبي خدمات جلد اوهانکي، شمس العلماءِ جي خلعت فاخره ۽ لقب سان ملقب ڪرڻ واريون آهن. آءٌ ته اوهانکي شاهه عالي جاه جي الفاظ ۾ هن طرح دعائون ڪندو آهيان ته:
جکرا جيئن شال، تنهنجو مدو م سُٽان،
جيئن تون اچي ڪالهه، نالائق نوازيا.
ڪرم فرماء من! اوهان صاحبن نوازش نامي ۾ لکڻ فرمايو آهي ته ''خاص ڪتاب'' جي ضرورت هجي ته بلا حجاب لکندا. اهڙا خاص الفاظ لکي اوهان واقعي اپر احسان ڪيا آهن. انهن لاءِ منهنجو خاص عرض آهي ته اُهو هر هڪ ڪتاب، جنهن جو سمو هيندڙ، سهڙيندڙ، ۽ سينگاريندڙ، اعلي حضرت، محي الادب والثقافت، شمس العلماء ڊاڪٽر بلوچ صاحب هجي، اهو ته خاص ڪتاب آهي.
تنهن کانسواءِ آءٌ ناچيز اوهان صاحبن جي هر تصنيف لطيف کي خاص شوق ۽ شغف سان پڙهندو آهيان. انهيءَ سلسلي ۾ پيلاين جا پول، لاکو ڦلاڻي، گڏهه، حيدرآباد جي قديمي تاريخ (خطبه)، سنڌ جي تاريخ، خريد ڪري چُڪو آهيان. لوڪ ادب سلسله جي ڪتابن مان ٿيهه اکريون پاڳو پيو، معجزا ۽ ڳيچ موجود آهن باقي بي بضاعتي سبب خريد نٿو ڪري سگهان. تنهن ڪري مون لاءِ اوهان جا سڀئي سهيڙيل ڪتاب خاص الخاص ڪتاب آهن.

--------

* حاجي مصري لغاري جو ڊاڪٽر بلوچ سان خاص طرح انس هو. عزيز به هو. غريب هو پر دل جو سخي هو ڊاڪٽر بلوچ چيو ته: ''پرائمري اسڪول منظور ڪرايم پر جاءِ ڪانه پئي ملي جو اسڪول هلائجي. حاجي مصري جي جاءِ، جيڪا اصل ۾ سندس پيءَ جو ٺهرايل اوتارو (ڳوٺاڻو مسافرخانو) هو، سو ڏنائين ۽ اسان ان تي منهن اڏي اسڪول شروع ڪيو. پوءِ حاجي کي ٿوري مسواڙ ملڻ لڳي پر هن پنهنجي پڇندي آهر اسڪول ۽ استادن جي وڏي خدمت ڪئي.
* استاد احمد بخش ماڇي، ٺاروشاهه جو، منهنجي محبت ۾، سنڌي اسڪول ڳوٺ جعفر خان لغاري ۾ هيڊ ماستر ٿي رهيو. سندس محنت ۽ قابليت جي ڪري سندس شاگردن مان گهڻا اعليٰ تعليم پرائي عهدن تي پهتا. موڪلايائين ته آءٌ دلگير ٿيس. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ ڪجهه وقت پنهنجي ڳوٺ ٺارو شاهه ۾ رهيو ۽ پوءِ وري وڃي ڪنڊيارو وسايائين. مون پنهنجن فرزندن سان گڏجي وڃي پنهي ماڳن تي سندس ديدار ڪيو. نبي بخش

* ”حاجي اميد علي پوءِ مڊل اسڪول مان هاءِ اسڪول ڪيو. غريب ۽ قلندر صفات هو. غريبن ڳوٺاڻن لاءِ علم ۽ تعليم سندس زندگيءَ جو سرمايو هو. مون ساڻس پنهنجي پڇندي آهر ٿوري مدد ڪئي پر هو گهڻي مدد جو لائق هو. سنڌ ۾ جن علم ۽ تعليم لاءِ پاڻ پتوڙيو ”حاجي اميد علي مرحوم جو نالو تن جي پهرين صف ۾ رهندو.- نبي بخش“

* محترم لانگاه هي خط فيبروري 1944ع ۾ لکيو. پاڻ ايل ايل بي پاس ڪري واپس سنڌ ويو هو ۽ شايد لاڙڪاڻي ۾ پريڪٽس شروع ڪئي هئائين. آءٌ شعر ڪونه چوندو هئس پر شايد ڪن چوندن شعرن تي پنهنجي خط ۾ تبصرو ڪيم جو مونکي هدايت ڪيائين – نبي بخش

* اجان اڳتي بيا اٺ نو بيت. شايد 1955ع بعد مون شيخ سان ملڻ ۽ ڪيس مان ڏيڻ جو سوچيو. ايندڙ سالن ۾ محمد ابراهيم جويي هن کي پنهنجي تحريڪ جي نمائندي طور گهڻو وڌايو. سنڌ يونيورسٽي کي مرڪزي حڪومت کان امداد ملي ۽ مون شاه جي رسالي جي اردو ترجمي ۽ سنڌي اردو ۽ اردو سنڌي لغت جي تياري جي رٿ ڏني ۽ علامه قاضي صاحب جن منظور ڪئي. ميان حسام الدين راشدي تجويز ڏني ته ترجمو شيخ اياز ڪري. مون ان لاءِ سندس واسطي ميدان تيار ڪيو، يعني رسالي جو متن تيار ڪيم ۽ پوءِ استاد محترم مخدوم امير احمد صاحب کي راضي ڪيم ته اردو نثر ۾ ترجمو ڪري. ائين تعلقات وڌيا. شيخ صاحب سکر اچڻ ۽ درياء جي سير جي دعوت ڏني. جيڪا مون قبول ڪئي ۽ مورو ڳائيندڙ طالب پالاري کي ساڻ ڪري سکر آيس. جويو صاحب به گڏجي هليو. هن محفل کانپوءِ شيخ صاحب جا سلام ايندا رهيا.

سيپٽمبر 1963ع ۾ آءٌ آمريڪا ويس ته خط و ڪتابت ٿي. مون شيخ صاحب جي شعر ۾ سنڌي ”اصطلاحي ٻولي“ بدران ”ڪتابي درسي ٻولي“ جو زور ڏنو، ۽ ڪٿي ٻوليءَ جي مزاج کان سندس اڻ ڄاڻائي. ڪيس سکر ۾ اشارو ڏنم ته غور ڪونه ڪيائين جو پانيائين ته ڊاڪٽر بلوچ کي شعر جي ڪا خبر ڪانهي. انهيءَ ڪري ڏانهنس نيويارڪ مان لکيل خط ۾ هڪ نظم موڪليم، جنهن جو هن خط ۾ ذڪر ڪيائين – نبي بخش

کهڙن جا نالا لکان! تنهن کانسواءِ اوهان صاحب، خاص طرح ڪتاب خريد ڪري مون ڏانهن موڪليو، اهڙي خاص تڪليف ڏيڻ منهنجو ضمير گوارا نٿو ڪري، ها باقي هڪ عرض آهي ته جئن سائينجن لوڪ ادب جا ڊاريڪٽر آهن، تنهن ڪري بورڊ سڳورو ضرور هر هڪ ڪتاب جون ڪاپيون تحفي طور ڏيندو هوندو، جي وري اوهان صاحب خاص دوستن ۾ تقسيم ڪندا هوندا. آءٌ جيئن ته اوهان جو خاص نيازمند آهيان، تنهنڪري بلاحجاب هي عرض ڪريان ٿو ته جيڪڏهن لوڪ ادب جي ڪتابن مان اوهان وٽ ڪتاب موجود آهن ۽ جيڪي اوهان جي نظر ۾ خاص هجن ته پلي خاص نوازش ڪري موڪلڻ فرمايو. اميد ته هي عرض قبول پوندو.
- احمد خان آصف

....2....

* مورخ 22 آگسٽ 1981ع
بخدمت فلڪ رفعت ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم عرض ته:
”ڏيان صدق دل سان ٿو حضرت مبارڪ،

اوهانکي هي اعزاز خدمت مبارڪ.“
صدر عاليقدر، اوهان جي قدرشناسي ڪندي اوهان جي خدمت جو اعتراف ڪندي، اوهان کي ستاره خدمت جو عاليشان اعزاز عطا فرمايو آهي، ان لاءِ اوهان کي مبارڪون هجن. هي فقط اوهان جي عظيم الشان خدمات جو اعتراف آهي حقيقتاً اوهانجي خدمات جو صحيح صحيح صله اجا گهڻو ڪجھ لهي ٿو.
(2) عرض ته اوهان جي هڪ بوقلمون مضمون، جو (شايد) ”نقش لطيف“ ڪتاب ۾ پڙهيو هوم، ان مان معلوم ٿيو ته ”برٽش لئبرريءَ“ وارو شاهه جي رسالي جو نسخو، اوهان صاحبن ترتيب ڏئي ڇاپيو آهي. جيئن ته مون پڪو قصد ڪيو آهي ته شاهه جي رسالي جي ڇپيل نسخا قيمتاً هٿ ڪريان. لهذا موبادنه گذارش آهي ته اهو اوهانجو ترتيب ڏنل رسالو ڪٿان ملندو؟ براه ڪرم گستاخي ۽ تڪليف معاف ڪري ان ڪتاب مستطاب جي ملڻ جي ائڊريس موڪلڻ فرمائيندا.
- احمد خان آصف

محترم الهه بخش ٽالپور
خاڪسار منزل، الهندو ڪچو حيدرآباد (1939 – 9 – 14)
برادرم مسٽر نبي بخش خان،
السلام عليڪم و رحمت، احوال ته خط اوهان جو خلافت اخبار جي اقتباس سميت هيو جو تمام ضروري هو ۽ اداره کي به موڪليو ويو آهي. ٻيو ته رئيس محمد بخش خان جي وفات حسرت آيات جو معلوم ڪري دل کي گهڻو صدمو پهتو. ٻنڙي ۾ مون سان گڏ هو ۽ جنهن اشتياق ۽ ادم سان ڪم ڪري رهيو هو سو ٻين ۾ نوان خاڪسار ته نهيو پر پراڻن ۾ به ناپيد هو. سندس جوانيءَ جي وقت ۽ عين شباب جي موت تي دلي رنج و ملال آهي. جي ڪُجھ مهلت مليس ها ته منجهس گهڻيون اميدون وابسته هيون. ليڪن بي وس انسان کي سواءِ صبر جي ڪو چارو ڪونهي. الله تعاليٰ کيس مجاهدن سان گڏ اُٿاري ۽ پنهنجي رحمت و مغفرت مٿس ارزان ڪري. آمين ۽ ان سان گڏ سندس والدين ۽ عزيزن کي صبر جي توفيق ۽ سندس نقش قدم تي هلڻ جي جرئت بخشي آمين. محترم سان محبت جي اها ئي ثابتي آهي ته جا ڳالھ سڀ کان وڌيڪ محبوب هُئي اسين به ان کي اختيار ڪريون ان ۾ هن جو روح به بيحد راضي رهندو اسان گڏ اسين پنهنجي دين دنيا به بهتر ڪنداسون. ادا سائين سالار اڪبر ۽ ٻين سڀني دوستن جي هن قضيه نامرضيه ۾ اوهان سان ۽ مرحوم مجاهد جي والدين ۽ عزيزن سان دلي همدردي آهي ۽ سڀ مرحوم جي مغفرت لاءِ دست بدعا آهن.

امید ته پنهنجي احوال کان وقتاً فوقتاً واقف ڪندا رهندا. 16 – 17 – 18 سيپٽمبر تي پٺوري ميله جي موقعي تي ڪئمپ رکيل آهي.
قلم تازو: ته ڪراچي ڪئمپ نهايت ڪامياب ٿي ۽ ڪراچي ڇا پر سڄي سنڌ تي نهايت سٺو اثر ٿيو آهي هوا بلڪل سازگار ۽ موافق آهي ليڪن ڪاش ڪ اڄ اوهان جهڙا مخلص ڪارڪن ميدان ۾ هجن، عبدالرحيم به قابو ٿي ويو!
برادرم مسٽر نظام الدين ڪئمپ تان موٽندي شرط اچي سخت بيمار ٿي پيو آهي. سندس مٿين چپ تي ڪا زهري ڦرڙي نڪتي جنهن مان سڄو منهن سُڄي ويو آهي. اڃا حالت نازڪ آهي اگرچه ڊاڪٽر چئي رهيا آهن ته هاڻي خطري کان ڇڙهي ويو آهي خدا ائين ڪري ۽ کيس گهڻي حياتي بخشي ته اسلام جي خدمت ڪندو رهي. اوهان دعا ڪندا ته الله تعاليٰ کيس پنهنجي فضل و ڪرم سان امن و عافيت ۽ ڪامل تندرستي ۽ مڪمل شفا بخشي آمين.*
- الهه بخش ٽالپر
محترم اسدالله شاهه حسيني
جيسز لان، ڪيمبرج، انگليند (1966 – 12 – 8)
قبله ڊاڪٽر صاحب!
وعليڪم السلام: اميد ته اوهان پئرس ۾ سٺو وقت گذاريندا هوندا، ۽ ڪي نوان نسخا به نظر مان گذريا هوندا. اوهان جي اها عنايت هئي جو ڪيمبرج آيا ۽ هن فقير کي ملاقات جو شرف بخشيو ورنه اڄڪلهه ڪير ڪنهن کي ياد ڪونه ٿو ڪري، مهرباني سنڌيءَ جا صفحا پيش خدمت آهن، دير ٿي ان لاءِ معافي سخت مصروفيت رهي ۽ لائبريري وڃي ڪونه سگهيس.
ڳوٺ وارن سڀني پڇندڙن کي سلام، انشا الله فيبروري جي 18 تاريخ ڳوٺ ملاقات ڪنداسون.
- اسدالله
....2....
* مورخ 10 فيبروري 1967ع، 70 جيسز لان ڪيمبرج، انگليند،
ڊاڪٽر صاحب قبله،
السلام عليڪم: اميد ته اوهين بلڪل خوش خورم هوندا، آئون به الحمدالله ”پيئي ڪٽي پساهه پسڻ ڪارڻ پرين جي“. اوهان جو پيار پريو خط رات اچي ڏٺو اٿم، نهايت خوشي ٿي جو اوهان ياد فرمايو. آئون هفتو کن يورپ جي سير سفر ڪرڻ لاءِ ويل هوس. هالنڊ، جرمني، آسٽريليا، سئزرلينڊ ۽ فرانس وڃي نڪتس. سمجهجي ته طوفاني دورو هو. زبانون نه سمجهڻ جي ڪري ۽ هر وقت سفر جي ڪري طبيعت

۾ فقط ٿڪ محسوس ڪيم پيو سڀ ٺيو خير. بهرحال جيڪي ڪجھ ڏنم اهو به چڱو. عرض اهو ته سنڌي صفحن جو عڪس اوهان جي ڏنل ائڊريس تي پئرس روانو ڪيو پر موٽي اچي مليو. هوائي پوسٽ ذريعي موڪلڻ جي پهچ ڪانه هئي، انهي ڪري پاڻي واري جهاز ۾ روانو ڪيو اٿم حيدرآباد، انهيءَ کي 3 هفتا کن ٿيا هوندا، اميد ته هفتي ٻن ۾ ملي ويندا.
مون پنهنجي ٿيسز 16 جنوري تي پيش ڪري ڇڏي آهي، اميد هئي ته فيبروري جي پهرين يا ٻئي هفتي ۾ زباني امتحان ٿيندو ۽ 20 تاريخ ڳوٺ واپس اچڻ جو خيال هو پر اڄ معلوم ٿيو اٿم ته ٻاهر رهندڙ ممتحن واندو ڪونهي ۽ زباني امتحان فيبروريءَ جي پڇاڙيءَ ۾ ٿيندو. ارادو آهي ته 5 تاريخ مارچ جي هتان روانو ٿيان ۽ 6 تاريخ ڳوٺ پهچان.
اوهان جي همت افزائي ۽ منهنجي ڪم تي اطمينان جي اظهار دل تان تمام گهڻو بار هلڪو ڪري ڇڏيو آهي. اوهان جي نگاهه وسيع آهي ۽ راءِ وزن رکي ٿي ۽ اوهان مونکي پي ايڇ ڊي جي ڊگري ڏيئي ڇڏي آهي. الله اهي لفظ مبارڪ ڪندو ۽ دعا ڪندا ته امتحان وٺندڙ به ساڳي راءِ رکن.
اميد ته اوهان جو علمي ادبي مشغلو معمول موجب جاري رهندو، باقي پنهنجي ملڪ ۾ قدر ته نڪو آهي ڪم ڪندڙ جو نڪو نه ڪندڙ جو، جنهن جو بخت کلي ۽ وجھ لڳي اهو ئي عالم ۽ اديب آهي.
منهنجو هڪ مقالو ”Uways al-Qarani and the Uwaysi Suffis“ جيڪو پنهنجي تحقيق جي دوران، وقت بچائي لکيم، اهو ”Muslim World“ (آمريڪا) ۾ اميد ته اپريل ۾ ڇپبو. حضرت اويس تي هي منهنجو پهريون مقالو آهي. پروفيسر ”Arberry“ پڙهيو آهي ۽ هڪ سرٽيفڪيٽ به ڏنو اٿس.
”تاريخ عباسيان“ جو عڪس ورتو اٿم، انهيءَ جو سنڌي ۾ ترجمو ۽ فارسي عڪس ”مهراڻ“ يا ٻئي ڪنهن رسالي ۾ ڇپائڻ جي ڪوشش ڪندس.
سلام تمام گهڻا شيخ محمد اسماعيل، ممتاز ميرزا ۽ ٻين دوستن کي اوهانجا پئرس يا بغداد مان خط مونکي ڪونه مليا آهن شايد رستي تي گم ٿي ويا يا وري ڪڏهن اچي ملن.
- اسدالله شاهه

محترم ارجن شاد لاشا رام مينگهواڙ
غوث پور (20 – 5 – 1969)
پيارا ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم، عرض ڪرڻو پيم، پنوعاقل ۾ مهراج سوامي سيتل داس جن جون ٻئي ٻانهون حادثي ۾ ويل آهن. سوامي جن روحاني ڪويتا ڪري رهيا آهن. سندن ڪويتا ڏاڍو عبرت وٺائيندڙ اٿن. هر هڪ وشيه بندن ۾ ترتيبوار ڏني اٿن. هڪ وشئه تي 260 بند لکي عبرت ۾ وجهي ڇڏيو اٿن.

هن وقت تائين هڪ چڱي ڪتاب جيترو مواد تيار ڪري چڪا آهن، اوهان کي انهيءَ ڪري ٿو جاڳايان ته اهو ڪلام اچي پسند ڪري ڇپرايو ورنه اهو به هٿان هليو ويندو.

اوهان پنهنجو پروگرام ڏيندا، رهڻ ۽ رهاڻ جو جوڳو بندوبست ڪيو ويندو، وڌيڪ جئن حڪم واقف ڪندا ته اهڙي ريت نئين سر عرض پيش ڪيا وڃن.

آخر ۾ عرض ته ڪنڊڙي وارن جو ڪلام بطور سوکڙي موڪليندا. منهنجو انهن صوفين سان مريديءَ وارو رستو آهي ۽ ڪوشش ۾ آهيان ته روحل، دريا خان، غلام علي جن جون پاڻيون ۽ سلوڪ به ڪٺا ڪريان.

- ارجن

محترم پروفيسر اينزو تربياني

وائڪو پيسڪيٺوري، 18039118 وير ٿيميگليا، اٽلي 22 آگسٽ 1972ع

پيارا ادا پروفيسر بلوچ صاحب!

آداب عرض، اوهانجو خط مليو توهانجو سڀ ڪجھ لائي ممنون آهيان هي پهرين دفعه آهي ته سنڌي ۾ چٺي لکان ٿو اميد آهي ته اوهين منهنجي سنڌي سمجهي سگهو. هن خط ۾ ڪئين غلطيون آهن چو جو ڪيم ڪابه سنڌي لغت اچ ڏينهن تائين نه آهي. الفاظ جي اڪثريت فارسي يا عربي آهي.

افسوس ته يورپ جن ملڪن مين شاه عبداللطيف جي عجيب زبان جو مطالعه ڪيو نه وجي. اگر سنڌي جي ڪامل وياڪرڻ (انگريزي مين مڪتوب) ملي ته زياده اسان هيءَ سندر ٻولي سکون ها. چا مرزا قليچ بيگ جا سنڌي قواعد هڪڙي اجنبي لائي به مفيد ٿي سگهن؟ جا وياڪرڻ مون کي آهي (The Sindhi Instructor ۽ The Sindhi Language از R.P Yegorova) سان سنڌي فعل (Verb) جي صورت کي صاف طرح نه سمجهائن ٿا. ”اَ“ فعلن ۽ ”اِ“ فعلن جي وچ ۾ چا فرق آهي؟ جنهن کي معلوم ڪرڻ لائي ڪهڙا قواعد ملن ٿا؟ اگر اوهين مون کي امداد ڏيندئو ته شڪر گذار هوندس.

جواب جو انتظار ڪري رهيو آهيان. آسان سنڌي جو استعمال فرمائجو. اميد ته اوهان وٽ خير هوندو.                - اينزو تربياني

....2....

* وائڪو پيسڪيٽوري، 18039118 ويرٽيميگليا، اٽلي (1973 – 10 – 4)

جناب عالي پروفيسر صاحب!

تسليمات، جو خط توهان کي موڪليو سو مليو آهي. هن لاءِ توهان جو ممنون ئي آهيان، پڙهي ڪري وڏي وڏي خوشي هئي. توهان مون کي مفيد خبرون ڏنيون شڪريه.

توهان ٻڌايو ته ٽرمپ جو گرامر حال ۾ حاصل ڪرڻ ممڪن آهن. اهو چاهڻ خواهشم آهي ته هي گرامر ڪٿان ملي سگهبي. اگر توهين مون کي جواب ڏنو ته مشڪور ئي هوندس. خيال ڪران ٿو ته ٽرمپ صاحب جو ڪتاب سپني مان فائدمند آهي. تڪليف لاءِ معافي فرمائجو. سلام سڄي سنگت کي ڏيندا.

- اينزو تربياني

محترم الهورايو لاسي

لسٻيله اسٽوڊنٽس لٽريري سوسائٽي (1968 – 8 – 25)

بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب،

محترم! لسٻيلي جي علمي، ادبي ۽ ثقافتي سرگرمين جي عڪاسيءَ خاطر اسان هڪ سووينر شايع ڪري رهيا آهيون. جيڪو چئن زبانن، سنڌي اردو بلوچي ۽ انگريزي ۾ شايع ٿيندو. ادبي خدمت جي سلسلي ۾ خاص ڪري سنڌي ادب جي بچاءُ لاءِ هيءَ اسان جي پهرين ڪوشش آهي.

توهان، سنڌي ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي سا ته واقعي ساراهه جوڳي آهي، هونئن به ”ٻيلاين جا ٻول“ کي وساري نه ٿو سگهجي.

اسان جي خواهش آهي ته سووينر لاءِ پيغام طور ٻه ٽي اکر لکي اسانجي همت افزائي فرمائيندا. تنهن ڪري ان ڏس ۾ توهان کي درخواست ٿي ڪجي ته مهرباني فرمائي. پنهنجي قيمتي وقت مان ڪجھ سيڙائي اسانکي پنهنجيءَ تصوير سان گڏ پيغام موڪليندا ته وڏي مهرباني ۽ همت افزائي ٿيندي. اميد ته توهان اسانکي نااميد نه ڪندا. جيڪڏهن مضمون موڪلي سگهو ته اها پاڻ وڏي همت افزائي ٿيندي.

- الهورايو لدسي

محترم امام راشدي
پير جو ڳوٺ، ضلعو لاڙڪاڻه (2004 – 7 – 20)
عزت مآب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: احوال ته اوهان مهربانن طرفان عنايت ڪيل ڪتاب ”پيارن جا پيغام“ پهتو. لک لائق.
هي خطن تي مشتمل علمي وکر آهي. ڪتاب جيئن ئي پهتو، تيئن ئي وڏي اشتياق سان پڙهڻ شروع ڪيم 260 صفحا پڙهيا اٿم ۽ اڄ منجهند تائين ڪتاب مڪمل پڙهي وٺبو. هي خط معلومات جو خزانو آهن ۽ ڪيترن ئي علمي موضوعات تي روشني وجهن ٿا. هي خط ته سنڌ جي تاريخ جو حصو آهن. مهرباني فرمائي، اجا ٻين خطن کي به نروار ڪيو ۽ انهن ۾ ٻين ٻولين جي عالمن جا / ادارن جا خط به شامل ڪجن ته بهتر ٿيندو. اهڙي انمول سوکڙي آڻڻ لاءِ دلي مبارڪ قبول ڪندا. اميد آهي ته خطن جا ٻيا مجموعا به آڻيندئو.
- خاص عرض ته، به ڪتاب اوهان جا گهرجن. ضرور به! هڪ ”اسان جو ڳوٺ“ ۽ ٻيو ”سگهڙن جا سلام“. اميد ته ڀلارن کان ڀلائي ٿيندي ۽ علمي سخاوت ميسر ٿيندي ....
- امام راشدي
....2....
* مورخ 29 مارچ 2004ع پير جو ڳوٺ، نئون ديرو
محترم ومربيم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: اميد اٿم ته اوهان خيريت سان هوندا. ڪافي ڏينهن کان اوهان جو خط پهتل آهي. مون کي اوهان لاءِ تمام گهڻي عزت، احترام ۽ عقيدت آهي. اسان ته خوش نصيب آهيون جو اوهان جي دور ۾ موجود آهيون. رب ڪريم اوهان جي صحت سلامت رکي ۽ عمر خضري ڪري، آمين.
تازو سکر مان ”رهاڻ هيرن ڪاڻ – 4“ وٺي آيس، 5 نه مليو. پنجاهه ساله مشاهدي جو لاجواب تذڪره آهي. وڏي علم جي ڪاڻ آهي. مون کي يقين آهي ته، اسان جي ڳوٺ ۾ اوهان جي آمد ۽ تاريخي مسجد جي مشاهدي کي به ڪنهن جلد ۾ شامل ڪندا ته اهو اسان لاءِ اعزاز هوندو!
”رهاڻ هيرن ڪاڻ – 4“ جي صفحي نمبر 15 تي فيض احمد جو شعر ڏنو اٿو، ان لاءِ ٻڌائيندا ته اهو شعر، فيض جي ڪهڙي شعري مجموعي ۾ آهي.
تازو اوهان کي اعزاز ايوارڊ ڏيڻ جو اعلان ٿيو آهي، ان لاءِ پيشگي مبارڪون قبول ڪندا. ويجهڙ ۾ اوهان لاڙڪاڻي اچڻا آهيو، مون تي اهو خاص احسان ڪندا ته،

ڪجھ گھڙيون اسان لاءِ ڪيندا ۽ منھنجي دعوت قبول ڪندا. منھنجي غريب خانڙي تي ايندا ته گڏجي دال ماني کائينداسين. اھو اعزاز به مونکي بخشيندا. اسان ننيڙن تي شفقت ڀريو ھٿ قائم رکيون ايندا. مون کي انتظار ۽ اوسيئڙو رھندو.
- امام راشدي

محترم اشفاق احمد اعواڻ
لاڙڪاڻو (1992 – 1 – 7)
محترمي جناب نبي بخش خان بلوچ صاحب،
نھايت ادب و احترام سان اوھان ڏانھن خط لکجي ٿو. آءٌ اشفاق احمد اعواڻ آھيان. اھو ڇوڪرو جيڪو 5 ڊسمبر تي سکر ۾ پنجين شاھ عبداللطيف ڀٽائي ڪانفرنس ۾ آيو ھيس ۽ انگريزي ۾ تقرير ڪئي ھئي ۽ خدا جي ڪرم سان ٽيون نمبر حاصل ڪيو ھيو ۽ توھان جي ھٿن سان انعام حاصل ڪيو ڊاڪٽر صاحب توھان جو اچڻ اتي اسان لاءِ باعث فخر ھو ۽ اسان کي تمام گھڻي خوشي حاصل ٿي. آءٌ اتي توھان سان مليو به ھيس توھان کي يقينن ياد ھوندو، ھي خط آءٌ توھان جي شخصيت کان متاثر ٿي لکي رھيو آھيان جو توھان جو عالماڻو خطاب آءٌ ٻڌو ھو ۽ توھان سان ڳالھايو به ھو.
ان کانپوءِ وري شايد توھان محترم اسدالله ڀُٽي صاحب کان منھنجي باري ۾ پُڇيو به ھو. اھا مون لاءِ عزت افزائي جي ڳالھ آھي جو اوھان مون کي ياد رکيو. محترم اسد الله ڀُٽي صاحب سان منھنجي ملاقات ٿي ھن مونکي ٻُڌايو ته پوءِ آءٌ سوچيو ته ڊاڪٽر صاحب ڏانھن مھربانيءَ جو خط لکجي.
سو ھي اوھان ڏانھن منھنجو خط آھي. آءٌ به توھان جي موٽ جو منتظر رھندس ته اوھان جھڙو عالم فاضل ماڻھو به مون ڏانھن ڪجھ لکي. آءٌ اوھان ڏانھن پنھنجي مڪمل ايڊريس لکان ٿو. جنھن ذريعي اوھان مون ڏانھن خط و ڪتابت ڪري سگھو ٿا. منھنجي لاءِ ڪو حُڪم ھُجي ته لکندا.
اشفاق احمد اعواڻ

محترم امان الله مھيسر
مھيسر وڏا، خيرپورميرس، (1989 – 3 – 20)
بخدمت جناب حضرت استادي و مخدومي دامت برڪاته،
السلام عليڪم ورحمته الله و برڪاته!

سائين جن جو مڪتوب مبارڪ بتاريخ 1989 – 2 – 20 تي موصول ٿيو. پڙهي بيحد خوشي محسوس ٿي اوهان جي پيار پرئي، همدردانه ۽ مشفقانه خط کي بار بار پئي پڙهيم. اوهان کي خط جي جواب نه ڏيڻ جو واحد سبب هي هيو ته اوهان جي ائڊريس ڪانه هئي. سگهڙ عبدالرحمٰن صاحب به سدائين گشت ۾، ملڻ جو موقعو هن سان ٿيو ئي ڪونه پئي. نياپا سنيها ته گهڻائي پئي موڪليم ته به ملي ڪونه سگهيو. آخر وري به هڪ سگهڙ محمد بخش ڪلهوڙي جي مهرباني ٿي جنهن جي ذريعي ائڊريس ملي ۽ اڄ ئي خط جو جواب عرض آهي. اميد ته تاخير کي درگذر فرمائيندا. الله تعاليٰ جي مهرباني ۽ اوهان بزرگن جي دعائن جي برڪتن سان آءٌ پنهنجي ساٿين سان خيرو عافيت سان واپس آيس.
سائين منهنجا!
حقيقت هن حال جي، جي ظاهر ڪريان ذري،
لڳي ماٺ مرن کي ڏونگر پون ڏري.
مان ڪهڙو حال ٻڌايان ههڙي قوم جو! درندو صفت ڏاڙيل فل پوليس وردي ۾ ملبوس، جديد هٿيارن سان ليس، تاريخ 5 جنوري شام جو تقريبا ساڍي ستين بجه اسان کي يعني مون کي، منهنجي ننڍي ڀاءُ کي، منهنجي سوٽ جي پٽ کي ۽ مولوي صاحب کي، انهيءَ وقت بي دردي سان اغوا ڪيائون، جنهن وقت آءٌ ۽ منهنجو دوست عالم دين قرآن شريف جي آيات مبارڪ تي غور و فڪر ڪري بحث مباحثه ۾ محو هياسون. هڪ نوجوان ڇوڪرو شڪيل احمد منهنجي سوٽ جو پٽ نماز عشا جي انتظار ۾ ويٺو هو. منهنجو ننڍو ڀاءُ سيف الله عشا جي بانگ لاءِ مسجد ڏانهن وڃي رهيو هو. جيئن ته مسجد ۽ اوطاق جو ايوان گڏ آهن. اوطاق کان ٻاهر نڪرندي ئي اسان کي ٻنين جي ڪيڙيءَ مان تيز رفتاريءَ سان هلڻ لاءِ چيو ويو ان وقت صورتحال سواءِ تعاون جي ٻيو ڪوبه ڪونه هيو. ان وقت مونکي هڪ سادي چپل، نماز لاءِ هلڪي هوادار ٽوپي، شلوار قميص ۽ هڪ جنڪٽ پهريل هئي. تقريبا اڌ ڪلوميٽر پنڌ ڪرڻ کان پوءِ، گپن چڪن، ڪنڊن ڪرڙن، ڪڙين ڪسن تان رات جي اونداهيءَ ۾ ٿيڻدي چپل ته وئي لهي جيڪا ڏاڙيلن ڪڻ به نه ڏني بس پوءِ پيرين اگهاڙي ڪنڊن اسان جي پرجوش ۽ گرم جوشيءَ سان آجيان ڪئي. ايتري ۾ اوله طرف کان جُهڙ ٿي ويو. ڪنوڻين جا چمڪاٽ ۽ گاجين جا دل ڏاريندڙ ٺڪاءُ شروع ٿي ويا. قرآن شريف جي سوره بقره وارو منظر پورو اکين آڏو نه صرف ڦري رهيو هو، بلڪ انهن آيتن جو عمل اسان تي جاري و ساري هئو.
اوکصيب من السماء فيه ظلمت ورعد و برق، يجعلون اصابعهم في آذانهم من الصواعق حذر الموت، والله محيط بالڪافرين. يکاد البرق يخطف بصارهم کلما اضاء

لهم مشوا فيہ و اذا اظلم عليهم قاموا ولو شاء الله لذهب بسمعهم وابصار هم، ان الله عليٰ ڪل شيءَ قدير.
[ يا (هنن جو مثال) وڏي برسات جهڙو آهي، جيڪا آسمان مان پئي وسي ۽ ان ۾ اونداهيون، گجگوڙيون ۽ کنوڻين جا چمڪاٽ ايتري قدر ليڪن، جو هو موت جي ڊپ کان پنهنجون آڱريون ڪڙڪاٽ سبب ڪنن ۾ وجهن ٿا. الله تعاليٰ ڪافرن کي گهيري ۾ آڻڻ وارو آهي. (ائين معلوم ٿئي ته) عنقريب وچ جو چمڪاٽ هنن جي اکين جي روشني کسي وٺي. جنهن مهل اها کنوڻ چمڪي ٿي ته هو سوجهري ۾ هلن ٿا، ۽ وري جڏهن اونده ٿئي ته بيهي رهن ٿا. جيڪڏهن الله چاهي ها ته هنن جي ڪنن جي ٻڌڻ ۽ اکين جي ڏسڻ کي کسي وٺي ها. بيشڪ الله تعاليٰ هر شيءَ تي وس وارو آهي!
گويا قدرت انهن ظالمن کي، انهيءَ ظالمانه عمل کان روڪي رهي هئي. پر هو اهڙا ته انڌا، گونگا ۽ ٻوڙا هئا جو ٻڌڻ هوندي ٻڌن ڪونه پيا. ڏسڻ هوندي به ڏسن ڪونه پيا. تقريبا ٻن ميلن جي مفاصلي طئي ڪرڻ ڪانپوءِ جيڪي هوا سان گڏ برسات اسان سان ڪلور ڪيا، سي اسان جي وهم و گمان ۾ به ڪونه هئا. قدم قدم تي مصيبت، هر ايندڙ لمحه اسان لاءِ نئين مصيبت جو آغاز هو. مان ڪيترا دفعا ڪريس، ان جو شمار ڪونه آهي. ان جو نتيجو چا نڪتو جو سڄي پير جو آڱوٺو ۽ چيچ ضربجي پيا ۽ سڄو پير سڄي ويو. کٻي پير جو مُرو مڙي پيو ۽ هي پير سڄي کان وڌيڪ سڄي ويو. سور جي انتها هئي. خدا ڪانسواءِ ڪوبه حامي و ناصر ڪونه هئو بار بار دل ۾ هي خيال پئي اڀريا ته خدايا اسان کي اهڙي آزمائش ۾ نه وجهه جنهن جي اسان لائق نه آهيون. اسان لاءِ آساني فرماءِ، هنن بلائن جي چنبي کان بچاءِ، ڪا ئي غيبي مدد فرماءِ وغيره وغيره تنهن ڪانسواءِ دل ۾ مختلف خيال هي به اچي رهيا هئا ته چا هي اهي انسان نه آهن جن لاءِ ملائڪن خدا کي چيو هو
”قالو اتجعل فيها من يفسد فيها ويسفڪ الدماء“
(اي الله) چا تون زمين تي اهڙو ماڻهو بنائين ٿو جيڪو زمين ۾ فساد برپا ڪندو ۽ ناحق خون وهائيندو.
يا الله! ملائڪن جي هي حقيقت سچي نه آهي! بي اختيار ٿي زبان تي هي الفاظ جاري ٿي پيا وڃن.
”لا اله الاانت سبحانڪ اني ڪنت من الظالمين“
(ڪوئي به بندگي جي لائق نه آهي سواءِ تنهنجي تون پاڪ آهين بيشڪ مان ئي ظالمن مان آهيان.)

تقريباً پنجن ميلن کان پوءِ مولوي صاحب کي ڪن شرطن تي ڇڏيائون. اهڙي سخت بارش ۾ اسان جي ڪپڙن جي حالت اها ٿي ويئي هئي، جڻ ته ڪوئي ڪپڙن سميت ڪنهن واه يا تلاءَ مان ٽبي ڏيئي نڪتو هجي. پيرين اگهاڙي ڪنڊن سان چور، هڪ اهڙي زير تعمير روڊ تان هلڻو پيو، جنهن ۾ ڇهنبيارا پٿر وڇايل هئا؛ جيڪو تقريبا هڪ ڪلوميٽر ڊگهو سمجهه ۾ آيو. ان وقت دل ۾ جيڪي خيال اڀري رهيا هئا ته اها سر زمين سنڌ آهي جتي سسئي پنهنجي محبوب جي فراق، عشق ۽ محبت ۾ نڪتي، تنهنڪري هن کي ڏونگر ڏورڻا پيا پر عشق ۽ محبت واري تڪليف ٻئي رنگ جي آهي ۽ هن ظلم واري پنڌ جي تڪليف جي ڪيفيت ڪجهه ٻي آهي هي اها سر زمين سنڌ آهي، جتي مارئيءَ سان ظلم ٿيو پر مارئي اٺ تي سوار هئي، وچي ڪوٽن ۾ بند ٿي پر اسان پيرين پيادي، سخت بارش، جنوريءَ جي لُري، ڪپڙا پسيل هوا ڦٽڙ ڪڍي رهي هئي. انهيءَ ۾ ظالمن جي هٿ ائين هلائي رهيا هئاسون جيئن چور ڊيڄي بي رحميءَ سان هڪليندو وڃي. خبر نه هئي ته ڪهڙي جهنگل ۾ وڃي سوگها ٿينداسون ۽ اتي به ڪهڙيون حالتون ٿينديون. اڳتي هلي وڃي جهنگ ۾ پهتاسون رات جي سناٽي ۾ ڪيئن قسمن جي جيتن جيڻن جا آواز مسلسل ٻڌڻ ۾ پئي آيا. گدڙن جون اوناڪون هڪڙي پاسي کان شروع پيون ٿين ته وري ٻئي پاسي کان ريس تي ٻيا گدڙ به انهن جو سر پيا ملائن. گدڙن جو عجيب آواز جڻ ته ننڍڙو ٻار روئي سڏڪا پري رهيو آهي. دل ۾ خيال آيو ته هي جيت جڻيا ۽ حيوان پيي آزاد ۽ آرامي آهن ۽ پنهنجي جنس وارن تي ايترو ظلم نٿا ڪن. پر انسان، جنهن کي الله تعاليٰ اشرف المخلوقات ڪري پيدا ڪيو. ان جو هي عجيب ڪارنامو آهي گدڙن جون اوناڪون گويا هن ظالمانه فعل تي روئي رهيون هيون ۽ ظالمن کي چوطرف پڪاري رهيون هيون ته انهيءَ حرڪت کان اوهان جو رب هرگز خوش نه ٿيندو.

سڄي رات ڦيرائيندو رهيا خبر ڪانه پئي پوي ته ڪيڏانهن وڃي رهيا هئاسون. هڪ هنڌ باهه جو مچ ٻاريائون لڳن ۽ لٽن کي سڪڻ لاءِ باهه جو مچ اسان لاءِ جنت جي هير کان گهٽ ڪونه هئو مونکي انهيءَ ڏينهن انتهائي احساس ٿيو ته باهه جو مچ به الله تعاليٰ جي عظيم نعمتن مان هڪ نعمت آهي. پره ڦٽيءَ جو ٽائيم ٿيو. پر ۾ هڪ ڳوٺ مان بانگ جو آواز الله اڪبر، الله اڪبر، ڪنن ۾ گونجڻ لڳو. مون کي اڳ کان وڌيڪ احساس ٿيو ته الله بيشڪ وڏو آهي ۽ بي پرواهه آهي. جڏهن حي علي الفلاح جا الفاظ موذن دهرائي رهيو هيو ته دل ۾ خيال آيو ته ڪاش! هنن لفظن کي ظالم سمجهن ها. اسان ته مسلمان آهيون حضور جن صلي الله عليه وسلم مسلمان جي وصف ته هي بيان ڪرڻ فرمائي آهي. ”المسلم من سلم المسلم من لِسانہ“

”مسلمان اهو آهي، جنهن جي هٿن ۽ زبان کان مسلمان محفوظ هجي.“

* مير الله بخش ٽالپور (جهول، تعلقي سنجهوري جو) علي ڳڙهه جو گريجوئيٽ، وڏي عمر جو ۽ وڏو تجربي ڪار هو سياسي فڪر وارو هو. خلافت تحريڪ ۾ الوحيد اخبار جو به ڪجهه وقت لاءِ ايڊيٽر ٿي رهيو. هي خط تڏهن لکيائين جڏهن شايد هو خاڪسار تحريڪ جو سچي سنڌ جو نائب سالار هو. سالار اڪبر مرحوم نصير محمد خان نظاماڻي، ايڊووڪيٽ حيدرآباد هو. آءٌ به 1936ع ۾ ڪاليج واري پهرئين سال خاڪسار ٿيس ۽ حيدرآباد ۾ خاڪسارن جي ڪئمپ ۾ شامل ٿيس. محترم عبدالرحيم ميمڻ (هالاڻي جو) انجنيئر، منهنجو مربي هو محمد بخش مرحوم جنهن جو ذڪر آهي سو منهنجو عزيز هو. اسان پنهنجي ڳوٺ جعفر خان لغاري ۾ خاڪسار تحريڪ جو بنياد وڌو هو. آءٌ وئڪيشن کان پوءِ جهونا ڳڙهه هليو ويو هوس مير صاحب جو خط مون کي اتي مليو – نبي بخش

ٿورو اڳتي وڌياسون ته هڪ درياه جو ڪشاده گهارو نظر آيو. منهنجي خيال ۾ هيو ته هي درياه آهي. سياري جي ڪري باقي وچي هن حالت ۾ هتي وهي رهيو آهي پر پوءِ معلوم ٿيو ته اهيو درياه جو گهارو هيو. اتان گهاري مان پار ٽپڻ ظالمانه ۽ نه فوجي حڪم جي انداز ۾ حڪم ڪيو ويو. اسان مظلوم پلا چا پئي ڪري سگهياسين. حڪم جي تعميل لاءِ تار ٿي گهڙي پياسون. پاڻي اُرهه جيترو هيو اهو پاڻي اسان لاءِ دوزخ جي عذاب مثل رت سڪائي ساڙي رهيو هو. باهر نڪتاسون ته تڪڙي هلڻ لاءِ حڪم ڪيو ويو. زمين ايتري ته سخت جهڙو پٿر، پيرن جون آڱريون پڳل مُرا سڄيل، پير ڪنڊن سان چور، بس دل ۾ الله کي پڪاري رهيو هوس. ڪنهن سان سور سلجي؛ ايتري ۾ حضرت پٺائي جو هي بيت اوچتو ئي اوچتو دل ۾ اچي ويو:

”نهائينءَ کان نينهن، سک منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نه نڪري.“

دل کي وڏو آٿت ۽ ٽيڪ اچي ويئي. ڪنڊن ڪڍڻ لاءِ ٿورو بيهي رهيس ته پٺيءَ تي بندوق جي نالي رکي ڌڪو ڏيئي چيو ويو ”هلندي هلندي ڪنڊا ڪڍ، هي ڪنڊن ڪڍڻ جو وقت ناهي.“ دل ۾ آهه پرجي آئي ۽ دل جو دل ۾ ٿڌو ساهه کڻي هي الفاظ تصور ۾ اچي ويا.

”ههڙا هاڃا ٿين، بُري هن پنيور ۾“

هي اها سر زمين سنڌ آهي، جيڪا اسان اصلي رهواسين لاءِ ايترو تنگ آهي، ڇا هي اها سنڌ آهي جنهن کي جنت سنڌ ڪوٺيو ويو آهي؟ ڇا هي اها سنڌ آهي، جنهن ۾ شاهه لطيف، سچل سرمست ۽ پير محمد راشد شاهه روزي ڌڻي ۽ ٻين بزرگن، سنڌين کي سک جون سرڪيون پياريون؟ پيار، محبت ۽ سچائي جا درس ڏنا هئا؟ ڇا هي اها سنڌ آهي، جنهن جي همدردي، نرم دلي، ايمانداري ۽ مهمانوازيءَ تي سنڌين کي ناز آهي؟ ڇا تاريخ دهرائي رهي آهي؟ ڇا اسان جي سنڌ ڌاڙيلن جي مناسبت سان مشهور آهي؟ ڏاهر جي ڌاڙيلن ته ٻاهرين ملڪ جي مسافرن کي اغوا ڪري قيد و بند ڪيو هو. پر موجوده ڌاڙيلن جي به عجيب ذهنيت ۽ ترقي آهي! ڏاهر وارن ڌاڙيلن جي زماني کان ڌاڙيلن جيڪي ڌاڙن ۾ تدريجي منزلون، لٽ، لوڙهه، ڪهاڙيءَ کان

ڪلاشن ڪوف، مائوذر ۽ دستي بمن تائين طئي ڪيون آهن، سي صرف پنهنجي گهر جي ڀاتين کي استعمال ڪرڻ خاطر! ها خير، ممڪن آهي ته هي انهن جو ٽريننگ ڪورس هجي! اسان سان جيڪي ڳالهائڻ پيا، تن جا پي عجيب منطقي نُڪتا هئا. ”ها سائين! ٻڌايو، ڇا حال آهي؟ آرام آهي نه، يا ظلم!“ مون وراڻيو حقيقت صاف ظاهر آهي هڪ ڏاڙيل منهنجي جواب ۾ وراڻيو، ”تنهن جي معنيٰ توهان ايترا ته ظالم آهيو، جنهن جي پاداش ۾ خدا اوهان کي هي سزا ڏيئي رهيو آهي. مون وراڻيو ته الله تعاليٰ پنهنجن بندن کي آزمائيندو آهي. ڏاڙيل وراڻي ڏني ته: ”پوءِ هي توهان جي لاءِ آزمائش آهي؟“ مون جواب ۾ چيو ”انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ نه آهي.“

انهيءَ سخت زمين جو وارو پورو ٿيو ته اچي گهاٽي جهنگ ۾ پهتاسون. هيڏانهن سج پي ريکان ڪڍڻ شروع ڪيون. وري به باھ جو مچ ٻاريائون. انهيءَ تي وري، لڱ لٽا سيڪڻ لڳاسون. هڪ ڏاڙيل مون کي مخاطب ٿي چيو ”ڇا ٿو سمجهين؟“ آءٌ وراڻيو ”ته اوهان جيترا نوجوان مون وٽ پڙهندا آهن، رات جو چوري ڌاڙو، ڦريون وري صبح جو اسڪول ۾ اچي حاضر ٿيندا آهن. ڏاڙيل هڪ ٻئي نوجوان ڏاڙيل ڏانهن اشارو ڪري چيو ”ڇا هي توهان وٽ پڙهيو آهي؟“ مون جواب ۾ چيو ”جيڪڏهن مون وٽ نه پڙهيو آهي، منهنجي دوست وٽ پڙهيو هوندو.“ اُتي، ڪپڙا، قميص، چادر وغيره لاهي باھ تي سيڪيون پيا. مون پنهنجو جئڪيٽ لاهي سُڪائڻ لاءِ سيڪي گرم ڪري رهيو هوس. هڪ ڏاڙيل جنهن کي معمولي ۽ ڦاٽل جئڪيٽ هيو، تنهن چيو ”اچ هي جئيڪٽ پاڻ مٽايون“ مون هن کي مزاحيه انداز ۾ چيو، ”يار! اُتر لڳندءِ“ هن وراڻيو ته اتر پي پريندس پر سودو ضرور ٿيندو. آءٌ سمجهي ويس ته هو مون کان انهيءَ نموني جئڪيٽ جي گهُر ڪري رهيو هو. مون هن کي چيو ”يار جئڪيٽ منهنجي حوالي ڪيو ۽ منهنجو جئڪيٽ هن پائڻ شروع ڪيو. پر منهنجي بادِي ۽ ڏاڙيل جي بادِيءَ ۾ فرق هو. هُن زور مس ڪري پاتو، آءٌ هن جو ڍلو ۽ ڪشادو پهريو.

آءٌ جو هنن سان بي خطر آزاد نموني سان ڳالهائي رهيو هوس ته هڪ ٻئي ڏاڙيل پنهنجي ساٿين کي چيو، ”هن کي ته ڪو اثر ئي ڪونه ٿيو آهي.“

آءٌ هن کي جواب ڏنو ته اثر وري ڇا جو ٿئي؟ انسان کي وڌ ۾ وڌ خطرو موت جو هوندو آهي. مون کي يقين آهي ته موت جو وقت مقرر آهي. انهيءَ تي مون قرآن شريف جي آيت پڙهي.

”فاذاجاءِ اجلهم لايستاخرون ساعة و لايستقدمون.“

”جڏهن اجل جو وقت ايندو ته نه گهڙي اڳي ايندو نه پوءِ.“ موت کان ڪو به ماڻهون پاڻ کي لڪائي نٿو سگهي. اگر ڪوئي لڪائڻ گهري تڏهن به موت ايندو، پوءِ توڙي پاڻ کي لوهن ڪوٽن ۾ بند چونه ڪري.
”يدرڪهم الموت ولو ڪانوا في بروج مشيده.“
توهان جي هٿ ۾ موت ته ڪونهي، پر جيڪڏهن توهان کي جديد هٿيارن تي ناز آهي ته اسان کي به ائٽم بم آهن: ايتري ۾ هڪ ڏاڙيل اٿيو ۽ تلاش وٺڻ شروع ڪيائين، مون هن کي چيو، ”اوهان ائٽم بم جو مطلب نه سمجهيو. اهو ائٽم بم ته ڇا پر ان کان به وڌيڪ هٿيار آهي. اهو آهي ”قرآن“ اتي سڀني ڏاڙيلن اقرار ڪيو ۽ سڀ توبهه توبهه ڪرڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا ته بيشڪ اها حقيقت آهي. آءٌ قرآن شريف جون چند آيتون تلاوت ڪيون.
”ولنبونكم بشيءِ من الخوف والجوع و نقص من الاموال والا نفس والثمرات، وبشر الصابرين الذين اذا اصابتهم مصيبت قالو انالله واناليه راجعون. اولائڪ عليهم صلوات من ربهم ورحمة اولائڪ هم المهتدون“
آءٌ هنن کي ترجمو ڪري ٻڌايو. ”۽ ضرور اسان توهان کي آزمائينداسون توڙي خوف ۽ بک سان ۽ مالن ۾ نقصان وجهڻ سان، جانين سان ۽ ميون (آفتن ذريعي) پوءِ خوشخبري انهن ثابت قدم رهڻ وارن کي ڏي. جڏهن انهن جي مٿان ڪائي مصيبت اچي ٿي پوي ته چون ٿا ته تحقيق اسان الله تعاليٰ جا آهيون ۽ بيشڪ اسان هن ڏانهن ئي موٽڻ وارا آهيون. اهي اُهي سڀئي آهن، جن تي برڪتون رحمتون آهن، سندن پروردگار کان ۽ اهي ئي سڌي واٽ وارا آهن.“
آءٌ جو بار بار هر ڳالهه تي قرآن شريف جي آيت پيش ڪري رهيو هوس ته انهن مان هڪ ڏاڙيل مون کان پڇيو، ”ڇا تون حافظ آهين؟“ مون جواب ۾ چيو ته آءٌ حافظ نه آهيان، بلڪ عالم آهيان. قرآن شريف سان دلچسپي آهي ۽ قرآن شريف جو ترجمه ايندو آهي، نه صرف عالم آهيان بلڪ قرآن شريف جو ڪاتب پڻ آهيان تنهن تي هو خاموش ٿي ويا. آءٌ مذڪوره آيتن جي تشريح ڪندي تبصرو ڪيو ته هي اسان جي لاءِ آزمائش آهي اوهان اسان کي وڏ ۾ وڏ موت ڏيئي سگهو ٿا. پر جهنم ته نٿا ڏيئي سگهو. الله تعاليٰ جي مرضي آهي ته پنهنجن بندن کي ڪڏهن باهه جي آڙاهه مان گهرائي ته ڪنهن کي مڇين جي پيٽن مان گهرائي، ڪنهن کي تلوارن جي ڌارن مان گهرائي ته ڪنهن کي مرن ۽ گدڙن جي پيٽن مان گهرائي. هو مالڪ آهي سندس مرضي آهي. جيڪڏهن اسان کي ڪلاشن جي منهن مان گهرايائين ته وڏي ڳالهه آهي؟ ۽ اها ئي هڪ بهترين بلڪ ڪامياب زندگي آهي. الله تعاليٰ قرآن شريف ۾ فرمايو آهي.

”ولا تقولوا لمن يقتل في سبيل الله امواتا بل احياءُ ولاكن لا تشعرون.“
(جيڪي الله تعاليٰ جي راھ ۾ قتل ٿيا، انهن کي مئل نه چئو، بلڪ اهي زنده آهن پر توهان کي ان زندگي جي حقيقت جو شعور ڪونهي.)
يا! اسان ته پوءِ هونداسين اماس شهيدن ۽ مظلومن سان گڏ پر توهان ته ٻڌايو ته ”اوهان ڪنهن سان گڏ هوندا.“ انهن مان هڪڙي ڏاڙيل رواجي انداز ۾ چيو، ”اسان ته يار مري ويندا سين.“
هي آهي مختصر هڪ رات جو صورتحال ۽ تاثرات، جيڪي سائين جن جي خدمت ۾ پيش ڪيا ويا. باقي رهيل 29 ڏينهن ۽ راتين جي ڪار گذاري ۽ احساسات سي سيني ۾ سانڍيل آهن. حياتي باقي آهي روبرو سلبا. الله تعاليٰ جي رضا تي راضي رهي، همت ۽ جذبي سان مصيبتن کي منهن ڏيڻ لاءِ مون پڪو ارادو ڪري ڇڏيو هو. اهڙين مصيبتن کي منهن ڏيڻ لاءِ مون پڪو ارادو ڪري ڇڏيو هو. اهڙين مصيبتن جي عالم ۾ دل کي اطمينان ڏاڍو هيو. انسان کي وڏ ۾ وڏ موت جو وقت مقرر ٿيل آهي نه گهڙي پوءِ نه اڳي اچي سگهي ٿو. البت انسان لاءِ تڪليفون مقرر آهن. ڪاميابي انهيءَ ۾ آهي، ته مصيبتن کي صبر ۽ استقامت سان منهن ڏجي. آءٌ شايد گهٽي ديگھ ۾ پئجي ويو آهيان ۽ حد ٽپي ويو آهيان.
سائين منهنجا! مون کي پورو احساس آهي ته اوهان بيحد مصروف آهيو. اوهان جو ڪافي قيمتي وقت ضايع ڪيو اٿم. شايد اوهان کي هي منهنجو افسانو نه پر حقيقت پڙهڻ جو موقعه نه ٿئي پر هي دل جي غبار لاهڻ خاطر اوهان کي زحمت ڏيئي رهيو آهيان. اوهان جي موٺ منهنجي لاءِ پٽڪيل راهيءَ جيان روشنيءَ جو مينار ثابت ٿيندي.
- مهيسر امان الله

محترم سومار الله بچايو شيخ
جيلاني پبليڪيشن، بدين (1965 – 3 – 31)
محترم قبله ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته ميوزم ۾ ڪِرهِيِي پانداري، مرڪان، ۽ روپاڙيءَ جو احوال ڏسي ۽ ٻڌي جيڪا سرهائي ٿي، تنهن جو احسان ۽ ٿورو ڪيئن مڃيان! اهڙا اڪر وٺم ڪونه آهن، لازمي آهي ته شاھ جي آيت جو سهارو وٺان ته:
ٿورن تي ٿورا، مون تي ماروئڙن جا،
ٿر ۾ واري ٿورڙي، تينهان گهڻيرا.

روبرو شڪريه بجا آڻڻ جو وقت ڪونه هو، تنهنڪري، هن حقير ڪاغذن ڪان ڪم ورتو. اُميد ته آڏا ڦڏا اکر مبارڪ طور قبول ڪندا.
هي دوست (عبدالحڪيم منڌرو) ڪرهيي پانداريءَ جي پرسان رهندڙ آهي، پاڻ سان اڌ پاسي جي آثار قديمه جي هر وٿ حاصل ڪرائڻ ۾ وڏي هٿي ڏيندو. پاڻ خود به سهڻو شاعر ۽ ملوڪ ماڻهو آهي. سندس سهڻا خيال سونهري اکرن ۾ لکڻ جهڙا آهن. وٽس ڪرهيي پانداريءَ ته جيون به سهڻيون جنديون پڻ آهن. جي اميد ته جلد توهان ڪي ميوزم لاءِ ملنديون.
برسات پوي ته، آءٌ ۽ محترم عبدالحڪيم انهن پڊن تي پهري پونداسون، آسرو آهي ته جج ٿي ويندي.
منهنجي طرفان مرڪان جي پڊ، ڪرهيي پانداري ۽ روپا ماڙيءَ ڪي آثار قديم لاءِ رکڻ لاءِ وري به مبارڪ باد قبول ڪندا.
- سومار الله بچايو شيخ

محترم اعجاز علي شاهه
ڪليڪٽر ڪسٽم، ڪوئٽه (1972 – 8 – 18)
پيارا سائين،
السلام عليڪم: اوهان جو خط مليو. اهو پڙهي خوشي ٿي ته اوهان ڪوئٽه جو پروگرام ٺاهيو آهي. مگر افسوس آهي ته مون کي آئنده هفتي مڪران وڃڻو آهي ۽ مان 5 سيپٽمبر تائين ڪوئٽه موٽي ايندس. توهان ضرور ڪوئٽه ۾ رهجو ۽ جلدي نه واپس هليا وڃجو جيئن توهان سان ملاقات ٿي سگهي.
مان وچ ۾ حيدرآباد آيو هئس پر توهان اسلام آباد ويل هئا ان ڪري ملاقات ڪانه ٿي سگهي. منهنجو گهر حاضر آهي. منهنجو ننڍو ڀاءُ شجاع منهنجي غير حاضري دوران به اتي رهندو. گهر غريباڻو آهي پر جيڪڏهن اوهان کي پسند اچي ته مان پنهنجي عزت افزائي سمجهندس.
- اعجاز علي

محترم اياز محمود پنهور
يونيورسٽي آف ڪراچي ( 1987 – 7 – 26)
محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب،

بعد سلام اميد آهي ته مزاج بخيريت هوندا آمين. احوال عرض ڪجن ٿا ته ڪافي عرصي کان اوهان سان ملاقات ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هو پر ڪجهه مصروفيتن سبب اوهان سان ملاقات ڪانه ٿي سگهي آهي، سنڌ سنڌين ۽ سنڌو لاءِ اوهان جي تحقيق ڪافي آهي ۽ اوهان ڪافي جدوجهد به ڪئي آهي ۽ ڪافي دشوار حالات مان گذري هن اسٽيج تي پهتا آهيو. ان ڪري مون ناچيز جي طرفان هي عرض آهي ته اوهان پنهنجي جدوجهد مان حاصل ڪاميابي مان اسان کي آگاه ڪندا ۽ پنهنجا قيمتي تجربه به لکي موڪليندا ته جيئن اسين ان تي عمل ڪريون ۽ ساڳين حالات مان گذرڻ وقت اوهان جا تجربه يا نصيحتون ياد ڪري رهنمائي حاصل ڪري سگهون. مون کي اميد آهي ته اوهان هن گذارش کي ضرور قبول ڪندا ۽ پنهنجن قيمتي تجربن يا مشاهدن واري زندگي مان اسان کي به مستفيض ڪندا ته آءٌ ٿورائتو رهندس.
ٻيو عرض ته سنڌ ۾ رهندڙ نسل يا ذاتيون ڪافي آهن، ان مان نشاندهي ڪندا ته ڪهڙا نسل يا ذاتيون مقامي سنڌ جون اصل آباد هيون ۽ ڪهڙيون ٻاهريون آيون ۽ ڪهڙن مقصدن خاطر آيون ۽ اهي ذاتيون ڪهڙيون ڪهڙيون آهن ۽ جيڪڏهن ڪنهن مشهور ذاتن جي تاريخ يا شجره اوهان وٽ موجود آهن ته ان متعلق به ڪجهه ڄاڻ ڏيندا ته آءٌ اوهان جو ٿورائتو رهندس مهرباني ڪري هي فارم به ڀُر ڪري ڏيندا.
- اياز محمود پنهور

اسلام ڪوٽ هاءِ اسڪول طرفان سپاسنامو
(20 – 9 – 1973)
بخدمت عالمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
ويچن ويٺي ئي، دوس پيهي در آئيو،
صحت جي سرير ۾، ڪل ڪڙين پيئي،
پيڙ پري ويئي، اچڻ سان عجيب جي (شاه)
اڄ اسين ٿاريلا پاڻ کي بختاور ۽ وڏ ڀاڳي سمجهون ٿا جن جي اڱلي اڱڻ تي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جو فخر سنڌ قدم رنجه فرمائي رونق بخشي آهي. هن ٿر جي ڏورانهين ۽ اٽانگي سفر جي سٺ سهڻ ڪو معمولي مفاصلو ڪونهي. ڪئين ڪوڏانهن ڪهي ايندا آهن پر نئين ڪوٽ کان اڳتي جو نظارو ڏسي پوين پيرن ٿيندا آهن. ڪي ته ماڳهين ٿر کي سنڌ کان ڪٽيل ۽ ڪريل سمجهي ايذانهن واڳ به نه واريندا آهن. الائجي ڇو پيا ائين ڪن نه ته حقيقت ۾ سنڌ ٿر جي ۽ ٿر سنڌ جو آهي. جي سنڌ جو

سهاڳ سنڌوندي جي ڪري آهي ته سندس ست کي وري مارئي زنده رکيو آهي تنهنڪري جي شاهه صاحب جن فرمايو آهي ”حيف تنهي کي هوءِ، جن وطن وساريو پنهنجو“ ته اسين ٿاريلا وري ائين چوڻ جا مستحق آهيون ته ”حيف پنهنجن کي هوءِ، جن ملڪ وساريو مارئي جو.“

بلوچ صاحب جا اسان ٿرين تي قرب چئبا جو هڪ نه ٻي سال ڏوٿيئڙن کي منهن ڏيکارڻ ايندا آهن. سندن احسان لک احسان ڊاڪٽر صاحب جن جي ذات کان سنڌ جو ٻار ٻچو توڙي وڏو واقف آهي. هن صاحب جڻ ته پنهنجي زندگي، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. اسانجو ادب ۽ اتهاس جو قديمن کان ڪنن ۾ ڪٿجي چڪو هو تنهنکي اجري اڇو ڪيو اٿس. اسانجي اديب ۽ شاعر ليکڪ ۽ افسانه نگار جن کي اسان ورهين کان وساري ڇڏيو هو ۽ زنده دفنائي ڇڏيو هو، تنهنکي اوها جند ڏيئي سر فهرست آندو.

سنڌي لغات لاءِ قلم کڻڻ سندس جرئت مندانه قدم آهي، سنڌي ٻولي جي اٿاهه ساگر ۾ سندس انهيءَ ٽٻي ڪئين موتين جا جهول ڀري آندا آهن ۽ ڪئين آڻيندي. آمين بقول بلوچ صاحب، خود اها سندس سنڌ ۽ سنڌي زبان ڏانهن فرض ادائي آهي پر اسان ته ائين چونداسين ته اها سندن فرض ادائي آهي ته اسان تي احسانمندي به سندن اهي خدمتون ۽ مهربانيون ادب جي تاريخ جي سونهري لفظن ۾ لکيون وينديون چو جو بلوچ صاحب ئي اسانجي بيداري جو باني آهي. صاحب موصوف جي راتوڪي رهاڻ ۽ قرب واري ڪچهري اسان تي اونهو اثر ڪيو آهي. اسين به ڪرموڙي جاڳيا آهيون ۽ بلوچ صاحب اڳيان عهد ڪريون ٿا ته پنهنجي وت آهر سنڌي زبان جي خدمت ڪرڻ ۾ وسئون نه گهٽائينداسين. اسان جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جن لاءِ به اها دعا پنون ٿا ته الله تبارڪ کيس اجا به گهڻي توفيق عطا فرمائي جيئن عموماً سڄي عام خاطر ۽ خصوصاً سنڌي ٻولي جي ادب ۽ اتهاس جي مڪمل حصول خاطر پنهنجي جنگ جاري رکن.

آخر ۾ اسان اميد ڪريون ٿا ته استاد صاحب ڊاڪٽر بلوچ جن اسان کي بطور جهونن شاگردن جي هميشه سندن ۽ سندن محبوبه ”سنڌي ٻولي“ جي خدمت ڪرڻ خاطر همٿائيندا ۽ هدايت ڪندا رهندا. اسين کين يقين ڏياريون ٿا ته سندن هر حڪم جي بروقت بجاوري ڪئي ويندي. آمين.

- هيڊ ماسٽر اسلام ڪوٽ هاءِ اسڪول

محترم انعام الله شيخ

سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو (2004 – 3 – 8)
جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: بعد از سلامن جي عرض ٿو ڪجي ته ڪجھ ڏهاڙا اڳ مون اوهان جي رهائشگاھ تي حاضري ڏني هئي، جنهن ۾ بورڊ ۽ ان جي ڪتابن جي حوالي سان اوهان ڪجھ مفيد مشورا ڏنا هئا. انهن مشورن جي روشنيءَ ۾ ٿه ماهي ”مهراڻ“ بابت پڻ اوهان جي سهڪار جي گهرج آهي. منهنجي گذارش آهي ته ٽه ماهي ”مهراڻ“ ۾ اوهان پنهنجي اتم ڪهاڻيءَ جو سلسلو شروع ڪرڻ فرمايو، جيڪو اسان قسطوار شايع ڪنداسين، اهي قسطون جڏهن هڪ ڀرپور ڪتاب جيتريون ڇپجي وينديون ته ڪوشش ڪري ان کي مڪمل ڪتابي صورت ۾ بورڊ طرفان ڇپرايو ويندو.
مون کي پڪ آهي ته اوهان جي اهڙي تعاون جي نتيجي ۾ نه رڳو سنڌ کي هڪ عظيم دانشور ۽ محقق جي زندگيءَ کان واقفيت حاصل ٿيندي، پر گڏوگڏ ويهين صديءَ جي علمي، ادبي، تحقيقي، سماجي ۽ فڪري ماحول جي ڀرپور عڪاسي پڻ ممڪن ٿيندي. اوهان انهيءَ حقيقت کان مڪمل طرح واقف هوندا ته غير معمولي صلاحيتن جي صاحبن جو آتم ڪٿائون، هڪ نسل يا دور نه پر ڪئين صدين تائين قومن جي لاءِ رهبر روشني بڻجي وينديون آهن ۽ منجهائنئن قومون پنهنجون ترجيحون اخذ ڪنديون آهن. جيئن ته اوهان پڻ هن ديس جا عاشق، عالم ۽ خدمتگار آهيو، تنهنڪري اوهان جي زندگيءَ جو تفصيل سڄي قوم لاءِ فخر لائق ورثو پڻ بڻجي ويندو.
اميد ته هن ڏس ۾ مناسب اڳڀرائيءَ لاءِ ڪوششون وٺندا. انهيءَ حوالي سان اسان لائق ڪا خدمت يا تعاون جي ضرورت محسوس ڪريو ته بي ڌڙڪ حڪم ڏيندا. اسين ڪوشش ڪنداسون ته اوهان جي سهولت ۽ آسانيءَ لاءِ ممڪن حد تائين پنهنجا وسيلا ۽ مهارت مهيا ڪري سگهون. اميد ته توهان هر طرح بخيريت آهيو.
- انعام الله شيخ

محترم آفتاب ابڙو
سنڌ اطلاعات کاتو، ڪراچي (28 جون 1987)
محترم ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اوهانجي املھ تصنيف ”سنڌي سينگار شاعري“ کي نظر مان ڪيم. اوهانجي تصنيف ڏيکاري ٿي ته هڪ انوکو موضوع آهي ۽ جنهن تحقيقي نموني،

هر بيت جي تهہ ۾ ويا آهيو، سو ثابت ڪري ٿو ته اوهان واقعي سينگار شاعريءَ کي بخوبي سمجهيو آهي.
مطلب ته اوهانجو هر ڪتاب، انهيءَ ڪڙي جو نظر اچي ٿو. اهو ئي قوي دليل آهي، جو اوهانجي سنڌي سينگار شاعري جو ڪوبه مد مقابل ڪتاب نظر نٿو اچي. لوڪ ادب جي قيمتي مواد کي اصلوڪن انگن اکرن ۾ ڏيکارڻ، ڪا سٿري ۽ سولي ڳالهه نه آهي. هي اهو ڪارنامو سرانجام ڏنو اٿو، جنهن تي ايندڙ نسل به ناز ڪندا. مطلب ته ان ڏس ۾ اوهان کان سواءِ ٻيو ڪونهي، سچ لڳي پئي آهي. جيڪڏهن هي موضوع اسانجي مرهيات اديبن کي آسان لڳي ها ته ضرور قلم کڻن ها. آفرين بلڪ صد آفرين هجي، جو اوهان اڪيلي سر لوڪ ادب جي وسيع ميدان کي سر ڪيو آهي.
لوڪ ادب ۾ دلچسپي وٺڻ سان، اوهان سنڌي لغت ۾ سيني کان اڳڀرا آهيو. تنهن کانسواءِ سنڌ جي تاريخ ۽ شاهه لطيف بابت اوهانجو ڪم، اسان لاءِ نهايت قيمتي سرمايو آهي.
اوهان جامع سنڌي لغات تي ڪم ڪرڻ لاءِ ارشاد فرمايو هو، اوهانجو حڪم برچشم، ان باري ۾ گذارش آهي. پي. ايچ. ڊي جي ٿيسز آخري مرحلي ۾ آهي، جنهن جوڳو ڌيان لهڻو. هڪ اشاعتي اداري جي فرمائش تي ڪيپٽن اسٽئڪ واري ”سنڌي – انگريزي“ ڊڪشنري (1852) تي ڪم ڪري رهيو آهيان. يعني ديوناگري لفظن کي سنڌي لفظن ۾ آڻي رهيو آهيان....
-آفتاب ابڙو
.....2.....
* مورخ 2004 – 2 – 25
محترم سائين بلوچ صاحب،
السلام عليڪم، اميد ته خيريت سان هوندا. گذارش ته اسان جو ادارو: سنڌ اطلاعات کاتو پبليڪيشن سيڪشن ميڊم مهتاب اڪبر راشدي سميت، اوهان جو انتهائي شڪر گذار آهي، جو اوهان وقت به وقت اسان سان قلمي سهڪار ڪري رسالي پيغام جي مقبوليت ۾ اضافو ڪيو ٿا. اميد ته اهڙي سهائتا جاري رکندا.
اوهان طرفان موڪليل مضمون ”انساني ذهن جي ارتقا“ اسان شايع ڪيون پيا. مانواري خدابخش سومري جي جيڪڏهن ايڊريس ملي وڃي ته ڪيس خط لکي سندس فوٽو گهرايون.......
- آفتاب ابڙو

محترم استاد مخدوم امير احمد
(1943ع)
برخوردار مسٽر نبي بخش سلامت باشند،
السلام علڪيم و رحمته و برڪاته، هن طرف الله تعاليٰ، جي فضل ۽ ڪرم سان بلڪل خيريت آهي اميد ته توهان به خوش خرم آهيو. اگرچه توهان کي بار بار تڪليف ڏيڻ مان تمام غير مناسب ٿو سمجهان مگر افسوس جو پاڻ کي روڪي نه ٿو سگهان مجبوراً توهان کي تڪليف ڏيڻي ٿي پوي چا لاءِ ته توهان جي ٿوري تڪليف وٺڻ ڪري مان گهڻي تڪليف کان بچي ٿو پوان. مونکي قوي اميد آهي ته توهان کي هن تڪليف وٺڻ ڪري رنج هرگز نه ٿيندو هوندو. الحمد الله جو توهان جهڙو منهنجو دوست خير خواهه ڪراچيءَ ۾ موجود آهي. جنهن ڪري مان گهڻي جاکوڙ ڪرڻ کان سلامت رهي سگهيو آهيان. هينئر مهرباني ڪري ڪمشنر صاحب جي آفيس مان جيترو جلد ٿي سگهي اوترو جلد خبر وٺي موڪليندا ته اسانجي ڪيس جا ڪاغذ ڪليڪٽر جي آفيس مان اچي ويا آهن يا نه؟ ٻيو ته مون ٻڌو آهي ته نيٽو اسسٽنٽ ڪمشنر صاحب به آهن هڪ مسٽر محمد بخش ۽ ٻيو مسٽر ڏرمداس. اسانجو ڪم ٻنهي مان ڪهڙي صاحب سان لاڳو آهي.
توهانجو ڪتاب علامه عبدالله يوسف علي جي ترجمه وارو قرآن شريف جو پاڻ مون خانصاحب مسٽر فاروقي هٿان موڪليو آهي، جيڪڏهن نه مليو هجيو ته صاحب موصوف کان وٺندا. تذڪره مونکي مليو آهي جنهن لاءِ مان شڪر گذار آهيان مگر افسوس جو پڙهڻ لاءِ وقت تمام ٿورو آهي.
مولانا محمد علي صاحب جي لئبرري لاءِ مون به ڪتاب رکيا آهن، جڏهن ڪراچيءَ آيس ته کڻي ايندس. اميد ته مان توهان جي جواب ملڻ کان پوءِ تمام جلد ڪراچيءَ ايندس، جنهن لاءِ توهان کي اڳواٽ اطلاع ڪندس. جواب مهرباني ڪري تمام جلد موڪليندا، هيءَ ڪاغذ توهان کي سومر ڏينهن ملندو اميد ته انهيءَ ئي ڏينهن اچي احوال لکندا جئن اڱاري ڏينهن مونکي ملي وڃي نه ته به اربع ڏينهن ته جواب ضرور ملي وڃي. سلام سڀني سنگتين کي ڏيندا. - امير احمد
.....2.....
* نوابشاهه (1944 – 1 – 19)
الولدالعزيز السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته. هن طرف بفضل خدا پاڪ بالڪل خيريت اميد ايڏانهن به خيريت هوندي. مطلب ته تنهنجو خط جنهن جي تاريخ ياد نه اٿم سو پهتو هو جنهن کي اٽڪل 3 مهينا ٿيندا. ٿوري عرصه اندر خِياري وارن پيرن وٽ وڃي بياض واحدي مان سنڌ بابت ڏنل فتويٰ هٿ ڪيم. پيرن وٽ بياض واحدي مڪمل

ڪونه آهي مگر انهيءَ جو اختصار آهي تڏهن به سنڌ جي خراجي هجڻ بابت فتويٰ ملي وئي. وري ٻيو هڪ پيرسن مولوي صاحب جنهن وٽ پڻ اڳوڻي زمانه جي قلمي ڪتابن جو ذخيرو چڱو موجود رهندو آهي، انهيءَ وٽ وڃي معلوم ڪيم جنهن وٽان بياض واحدي جو ڪو زياده ٽڪرو سنڌ بابت هٿ آيو، مگر انهيءَ مسئله ۾ مخدوم عبدالواحد جو ماخذ آهي مخدوم ابوالحسن ڏاهريءَ جو ڪتاب رافع الفريه جو خاص سنڌ جي ڀل بابت لکيل آهي ۽ چون ٿا ته پير صاحب جهنڊن واري جي ڪتب خانه ۾ موجود آهي.

خير بهرحال جاچ پوري ڪري مون تحرير لکي تيار ڪئي. جڏهن روانه ڪرڻ جو خيال ڪيم تڏهن ايڊريس جي ضرورت ٿي مگر گهڻي جاچ بعد ۾ تو وارو لکيل خط جو اگرچه ڪٿي هٿيڪو ڪري رکيو هوم هٿ نه آيو. پوءِ ته ڏاڍو لاچار ٿي پيس، مگر ڪٿان به ايڊريس نه پئي ملي. مراد علي ڪان پڇا ڪيم انهيءَ مان پته نه پيو. ڪراچي مان ڪن ڪان پڇيم مگر ڪونه ٻڌايائون. آخر ڪنهن ڪم سان ڪراچي وڃڻ ٿيو اتي ڪن خاڪسارن ڪان پڇيم مگر پته ندارد. شهداڊپور لهي مولا بخش ڪان پڇيم انهي به ڪجهه نه ٻڌايو ته نااميد ٿي ويهي رهيس. خيال هوم ته جڏهن مسٽر غلام مصطفيٰ امتحان تي ويندو، تڏهن انهي کي ڏيندس، پر پوءِ اوچتو خيال آيو ته جهونا ڳڙهه مان محمد حفيظ ڪان پڇا ڪرايان متان انهي کي پته هجي. سو نيٺ اتان ائڊريس ملي جنهن تي خط لکان ٿو. مان سمجهان ٿو توکي رنج ٿيو هوندو. پر توکي ٻيو خط يادگيري لاءِ ضرور لکڻ گهربو هو. هن خط جي جواب ملڻ تي توڏانهن لکيل تحرير موڪليندس. جي جواب نه مليو ته پوءِ مان به ڪاوڙجي پوندس.
- امير احمد

محترم امام علي خان لغاري
ڳوٺ ڪرم علي خان لغاري، پوسٽ جهڏو
محترمي و مڪرمي فخر قوم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ دائمه اقباله،
السلام عليڪم: خيريت طرفين مطلوب، آئون لغاري صاحب ڪان موٽندي اوهان سان گڏجي ڪونه سگهيس. نڪو اوهانجي شڪريه ادائي ڪيم. آئون اوهانجو بيحد شڪر گذار آهيان ۽ معافي جو خواستگار پڻ ڇو جو اوهان جي ناپسند جو ڪم اوهان کي چئي تڪليف ڏنم. ناپسند جو هن ڪري جو اوهان سوالي ٿيڻ پسند نٿا ڪريو. اها هڪ موحد مجاهد انسان جي صفت آهي، جا اوهان ۾ به اتم اعليٰ موجود آهي. منهنجو تصور ۽ اندازو پڻ ڪجهه غلط هو. اوهان بقول پٺاڻي صاحب جي، هن جا قائل آهيو ته:

سکو سپن کان، سرتيون ريت سکڻ جي،
مڱن جر مٿان، اوري ڪن نه آسرو.

اهو بلڪل درست آهي. اها انسانيت جي بلند ڪردار جي چٽي نشاني آهي. هر انسان جي سوچ ۽ فڪر جو نوع ۽ انداز جدا جدا آهي. منهن جو عقيده اوهان جي اعليٰ ۽ بلند شخصيت لاءِ ذري گهٽ مرشد ۽ رهبر جي درجي وارو آهي. اوهان کي الله سائين پنهن جي فضل سان گهڻين خوبين جو مالڪ بنايو آهي. هرڪو مخلص انسان اوهان جهڙي مُحب وطن ۽ انسان دوست خوش خلق ۽ انسانيت جي عالم بردار جو مداح هوندو. پر مون کي ته خاص فخر ٿيڻ کپي جو منهن جي قوم جي هڪ فرد ۾ ايتريون خوبيون بيڪ وقت موجود آهن.

سو سائين منهنجا هر ڪو ماڻهو ڪنهن به مشڪل وقت پنهنجو مونس ۽ حال محرم ڳولي ان کي حال عرض ڪندو آهي. جتان کيس دلاسو ۽ دلبري ملڻ جي اميد هوندي آهي ۽ پنهنجي همٿ ۽ حوصله افزائي ٿيڻ سبب منزل ڏانهن يقين محڪم سان وڌندو آهي. سو انهيءَ جذبه جي تحت مون توهان کي تڪليف ڏني، معاف ڪجو. اوهانجو شڪر گذار آهيان، اوهان مون کي پنهنجو دوست هجڻ جو شوق بخشيو. منهن جي مقرر ڪيل اندازي مطابق، ان مهل مون ڪجه وڌيڪ اوهان کي مڱيو، اُن لاءِ ناراض نه ٿجو*، هر هڪ انسان فطرتا خود غرض هوندو آهي ۽ اهل غرض مجنون.

متارا مري ويا، موکي چونه مرين،
ڪيهيءَ پر پرين، ڏکي ڏاتارن ري.
- امام علي

محترم الهڏتو پرڳڙي
الهندو ڪچو اسٽيشن روڊ حيدرآباد (1977 – 5 – 23)
محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته سائين توهان جي ڪيل ٽيليگراف جي ڪاپي اسان کي آفيس ۾ ملي هئي. پر انهيءَ تاريخ تي هي 77 – 5 – 23 ڪورٽ ۾ ڪونه ملي هئي. پر انهيءَ هوندي به جوابدار امين ترين آيو هو تنهن ڪورٽ کي عرض ڪيو ته مون پنهنجي طرفان يعني بچاءَ جا شاهد اڳ ۾ ڏنا آهن جن کان پڇا ڪئي وڃي تنهنڪري اسان جهڙو درخواست ڏيڻ کانسواءِ توهان جو ڪيس وري 77 – 6 –

25 تي بچاءُ جي شاهدن جي هلڻ لاءِ رکيو ويو آهي. هي توهان کي اطلاع لاءِ عرض آهي.*

- الهڏتو پرڳڙي

محترم بشير احمد لغاري

ڳوٺ غلام علي فقير لڳ ٻگهڙي (2004 – 5 – 20)

قبله محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب بلوچ،

السلام عليڪم: طالب دعا، تمام گهڻا ڏينهن ٿي ويا آهن جو نه توهان سان بذريعه خط يا فون ذريعه رابطه رکي سگهيو آهيان تنهن لاءِ نهايت شرمنده آهيان، ڪجهه طبيعت جي ناسازي ڪجهه پنهنجي روايتي سستي وغيره جي ڪري ائين ٿيو آهي، اوهان کي شاهه لطيف ”لائيف اچيومينٽ ايوارڊ“ ملڻ تي اسان سڀني ننڍن وڏن طرفان تمام گهڻيون مبارڪون. الله تعاليٰ توهان کي صحت ڏي جو توهان وڏ کان وڏ پنهنجي ٻولي، صوبه، عوام، ملڪ جي خدمت ڪري سگهو. آمين.

هن وقت هتي مٿي ڌوڙ جا طوفان روان دوان آهن پاڻي بلڪل نه آهي حتيٰ پيئڻ جو پاڻي به ناياب آهي. دعا ڪندا ته خيرو خيريت ٿئي ڪي برساتيون وسن امن ٿئي. برسات بعد وري توهانکي تڪليف ڏينداسين هن طرف اچڻ جي جيئن علائقه ۾ ساوڪ ٿئي.

وري به هڪ نماڻو عرض ته هميشه وانگر لائبريري جي لاءِ ڪي ڪتاب ٿي سگهن ته رکندا، حيدرآباد مان توهان کان ڪو ڪٺي ويندو. تڪليف لاءِ معافي. آخر ۾ اسان سڀني طرفان توهان لاءِ تمام گهڻا سلام ۽ يادگيريون، دعائون.

بشير احمد لغاري

محترم (جج) بخت علي جکراڻي

وارهه، ضلعو لاڙڪاڻو (1975 – 9 – 20)

بخدمت جناب محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر صاحب،

عرض ته نوازش نام بمع فوٽن جي پهتو. يادگيري ۽ فوٽن لاءِ شڪريه.

مون هت چڱي طرح ميان نصير محمد ۽ ٻين ڪلهوڙن جي قبن بابت پڇا ڳاڇا ڪئي آهي معلوم ٿيو ته هن تعلقه ۾ اهڙا قبا ڪونه آهن. شايد تعلقي ميهڙ ضلع دادو ۾ اهڙا قبا ڪلهوڙن جا آهن جو اهو تعلقو به هن تعلقه سان دنگئي آهي.

باقي سياڻي شڪار جو ليسن گهرائيندس پوءِ انشاء الله شڪار لاءِ چرپر شروع ڪبي. شوق هجيو ته ڪنهن چڱي موقعي تي اوهان صاحبن کي عرض ڪري گهرايون.

اوهان کي شڪار سان گڏ تفريح سيرو سفر ۽ اسان کي صحبت ۽ ملاقات جو شرف نصيب ٿيندو. اڳتي سائين جن مالڪ آهن.
پيو ته مان 4 سيپٽمبر کان هت ٻار ٻچا وٺي آيو آهيان، غلام محمد ۽ اسان سڀ خوش خورم آهيون. وقت عزت ۽ پڙدي جو پيو ٿو گذري. الحمد الله دعا ڪندا رهندا ته الله باعزت وقت گذاري. آمين هن طرف ڪو حڪم احڪام هجي ته بنده حاضر آهي. فقط سلام، نياز ڊاڪٽر هاليپوٽه صاحب کي منهنجي طرفان ڏيندا.
- بخت علي جکراڻي

محترم بيڙو فقير ڪنڀار
سنه 1963ع، ڪالوني موري، حيدرآباد
جناب محترم لائق، اميد فخرِ سنڌ استاد سائين،
گهڻن نيازن ادبن سلامن جي عرض ته هت سڀ خير آهي خدا جي فضل سان توهان صاحب پڻ خوش هوندا. استاد سائين شاهه جو بيت ياد آيو آهي. ”تن جني جي تانگهه، سيئي سڄڻ سفر هليا، لئج لات لطيف چئي ڪڏهن ايندم ڪانگهه“. (ان وقت ڊاڪٽر بلوچ امريڪا ويل هو)
جناب محترم سائين، جانب نه ڪرڻ گهرجن ايڏيون جدايون! هن بندي ڳوٺ ڇڏي حيدرآباد اچي وسائي محض توهان صاحبن جي ڪچهري ۽ قرب لاءِ وري به خداءِ جو فضل جناب نون صاحب جن موجود آهن جو سيئي دکه ميٽيو ويٺا آهن ۽ لڪا ڪانه آهي، پر توهان صاحبن جو هئڻ ته وري ڪير ۾ ڪنڊ آهي. شل خدا پاڪ توهانجا سانگه سفر سرها ڪندو پر هتي شاهه صاحب جي چوڻ موجب ”ڪُهه سا ڪاڻي راتڙي جا پرين ري پيئي“ پر پوءِ توهان جو ايڏو سفر به ضرور شاهه جي چوڻ موجب؛ جوڳي ڪنهن ضرور، لڪا پٽن لوڪ ۾، باقي خداءِ جي فضل سان هتي توهانجا بنگلا آفيسون ڳوٺ اوطاقون، زمينون برابر آباد آهن ۽ پيا وسن. مراد علي خان مڇايو ويٺو آهي مگر وري به شاهه جو چوڻ ياد پيو اچي. ”سئو مڙي سوڍن ته به مٺ نه پانيان مينڌري“! وري به دعا آهي ته توهان پنهنجن ارادن ۾ ڪامياب ٿي خير سان واپس ايندا. سائين منهنجا جڏهن توهان ڪراچيءَ کان روانا ٿي ٿيا، تڏهن هن بنده کي پوري خبر نه پئي نه ته ضرور سلامي ڪجي ها. خير اها سڀ ڳالهه دل جي ارادي ۽ محبت جي آهي. توهان صاحبن جون لکه مهربانيون جو هن بنده کي ولايت ۾ ياد ڪيو اٿو. مونکي به دفعا سلام مليا آهن هڪ مراد علي خان ۽ ٻيو جناب نون صاحب جن جي هٿان. مونکي آيا سڄڻ جا سلامڙا، استاد سائين هڪ ڏينهن علامه

قاضي صاحب سان ملاقات ٿي جناب نون صاحب جن جي بنگلي تي ويندي ڏنم ته پاڻ بيٺا آهن. عرض ڪرڻ تي زيارت نصيب ٿي. سچي زندگي ارمان رهجي وڃي ها ته علامه صاحب جن سان گفتار نه ٿي. منهنجي عافيت ڪرڻ ڪانپوءِ توهان جو پڇائون ۽ فرمايائون ته اسانکي پاڻ ڊاڪٽر صاحب چئي ويو هو ته جلد ايندس. مطلب ته مڙئي علامه صاحب جن کي يادگيري گهڻي هئي. ٻه ڏينهن ٿيندا ته مراد علي خان ڪان سائين جن جي ائڊريس ملي ۽ ڪالهه رات عرض محمد مليو. سچي خبر چار پڇي مانس شفيق رفيق ۽ ٻيا سڀ خوش ويٺا آهن ۽ جناب نون صاحب جن پڻ خوش ويٺا آهن ۽ جناب نون صاحب جن پڻ خوش آهن. سڀاڻ ميرپورخاص دوري تي روانا ٿيندا. پاڻ سلام گهڻا ٿي چيائون. جيڪب آباد ڪان احمد ميان سومرو ڪامياب ٿيو. خط لکي جناب نون صاحب جن کي مبارڪ ڏيندا احمد ميان جي ڪامياب جي ته بهتر جو سندس دوست آهي. شهدادپور مان چامن ڪٿيو انجي توهان کي مبارڪ آهي.
محترم سائين، ”سندي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي نه لهي.“ وڏيڪ ڪل خير آهي، زمانو تمام گهڻو گرفتار ڪندو ٿو وڃي. وري شاهه ٿو ياد اچي ته ”مونکي مون پرين ٻڌي وڌو تار ۾“ آئون هڪڙو بيڪمون ۽ مزدور ماڻهو هوس ۽ آهيان مگر توهان صاحبن جي صحبت مان وڏي حيدرآباد پهتس ۽ آخر جناب نون صاحب سان توهان صاحبن واقف ڪيو ان ڪان پوءِ ته هيڪاري ٿوم مان جعفران ٿي ويس. حيدرآباد ۾ جاءِ ٻه توهان جي دعا سان ملي، واقفيت ٻه توهان صاحبن ۽ جناب نون صاحب جن جي صحبت سان وڏي وئي. ”هاڻ اُپا ايئن چون ته متان پاند پسائين.“ منهنجا سائين، روئي جا مهمان کي ماني ڪارائبي سان ڪلي چونه ڪارائجي. توهان جهڙن اديبن جو چوڻ آهي ته ڪاتي آئي پيٽ نه ڪوئبو. جناب نون صاحب جون لک مهربانيون. جڏهن بنده جون سڀ آريون سهيو ويٺا آهن، مگر ڪچهري مون ڪان وسري ويندي! توهان خير سان اچو ته وري ڪچهريون ڪريون ۽ ڪي ڳجهارت ۾ ٽاٽا ڏيون ۽ ڪلي خوش ٿيون. توهان خاطري ڪريو ته جيڪو وقت ولايت ۾ هوندا اهو ادب کي ۽ زبان کي ڏڪ لڳندو. اونداه لڳي پئي آهي، سيڪو هڻ هٽان ۾ آهي. زياده ادب، ٻنو چا ڪم ڏيندو، اکر ٻه جڏا آهن مگر دل جون ڳالهيون دلبر توسان، نه آهن لوڪ سٽاوڻ جون. ڪجهه ڪپهه جون پوٽيون ڪٽي خريداري ٿي هئي، ان برابر هي نياز نامون آهي. اميد ته قبول پوندو.
- ٻيڙو فقيرو
....2....
* خط مورخ 22 جولاءِ 1976ع، ڪاري موري حيدرآباد
جناب محترم استاد سائين دائم اقبال،

السلام عليڪم جي عرض ته فون تي ٻئي الفاظ ٿيا. بنده کي ڪمن روڪي ڇڏيو، صبوح جو سويل آيس مگر توهان خير سان روانا ٿي چڪا هئا، قبلا سائين توهان ڪرم ڪري ٻه ٽي اکر ڇڏي ويا هئا، مگر عشقي صاحب ڪجهه مٿي آهي. خير انجي مرضي، اسان پيا نپائيندا سون. عرض آهي ته ٿالپر وڏا وارن نهايت گهڻو تنگ ڪيو آهي ته ڊاڪٽر صحب جن اچن، اسان وٽ ڪچهري ٿئي. شايد توهانکي به خط لکيو اٿن، آئون به عرض ڪندس ته اها جاءِ برابر ڪچهري ڪرڻ جهڙي جاءِ آهي توهان کي ٽائم برابر گهٽ آهي ان ڳالهه کي بنده ٿو ڄاڻي مگر ”اڻ هيرئا مَ هير، پڇ مَ هيرَ هِرئن جي“! خاص عرض ته ڪڏهن ڪا فون ٿي سگهي ته عشقي کي ڪندا نهايت سگهڙن جي پروگرام کي خراب ڪري رهيا آهن. محرم خان جيڪو شايد پروفيسر آهي، 20 جولاءِ تي بنده سان گڏ هو ڳجهارت تي ڳالهايائين. توهان جو ڪتاب ڳجهارت وارو هٿ ۾ هئس، جڏهن بڪ ڪري بس ڪيائين ته هڪ ڏڪ ۾ جهلي بڪ ختم ڪئي مانس. مون چيو ته ڏور ڳجهارت وغيره جملي ڪچهري جو علم آهي، جنهن کي ٻئي ڪنهن اديب ڪونه ڄاتو، ڊاڪٽر صاحب کي خدا پاڪ جي رحمت هجي جن انهيءَ ڪچهريءَ جي گن کي ڪتابي صورت ۾ آندو. اها شاهدي انشاء الله پوري سنڌ قبول ڪئي هوندي. قبلا سائين ٻڌو اٿم ته جاءِ اجان اوهانکي نه ملي آهي نه ته ٻني سِني پاڙو ڪري اچي ڪي ٻه ٽي ڏينهن رهاڻيون ڪجن ۽ ڪجهه ڪم به آهن. هتي حسين بخش، عبدالغفور، مصري فقير وغيره کي ڏاڍا پروگرام ٿا ڏين، پڇ ڪٽي ته هنن لاءِ مٿان حڪم آهي، قبلا سائين توهان چاهٿو ٿا ته انهن ماڻهن هڪ ڪافي به بنا عيوضي انعام جي نه چئي آهي. بنده خادم ته پوري عمر ادب ۾ ڏني هينئر تازو ڳوٺ پٽين تعلقي گمبٽ ۾ ڪچهري هئي. برابر 150 رپيا گهر جا خرچ ڪري آيس. معاف ڪندا ديگهه ڪئي اٿم. ڀلا ٻيو ڪونهي سور سٺايان جو اسانکي چاڻي.

قبلا سائين ميرن جي حڪومت ۾ گهڻا واهه ڪڍيا ويا جن مان هڪ واهه فيض بحر پڻ آهي جو گمبٽ کان 12 ميل اولهه طرف آهي. اتي ڳوٺ پٽين ۾ ڪچهري هئي، اتي محبت جا مڻ هئا. توهان جي ڏسڻ جهڙي جاءِ آهي. بنده پنهنجي تقرير ۾ آپي کان ٻاهر نڪري توهان جي اتي هلڻ جو واعدو ڪيو مگر ”اورپ به اهڙي هئي“، ڪچهري به اهڙي هئي.*

- ٻيڙو فقيرو

....3....

* مورخ 10 فيبروري 1964ع، ڪاري موري حيدرآباد (نيويارڪ جي ائڊريس تي) بخدمت ۾ جناب استاد سائين،

گهڻن نيازن جي عرض ته جناب نون صاحب جن خط پڙهي ٻڌايو جنهن ۾ ڏور لکيل هو. تمام خوشي ٿي جو ٻئي کنڊ (آمريڪا) ۾ به بنده کي ياد فرمايو اٿو. هتي به ڪچهريءَ جي رسم ادائيءَ جناب نون صاحب جن وٽ ٿي. استاد سائين هت سڀ خير آهي، بنده پهاڪن کي لڳو پيو آهي، اميد آهي ته عيد کان بعد ڪجھ اپر سنڌ جو دورو ڪري مواد گڏ ڪبو. توهانجي مهرباجي جو وري بنده کي ڪم سان لايو اٿو ۽ ادب کي به ڪجھ مدد ايندي. عبدالرحيم ڏاهريءَ کي به عيد کان بعد آڻبو ۽ گن جيڪو ضرورت ۾ هوندو اهو هٿ ڪبو.

---

* هي ڏوراپي جو ڏکيو خط مونکي دل تي رهيو آهي، حالانڪه سالن جا سال گذري ويا آهن. مرحوم امام علي خان مونکي وڏي ڏيار سان سمجهايو آهي، شاهه جا بيت به وڏي دانائي سان شاهدي طور آندا آهن، پهريون بيت وڏي معنيٰ وارو آهي ۽ حيراني ٿي ٿئي ته شاهه صاحب ٿورڙن لفظن ۾ ڪيڏي وڏي ڳالھ ڪري ويو آهي – نبي بخش

* جوابدار امين ترين ڪراچي جي هڪ چوڏهين – روزه انگريزي اخبار جو ايڊيٽر هو، جنهن لوڪ ادب ڪتاب ”مناظرا“ تي سخت تنقيدي مضمون ڇاپيو. پوءِ ان جي آڌار تي ڪمشنر ڪراچي کان ڪتاب ”مناظرا“ کي ضبط ڪرڻ جي سازش ٿي رهي هئي. ان ڪري مون ايڊيٽر تي بدناموسيءَ جو ڪيس داخل ڪيو ته جئن معاملو ڪورٽ ۾ هجي ۽ پيو ڪو قدم نه کنيو وڃي. بورڊ ڪتاب ڇاپيو هو پر بورڊ طرفان ڪا مدد ڪانه ٿي، جئن وڪيلن مهرباني ڪري منهنجي مدد ڪئي. پهريائين محترم قاضي احمد، وچ ۾ محترم آخوند الله بچائي، ڪنهن اڌ شنوائي تي محترم محمد ميمڻ ۽ گهڻو محترم عبدالقادر هالي پوٽي، دوستن مدد ڪئي. اٺ سال ڪيس هليو. نيٺ ايڊيٽر صلح لاءِ چيو ۽ مون قبول ڪيو جو ڪتاب مناظرا تي بندش پوڻ جو ڪو امڪان نه رهيو. بندش پوي ها ته لوڪ ادب ڪتاب وڏيڪ ڇپجڻ شايد بند ٿي وڃن ها. ڪيس ختم ٿيڻ بعد معلوم ٿيو ته اخبار ۾ جيڪو ”مضمون ڇپيو هو سو اصل ۾ هڪ سنڌ جي سڄڻ لکيو هو..(علي احمد بروهي؟) ......“ نبي بخش

* اورپ به اهڙي هئي“، اهو چرچو ڪجھ وقت اڳ مون پيڙي فقير کي ٻڌايو هو. مهمان جي آڌو، زال پنهنجي مڙس سان جهيڙو ڪيو ته اورپ (ائٺ ٻڪري) ڪيڏانهن وئي؟ مڙس ٻڌايو ته ڏڻ مان رلي وئي. زال کي آئي ڪاوڙ سو ڏاڙهي مان جهلي منجيءَ تان لاهي هيٺ ڪيائينس. اتي مهمان همدردي ڪندي مڙس کي چيو ته: ادا هي ته حد ٿي وئي! تڏهن مڙس چيو ته: ”ادا اورپ اهڙي هئي ني!“

خاص عرض ته عيد مبارڪ هجي ۽ اچڻ جي مهرباني ڪريو، پروگرام درجي بدرجي وڌائيندا وڃو اڳي لکي چڪو آهيان ته ”جوڳي ڪنهن ضرور لڪا پٽن لوڪ ۾“ ۽ ”ڳورا ٻئي پار“ ”هنيون حيرت ۾“ پيو جيڪڏهن توهان کي اهڙو عرض ڪبو ته جلد اچو ته به سٺو نٿو لڳي ۽ هتي به ساهه کان سڪ وڌي، ويتر استاد سائين اڳي ڪراچي مان رواني ٿيڻ وقت بنده ڪونه پهچي سگهيو، پڪ چاڻو سسئيءَ وانگر بيمار آهيان ”اديون اوچتو هتان منهنجي آري“ هاڻي اميد ته واپس اچڻ تي ڪراچيءَ ۾ پيرين پئبو. خاص عرض ته واپسي اچڻ تي پهرين دعوت هن بنده جي قبول ڪندا. اهڙو عرض بنده جناب مون صاحب جن کي پڻ ڪري ڇڏيو آهي. استاد سائين توهان

پرزي ۾ لکيو هو ته خط سڪڻو برابر هو جو ”مونکي مون پرين پڌي وڌو تار ۾“ بقول شاهه نالي سُيَس تنهنجي، نانءِ چڙهيو چور ڦاسي اچي ان ڳالهه وانگي ته سائي کي سهي ڪونه ڏکئي کي ڏئي ڪونه، خير توهان جي دعا هجي ٻيو سڀ خير آهي باقي چڪ چڪان هر هڪ سان منهن ڏيڻو ٿو پوي ٻيو ته دل جي دوا توهان سان وڌيڪ بهتر ٿيندي. جناب نون صاحب جن جا لک لائق آهن جو هر طرح سندس مهربانيون آهن مگر بقول شاهه

”جيئن سي کوهيءَ نار وهن واريءَ گاڏئان،

هينئڙو پريان ڏار، نبيريان نه نبري“

”گوني ۽ گوني، پرين پٽائين گج جيئن،

جي من مجوني سي ڪيئن وڃن وسري“!

تيئن توهان جو ۽ نون صاحب جن جو ليکو هڪ آهي، مگر هي وڏي ڏيان ۽ گهڻي پاڻيءَ وارو آهي، باقي يادگيري مٿئين بيتن مان معلوم ٿي ويندي، باقي هي بنده هٿ رفيق آهي ۽ صحبت جو بکيو آهي، اڳي به عرض ڪيو هو ته ڪاري موريءَ تي توهان ئي محبت مچ مچايو تڏهن اچي مقبول ٿيس ۽ آهيان. جناب نون صاحب جن هر دل عزيز آهن جو ٻيڻو پيار ڏيندا رهندا آهن. سچ پچ ته بک به محبت جي آهي، محبت چيز مهانگي جا آٽڻ آهه اٽاگي“ توهانجي رس رهاڻ توهان سان آهي، جا توهان جي اچڻ جي محتاج آهي. چوندا آهن ته ”اگهائتي آرڪجي، جڳائتي جنگ ڪجي“ طويل جي معافي ڏيندا جو هي بنده گهڻي ديگهه ڪرڻ جو لائق نه آهي، مگر قلم مان ڪجهه من دل ٺري، چو ته خط اڌ ملاقات آهي. مگر منهنجو خيال اها ڳالهه قبول ڪرڻ لاءِ به تيار نه آهي، چو ته جئن ٿو قلم سان حال اورجي تيئن ٿي جهوري ٿئي. سدا باغ بهار هوندا، اميد ته سگها ايندا، سلام پاڪر ۽ پريون هن بنده جا ۽ نون صاحب جن جا ۽ سڀني سگهڙن جا مطالع ڪندا.

-ٻيڙو فقير

محترم ڊاڪٽر تنوير عباسي

سنڌ هاسپيٽل، خيرپور سنڌ (1966 – 6 – 5)

محترم ڊاڪٽر صاحب،

اوهان سان رهاڻ کي عرصو ٿيو آهي. ملاقات جي سڪ به آهي ۽ هينئر جيڪي ادبي اختلاف ٿيا آهن، هرڪو سنجيدو شخص تسليم ڪندو ته آهي سنڌي ادب ۽ زبان لاءِ هاڃيڪار آهن. پٽ جي ميڙي تي اٿيل اختلافي مسئلو به ڏاڍو خراب آهي. بهرحال سڀني سنڌ جي اديبن کي ڪن عام نڪتن (Common Points) تي اتحاد ڪرڻ گهرجي، اهو سنڌي ادب ۽ زبان جي بقا لاءِ ضروري آهي.

هڪ اهڙيءَ ئي نڪتي ڏي ڌيان ڇڪائڻ لاءِ مان هي خط لکي رهيو آهيان. ان معاملي ۾ توهان ٻن حيثيتن ۾ مدد ڪري سگهو ٿا. هڪ لطيف يادگار سوسائٽي جي سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ ٻيو ادبي بورڊ جي ميمبر جي حيثيت ۾.
هن سال، خيرپور ڊويزن ۾، شاهه عبداللطيف جي ورسيءَ تي موڪل نه ڪئي وئي. اها ڏک ۽ شرم جي ڳالهه آهي. اوهان ان باري ۾ هڪ هڪ ٺهراءَ ٻنهي جماعتن (بورڊ ۽ لطيف يادگار سوسائٽي) طرفان خيرپور جي ڪمشنر ڏي ڏياري موڪليندا. اوهان جي سنڌي ثقافت سان محبت، ۽ سنڌي ادب لاءِ وقف ٿيل زندگيءَ کي مدنظر رکي، مونکي اميد نه پر يقين آهي ته هن ڏس ۾ اوهان ضرور جوڳو قدم کڻندا. - تنوير عباسي
.....2.....
* مورخ 12 فيبروري 1978ع سرمد جو گهر، خيرپورميرس
محترم سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
اوهانجي سوکڙي، محترم عبدالرحمان مهيسر ان وقت پهچائي، جڏهن تيز بخار جي حالت ۾ بستري ۾ هوس. هڪ سينگار جي شاعري، ٻيو ڊاڪٽر بلوچ وٽان، بخار جي تڪليف آسان ٿي ويئي.
سڄڻ جي سوکڙيءَ ۾ سندس ئي سڳنڌ
توڙي پري پنڌ، ته به اوڏو لڳو ساهه کي.

پرينءَ جي پيغام درد سيئي دور ڪيا،
اکر اڳيان اپري گلڙن جان وريام،
خوشبو ساڻ پريام، پرين پل سپ پرت سان.
اهي ٻه بيت ان وقت دل تي تري آيا. وري به اوهانجي يادگيريءَ لاءِ ٿورائتا آهيان.
- تنوير عباسي

محترم تاج محمد
باب اعليٰ بينگال، ڪلڪته (1943 – 12 – 12)
برادرم محترم نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم: بعد شونق ملاقات ۽ دعائن جي عرض ته مان بلڪل خوش آهيان اميد ته توهان به بلڪل خوش و خرم هوندا. ادا سائين، مون سان گڏ ڪلڪته ۾ محترم جمال الدين، غلام شاهه، سليمان ۽ ٽالپور لطف علي آيا هوا. جنهن مان پهريان 3

ڪلڪته مان 24 جي جيش وٽي حيدرآباد سنڌ 3 ڊسمبر 1943ع جي روانه ٿي ويا ۽ اڄ مان ۽ ٿالپر 20 جيش وٺي ڪراچيءَ واپس وڃي رهيو آهيان. مون ته هٽ دائما رهڻ جو خيال ڪيو هو ليڪن ٽرم جي ڪري واپس ٿو وڃان.
محترم احمد خان لانگاهه لاڙڪاڻه ويا آهن ۽ سندن ڪمانڊ محترم احمد خان پرڳڙيءَ جي حوالي ۽ شهر جي طلباءَ جي ڪمانڊ منهنجي سپرد ڪئي وئي آهي. دعا ڪندا ته ڪاميابي سان ڪمانڊ ڪري سگهان. مٿيون تقريرون منظور ڪرائي ''ريڊينَس'' (اخبار) ۾ شايع ڪرائي ڇڏيندا. مدرسه جي ڪمانڊ محترم عبدالجبار جي حوالي ڪئي ويئي آهي.
برادرم قادر بخش جي هٿان ڏيڍ پڙي ڪٽمنڙن جي ملي. مهرباني. ٻيو ڪل خير، سلام محترم غلام محمد ٻٽي ۽ تمام طلباء خاڪسارن کي ڏيندا.
ڪم ڪار هجي ته بنان تڪليف جي لکندا. سندن اچو ته منهن نه مٽيندا. سلام سڀني خاڪسارن جا مطالع ڪندا*.
-تاج محمد

محترم پائي ايسر پوج تارا چند
(پليو خان لغاري، سنجهورو تعلقي وارو) بمبئي
دائم اقبال جي نبي بخش خان،
خدمت ۾ جناب عاليشان پيار همونتي پاڙوسي بعد سلامن ۽ نياز سڪ محبت ملاقات جي لکجي ٿو ته هٽ سڀ خيريت آهي، توهان صاحب ڏانهن به ڏٽي تعاليٰ جي دعا سان خيريت هوندي. مطلب ته مون توهانکي هتئون پوسٽ ذريعي هڪ خط 3 يا 4 مهينا اٽڪل ٿيندا ته خط لکيو هو حيدرآباد جي ائڊريس تي، اميد ته پهتو هوندو، ڪٽنب پريوار ساڻ خوش هوندئو. پيارا باقي خبر نه آهي ته ڪيترو عرصو هونداسون، وڏڙا ته ويا هاڻ پاڻ به وڏڙا ٿيندا وڃون حال احوال 6 يا 12 مهينا ڏيڻ به ملاقات روبرو آهي.
دعائون پيار سڀني پاڙوسي ڳوٺ وارن کي ڏيندا، نالا لکندس ته توهانجو قيمتي ٽائيم ويسٽ ٿيندو، مان ته رٽائرڊ واندو آهيان، نالا سڀني جا پڙهي بي حد خوش ٿيندو آهيان ڪار خدمت هجي ته لکندا حجاب نه ڪندا.●
- نيازن سان، ايسر

محترم تيرٿ داس اميداڻي
چمبڙ تعلقو ٽنڊوالهيار (2004 – 10 – 30)
عزت مآب احترام جناب ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: قدم بوسي بعد جواباً عرض ته، مون جهڙي تڇ برابر هڪ تمام ننڍڙي ليکڪ جي ڪيل پورهي ”ميگهوس اتهاس لاءِ“ سنديش لکي، مون تي وڏا وڙ ڪيا آهن. اهي چند سٽون مون لاءِ اعزاز آهن. اوهان جهڙن وڏڙن ۽ بزرگن مون تي شفقت جو هٿ ڌريو آهي. در حقيقت اوهان مون کي هڪ وڏي ”آشيرواد“ ڏني آهي، ان لاءِ آءٌ پاڻکي ڀاڳوان سمجهان ٿو.
اتهاس ۾ اوهانجو لکي موڪليل ”سنديش“ موصوف جن جي فوٽو سان، شايع ڪرڻ جي تمنا اٿم. اوهان پنهنجو پاسپورٽ سائيز فوٽو ڏياري موڪلڻ جي عنايت ڪندا ته بيحد مشڪور رهندس. آٿا اٿم ته مايوس نه ڪندا. فقط نياز مند.
- تيرٿداس اميداڻي

محترم ڊاڪٽر ثناء الله مهيسر
مهيسر وڏا، تعلقو ڪنگري، خيرپور (2004 – 8 – 30)
سائين قبله اين. اي بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: آداب عرض ته سائين جن جو ڪتاب ”پيارن جو پيغام“ پڙهيم، جيڪو خطن تي مشتمل آهي، ۽ انهيءَ ۾ تمام گهڻي ڄاڻ آهي. ڄاڻ سان گڏ تاريخ سمايل آهي، جن ماڻهن سائين جن کان ڪي رايا پڇيا آهن. انهن جي روشني ۾ هي ڪتاب علمي لحاظ کان وڏو تاريخ جو حصو آهي. خطن جا ڪتاب اڳ ۾ ڇپيل آهن پر اهي نالي ماتر جن ۾ تاريخ ته اصل ڪونه آهي، پر سنڌ جي ڄاڻ به ڏنل ڪونه آهي. هي ڪتاب انهن مثان سج جي روشني مثل آهي. اهو سهرو اوهان جي سر تي سونهين ٿو جو اهڙا خط سنڀالي رکيا ۽ محترم محمد عثمان منگي ڇپرائي ڇڏيا ڪيا. هي سائين جن جو سنڌ واسين تي احسان ته آهي ئي آهي پر هن ڪتاب مان ٻيا صوبا به فائدو ۽ سبق حاصل ڪري سگهن ٿا.
اسان جي دعا آهي ته رب پاڪ اوهان کي صحتيابي سان گڏ خضري عمر عطا فرمائي ته جيئن هڙا ناياب ڪتاب عوام جي آڏو ۽ سنڌ واسين لاءِ خاص طور تي ايندا رهن جيئن ڄاڻ ۾ اضافو ٿئي.
- ڊاڪٽر ثناء الله مهيسر

محترم پرديسي بلوچ
پرديسي آباد (1972 – 9 – 22)
بخدمت جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلاعليڪم، طرفين خيريت مطلوب، ڪوئيٽه جون ٿوريون خبرون مليون آهن ڪچهرا ڏاڍا سٺا ٿيا جن لاءِ دلي تانگهي پيئي ته گڏ مجلسون ڏسجن ها جو اسان جو دلي سڪون آهي. پنهنجي ڳوٺن ۾ بدامني ايتري وڌندي ٿي وڃي انتها کان ٻاهر. هر روز چوري ۽ زوري اهيا ته ڪا اهميت ڪانه ٿي رکي برادري گوڙ گهوڙ تنهن کان بخوبي واقف آهيو. پر ڪي خاص چڱا انهن ۾ بي اتفاقي نه ٿئي ته چڱو ۽ غريبن سان ناانصافي به نه ٿيڻ گهرجي اسان ته نه چور نه چڱا مڙس! سمجهو ته مڙهي وسايو ويٺا آهيون دل کي ڏاڍو صدمو پهچي ٿو ته پنهنجو ڳوٺ ڦٽي ٿو، تنهنڪري توهان خدا ڪارڻ پنهنجي ڳوٺ جي مدد ڪريو ۽ پائرن سان نااتفاقي نه رهي.ڌاريا ماڻهو اسان کي ويڙهائي فائدو پيا وٺن. تنهنڪري ڌارين کي پائرن جي برابري نه ڪجي. ان لاءِ توهان ئي ڪو سهڻو رستو سوچيندا. رب سائين توهانکي نيڪي جي وار ڏني آهي. ڪير هجن ڪير ڏسن! وري نه ملندئي وار، نچ ناچو اٿئي ويل نچڻ جي! ان جو حساب رب سائين توهان کي بخشيندو. انشاالله بئي جهان موچارا ٿيندا. مسجد جو ڪم به تمام سهڻو ٿيو. رات جو هڪ به دفعا ڪڙيه حيدر خان کان ڏاڍي سهڻي سين سائي بتي جي ڏسڻ ۾ آئي. هاڻ ازو بروهي ۽ فقير جي هارين ويندي شايد فقير تائين جهڙپ پڌڻ ۾ آئي آهي، اهڙين بيدردين کي توهان ئي سهڻي نموني سلجهائي سگهندا.
وڏيڪ مالڪ آهيو، پر الله سائين توهانکي هر طريقي نوازيو آهي، چڱن کان ئي چڱايون ۽ عام جي ڀلي جا ڪم ٿيندا آهن. ڪنهن ٿي سمجهيو ته قائداعظم ان عظيم رتبي کي پهچندو! علامه مشرقي يا پين ڪيترو جدوجهد ڪيو پر رب پاڪ کي اهو سهرو قائداعظم جي سر تي پڌڻو هو شايد دل نيڪ هيس. ٿو دليون پرکي دانسڙو! اسان جي حجت به توهان تائين آهي. معاف ڪندا. پر دل چاهي ٿي ته اهڙا نيڪ ڪم دل واري کان ٿين ۽ دلين جي خريداري جاري هجي ان جو اجر تمام وڏو آهي ان سان عبادت نه پهچي سگهندي، دعا ڪندا ته بئي جهان موچارا ٿين وقت تنگ آهي مٺس ننگ آهي. پيو ڪو چارو ڪونه ٿو ڏسجي. فقير حاجي گل محمد صاحب وٺ به ڪونه ٿا هلو! حياتي تي بقا ناهي.
دنيا مين کم نه هونگي
افسوس هم نه هونگي
- پرديسي بلوچ*

محترم پرڀو ناشاد
ٽه ماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو (1977 – 2 – 8)
فضيلت مآب سائين ڊاڪٽر صاحب،
سائين منهنجا، عرض آهي ته اقليتي اديبن ۽ شاعرن کي همتائڻ لاءِ مرڪزي حڪومت هڪ انعامي اسڪيم جو اعلان ڪيو آهي، جنهن ۾ حصي وٺڻ لاءِ مون کي پنهنجي ناقص علمي ادبي ۽ شعري خدمتن جي نشاندهيءَ خاطر اوهان جي سرٽيفڪيٽ جي گهرج آهي. اوهان جو عطا ڪيل سرٽيفڪيٽ نه صرف انعامي اسڪيم ۾ مون کي بخت ياور ڪندو، پر ان سان گڏ دائمي طور مون لاءِ اعزاز ۽ افتخار جو باعث رهندو.
خبر پئي ته اوهان خير سان پٺائيءَ بادشاهه جي ميڙي جي موقعي تي سنڌ آيل هئا، مگر موڪل سبب ڳوٺ وڃڻ ڪري خدمت ۾ روبرو حاضر ٿي عرض ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪانه ٿي سگهي، انڪري خط لکي عرض ڪرڻ جي بي ادبي جي جسارت ڪري رهيو آهيان، جا اميد آهي ته درگذر سان نوازي مون غريب لاءِ ٻه ٽي لفظ عنايت ڪندا. سرٽيفڪيٽ گهربل جو مختصر مضمون، نموني طور، اوهان جي ملاحظ لاءِ هن گڏ خدمت ۾ موڪلي رهيو آهيان، جو انگريزيءَ ۾، ليٽر هيڊ تي عطا ڪندا ته لک لائق ۽ وڏ سمجهندس.
اوهان منهنجي والد سرڳواسيءَ جا محسن ۽ ڪرمفرما آهيو ۽ بنده تي شروع کان وٺي محبت جي نظر پئي ڌري آهي، انڪري مون کي يقين آهي ته منهنجو عرض ثمر آور ثابت ٿيندو.
بورڊ ۾ محترم ظفر حسن (سيڪريٽري) ۽ محترم امداد حسيني (ايڊيٽر مهراڻ) چارجون ورتيون آهن. گرامي صاحب جي ياد ۾ خاص نمبر جلد شايع ٿيندو، ڪاپي سائين جن کي اسلام آباد جي ائڊريس تي فورا موڪلبي. اوهان جو تاثر ۽ خط جو بلاڪ پڻ شايع ڪري رهيا آهيون.
- پرڀو ناشاد
....2....
* مورخ 16 فيبروري 1977ع
معظمي فضيلت مآب ڊاڪٽر صاحب،
سائين منهنجا، عرض آهي ته بنده ناچيز تي ڪمال نوازش فرمائي، سرٽيفڪيٽ سان نوازيو اٿو، انهن اپر احسانن جو ڪهڙن لفظن سان شڪريو بجا آڻيان. سائين، سرٽيفڪيٽ ڏسي فرط عقيدت وچان آبديده ٿي پيس! دعاگو آهيان ته شال ڌڻي تعاليٰ اوهان کي تندرست رکي، جيئن ملڪ ۽ قوم جي اڃا به وڌيڪ خدمت ڪري سگهو.

سائين، مهراڻ ۾ مرحوم جسٽس فيروز نانا صاحب ۽ سدا بهار سگهڙ ٻيڙي فقير متعلق مضمون شايع ڪرڻ جو ارادو آهي. مون نانا صاحب جي نياڻيءَ کي ٻه خط لکي عرض ڪيو هو ته سندن مختصر سوانح موڪلي ڏيو ته ان تي مضمون تيار ڪرائي مهراڻ ۾ ڇپيون، پر ڪانئس موٽ ڪانه ملي. ٻئي بزرگ اوهان جا پراڻا ساٿي، دوست ۽ همقدم رهيا آهن. اوهان کان بهتر ٻيو ڪو ڪون ٿو سُجهيم، جيڪو انهن بزرگن تي مضمون لکي ڏئي. مون کي خبر ناهي ته اسلام آباد ۾ اوهان جون مصروفيتون اوهان کي اجازت ڏينديون يا نه، جو اوهان مهرباني ڪري نانا صاحب ۽ ٻيڙي فقير متعلق مختصر تاثراتي مضمون لکڻ فرمايو. مرحومين جون تصويرون ۽ وفات جون تاريخون دستياب آهن، فقط مضمونن جي گهرج آهي. اوهان کي عرض ڪجي ٿو. اميد آهي ته ان ڏس ۾ احسان ڪرڻ فرمائيندا، مهيني کن تائين وقت موجود آهي، سهوليت سان خامه فرسائي ڪرڻ فرمائيندا. اميد آهي ته توهان هر طرح عافيت سان هوندا.

- پريو ناشاد

....3....

* مورخ 11 آڪٽوبر 1978ع

محترم المقام معظمي ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم، گذارش ته توهان جو نوازش نامه ۽ قاضي قادن جي ڪلام بابت مختصر تعارف پهتا. ان عزت افزائيءَ لاءِ احسانمند آهيان.

1 . ڪالهه ٽن سنڌي اخبارن ۾ توهان جو اهو تبصرو شايع ٿيو آهي، انهن جا تراشا ملاحظ لاءِ هن گڏ خدمت ۾ پيش ڪرڻ جو افتخار حاصل ڪري رهيو آهيان.

2 . مضمون علي ڪوفي مهراڻ جي اينڊز اشاعت 1978 / 3 ۾ شايع ٿي رهيو آهي.

3 . مضمون ”عرب دور ۾ سنڌ ۾ نظام تعليم“ ريڊيو تان دستياب ٿيو آهي، ٽرانسڪرپشن جو ڪم جاري آهي. ان مضمون کي مهراڻ جي نمبر 4/1978 ۾ شايع ڪرڻ جو بندوبست ڪيو ويو آهي.

4 . توهان، قاضي قادن جي نئين ناياب ذخيري بابت جيڪو تفصيلي رويو لکڻ گهرو ٿا، ان جي اشاعت لاءِ عرض آهي ته براه ڪرم توهان ”مهراڻ“ کي ئي منتخب فرمايو. مان ان شاهڪار تحرير کي مهراڻ جي حق ۾ ضبط تصور ڪرڻ جي جسارت ڪريان ٿو. مهراڻ ۾ اهو رويو، پوري صحت ۽ اهتمام سان شايع ڪيو ويندو. اميد آهي ته توهان مون کي عزت افزائيءَ جو موقعو بخشيندا. اميد آهي ته توهان هر طرح عافيت سان هوندا.

- پريو ناشاد

* ان وقت ۾ ان کان اڳ، اسان ڪاليج جا شاگرد خاڪسار تحريڪ ۾ سرگرم هئاسين. آءٌ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه ۾ سرگرم عمل هئس جو تاج محمد مون ڏانهن هي خط لکيو – نبي بخش

• ايسر ۾ آءٌ سنڌي سڪول پليو خان لغاري ۾ گڏ پڙهياسون 1982ع ۾ آءٌ انڊونيشا کان موٽندي بمبئي ۾ آيس ته منهنجي آڌر ڀاءُ ۾ دل کولي مهماني ڪيائين. هي خط پوءِ مون ڏانهن حيدرآباد جي ائڊريس تي لکيائين – نبي بخش

* هي خط عطا محمد خان (مرحوم) ڳوٺان مون ڏي لکيو. حاجي گل محمد صاحب، يعني تعلقي هالا ۾، ڀاٽوٺ لڳ مخدوم بلالي جو خليفو، ان خط کان پوءِ، آءٌ عطا محمد خان ۾ ٻين سان گڏجي بلالي وياسين. – نبي بخش

محترم جان محمد جمالي
تحريڪ تنظيم پاڪستان حيدرآباد (1972 – 12 – 6)
بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
سلام منسون! گذارش منهنجي فرزند محمد جاويد جمالي جي ناگهاني انتقال تي اوهان صاحبن جنهن محبت ۽ خلوص سان جيڪا همدردي ۽ غمخواري مون سان ڪئي آهي انهيءَ لاءِ آئون اوهان صاحبن جو دل جي گهراين سان شڪر گذار آهيان. اللهه تعاليٰ مرحوم کي جنت عطا ڪري -آمين.
- جان محمد جمالي
....2....
* مورخ 8 اپريل 1974ع، ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد
بخدمت عالي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
جناب اعليٰ! عرض ته پاڪستان جي عظيم رهنما مير جعفر خان جمالي مرحوم جي اٺين ورسي 14 اپريل 1974ع ڇهين بجي شام پاڪستان ڪائونسل هال حيدرآباد ۾ نهايت عقيدت ۽ احترام سان ملهائي ويندي. جمالي پائرن جي دلي تمنا آهي ته انهيءَ تقريب جي صدارت سائينجن ڪرڻ فرمائين. تنهنڪري استدعا آهي ته صدارت قبول ڪري ممنون فرمائيندا.*
نيازمند، جان محمد جمالي

محترم پير جان محمد قريشي
درگاهه قبله حضرت پير خانشاهه (1967 – 4 – 15)
برادرم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، هينئر مون کي پائو ميان محمد طالب(لوهار) مليو، جنهن ٻڌايو ته اسان ۾ ڊاڪٽر صاحب جن اوهان جي ڳوٺ آياسون، اوهان سان

۽ سائين قبله پير شهاب الدين شاهه صاحب جن به ڳڌ هئا. آءٌ صاحب جن ڪان فقط اڌ ڪلاڪ اڳ ۾ ٽنڊي باگي ڪنهن ڪم سان ويل هوس. اها اوهان جي وڏي مهرباني جو ياد ڪرڻ فرمايو ۽ انهيءَ لاءِ ڏاڍي خوشي ٿي. پر صحيح معنيٰ ۾ خوشي تڏهين پوري ٿيئي جو آءٌ حاضر هجان ها ۽ اسان جي ڏڌ لپ پيئو ها ۽ وري قبله سائين جن ڳڌ هئا. زيارت جو شرف به حاصل ٿيئي ها. ساڻن منهنجي پاڻيجي پير شفيع محمد شاهه جي ٿر ۾ ملاقات ٿي هئي. اها غير حاضري اسان جي بدقسمتي هئي، هاڻ عرض ٿا ڪريون اهڙي سرداري ڪان هميشه نه وساريندا ته احسان رهندو. اميد ته اوهان باعافيت هوندا. اسان جا نياز بي انداز قبله سائين پير شهاب الدين شاهه صاحب کي ڏيڻ فرمائيندا. اسان جي ساڻن غائبانه محبت آهي، انشا الله جلد زيارت ڪبي. اچوڪي تاريخ به هميشه ياد رهندي.
ٻيو عرض ته فقير آدم عمراڻي هن دنيا مان لڏي ويو جنهن کي شاهه صاحب جو رسالو گهڻو ياد هو، جنهن جو انجام به اوهان سان هو. حاجي عمر چانديه به گذاري ويو، دنيا پئي خالي ٿيئي سائين!
- جان محمد قريشي
....2....
* مورخ 17 فيبروري 1968ع، درگاهه پير خانشاهه رح، ٽنڊوباگو
برادرم جناب خانصاحب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، دراز عرصي ڪان پوءِ اڄ قلم رستي ملاقات ٿي آهي، رات چڙ ته روبرو ريڊئي ذريعي ملاقات جو شرف حاصل ٿيو. رات اوهان جي تقرير ايڏو سمجهايو جو اسان سمجهيوسون ته اسان جون پراڻيون روايتون ۽ رسمون ۽ مجلسون فيض ڪان خالي نه آهين ۽ انهن کي بلڪل نه وساريون جو رڳو فيض آهي. جيڪا ان ڏس ۾ اوهان خدمت ٿا ڪريو تنهن جو اجر ثواب رب سائين ڏيندو ۽ اسان اوهان جي لاءِ هميشه دعائون گهرندا رهنداسون. اوهان کي شال رب سائين پنهنجي محبوب پاڪ ﷺ جي مهابي نوازي ۽ آباد رکي آمين.
انشاء الله جلد اچي زيارت ڪبي. هن طرف لائق ڪار خدمت هجي ته حڪم ڪندا.
والسلام.
- نياز مند،
پير جان محمد قريشي

محترم جئه وير
بمبئي (1961 – 12 – 6)
سائين،
”ساهت سڳنڌ“ جي پهچ پهتي مهرباني. اميد ته ان ڪانپوءِ موڪليل ”سمرپڻ“ ستن ناٽڪن جو مجموعو پڻ پهتو هوندو.
”سنڌي ساهت منڊل، بمبئي“ وارن دوستن جو ويچار آهي ته پروفيسر منگها رام ملڪاڻيءَ جي اڳواڻيءَ هيٺ، ايڏانهن سنڌ ڏانهن گهمڻ اچجي. سنڌن مرضي آهي ته اگر مئي – جون ڌاري ايڏانهن ادبي ڪانفرنس ڪوٺائي وڃي ته سٺو، جيئن گهمڻ ئي اديبن ۽ وداونن سان هڪ هنڌ گڏجي سگهجي.
ان بابت مون ثميره زرين، رشيد ڀٽي ۽ غلام ربانيءَ ڏانهن پڻ لکيو آهي. اميد ته اوهان صاحب پڻ ان بابت ڪوشش ڪندا.
وڌيڪ سکه، هن طرف ڪو ڪم ڪار هجي ته ياد ڪندا.
- جئه وير

محترم جان محمد ڀٽو
اداره تعميرِ ملت منصوره حيدرآباد (......19 – 7 – 6)
محترم و مڪرم،
السلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاته، طرفين خيريت مطلوب، گذارش آهي ته اوهان صاحبن کي چڱيءَ طرح معلوم آهي ته مرحوم مولوي شفيع محمد نظاماڻيءَ جن جو قائم ڪيل هي مدرسو گهڻن سالن کان علم جي ميدان ۾ عوام جي بهترين خدمت ڪري رهيو آهي. هي ادارو ديني ۽ دنيوي تعليم ٻنهي کي گڏ ڪڻي هڪ مثالي تجربو قوم جي آڏو پيش ڪري رهيو آهي. جنهن لاءِ اهل اعلم ۽ ذميدار حضرات نهايت اطمينان جو اظهار فرمائي چڪا آهن. هي مدرسو سنڌ لاءِ قابل قدر ۽ قابل فخر آهي. هن اداري جي ماتحت منصوره ۾ قوم جي ڀلائيءَ لاءِ ٻيا به ڪم شروع ڪرايل آهن. جهڙوڪ (1) تربيت گاهه (هاسٽل) (2) دارالقران (3) حفظ القران (4) خيراتي شفاخانو (5) گرلس ڇوڪرين جو اسڪول.
جيئن ته هي ادارو توهانجي پرسان آهي وقت بوقت معانو ڪري نيڪ مشورا ڏيئي اسان لاءِ همت افزائي جو باعث بڻيا. مان خصوصاً توهانکي گذارش ٿو ڪريان ته هن نيڪ ڪم ۾ توهان زڪوات، صدقات، خيرات وغيره جي ذريعي اسانجو ساٿ

ڏيو، تا ته ادارو دلجمعيءَ ۽ خوش اسلوبيءَ سان دين جي خدمت ڪندو رهي. ديني تعليم تي خرچ ڪرڻ هڪ صدقه جاري آهي، جنهن جو اجر هميشه ملندو رهي ٿو.
- جان محمد

محترم پير سيد جعفر علي شاهه راشدي
پوسٽ جهڏو (1967 – 12 – 27)
محترمي و مڪرمي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، اوهانجو خط 11 جولاءِ جو آيل هو. جنهن ۾ پير علي اصغر شاهه راشدي مرحوم جو اردو ڪلام بابت ۽ پير ڪليم الله راشدي بابت استفار ڪيل هو. اتفاق سان اهو ڪاغذ جواب لکڻ وقت ٽيبل تي رکيو هيو. پين ڪاغذن ۾ گڏجي ويو، جو اڄ وري نظر چڙهي ويو. جواب عرض رکان ٿو دير صرف 5 منٽ جي ٿي آهي. جا اميد ته اسانجي روايتي سستي ۽ غفلت کي مدنظر رکي معاف ڪرڻ فرمائيندا.
پير علي اصغر شاهه مرحوم، جو اردو ۾ ڪوبه قابل ذڪر شعر ڪونهي. باقي سندس فارسي، عربي ۽ سنڌي نثر خواهه نظم جو وڏو ذخيرو مون وٽ موجود آهي. سندس نقاشيءَ جا نمونا، سندس جواني پيري جي مختلف دورن جا فوٽو به موجود آهن جي ڪنهن وقت گهربا ته مهيا ڪري سگهندس.
پير ڪليم الله شاهه راشدي اسانجي خاندان مان هو. اڪثر لاڙڪاڻه طرف رهندو هو. مجازي مسلڪ ۽ شاعرانه مزاج رکندو هو اسان کي مرحوم پير سائين ڪوٽ ڏٺي جي رجبيءَ جي موقعن تي سنڌي مدحيه اشعار پڙهندي ٻڌو هو. شعر سڀ سنڌي ۾ چوندو هو. سندس وفات پير سائين ڪوٽ ڏٺي جي وفات کان ٿورو پوءِ آهي.
پير تراب علي شاهه راشدي قمبر وارن جي خاندان مان يا پير صاحب علي انور شاهه راشدي لاڙڪاڻه وارن کان سندس حالات جو وڌيڪ پته پوندو.
پير علي اصغر شاهه مرحوم جا هي چند بيت هڪ سندس مون ڏانهن لکيل خط مان هٿ لڳا آهن جي عرض رکان ٿو.
ڪيا لکون آپ ڪو مين اپنا حال،
صبح آزار شام هي جنجال.
خوف ساري هي فڪر طاري هي،
گفتگو بهي برازداري هي.

يه سمجهني ڪي ماجرا هي نهين،
نه شنيده هي اور نه ديد ڪهين.
اميد ته اوهان بالڪل خوش و خورم هوندا. يادگيريءَ کان نه وساريندا ۽ هن طرف اچڻ ٿئي ته زيارت ڪرائيندا. آئون چند دفعه اوهان کي ڏسڻ آيو آهيان. پر اوهانجي موجود نه هجڻ ڪري ملاقات نه ٿي سگهي.
- جعفر علي شاهه

محترم ”مسڪين“ جهان خان کوسو
ننگرپارڪر (1970 – 2 – 18)
خدمت ۾ جناب ڪرم فرما ڊاڪٽر نبي بخش خان،
السلام عليڪم: غريب نواز خط آٽيندڙ اسان جا ٽي ٽري شاگرد اوهان صاحب جي خدمت ۾ روبرو پيش ٿيندا. پنهنجو احوال روبرو عرض ڪندا. سندن ڪم بلڪل واجبي آهي. دل و جان سان ڏڪاري ٽرين جو ڪم ڪرڻ جي ترت عنايت ٿيندي ته اوهان صاحب جو دائمي احسان سمجهيو ويندو.
ٽري شاگردن جو ڪم صرف في معاف ڪرڻ جو آهي، ٻيو سڀ خير و السلام.
- جهان خان کوسو

محترم جئرامداس دولترام
5 جنوري 1960ع، سنڌو ريسرچ سوسائٽي، نيو دهلي.
پيارا دوست، سدا سرها هجو.
اوهان جو خط اڄ مليم. 31 جو لکيل هو. پڙهي خوشي ٿي. اوهين وري هتي اچو ٿا. خدا جا ليکا خدا ڄاڻي سو وري گڏجاڻي جو موقعو ٻڌايو اٿس. اوهين مهرباني ڪري ”جن پٿ“ يا جنهن به هوٽل ۾ لهو ته مونکي 35141 جي نمبر تي ٽيليفون ڪجو ۽ ٽيليفون جلد ڇڏجو نه، متان مان ڪنهن پرئين ڪمري ۾ هجان ۽ پهچڻ ۾ ڪجهه دير لڳي. پوءِ گڏجڻ جو وقت مقرر ڪنداسين ۽ اوهان جي ٻن هفتن جي قيام جو ڪجهه فائدو وٺبو. مون به اوهان کي هڪ تازو ئي خط لکيو آهي ٻنهي خطن هوا ۾ ملاقات ڪئي هوندي. اميد گهر ٻار سوڌو خوش باش هوندا. قربن سان.
- جئرام داس دولترام
....2....

* مورخ 13 جولاءِ 1961ع، 14 تغلق روڊ، نيو دهلي
پيارا دوست، شال سدائين سکي هجو.
اميد ته اوهان وٽ سڀ خيريت هوندي ۽ اوهين خوش باش ۽ پنهنجي ملڪ جي خدمتن ۾ محو هوندا.
منهنجو اڳيون خط مليو هوندو. اوهان جي گهڻي مهرباني جو ڊاڪٽر خان کي اوهان منهنجون يادگيريون پهچايون. سندس قربائتو خط به آيو ۽ پنپور (بنپور؟) تي ڪتابڙي به پهتي. پڙهيم پنپور جي وڏيڪ حقيقتن لاءِ بک پيدا ڪري ڇڏي اٿس. ڊاڪٽر خان کي انهيءَ بک جو پتو ڏنو اٿم.
ڪتاب جيڪي اوهان اپريل واري ڪانفرنس وارن کي هٿي ڇئي ويا هئا اهي به پهتا اٿم. واجبي سببن جي ڪري دير ٿين. انهن ڪتابن لاءِ بيحد مهرباني ڇڱو ڪارگر ثابت ٿيندا. ٿيه اکري شروع ڪئي اٿم. ڪيڏو نه لوڪ ادب جو لڪل خزانو پيو آهي. اوهان جي ان باري ۾ پروگرام هتي زبردست اثر پيدا ڪيو. اميد ته ان اهم ڪم ۾ اوهان کي پوري سوڀ ملندي.
اڄ خبر مليم ته اوهان شاهه صاحب جي ايندڙ ورسي تي ڪا مخزن ڪڍڻ وارا آهيو، جنهن لاءِ اوهان ليکڪن کي دعوت ڏني آهي. بڏي ڏاڍي خوشي ٿي دل ٿي ته مان به جيڪر ڪجهه ان باري ۾ ڪريان پر وقت ڏاڍو تنگ آهي. منهنجو هڪ ليکه اڳ جو آهي جي مناسب سمجهو ته پلي ڪم آڻيو. پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي جو شاهه جو ايڊيشن 2 سال ٿيا ته هتي نڪتو هو. ان لاءِ مون مهاڳ لکيو هو. اهو ڪتاب اتي اوهان وٽ ضرور موجود هوندو. جي هٿيڪو هجي ته اهو مهاڳ نظر مان ڪيجو. جي ڪارائتو لڳي ته پلي ڪم آڻجو. خبر نه آهي ته هتان بين ڪڇ لکي موڪليو آهي يا نه. اهو اسان جي پاران ”عيوض“ لکي ڪري سمجهو. جي اهو ڪم آڻبو ته ان ۾ ڪي درستيون ضرور آهن. هن سان شامل ڏار پني تي اهي درستيون لکيون اٿم.
موهن سنگهه جو پنجاب جي ادبي تاريخ اڃان نه ملي سگهيو اٿم. چنديگڙهه جي هڪ دوست جي چئي آئي ته هو اڃان تلاش ۾ آهي. جئن ئي آيو تئن موڪلي ڏيندس. مون لاءِ خوشي جو باعث ٿيندو جي اوهان تائين اهو ڪتاب رسائي سگهيس.
اوهين به ڏاڍا ٿا مشغول رهو ۽ انيڪ قسمن جون جوابداريون پيا پوريون ڪريو. پنجاه سال اڃان ڪم ڪرڻو اٿو. شل تندرستيءَ سدا سالم رهي. اميد ته سڀئي دوست ۽ پيارا اوهان جا خوش خورم هوندا.
قلم تازوِ مون وارو ليکه ڪم آڻي سگهو، انهيءَ سالگره مخزن جي هڪ ڪاپي موڪلڻ جي ڪوشش ڪندا ته احسان! شاهه پڻائي تي ڪجهه به ڇپل لکيل جو مله

آهي، جڏهن اهو اوهان جي نگراني هيٺ شايع ٿئي. -
جئرامداس دولترام
....3....
* مورخ 24 سيپٽمبر 1962ع، نيو دهلي (وقت؛ رات جو پوڻا ٻارهن)
پيارا دوست، سدا خوش هجو!
هي وقت خطن لاءِ ناهي پر پلنگ لاءِ آهي. پر اهو قاعدو ته سنسار جي وهنواري انسانن لاءِ آ. خفتي مستانن لاءِ جي کوج کوٺ جي ٻين مٿان کنڌ کنڌ لڳايو ڏين. سو هن کنڌ کنڌ لاءِ معافي طلب آهيان.
اميد ته اڳيان خط پهتا هوندا. تندرستي اول نمبر جي رهندي آئي هوندي. اٿاهه ڪم ۾ بندهه ٻڌي ڪين ويا هوندا ۽ صحت سدا برقرار هوندي.
احمد آباد مان ڪابه خبر ڪانه رسي سگهي. خبر نه آهي ته اهي پبلشرس ۽ اهو ٽرسٽ اجان اتي آهن ڪين ڪڏهوڪو ڪراچي اچي ويا آهن.لڳي ائين پيو. ڪڏ پتو لهن ڪين سگهيو اٿن. ائڊريس اوهان کي موڪلي هيم. اوهان شايد سنڌو کي به لکيو هوندو.

* مير جعفر خان جمالي مرحوم لاءِ وڏي عزت ۽ محبت هئي. آءٌ شريڪ ٿيس- نبي بخش

شاهه صاحب جي ايندڙ ورسي جي رسالي لاءِ ڪڏهن ڪو ليکه موڪلجي. دير ۾ دير ڪڏهن؟ خيال پيو ڪريان ته سر رامڪلي ۾ جوڳين وغيره نسبت پوريون حقيقتون هٿ ڪري لکي موڪليان. اوهان کي گهربو هو. پوني مان لڇمڻ خوبچنداڻي اوهان کي لکيو آهي ته اوهين اسانجي سوسائٽي جي رسالي لاءِ ليکه لکي موڪليو ته گهڻي مهرباني. سو اميد ته ان لاءِ به ڪجهه وقت ڪڍي سگهندا. ان رسالي جا 3 ڀاڱي ٿيندا انگريزي (مکيه)، هندي ۽ سنڌي. خاص مطلب آهي ته هتي جي غير سنڌين کي سنڌين جي تاريخي ۽ ادبي ڳالهين جي خبر پوي. اميد آهي ته هندستان جي ڪن ماهرن کان به انهن ڳالهين تي ليکه ملن خاص ڪري سنڌي ٻوليءَ نسبت اوهان جو ليکه رسالي کي سوڀيا ڏيندو. اها پڪ اٿم.
اوهان جي يونيورسٽي جي مئگزين ته نڪرندي هوندي. جي پانيون ته ان مان ڪجهه پرائي سگهون ته ضرور موڪلڻ جي تڪليف وٺندا، بشرطيڪ اهو سٽائي مان ٿي سگهي. سنڌ جي علمي دنيا سان ڪجهه ناتو رهندو ئي ايندو. گهڻي قرب سان. -
جئرامداس
....4....
* مورخ 6 ڊسمبر 1964ع، نيو دهلي

پيارا دوست،

اجان اڳيون قرض ئي ڪونه لاٿو هوم ته نوان قرض مون غريب تي مڙهيا اٿو! ڪم جي پيڙ اوهانجي اڳئين خط جو بروقت جواب نه ڏيڻ ڏنو. دير ٿي ويئي رهجي ويو. سيان سيان ڪندي اجوڪيءَ ڪواٽيءَ منزل تي رسايو اٿس. جو لچارو ڪيو اٿس. بلا پئي انهيءَ پيڙ تي، شل وري منهن نه ڏيکاري! هاڻي به اڌ رات اچي ٿي آهي. وري به انهيءَ سپاڻ سپاڻ جي سستي اچ ورايو، پر نيٺن سان لڙي نيٺ ڪين اوجاڳي لاءِ مجايم ته هي نئون قرض جو اچي چڙهيو آهي. سو وڏيڪ وجهڻ جي حد بي شرمي جو گناه نه ڪرائيم. سو عنات جو ڪلام اچي سلامت هٿ ۾ رسيو. ان کي به په مهينا اچي ٿيا. پٺو. قرض چڙهي ويو.

پهرين ڏينهن ته ”مقدمه“ شروع ڪيم پر ڪلاڪ ته دل نه چيو ته ڪتاب ڇڏ پوءِ وقت پي پڙهيو اٿم. اوهان جي خدمت کي سلام آهن. اج پورو ڪيو اٿم. پورهئي جي به ڪا حد ٿيندي آهي! پر هيتري پئي ڪم هوندي کوجنا جو ايڏو اونهو ڪم ڪري سگهيا آهيو، ان مونکي عجب ۾ وڌو. مان نٿو پانيان ته ڪنهن به سنڌي شاعر تي اهڙي قابليت ۾ کوجنا جي اونهائي سان ”مقدمه“ لکيو ويو آهي. ”متن“ تي محنت، اها وري ٻي علحدي ڳالھ آهي. اها به وڏي جاکوڙ جو باب آهي. مونکي ذرو به شڪ نه آهي ته اڌ صدي کن تائين هي ڪتاب پنهنجي جڳهه والاريندو رهندو. سنڌي ٻوليءَ جي لحاظ کان هن ۾ اهو مال آهي جو شاھ صاحب جي رسالي ۾ به نه آهي. ڏاڍا ڪهنا، چيدا ڳوناٽا لفظ بيت بيت ۾ پريا پيا آهن. لغت لاءِ اکند پندار آهي. ڇاپو به ته تمام سٺو آهي. ڪيڏو نه ڪم اتي ٿئي پيو. اوهان جي ڪُلهن تي بار چڙهندو ئي رهي ٿو. پر مان ڏسان ٿو ته اهي جهڪڻ جهڪڻ جي ماڳ النو اپا کڙا ٿيا بيٺا آهن. مبارڪون! مان ته چوندو آهيان ته مڙس اهي آهن جي هر سال هڪ سوان جوان ٿيندا وڃن. شل سکي هجو.

نياپا نينهن گاڏئان، ڪو پائر پانڌي ني

اميد ته پهچي ويندا. قربن سان.

- جئرام داس

....5....

مورخ 1 سيپٽمبر 1965ع، نيو دهلي

پيارا نبي بخش، شل سدا خوش هجو.

ڪالھ هڪ ننيڙو ليکه موڪليو اٿم. امرڪوٽ (عمرڪوٽ) جو 17 – 16 صدي جو رهواسي هڪ سوامي نجانند ٿي گذريو آهي. ان جي چيلي 17 صدي ۾ 600 سنڌي بيت چيا آهن جي چيپل آهن. مان انهن جي ڳولها ۾ آهيان. ٻوليءَ جي تاريخ

جي لحاظ کان اها هڪ دلچسپ گواهي ٿيندي. جي  ان ننيڙي ليکه پڙهڻ جو وقت ملي ته رايو موڪلجو. هڪ بيل گاڏي (جي تصوير) هن خط سان شامل آهي. ”قربن سان پريل“.

- جئرام داس

....6.....

* مورخ 16 آگسٽ 1970ع، نيو دهلي.

مهربان دوست،

تمام گهڻي وقت پڇاڻان اوهان کي لکي رهيو آهيان. ڪيترائي ڀيرا لکڻ جو خيال آيو آهي ته ڪنهن نه ڪنهن سبب ڪري ٻين ڪمن ڪري لکپڙهه گهٽائڻي پئي پئي. تان جو اڄ زور ڪري ٻيا ڪم پاسي ڪري ٻه اکر لکان ٿو.

خدا جي فضل ۽ رحم سان اوهان جي تندرستي بلڪل ٺيڪ هوندي ۽ پورهيو سرير کي تازو توانو رکندو ايندو هوندو. هي خط ٻن مطلبن لاءِ (خود مطلبي جو مثال) لکي رهيو آهيان. دودي چنيسر نسبت پراڻي ۾ پراڻا بيت کپنم. ڳاهن جي صورت ۾ شايد آهن. اوهان جي رٿيل Folk Literature جي ڪنهن ڪتاب ۾ آهن، اهو ڪتاب کپندم.

”بيان العارفين“ ۾ جيڪي شاهه عبدالڪريم جا سنڌي بيت آهن انهن مان ڪن جو Photo Print کپيم ۽ ان سان گڏ سيني بيتن جو نقل، ٽُز انهيءَ صورتخطيءَ ۾ جهڙا پرائي  هٿ اکر نسخي ۾ هجن.

اوهان کي تڪليف ڏئي رهيو آهيان. معاف ڪجو. ”Sindhology“ جي ڪنهن به وشيه تي اوهان تازو ڇپايو آهي، جي ڇپايو هجيو ته اهو به کپندم.

منهنجي خود مطلبي جو مٿيون سڀ شاهديون آهن! شل سدا خوش هجو. گهر ٻار سان قربن سان.

- جئرامداس

محترم جوهر بروهي

فريدآباد

عزت مآب گرامي قدر سائين ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪمِ سائين جن جي مصروفيتن جي مدنظر  هن خط لکڻ جي سگهه ساري نه ٿو سگهان، پر با مجبوري عرض گذار آهيان جي طبع ڪريم متحمل ٿي سگهي ته  جواب ۾ ٻن لفظن لکڻ جي عنايت فرمائيندا. هن بيت متعلق عرض آهي:

جبل جيڏو ئي، جو آڏو آريچن کي،
وٺي ور واٽ ٿئا بُرفت بروئي،
رڻن ۾ روئي، پسان مان پنوهه کي.
شاهوالٽي جي رسالي ۾ اهو (بروئي) لفظ بروهي آهي. هاڻي عرض اهو آهي ته لفظ برفت فارسي مصدر رفتن جو ماضي مطلق آهي يا رند قبيلي مان نڪتل شاخ ساسولي جو ذڪر آهي جيڪي بلفت جي اولاد آهن. اميد ته روشني وجهندا.
خادم سبقا رسالو جناب الحاج رسول بخش خان ڏيري وٽ پڙهي رهيو آهي، انهن وٽ به هي بيت عرض رکيو هيم انهنجي ايماءَ تي هي عرض حضور اعليٰ ۾ ڪري رهيو آهيان.
پيو عرض آهي ته پاڪستان بروهي پبليڪيشن سنڌ جي طرفان خدمت اقدس ۾ بروهي ڪتاب بطور هديه پيش ڪيون، اميد ته اهڙو اجازت نامون به عطا ٿيندو. سلام جناب حاجي رسول بخش صاحب جن جا پيش خدمت آهن.
- خادم، جوهر بروهي

محترم پروفيسر جهمٽ مل ڀاوناڻي
ايڊووڪيٽ، ڪلڪته (جولاءِ 1976)
منهنجا مربي ڀاءُ،
اول خير، گذريل سال، اوهان ڏي خوش خير و عافيتي خط، ٻه ٽيپرا، هتي ٽپال ۾، پنهنجن هٿن سان پاڻ وڌم. انتظار ڪيم پر پهچ نه آئي. پيو خاص ڪي ڪين وسهيم، چو ته ٽپالن تي ويسهه ڪهڙو؟
ٻه چار مهينا ٿيا ته ٽپال رستي هت هڪ ڪتاب رجسٽر پهتم. حيدرآباد سنڌ کان آيل هو. دل پرچي آيم. مُني صدي اجها ٿي پرچي اچي، تنهن لڳه حيدرآباد سنڌ ۾ جنميو هئوس. ننڍپڻ ۾ ديوان صاحبن هٿ رکيم ۽ تڏهن سندن پر واريءَ وڏي اوطاق ۾، مرزا قليچ بيگ صاحبن کي پيرين پوڻ جو موقعو نه مليم، پر وڏا ڀاڳا پرچي آيم جو جلد ئي مرزان صاحبن جي ڪشش ٿي ته ”قليلي“ جي هن پار، مرزا جن جي ڳوٺ ۾ وٺن وجي شاهه جو رسالو پڙهڻ سمجهڻ شروع ڪيم. اتي شاهه جا رسالا پيا به ڏٺا هئم پر مرزا صاحب جن جي رسالي لاءِ اڄ به سيني کان سرس نياز اٿم. ڪراچيءَ ۾ ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج ۾ پڙهڻ لاءِ ويس. پر اباڻو گهر اتي ئي هوندو هوم. هيراباد پوءِ لڏي وياسين جتي منهنجي چاچي وسڻ مل مورج مل جا گهه نهرائي. ڪراچيءَ ۾ پڙهندي، نيو هاءِ اسڪول ۾ ماستري ڪيم جتي لالچند امر ڏنئي مل جو سنگ نصيب

ٿيم. سنڌي لکڻ تي تڏهن هٿ هريم ۽ تڏهن سنڌ ساهت سوسائٽي جي رسالن ۾ منهنجا به ڇهه کن رسالا ڇپجي ظاهر ٿيا هئا. وڪالت پاس ڪيم ۽ جيتوڻيڪ وڏو سالو ڇيٺسنگ رامچنداڻي حيدرآباد سنڌ جو برکه وڪيل هئوم، جيتوڻيڪ ٻيو سالو ٻنگومل نارائن سنگ رامچنداڻي بالسٽر ڪراچيءَ ۾ واڌومل ڪمپني ۾ هئوم ته به مون وڃي ميرپورخاص وسائي جتي اول پوليس پراسيڪيوٽر هوس ۽ پوءِ نجي وڪالت شروع ڪيم. ميرپورخاص ۾ ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب سان ادبي موقعي تي ڏيٺ ٿيم، جيتوڻيڪ مون واري وقت جي شروع ۾ ڊاڪٽر صاحب به ساڳئي ڪاليج ۾ برک ٿيل شاگرد هو. ميرپور ۾ موسوي، عثمان علي انصاري، شهواڻي ۽ حيدر بخش جتوئي وغيره سان گهرائي نصيب ٿيم. پوءِ وري حيدرآباد سنڌ ۾ ڇيٺمل پرسرام، پيرومل مهرچند، نانا غلام علي وغيره جو سنگ پلئه پيم. ٿياسافيڪل سوسائٽي ۾ به وڃبو هو ۽ پرسان ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم (خليل) سان ڏيٺ ٿيم، پر سندس شعر ۽ شاعري ڪتاب جو پهريون ڀاڱو پارت ۾ آئي بعد پڙهيم. اسهڻ جي ويل اڇي ويئي آهي، پر ڇٽيون ڪي يادگيريون حيدرآباد سنڌ جون ۽ سڇي ٿر جون اٿم ئي اٿم. سنڌ ڇڏڻ پڇاڻان، بمبئيءَ مان. وري به پنهنجي انهيءَ حيدرآباد سنڌ سان ساٿهڪ سبنڌ جاري ٿيم ۽ اهو وري جاري ٿيل وقت مان پنهنجي سڄيءَ حياتي جو سڀ کان اعليٰ عرصو وسهندو آهيان.

ورهاڱي پڇاڻا، پهريون ڪتاب جو اڇي لکيم سو آهي، ”سنڌي شعر – چند سگنڌ“. انجي مهاڳ ۾ هاڻي مرحوم لاسنگ اجواڻي لکيو هو ته مون هند سنڌ ناتي نرنئه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ادبي ڪيتر ۾ منهنجو يولامار ڪتاب ان ڏس ۾ ئي ڪيل ڪوشش جو ڦل هئو. سنڌي شعر جو ٻيو ڀاڱو علم عروض تنهن ۾ نظم بندي جي مدنظر، سنڌي شعر جو اردو شعر سان سبنڌ ڏيکايم، هندي شعر سان تواريلي حقيقتن سان، ٻنهين کي پيٽيندي. منهنجو اپياس خسيس آهي. علم اٿاه آهي، پر مکيه اُدم انهيءَ ڏس ۾ پئي لڳايو اٿم ته سنڌي شعر ۽ شاعريءَ جو پارتي شعر ۽ شاعريءَ سان وڏيڪ ۽ وڌيڪ سبنڌ پيو ڳوليندو رهان. ڪامل جو ڪلام جو اوهان وٽ آهي اهو ته شاه جي شعر مان چونڊ آهي. سڄو رسالو تڏهن ملڻ ئي محال هو ۽ جيڪي سنڌي هتي اچڻ بعد سنڌي پڙهيائي ڪين هئا پر هندي لازمي طور پڙهندي ديوناگري اکر سکيا هئا، تن لاءِ وري ديوناگري ۾ شاه جو چونڊ شعر تيار ڪيم جو ڇاپايو ويو. ڪلياڻ جو شاه جو رسالو ڪن ٿورن کي خريد ڪرڻ جي طاقت آهي سو ڪامل جو ڪلام جلد نيڪال ٿي ويو. اها شاه جي شعر جي چونڊ مون لاءِ منهنجي حياتي جي مکيه مواد ڪان الڳه هئي. سنڌ هنڌ جي شاعري ۽ ادبي اصولن جو ناتو ڏيکارڻ لاءِ گهڻا هندي ڪتاب پڙهڻا پيم جن جو نتيجو نڪتو. ”پنج گنج – پارتي ساهتيه سڌانت“

منهنجي پريتم نالي گهنشام بگو مل پنهنجي پتا جي يادگيرين لاءِ ستاپن ڪيل ٽرسٽ مان هن ڪتاب جي ڇپائيءَ جو خرچ ڀنهين ليپن، عربي توڙي ديوناگري ۾، هموار ڪيو. ديوناگري ۾ ڇپجي تيار ٿيو. پني ۽ ڇپائي جا اگهه چڙهي ويا ۽ منهنجي پريتم عربي سنڌي ۾ ڇپائڻ کان نابري واري....

ٻي هڪ مراد ڪڏهوڪو هيم پر هاڻ پوري ٿيڻ محال آهي: راجستاني دوهن ۾ سنڌ جي آس پاس وارن علائقن جي شاعرن جو اپياس ڪندي ڊاڪٽر گربخشاڻي واري رسالي ۾ ڏنل شاهه جي شعر بابت ڪي شنڪائون من ۾ پئي جاڳيون اٿم. پر هو صاحب هو علم ادب ۾ هاٿيءَ مٿ ۽ آءٌ آهيان هڪ خسيس ڪِلئي، سو چاهيم ته شاهه جي رسالي جو قلمي نسخو پاڻ پڙهي، پنهنجا تڇ ويچار اتي جي حالي دماغن حوالي ڪريان.

خط بدران دراز داستان ٿي ويو آهي. اوهانجي مشغولين ۾ رڪاوٽ وڌي اٿم سو معافي طلب آهيان. پنهنجي صحت جو سماچار سهوليت سان ڏجوم. جويو صاحب ۽ غلام محمد گرامي ۽ ٻين لاڳاپيلن جي خبر چار به سهوليت سان ڏجوم. جويو صاحب ۽ غلام محمد گرامي ۽ ٻين لاڳاپيل جي خبرچار به سهوليت سان موڪلڻ جي مهر ڪجوم. اڳي مهراڻ ۾ لکيو هئوم ۽ وري ٿو دهرايان ته سنڌ هند جدا ٿيا پر اسان سنڌين جون ڀنهين طرفان دليون جدا ٿئيون ڪين آهن، برابر اوهين سڀ اتي جا سنڌي پاڪستان جا وفادار عناصر ۽ اسين هتي جا سنڌي پارت جا سچا ديس واسي ٿي رهندا پيا ايندا‌سين. پر نينهن جا ناتا شل توڙ تائين نباهيندا رهون ته لکه ڪٽياسون. شاهه، سچل، سامي ۽ ٻيا پنهنجين دلين ۾ جيسين سمايل هوندا، تيسين اوهين اتي جي سنڌ ۾ ۽ اسين هتي واري هينئين ۾ سانديل سنڌ ۾! سڀ سدائين سنڌي! قرب ۽ عزت سان.

- جهمٽ مل

محترم قريشي حامد علي خانائي

گورنمينٽ ڪاليج نوابشاهه (1990 – 3 – 17)

بخدمت جناب استاد محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

السلام عليڪم: احوال عرض ته دوئين طرفين خيريت مطلوب.

عرض ته ”لب تاريخ سنڌ“ جي انگريزي مقدمي ۾ اوهان ”خداداد خان“ جي تصنيفات جو ذڪر ڪيو آهي، تن مان ”خيرپور نامه“ جو به اوهان ذڪر ڪيو آهي ان ۾ اوهان فارسي متن جو حوالو ڏنو آهي. عرض آهي ته اهو مذڪور ڪتاب اوهان جي

نظر مان گذريو آهي، يا صرف مصنف جي لکڻ مطابق جنهن جي صفحن جو حوالو ڏنو آهي، بيان ڪيو آهي. اهڙي طرح سان ”پل نامه“ ۾ پڻ مصنف جو ڪتاب آهي. تازو مصنف جي باري ۾ مون ڪجھ لکڻ گهريو ٿي. ان سلسلي ۾ پنهنجن ڪتابن کي اٿلائيندي ”خيرپور نامه“ هٿ اچي ويو. 1891ع جو ڇاپو آهي. ان طرح سان ٻيو مذڪور ڪتاب به پاسي ڪنڌ پيل هوندو. لب تاريخ سنڌ وارن سان منهنجي ڏاڍي مرحوم جي دوستي هئي. مصنف جو شايد فوٽو به هجي. انشا الله تعاليٰ ته ان تي هڪ سير حاصل مقالو جلد ڪنهن رسالي کي موڪليندس. هاڻي عرض آهي ته اوهان مهرباني ڪري ان مذڪور ڪتاب جي صرف اهميت ۽ افاديت جي باري ۾ رهنمائي ڪندا ته مهرباني.

هن کان ڪجھ وقت اڳ ۾ اوهان جو مهراڻ رسالي ۾ ڪوٽڙي ڪبير تي مقالو شايع ٿيو هو جنهن ۾ اوهان لکيو آهي، ته قاضي ميان نظام الدين جو خاندان ختم ٿي چڪو آهي. انهيءَ لاءِ گذارش آهي ته قاضي نظام الدين جو تعلق ”قرشي خالدي“ گهراڻي سان هو ۽ ان جو خاندان اڃان به هلندو اچي ٿو. انهيءَ قاضي صاحب جي اولاد مان آءٌ (حامي علي قريشي) آهيان ۽ قاضي صاحب جي گهراڻي جي قاضي ميان عبدالرحيم جي لڙهي مان آهيان. ان جو مفصل احوال مون پي. ايڇ. ڊي جي مقالي ۾ ڏنو آهي.

”جمعو فقير“ ۽ ٻين ڪن جو ڪلام مون وٽ آهي جنهن کي اوهان لاءِ موڪلڻ جو ارادو آهي. مون کي خبر نه آهي ته سائين جن اڄ ڪلھ حيدرآباد يا اسلام آباد ۾ رهن ٿا. – قريشي حامد علي خاندائي

....2.....

* مورخ 22 آگسٽ 2004ع نوابشاھ

بخدمت حضرت استاد سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

السلام عليڪمِ دوئين طرفين خيريت مطلوب.

احوال عرض ته تازو سائين جن جي پياري سعادتمند شاگرد ۽ اسان جي پياري دوست ڊاڪٽر غلام رسول قادريءَ صاحب جو پي. ايڇ. ڊي لاءِ تيار ڪيل مقالو ”مخدوم محمد هاشم ٺٽوي“ شايع ٿيو آهي، اهو مقالو سائين جن جي رهبري ۽ رهنمائي ۾ تيار ڪيو ويو آهي ۽ اهو ڪتابي صورت ۾ ڏاڍي سهڻي نموني ۾ شايع ٿيو آهي. ان لاءِ سائين جن جي خدمت ۾ ”مبارڪ“ عرض رکان ٿو. اميد ته قبوليت جو شرف حاصل ٿيندو. سچ پچ ته ڏاڍي خوشي ۽ مسرت ٿي. اگر انهيءَ ڪتاب جو اردو ترجمو تيار ڪيو وڃي ته اردو دان طبقي لاءِ به هي ڪتاب ڪارآمد ثابت ٿيندو. مخدوم ٺٽوي تي ان طرح سان اڃان ڪوبه ڪم نه ٿيو آهي.

2. سائين جن جو هڪ ڪتاب خطن جي متعلق شايع ٿيو آهي، اگر هميشه جيان مهرباني ٿئي ته ان ڪتاب جي ڪاپي سائين ڊاڪٽر قادري صاحب اوهان جي طرف اچڻو آهي. ان جي هٿان موڪلڻ فرمائيندا نوازش.
- حامد علي خانائي

محترم حافظ حبيب (سنڌي) الله ڪٽي
چوهڙ جمالي، ضلعو ٺٽو (1981 – 1 – 6)
جناب محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم سائين، ”سنڌ هجري ڪانفرنس“ ۾ اوهان جي تقرير ڏاڍي ڪري ڏاڍي خوشي حاصل ٿي. سچ پچ ته اوهان جهڙن عالمن ۽ محققن تي اسان بجا طور ناز ڪري سگهون ٿا.
سائين، اسان چند نوجوانن گڏجي، چوهڙ جمالي ۾ ”شاهه بندر ادبي سوسائٽي“ قائم ڪئي آهي. جنهن جو مقصد شاهه بندر ۽ ڪڪراله تي ڪوجنا ڪرڻ آهي. سوسائٽي جي سهاري ”محمد يوسف چانڊيه پبلڪ لائبريري“ قائم ڪئي پئي وڃي. جنهن جو افتتاح عنقريب، چيئرسن ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ٺٽه مسٽر محمد موسيٰ چانڊيه جن ڪرڻ فرمائي رهيا آهن.
سائين، توهان هميشه تعميري ادب ۽ ادب جي ترويج ۾ لائبريرين جي قيام جي همت افزائي ڪئي آهي. انهي حقيقت کي مدنظر رکي، توهان مان اها اميد رکون ٿا ته توهان، لائبريري جي افتتاح جي مناسبت، پنهنجو ”پيغام“ موڪلي، اسان نوجوانن جي همت افزائي ڪندا ته لکه ٿورا پائينداسون. اوهان جي پيغام جو انتظار رهندو.
– حافظ حبيب الله ڪٽي
....2....
مورخ 11 فيبروري 1990ع، پوسٽ آفيس چوهڙ جمالي
محبتي و مشفقي جناب استادم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
بعد تسليمات، گذارش ته ڪافي عرصه بعد اوهان صاحبن کان رهنمائيءَ وٺڻ لاءِ عريضو لکي رهيو آهيان، اميد اٿم ته مشفقانه رهنمائي ضرور ٿيندي. اميد ته اوهان ضرور اڳيئين وانگيان احسان ڪرڻ فرمائيندا.
بيگلار نامه ۾ ڪڪراله پرڳڻي اندر هڪ قلعي ناره – ناره جو ذڪر اچي ٿو. ان متعلق ڪو وڌيڪ احوال ڪهڙن ڪتابن ۾ ملي سگهندو؟

بيگلار نامه، ۾ يا انجي حواله سان سائين مرحوم حسام الدين راشدي صاحب، ان پرڳڻي ۾ هڪ قديم شهر ميليه جو ذڪر چنيسر نامه جي پيش لفظ ۾ ڪري ٿو ۽ بعد ۾ انجو مهل وقوع ڪوچر چوهڙ جمالي لڳ ابن شاه جي درگاه وٽ ڪيو آهي. انجو به هٿيڪو احوال ٻئي ڪنهن فارسي تاريخ ۾ ڪٿي ملي سگهندو؟

اسان جي پاسي ”ديرو پراڻو“ ۽ اورنگا بندر آهن جن متعلق اوهان کان به پڇي چڪو آهيان انهيءَ بابت به سواءِ تذڪره امير خانيءَ جي ٻئي ڪهڙي ڪتاب ۾ مڪمل احوال ڳولهڻ گهرجي؟ مهرباني فرمائي رهنمائي ڪرڻ فرمائيندا.

جناب عالي، تاريخ شاهبندر جا ڇه باب مُهڙ وارا ختم ڪري رهيو آهيان. دعاءَ ڪجو، ۽ رهنمائي به، (پريس جي حواله ٿي چڪا آهن)

اميد ته خوش هوندا. الله اوهانکي سکي رکي.

- حبيب سنڌي

محترم حاجي خان ڪيريو

سنڌي ادبي لئبرري، قائداعظم يونيورسٽي، اسلام آباد (1983 – 2 – 14)

سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

سائين اوهانجي طرفان سنڌي ادبي لائبرريءَ لاءِ موڪليل ڪتابن جو تحفو جناب محمد يوسف ۽ محمد خان هٿان مليو، جنهن ۾ هيٺيان ڪتاب شامل آهن.

سنڌي جون رسمون ۽ سوڻ ساٺ

مومل راڻو

پنج گنج

شاه لطف الله قادريءَ جو ڪلام

لطيف سالگره مخزن

Pakistan Journal of History & Culture

Terrestrial and Celestial Echoes

سائين اوهان جا لک ٿورا، اوهان جي طرفان اڳ به سنڌي ادب جي تاريخ تي ڪتاب موصول ٿيو هو. اوهان جي همت افزائيءَ سان اميد ته هن لائبريري کي قائم ۽ ڪامياب ڪنداسون. اوهانجون سنڌي ادب لاءِ ڪيل خدمتون تاريخ ۾ اهم جاءِ والارينديون.

- حاجي خان ڪيريو

محترم پير حسام الدين راشدي
لاڙڪاڻه (1946 – 6 – 22)
برادرم مڪرم،
السلام عليڪم: هن 14 تاريخ پنهنجي ڪاروباري سلسلي ۾ هتي پهتو آهيان. تقريبا 10 جولاءِ تائين هت رهڻ جو ارادو آهي. چنانچه سپاڻي صبح جو خيرپور ويندس، جتي اهو سارو عرصه رهندس. سخت جهولا ۽ گرميون آهن. ليڪن وطن ڏاڍو عزيز آهي. ان هوندي به ڪراچيءَ کان صدبار بهتر لڳي ٿو.
اوهان خير سان ڪراچي اچي پهتا هوندا ۽ ساڳي وقت بئي ڪتاب به ڏنل اطلاع موجب حضرت ميمڻ صاحب کان (علي ڳڙهه) آندا هوندا. مونکي بيحد ڏسڻ جو شوق آهي. مان گهڻو ڪري ته خاص ماڻهو خيرپور مان موڪليندس. بئي خط ۾ اطلاع عرض رکندس ته توهان مون ڏي به پيو پارسل موڪليو. ڪتابن جا هڪ دم گڏي سمورا پيسه موڪليندس.
مان انهيءَ وچ ۾ دهليءَ مان ڪشف الظنون مطبوعه استنبول هڪ سو روپيه قيمت ۾ گهرائي ورتو آهي. ڪيترن ڏينهن کان متلاشي هيس، خدا ڪيو جو ملي ويو. سنڌ جي متعلق جيڪي سفر ناما عربيءَ ۾ آهن سي لنڊن (هالنڊ) مان گهرايا اٿم.
”عربي ادب هندوستان ۾“ توهان آندو يا نه؟
”مشاهير سنڌ“ جي فهرست ”ض“ تائين پورو ٿي چڪي آهي. انشا الله ٻن مهينن ۾ ختم ٿي ويندي ۽ پوءِ اصل ڪم شروع ٿيندو. اوهان عربي شاعرن وارو مضمون يا ته جلد شايع ڪرائيندا يا ته سمورو مٽيريل جو نقل منهنجي لاءِ تيار ڪرائيندا.
خيرپور وڃي ڪتابن لاءِ گهڻو ڪري مان ماڻهو موڪليندس. خيريت کان واقف ڪندا.
– حسان الدين
....2....
* مورخ 30 اپريل 1946ع
برادرم محترم،
السلام عليڪم: هيٺيان ڪتاب اڄ ئي مون ڏي بذريعه وي. پي جلد موڪليندا. سيرة ابن هشام منهنجي لاءِ مخصوص ڪرائيندا انشا الله جون ۾ خريد ڪندس. باقي پيا ڪتاب مونکي نه گهرجن.

ابن نديم، سمعاني، ڪشف الظنون، العمده ابن رشيق، سنڌ تي سفرناما مهيا ٿي سگهن ته بهتر. ”هندوستاني اديبن جو عربي علومن ۾ حصو“ اڃان نه پهتو. جلد از جلد گهرائيندا.
مان جاءِ لاءِ ڪوشش ڪريان ٿو. توڙي جو مشڪل آهي. اميد ته بخيريت هوندا.

– حسام الدين

....3....

* مورخ 1954ع

عزيزم، السلام عليڪم: سلطان شاهه هٿ خط موڪليو هيم، اوهان ڪونه هوا تنهن ڪري ڪنهن ٻئي چوڪري جي حوالي ڪري آيو ته اوهان کي پهچائي. معلوم نه آهي ته خط پهتو يا نه. خط جو مختصراً مطلب هي هيو ته: (1) جويي صاحب پريس جي سلسله ۾ جيڪو نئون انتظام ڪيو سو اطمينان جي قابل آهي يا نه؟ (2) جنهن ماڻهوءَ لاءِ اوهان کي ضرورت هئي ان جي سلسلي ۾ سفارش جيڪڏهن هئي ته اوهان کي پسند آهي. اهو اهم سوال آهي. منهنجي خيال ۾ اوهان پنهنجي مرضيءَ ۾ پسند تي مقرر ڪيو ته اهو بهتر ٿيندو. ان ڪم ۾ هم مذاق ماڻهوءَ جو هجڻ از بس ضروري آهي. جواب جي جلد عنايت ٿئي.
مان بورڊ جي ڪم کان ڪناره ڪشي ڪرڻ گهران ٿو، ذاتي معاملات سبب، اوهانجي صلاح ڇا آهي؟

- حسام الدين

....4....

* مورخ 16 آڪٽوبر 1969ع، ڪراچي

برادرم عزيز،

خط پهتو، ان ڪانپوءِ ٻي بجه ٿاڪ منجهند جو اچڻ ڪهڙي ڪتاب ۾ لکيل هيو. ڪوبه شريف ماڻهو ان وقت بستري کان ٻاهر هوندو آهي؟
مان هتي پهچڻ بعد 10 – 12 ڏينهن ته خوش رهيس، ان ڪانپوءِ بخار زڪام کنگهه ڦڦڙ ۽ ٻيا لاڳ سڀ خراب. اڄ پندرهون ڏينهن آهي 3 سو رپيه خرچي ويٺو آهيان اڃان طبيعت صاف نه ٿي آهي. اهي آهن حال هتي پهچڻ بعد.
هاڻي عرض هي آهي ته آءٌ مستقل سڄي اهل سميت حيدرآباد ۾ رهڻ گهران ٿو. هتان جي آب و هوا قطعي سازگار نه آهي. مهرباني ڪري منهنجي لاءِ ڪنهن اهڙي جاءِ جي ڳولا ڪيو جيڪا سيني لاءِ ڪفايت ڪري سگهي ۽ ساڳي وقت ڪرايو به ايترو هجي جو پري سگهان. اوهان ڪڏهن ايندا.

– حسام الدين

....5....
* خط مورخ 20 جنوري 1961ع، ڪراچي
برادرم ڊاڪٽر صاحب،
موڪلائڻ واري ڏينهن ڏاڍي ڪوشش ڪيم ته اوهان سان ملان ليڪن رات جو غير حاضر ۽ ڏينهن جو يونيورسٽيءَ ۾ مصروف هيا. اوطاق تي اچي، آفيس ۾ ويهي، ميوزم واري بلڊنگ جي اڳيان انتظار ڪري هوٽل تي آيس جتان 30 – 3 بجي ڪراچيءَ ڏانهن روانگي ٿي.
اوهان جي مهرباني، ڪرم فرمائي ۽ محبت آميز سلوڪ لاءِ احسانمند آهيان. خدا اوهان کي پنهنجي حفظ ۽ امان ۾ رکي، صحت ۽ عافيت ڏي، عزت ۽ اقبال جا سڀ مدارج عطا فرمائي.
ڪالهوڪو ڏينهن سڄو ٿَڪُ رهيو ليڪن اڄ چاق چوبند آهيان. موٽندي نون صاحب جي خدمت گراميءَ ۾ حاضري ٿي. غالبا 5 تاريخ نٽي اوهان ۽ اسان سڀ ملون – ممتاز حسين صاحب، ڊاڪٽر خان صاحب وغيره.
22 تاريخ ڊاڪٽر باقر وارا هتي ميٽنگ ڪري رهيا آهن، اميد ته اوهان صاحب شريڪ ٿيندا. جيڪڏهن انهيءَ موقعي يا ٻئي موقعي تي اچڻ ٿئي ته هالن مان ورتل لڪڻ ۽ اوهان جيڪو غاليچو منهنجي لاءِ ورتو هوندو سو کنيون ايندا. ازانسواءِ هڪ بهترين اجرڪ يعني سٺي ڪپڙي ۾ سٺي نقشي وارو پڻ ورتيون ايندا.
– حسام الدين
.....6.....
* خط مورخ 1960ع، ڪراچي
برادرم محترم،
مسز انيس مرزا چنچر جي صبح جو هتي ايندي. اوهان ۽ نون صاحب سان ملندي. اوهان ٻئي بزرگ سندس امداد ڪندا. پايان ٿو اوهان چنچر آچر گهٽو ڪري ڳوٺ ويندا آهيو. جيڪڏهن هن دفعي ضرورت هتي رهڻ جي پوي ته اوهان رهڻ جي قرباني فرمائيندا جو مائي جي هر حالت ۾ امداد ڪرڻي آهي. جي اوهان هوندا ته سندس منه ماڙ کي ٽيليفون ڪري چئي ڇڏيو آهي. سندس نمبر هي آهي. پنهنجي لاءِ نون صاحب سان ٻئي دفعي لاءِ گڏجي ڳالهائبو.
- حسام الدين
....7....
* خط مورخ 1957ع، ڪراچي
برادرم عزيز،

السلام عليڪم: گرامي نامه پهتو. مظهر شاهجهانيءَ (دستور العمل) جو نسخو عنقريب گهرائيندس. اج سياڻ اڳيون نسخو واپس ڪندس، اوهان جي عنايت جو علمي تعاون فرمايو اٿو، منهنجي لکڻ تي ڊاڪٽر عبدالله چغتائي پڻ اهڙو ئي اطلاع ڏنو هيو.
سياڻي بورڊ جي ميٽنگ آهي. مان به شايد ٻن ٽن ڏينهن بعد 4 – 5 ڏينهن لاءِ حيدرآباد اچان، تار رستي اچڻ جو اطلاع عرض رڪندس.
شيخ محبوب سان ٿيو ڏينهن ڪان جنگ جوٽي هيم، آخر ڪالهه ڪان منهنجو ڪم هٿ ۾ ڪنيون آهي ۽ 4 – 5 ڏينهن ۾ ڪتاب مطلوبه ڪنيون ايندس. پاڪستان جي ثقافتي سلسلي ۾ جيڪو ڪتاب ڇپيو هيو سو پڻ ورتيون ايندس. اڃان وٽي ڪونه سگهيو آهيان. قاضي صاحب جن ته خير سان سفر اسيا، حبيبي صاحب لاءِ ڇا سوچيوَ. –
حسام الدين
....8....
* خط مورخ سنه 1957ع، ڪراچي
عزيزي،
السلام عليڪم: ڪارڊ پهتو، نوازش. مونکي ڇڙو ”معايير“ خريد نه ڪرڻو آهي ليڪن
معجم البلدان
نزهة القلوب
سيرت ابن هشام
معايير اشعار العجم
ليڪن چونڪ بيڪ وقت سڀني ڪي خريد ڪرڻ جي گنجائش ڪانه ٿي ٿئي تنهنڪري سهوليت سان هر هڪ ڪتاب جدا جدا گهرايان ها - ۽ اڃان به ائين ڪرڻ لاءِ تيار آهيان مثلاً معابير جون، ۾ معجم ۽ نزهته جولاءِ ۾ ۽ اهڙي طرح آگسٽ ۾ سيرة.
جيڪڏهن استاد (ميمڻ) صاحب ڪي منظور هجي ته سندس وڏيڪ نوازش، ورنه دعاءِ خير جو طالب آهيان. ليوزڪ وٿ گب ميموريل جي ڪتابن جي وڌ ۾ وڌ قيمت ڏيڍ پائونڊ آهي ۽ گهٽ ۾ گهٽ 8 شلنگ.
جيڪڏهن استاد محمدوح انهيءَ سودي ڪرڻ لاءِ تيار هجي ته سندس احسان مون ڏي معابير موڪلڻ فرمائي. باقي ڪتاب به گهرائيندس.
پنهنجي نالي جي تصحيح جو به شڪر گذار آهيان، ليڪن مان ته هميشه ح ڪي پيش ڏيندو آهيان، مان نٿو ڀانيان ته مونکان ڪا اهڙي غلطي ٿي هجي. بهرحال ممنون

احسان. 1 – 2 – 3 نمبر ڪتاب پنهنجي لاءِ مخصوص ڪرڻ فرمائي ڪين عرض ڪندا. - حسام الدين

....9....

* مورخ ...... ماسڪو (روس)

برادرم محترم، ڪالهه تار پهتي، دل کي جهبو آيو ۽ دل مان اوهان لاءِ دعائون نڪتيون، رب ڪريم اوهان جو نگهابان آهي، جتي هجو اتي شال خوش رهو، باعزت ۽ باآبرو رهو.

اڄ منهنجي ڄمڻ جو ڏينهن آهي 65 ورهه زندگيءَ جا پورا ڪيم. رب ڪريم هن وقت تائين آبرو ۽ عزت سان رکيو آهي ۽ ڪمن ۾ مشغول رکيو اٿائين، ڪنهن جو محتاج ڪونه ڪيو اٿائين، آئنده باقي جيڪي عمر بچي آهي شال پنهنجي مهر سان اها به ائين گذري. دعا ڪندا.

سڀاڻي صبح جو آپريشن آهي دعا ڪريو ته خير سلامتيءَ سان ٿي وڃي. اندازو اهو آهي ته 14 – 15 آڪٽوبر جي هتان اسپتال مان نڪرندس. زخم ڇٽي ۽ علاج ٿئي شايد ايترا ڏينهن لڳي وڃن. پورو هڪ مهينو تشخيص ۽ تحقيق ۾ ورتو اٿن. سر کان پيرن جي ننهن تائين هر شيءَ کي جاچيو اٿن. وڏي احتياط ۽ هر طرح جي يقين بعد آپريشن ڪن ٿا. سڄي روس ۾ اسپتال اول درجي جي آهي، شهر کان ٻاهر آهي ۽ هڪ شهر جي مانند آهي. علاج جي سلسله ۾ هر مشين ۽ هر ڪو سامان هنن وٽ موجود آهي. هتي علاج تي ڪو خرچ ڪونه ٿو ٿئي. دنيا جي هر ملڪ جا ماڻهو هتي علاج لاءِ موجود آهن، بشرطيڪ سندن هم خيال هجن. اهو وڏو اعزاز آهي جو مونکي هن اسپتال ۾ رکيو اٿن. ورنه ناممڪن آهي ته هتي ڪو داخل ٿئي. مرحوم دهلوي صاحب چند ڏينهن ٿيا ته بون (جرمني) ۾ انتقال ڪيو. هتي جڏهن هيو انوقت ڏيڍ سال ڪوشش ڪيائين ته هتي داخلا مليس ۽ علاج ٿئيس ليڪن اجازت نه مليس. بهرحال رب ڪريم بظاهر ته بهترين موقعو ۽ مهل علاج جو مهيا ڪري ڏنو آهي، اڳتي شفايه سندس هٿ ۾ آهي. آءٌ وري به توهان جي همدرديءَ جو دل و جان سان شڪريو ادا ڪيان ٿو. اسلام آباد جي روشنين کي سلام ڏيندا. داني، قائم، رضي الدين وغيره وغيره.

سنڌ جي سلسلي ۾ ڪم ڪرڻ جا هت تنهائي ۾ گهڻا خيال آيا نيون نيون سوچون ذهن ۾ آيون، ليڪن وسيلا ڪونه، ادارا احمقن جي هٿن ۾، نااهل برسر اقتدار، اسان محتاج انهن جا، ڇا ڪجي؟ شايد دنيا جو ڪاروبار هميشه ائين ئي رهيو آهي! - حسام الدين

....10.....

خط مورخ 10 فيبروري 1977ع
برادرم مڪرم و محترم جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اوهان ٿيو ڏينهن اهڙي وقت آيا جو آءٌ نه هيس. اڄ ڪله ڊاڪٽرن جي چڪر ۾ آهيان. ريڊيو ٿراپي ٿي رهي آهي، 5 هفتا هلندي. گهر موٽي اچڻ تي ڪارڊ مليو. افسوس ٿيو، ٻئي ڏينهن صبح جو آثار قديمه جي مهمان خانه ۾ پهتس اوهان سويل اسلام آباد اسهي ويا هئا، تنهن ڪري نااميد ٿي واپس آيس، عرض ڪيو اٿم ته ڪراچيءَ اچڻ ٿئي ته اگ ۾ اطلاع ڏئي پوءِ اچو جو آءٌ موجود هجان، ۽ واندڪائي ۾ ڪچهري ڪيون. زندگي جي خبر ڪانه آهي، هنن ڏينهن کي غنيمت ڄاڻجي.
مونکي دعا ڪندا آءٌ وڏي زحمت ۾ آهيان، رب ڪريم پنهنجو فضل ڪري ۽ شفا بخشي. منهنجي ڪوتاهين کي شال حساب ۾ نه وٺي پنهنجي رحمت ۽ لطف کان ڪم وٺي.
- حسام الدين
.....11.....
* مورخ 6 آڪٽوبر ........
برادر مڪرم جناب ڊاڪٽر صاحب،
عرض ته مولانا ابو سلمان شاهجهان پوري، مولانا سنڌي تي ڪم ڪري رهيو آهي. علمي ذوق اٿس ۽ مولانا سنڌي سان عشق. اوهان سندس مقصد ۾ڏي رهنمائي فرمائيندا. آءٌ ذاتي طرح به ٽورانٽو ٿيندس. اميد ته خيريت هوندي.
- حسام الدين راشدي
.....12.....
خط مورخ 21 فيبروري 1957ع
برادر عزيز،
السلام عليڪم: اميد ته خيريت هوندي. گذارش آهي ته مقالات الشعرا جي سلسله ۾ ”امير شاهه قاسم خان زمان“ جي سوانح اندر بيگلارنامه جي هڪ عبارت جي ضرورت آهي.
بيگلار نامه ۾ شاهه مذڪور جي پيدائش جو ذڪر ڪندي لکيو ويو آهي ته 2 تاريخ هن جو پيءُ همايون جي جنگ ۾ مري ويو ۽ شاهه 2 تاريخ پنهنجي ماء سان گڏ انجي عزيزن وٽ وڃي رهيو. انهيءَ ڳوٺ جو نالو ۽ عبارت مقالات ۾ هن طرح آهي.
”حضرت خان زمان، باعشاير واقارب خود، مردم بتي، در ”ته کوسنه“ که سکونت داشتند“

اها عبارت بيگلارنامه مان ورتل آهي. تڪليف فرمائي، جيڪي نسخه اوهان وٽ آهن انهن مان اها عبارت نسخن جي حوالان سان ورندڙ ٽپال ۾ عنايت فرمائيندا. اوهان انهيءَ ڳوٺ جي نالي تي ڪا تحقيقات ۽ راء وريسه والي عمرڪوٽ جي سلسله ۾ ڪا معلومات حاصل فرمائي هجي ته اها به ورندڙ ٽپال ۾ موڪليو. هي عريضه تار چاٽيندا.
- حسام الدين
....13....
* خط مورخ 22 مارچ
برادر محترم،
السلام عليڪم: ڪالهه معافي نامو مليو، دل تان بوج لٿو، خدا اوهانکي سلامت رکي. شال محبت ۽ دوستي زندگيءَ تائين سپني نازڪ مرحلن مان لنگهي پار پوي. ڪالهه کان ذهن ۾ سڪون آهي.
ڪتابن جي سلسلي ۾ البته ڪاميٽي ٺهي ورنه اجايو خرچ، ۽ صرف وقت جو زيان ٿيندو. اردو ڪتابن جو سنڌي ترجمو غلط آهي، سيرت ۽ ٻين ڪتابن کي هرڪو سنڌي پڙهي سگهي ٿو. سنڌ تي لکيل انگريزي ڪتابن جا ترجما يا ٻين بهترين ڪتابن جا ترجما جيڪي موجوده ملڪي ۽ ٻين علمي ۽ ذهني معاملن ۾ مدد ڏين ٿيڻ کپن. ڪي بلڪل غير مناسب ۽ غير موزون ڪتاب ڇپجڻ لاءِ تيار ٿي رهيا آهن. بهرحال اهي سپ مسئلا ۽ معاملا آهن. جي اصلاح ٿئي ته واه، ورنه سمجهنداسين ته امت مرحومه جي هر منصوبه وانگر اهو منصوبو به درهم برهم ٿي ويو.
خوش درخشه ولي! دولت مستعجل بود. اوهان انهن سپني ڳالهين تي هڪ نهايت هي اوچي اديب ۽ عالم جي حيثيت ۾ جيڪا اوهان کي خدا جي مهربانيءَ سان نصيب آهي. غور فرمائيندا.
- حسام الدين
....14.....
* خط مورخ 28 ڊسمبر
عزيزي، السلام علڪيم:
ڪاڪيون ڪيچ وڃڻ ڏانهن، وري واءُ وريوم،
سارو ڪاج سريوم، چڙ هاٽي گڏيس هوت کي.
مان ٻن ٽن ڏينهن کان خط لکڻ تي سنبريس ٿي ته ڪالهه اوهانجو قرب نامو اچي پهتو. رب ڪريم اوهان کي خوش و خورم رکي. سوين احسان لکين قرب، هن غريب الوطنيءَ ۽ هن بيماريءَ جي حالت ۾ ڪڏهن ڪڏهن سار سنڀار ته لهو ٿا. هن دور ۾

ايترو به ڪير ٿو ڪري. احوال پڙهي دل کي خوشي ٿي. منهنجي حالت پڌو، نروس بريڪ ڊائون، جيئن هارٽ وڏي ٿي تيئن شروع ٿي. ڪڏهن گهٽ، ڪڏهن وڌ، ليڪن ٻيو دفعو جڏهن هتي پهتس انوقت کان وٺي قطعي مايوس ٿي بار بار خودڪشيءَ ڪرڻ جو ارادو پيدا ٿيو، حالت اهڙي خطرناڪ هئي جو اهو خطرو علي محمد شاهه کي به ٿيو، ۽ هن مونکان لڪائي پنهنجا هٿيار جيڪي منهنجي ڪمري ۾ رکيا هوا اتان ڪڍي ڇڏيا. انهيءَ عذاب سان گڏ نه ڏينهن جو ننڊ نه رات جو، سليپنگ پلس روزانو ڊاڪٽر ڏيندم تڏهن ٿي اک لڳي. سيپٽمبر جي پوئين هفته ۾ منهنجي ڊاڪٽر مونکي نيون گوريون ڏنيون جن جو نالو آهي Niamid اجان اهي گوريون زير تجربه آهن، مارڪيٽ ۾ ڪونه آيون آهن، انهن گورين کان پوءِ شايد ڊاڪٽر به مون مان مايوس ٿي وڃي ها. رب ڪرم ڪيو، گورين اهڙو اعجاز ڪيو جو ڪاڏي وئي نروس بريڪ ڊائون ۽ ڪاڏي ويون ٻيون ڳالهيون. اٺي ڪڙو ٿيس، اڄ ٿيون مهينو ٿيو آهي جو اهي گوريون استعمال هيٺ آهن، ۽ هاڻي ماڻهن جهڙو ماڻهو ٿيو آهيان، انهن گورين جي وٺڻ بعد 15 ڏينهن کانپوءِ اهو پهريون مضمون لکيم جيڪو ”مهراڻ“ ۾ ڇپيو هوندو. هاڻي روزانو اڳي وانگر صبح جا سايا ٽي ڪلاڪ لکڻ ۽ پڙهڻ جو ڪم ڪيان ٿو، ڊاڪٽر وري جنوري جي 9 تاريخ منهنجي دل ۽ دماغ کي چڪاسيندو. ڊاڪٽر چون ٿا ته لکندڙ پڙهندڙ ماڻهو کي جڏهن هارٽ اٽيڪ ٿيندي ته انهيءَ سان گڏ انهي ۾ به بيماريون ڏنيون ويون آهن ته لازمي ٿين ٿيون، نروس بريڪ ڊائون ۽ ننڊ جو نه اچڻ.

عارضو ننڊ جو اجان باقي آهي رات جو خواب آور دوا سان 2 – 3 ڪلاڪ ننڊ اچي ٿي باقي سڄي رات اکين ۾ ٿي گذري. 17 سيپٽمبر 1958ع کان وٺي خواب آور شين جو روزانو رات جو استعمال ڪندو رهان ٿو. اوهان خود اندازو ڪيو ته اهو ڪيڏو نه وڏو عذاب آهي. ڊاڪٽرن جو چوڻ آهي ته بروقت ڪراچيءَ جي ڊاڪٽر غلطي ڪئي جو هنن مونکي سخت قسم جون خواب آور شيون ڏنيون، ورنه ايتري مدت تائين اها بيماري شايد نه هلي ها. ساڳي دوا (Niamid) سندن چوڻ آهي ته عنقريب ننڊ به آڻيندي. جنهن ڏينهن ننڊ آئي، ان ڏينهن مان منيلا جا وڻ ڇڏيا. دعا ڪريو رب انهيءَ مان جند ڇڏائي. دل جي حالت درست آهي، ليڪن نارمل صورت ۾ اچڻ لاءِ اجان ٻئي سال علاج هلندو رهندو. گيهه، ماني، چانور ۽ ٻيون اهڙيون شيون صفا بند، بلڪ هميشه لاءِ بند فقط اٻاريل گوشت ۽ اٻاريل ڀاڄيون. خير اهو به شڪ آهي، زندگي ته في الحال بچي، باقي بيماريءَ کان به رب نجات ڏيندو.

حضرت محترم قاضي صاحب جج جي سلسله ۾ بورڊ نهايت موزون، مناسب ۽ ضروري فيصلو ڪيو آهي. ڪين اوهان منهنجي طرفان پلئو پائي رب جو واسطو وجهي عرض ڪيو ته اها دعوت قبول فرمائين.
شاه جي سچي رسالي جي ترجمه جي ضرورت نه آهي البته بهترين انتخاب علامه موصوف جن ڪن ۽ اسان لاءِ اهو ورثو ڇڏي وڃن. شاه کي اهڙو مترجم ۽ شارح ڪٿي نصيب ٿيندو. ڪين ۽ بيگم صاحبه جن کي منهنجي طبيعت جو احوال پڙ ٻڌائجو ۽ ڪين عرض ڪجو ته:
دورم بصورت، از در دو تسرائي دوست ليڪن بجان و دل، زميقيان حضر تم.
مونکي شاه جو هڪ يا ٻه بيت ڪپن جن ۾ ”سر“ بمعنيٰ واهڙ، چشمي، يا تلاء جي ڪتب آيو هجي. مهرباني ڪري ورندڙ ٽپال ۾ موڪليندا.
– حسام الدين
....15....
*خط مورخ ........
برادر عزيز، هن کان اڳ عريضو لکيو اٿم، جواب ندارد، شايد اوهان مصروف آهيو، اڳين صنف جو جواب عنايت ڪندا. هيٺيان فوٽا گهرجن:
ميان آدم شاه سکر واري جي مقبره جو فوٽو
ميان شاهل محمد جو مقبرو، لاڙڪاڻه
ميان نصير محمد جي مقبري جو فوٽو. جوهي
ميان عبدالنبيءَ جي مقبره جو فوٽو جيڪو توهان ڪڍيو هيو.
شاه محمد مڪئي جي قلعه جو سمورو فوٽو
حيدرآباد جو قلعو، عام خوبصورت منظر.
انهن فوٽن جا جي نگيٽو هجن ته اهي موڪليو، مان هتي اندراج ڪرائي نگيٽو حفاظت سان اوهان ڏي موڪليندس.
عطر خان جي قبر سان ٻئي ڪهڙي ڪلهوڙي جي قبر آهي، اهو به لکندا. – حسام الدين
.....16.....
خط مورخ 20 فيبروري 1966ع
برادر مڪرم، جناب ڊاڪٽر صاحب،
به ڪتاب فوري گهرجن جيڪڏهن عنايت ٿيندي ته آءٌ شڪر گذار رهندس.
1 . خريتر واري، پورن تعلقات ته مهان چپرائي آهي. (؟)
2 . سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ اوهان جي تصنيف آخري ايڊيشن.

اهي ٻئي ڪتاب رجسٽرڊ ڪري موڪليو. آءٌ موسيقي جي سلسله ۾ لکيل ڪتابن لاءِ ڪوشان آهيان، اميد ته جيڪي هٿ آيو سو پيش ڪندس.
- حسام الدين
.....17....
* خط مورخ 20 فيبروري 1966ع، منيلا
عزيزم، السلام عليڪم: محبت نامه پهتو، غريب الوطنيءَ، دوستن کان دور افتادگيءَ ۽ بيماريءَ جي عالم ۾، اوهانجي خط ڏاڍي تسڪين ڏني، اوهان جون علمي مشغوليون پڙهي دل مان دعائون نڪتيون، رب ڪريم رحمتون ڪري توهان تي. پنهنجي صحت جو خيال رکندا ڪجو. لغت، شاهه جو رسالو ۽ فوڪلور اوهان پورو ڪيو، چڻ سنڌ سڄيءَ کي پاڻ وٽ گروي ڪري ڇڏيو. ڪوبه ٻيو ماڻهو ڪونه آهي جو اهي ڪم سرانجام ڪري.
مان بظاهر خوش آهيان، زخم دل جو مندمل ٿيو آهي، ليڪن زخم جو نشان باقي آهي، جڏهن اهو نشان وڃي تڏهن ڊاڪٽر مونکي صحتمند سمجهن، سو خدا ڄاڻي ڪڏهن! عام وقت 12 مهينا آهي، جنهن مان ڇهون مهينو 17 کان شروع آهي، غالبا 8 مهينن بعد خطرو لهي وڃي. اها حالت آهي، آخر ته دلجو زخم آهي، افسوس جو ڪنهن شاعر کي دلجو درد ڪونه ٿيو آهي، فقط رسمي طرح ٻڌ سڌ تي پيا پنهنجن شعرن ۾ اهو داستان ٻڌن. الامان والحفيظ! جي سچ پچ ڪنهن کي ٿئي ته هوند وري پلئي به نالو نه ڪڍي. اهڙو سخت ۽ اهڙو شديد ٿئي ٿو. اوهانجون ڪچهريون رب قائم رکندو. خير خوبيءَ سان شل اهو ڪم سرانجام ٿيندو. ادبي بورڊ جي ميٽنگ چونه ٿي آهي، سيئي اچي فيلسوف گڏيا هوندا خبر نه آهي ڇا ڪري اٿندا.
شاهه جي رسالي جو ترجمو ۽ مقدمو (شيخ اياز وارو) ختم ٿيو. جويه صاحب جي حوالي ڪيو اٿم ته حضرت قاضي صاحب جي حوالي ڪري، هن وقت غالبا جوش مليح آبادي وٽ راءِ لاءِ موڪليل هوندو. بهرحال هفته عشره ۾ اوهان وٽ ايندو، خدا جي نالي نااهليءَ وٽس وڃڻ نه ڏجو، ڪٿي سڄي محنت ئي رائگان نه وڃي.
ذهني طرح سان هن شهر (منيلا) سان ڪا مناسبت نظر نٿي اچي، سائين ميران محمد شاهه هجي تي شايد هتي خوش رهي. بهرحال راشدي صاحب جو آءٌ به شڪر گذار آهيان جو هن پوسٽ ۽ بيماري واري ماحول مان ڪڍي هتي آندو ۽ کلي هوا ۾ آندو. رب ڪندو عنقريب خير سان وطن واپس ورندس.
تازو ڪڇ تي هيٺيون ڪتاب نڪتو آهي.
The Black Hills
KuTch

In History of legends
By
L.F Rushrook William

منجهس سنڌ ۽ ڪڇ جي تعلقات تي ڪافي معلومات آهي، ڪٿي ملي ته وٺجو. هتي راشدي صاحب جي ذخيره ۾ پڙهيو اٿم. فيبروري واري تاريخي ڪانفرنس ۾ منهنجو به ارادو هيو ته مقالو پڙهان، ليڪن هي حالت ٿي پئي. خدا ڪي جيڪا شي منظور ان ۾ بندو به راضي.

اوهان پنهنجن ڪچهرين ۾ ٽيب رڪارڊ ڪيون ويندا. مسيح الزمان ڪي چوندا ته اهو به توهانجي مدد ڪندو. انهن ڪچهرين ڪي رڪارڊ ڪندا رهو ته بهتر. جناب قاضي صاحب قبله جي خدمت ۾ دست بسته سلام ۽ دعا لاءِ التجا. سلام سڀني عزيزن ۽ اصحابن ڪي.

– حسام الدين

....18....

* خط مورخ 17 مئي 1966ع

برادر مڪرم،

السلام عليڪم: آءٌ 15 تاريخ هتي واپس پهتو آهيان. سفر سنجيدو هيو. الحمدالله، اميد آهي ته اوهان ڏانهن خيريت هوندي.

هڪ دفعي اوهان مونکي بابر جو هڪ وثيقو يا فرمان ڏيکاريو هيو. اوهان ڪي ڇاپڻ جو ارادو هيو. خبر نه آهي ڇا ٿيو. ڇپيو هجي ته ڪاپي، ورنه ٻيءَ حالت ۾، جيڪڏهن مناسب سمجهو، ته فوٽن جي ڪاپي موڪلڻ فرمائيندا. آءٌ علم اخلاق مطابق، ڪٿي به انهيءَ فوٽي ڪي ڪتب نه آڻيندس.

– حسام الدين

محترم حبيب الله شاه

سيد پبليڪيشن نوابشاه (1970 – 2 – 18)

محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

السلام عليڪم:نيڪ روشن هجي ته بنده ”اسلاميات“ عنوان تي به ٽي ڪتاب بعنوان تاريخ بنو اميه، تاريخ بنو عباس، سرور ڪائنات حصه اول، سرور ڪائنات حصه دوم، پنهنجي مادري زبان ۾ شايع ڪرايا آهن. اوهان صاحبن جي نيڪ ملاحظه لاءِ هر ڪاپي عرض رکان ٿو جيئن ته يونيورسٽي ۾ مختلف ڪورسن تي مذڪوره ڪتاب پڙهي سگهن ٿا ان لاءِ گذارش آهي ته اوهان صاحب، ڪتابن تي اجمالي نظر فرمائي، پنهنجن نيڪ خيالن کان آگاهه ڪرڻ فرمائيندا، جيئن همت افزائي ٿئي ۽

وڏيڪ اسلاميات ۽ ٻوليءَ جي خدمت ڪري سگهان. اميد آهي ته اسان جي ضرور رهبريءَ رهنمائيءَ ڪري زنده دليءَ ۽ ادب نوازيءَ جو ثبوت ڏيڻ فرمائيندا.
- حبيب الله شاهه
محترم حاجي خان
طبله نواز، ڪوئٽه
بخدمت ۾ جناب عالي، ڊاڪٽر نبي بخش خان،
بعد سلامن جي عرض ته مان حاجي خان طبله نواز ڪوئٽه ريڊيو اسٽيشن ۾ طبله جو ڪم ڪندو آهيان، عرض ته ارباب خان جو چوڻ آهي ته صاحب ڪي عرض ڪندا ته سيوهڻ شريف لعل سائين جي ورسيءَ ۾ گهرائيندا ته شڪر گذار رهنداسين. مهرباني ڪري لعل سائين جي ورسيءَ ۾ ارباب خان ۽ مون حاجي خان طبله نواز کي ضرور ٻُڪ ڪندا ته لک مهربانيون اوهان ضرور اسان کي ڪوئٽه مان گهرائي وٺندا. ڪاظمي صاحب ريجنل ڊائريڪٽر صاحب کي فون ڪندا يا خط لکندا ٿورو لکيو گهڻو ڄاڻيندا. ارباب خان قوال جيڪو پٽ شاهه تي گهرايو اڳين سال جيڪب آباد ۾ جيڪو اوهان سائين سچل سرمست جي ورسيءَ ۾ ٻڌرايو. هاڻي ارباب خان ڪوئٽه آهي. هن خط ڏسڻ سان ڪوشش ڪندا. اوهان سان ليکو نه آهي جيئن اوهان ڪيو ته منظور آهي پر ورسيءَ ۾ ضرور اسان غريبن کي شريڪ ڪندا ته لک مهربانيون اوهان جون.
- حاجي خان
محترم حڪيم سيد حاڪم علي شاهه
لکي غلام شاهه
محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: مزاج شريف، خيريت طرفين نيڪ مطلوب. چونڪ رهيل صاحبن جي حالات بابت اسان اصل شجره تان فقط پنهنجي شاخ جو بيان اختصار طور ان ڪتاب تي آندو هيو، جنهن جو مشاهدو اوهان ڪيو هو. اوهان جي خواهش جي تعميل ۾ سيد عبدالاول کان بيان ٿو ڪجي.
سيد عبدالاول جو فرزند سيد عبدالغني ان کي پنج فرزند هئا؛ اول سيد محمد شجاع دوم سيد پير محمد سيوم سيد عبدالاول چهارم سيد محمد وفا پنجم سيد محمد فاضل. اوهانجو گهربل ذڪر نمبر چوٿين سيد محمد وفا صاحب جي اولاد جو آهي.
سيد محمد وفا بن سيد عبدالغني، سيد محمد فاضل بن سيد محمد احسان ساڪن قلعه بکر جي اولاد مان سيد حاجي لڪلوي جي دختر نيڪ اختر مسات ڪزبانو حباله نڪاح ۾ آندي ان مان پنج فرزند تولد ٿيا.

اول غلام مصطفيٰ دوم سيد غلام مهتديٰ. سيوم سيد غلام مجتبيٰ چهارم سيد غلام منتقيٰ پنجم سيد غلام مزڪيٰ.
ليڪن انهن مان ڪنهن جو به نسب باقي نه رهيو. غالبا انهن صاحبن جي زماني ۾ اسانجي خاندان جو لواري شريف جي بزرگن سان اعتقادي توسل ٿيو آهي.
اوهان صاحبن جي استفسار گهربل جو تفصيل مختصر اهو آهي. جيڪڏهن حياتي وفا ڪئي ته ڪنهن دفعي چام شوري اچڻ تي اوهان جي ملاقات جو شرف حاصل ڪيو ويندو.
- حڪيم سيد حاڪم علي شاهه
محترم حزب اللهه آءِ سومرو
خيرپورميرس (20 ڊسمبر 2002ع)
محترم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم و رحمت اللهه، اللهه سائين اوهان جو سايو جاري وساري رکي. آمين.
تاج جويي صاحب خط لکيو هو ته ”ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم“ (حصه اول ۽ ٻيو) جي حوالي سان هڪ رهاڻ ٿي رهي آهي، سچ پچو ته دل خوش ٿي پر وڏيڪ خوشي تڏهن ٿي جڏهن مقالي لکڻ جي دعوت ڏني وئي. پر هن مهل تائين ٻئي ڪتاب وعدي مطابق نه موڪلي سگهيو آهي. ان ۾ اها اميد آهي ته موڪلي ڏي.
پيارا سائين، اوهان جي ٻاريل مشعل، اسان وسامڻ نه ڏينداسين ۽ جاري رکنداسين اوهان جي مشن ۽ فڪر کي اڳتي وڌائڻ جي ڪوشش ڪنداسين. اوهان جي شفقت مون لاءِ باعث تسلي آهي. ڪجهه دوستن جي ڪوشش آهي ته منهنجي تاريخي / تنقيدي مضمونن /مقالن تي مشتمل ڪتاب شايع ٿئي. ان سلسلي ۾ مواد ڪمپوزنگ تي ويل آهي. جيڪڏهن ٿي سگهي ته منهنجين لکڻين تي جيڪي اوهان جي خدمت مان مختلف وقتن تي گذرنديون رهن ٿيون تن بابت تاثراتي نوٽ لکڻ فرمائيندا. آءٌ ان کي ”مهاڳ“ طور ڪتاب ۾ شامل ڪندس.
- حزب الله آءِ سومرو
محترم حيدر سنڌي
پاڪستان سٽيڊيز، قائداعظم يونيورسٽي، اسلام آباد (1974 – 9 – 27)
منهنجا شفيق ۽ ڪرمن ڀريا سائين! شال وڏي عمر ماڻيو!
السلام عليڪم: اڄ توهان جو جوابي لفافو مليو جنهن ۾ آسرو گهٽ هو، چو ته آءٌ ان وڙ لائق نه هوس. منهنجا سائين توهان هيترڙي پنهنجي ٽڪري تي ڪافي سوال پڇي ورتا جن هڪدم جواب ڏيڻ نه پئي ڏنو، چاڪاڻ ته ڪيترن جو واسطو يونيورسٽيءَ سان هو تنهن ڪري لاڳاپيدارن سان صلاح ڪرڻي هئي. پر پوءِ ياد آيم

ته جنهن صورت ۾ ترجمي جو ڪم هڪ قومي بار سمجهي ڪلهي تي کنيو اٿم ۽ شخصي حيثيت سان توهان ڏي خط لکيو هوم جنهن لاءِ توهان پنهنجي طرفان قرب ڪري اجازت به ڏئي ڇڏي آهي، باقي مسئلو ٿيو ڇپائيءَ جو، سو اهو ته ثانوي حيثيت ۾ آهي. جنهن به ڇاپيو تنهن سان بنا روڪ ٽوڪ ڳالهيون ٿينديون. ان لاءِ توهان کان ئي مشورو وٺبو ڇو ته توهان جهڙن ڀاڄهارن جي مشوري کان سواءِ ڪم اوجهڙ اوس ڪربو.

باقي توهان جي اجازت ملڻ بعد مونکي جيڪا من جي مونجهه هئي سا هلڪي ٿي پئي آهي، جيڪڏهن معاملو نهندو نه ڏنم ته ڇپائيءَ جو بار به توهان جي حوالي ڪيو ويندو. وڌيڪ توهان خود امين ٿجو. ترجمي جي تصحيح لاءِ به پنهنجي چيئرمين کي منت ڪئي اٿم.

اميد ڪئي اٿم ته آئيندي پڻ رهنمائيءَ ڪندا رهندا. آخر ۾ وري دعا آهي ته شال ڌڻي سائين توهان کي مزيد قومي ڪم ڪرڻ جي توفيق ڏئي. آمين. توهانجو.

- حيدر سنڌي

محترم خادم حسين عباسي

اڳڙا، تعلقه گمبٽ ضلع خيرپورميرس (1976 – 7 – 28)

ادا سائين ڊاڪٽر نبي بخش صاحب، رب پاڪ اوهان کي زنده رکي. السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاته، تقريبا اٺ سال ٿيندا جو اسان جون نگاهون رساله نانڪ يوسف جي ڏسڻ ۽ پڙهڻ لاءِ آتيون آهن. معلوم نه آهي ته سائين جن ان ڏس ۾ ايتري دير ڇو ڪرڻ فرمائي آهي. ائين برابر آهي ته ڪم ڪٺن آهي، ليڪن وقت جي لحاظ کان اميدون نااميدون ٿينديون وڃن ٿيون. الحمد الله جو هڪ رساله ۾ يعني، ”علمي آئيني“* ۾ فقير صاحب جو ڪجهه مختصر احوال ڏنو ويو آهي، پر پيارا سائين اهو احوال دل جي آس کي پورو نٿو ڪري. اميد ته هن نسبت اسان جي دل کي سکي ڏيڻ لاءِ رساله جي ترتيب ۽ اشاعت جو به پروگرام عمل ۾ آندل هجيوَ. ان کان واقفيت عنايت فرمائيندا. وڌيڪ وري به عرض آهي ته اگر اوهان ان ڪم کي نه کنيو آهي، ته اسان جي امانت اسان کي واپس ٿئي ڇو ته جيڪڏهن رساله نه ڇپيو ته اسان جي دل جي تسڪين ته اسان وٽ موجود هوندي. - خادم حسين عباسي

....2....

* خط مورخ آگسٽ 1976ع

سنڌيءَ جا سپورنج ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

و عليڪم السلام: اوهان خط جي وراڻي جلد ڏني. توهان جا لکه لائق منهنجا سائين آءٌ فقير صاحب جو ڪلام سهيڙي رهيو آهيان ۽ ان لاءِ مون وٽ هيٺيان نسخا موجود آهن.

1. شڪارپور وارو نسخا جيڪو مرهيات هادي بخش فقير جو لکيل آهي. جنهن تان فقير خدا بخش نقل ڪيو هو.

2. ماستر درگاهي چنه جو نسخه جيڪو 1936ع ۾ درازن جي درگاه تي مختلف فقيرن کان ٻڌي لکيو هيائين. ان ۾ 539 ڪافيون لکيل آهن.

3. مرحوم محمد موسيٰ سومري جو قلمي بياض جيڪو 1898ع ۾ لکيائين ۽ جنهن ۾ سنڌ جي مختلف شاعرن جون 2000 ڪافيون موجود آهن، انهيءَ ڪانسواءِ هڪ مرثين جو قلمي نسخه جنهن ۾ مختلف شاعرن جا مرثيا لکيل آهن. جنهن ۾ فقير نانڪ يوسف جا 3 مرثيا پڻ لکيل آهن جيڪو 1898ع ۾ پڻ لکي پورو ڪيائين.

4 . حاجي عبدالرحمٰن تنيو جو لکيل نسخه جيڪو مرحوم خدابخش فقير جي نسخه تان 1950ع ۾ نقل ڪيل آهي.

5 . مختلف فقيرن کان پڻ ڪافيون ٻڌي نقل ڪيون اٿم، ڪي ڪافيون سيني نسخن ۾ ساڳيون آهن.

اوهان مهرباني ڪري مرحوم خدابخش فقير وارو لکيل نسخو واپس ڪندا ته جيئن سمورا نسخا پيٽي هڪڙو متن تيار ڪجي.

فقير صاحب جي سوانح لاءِ هيٺيان ماخذ موجود آهن.

مرحوم ماستر محمد موسيٰ سومرو جو اصل لکيل 1998ع وارو نسخه جيڪو عبدالله فقير بروهي کان ٻڌي لکيائين.

حاجي عبدالرحمان تنيي جو نسخه جيڪو 1950ع ۾ وڏي عمر وارن ماڻهن کان پڇي لکيائين.

ماستر محمد بخش وارو نسخه جيڪو ماستر محمد موسيٰ واري نسخه تان هليو جيڪو اوهان واپس ڪيو.

اوهان جو لکيل علمي آئينو.

جون 1939ع ۾ سرڳواسي ڪلياڻ آڏواڻي سنڌو رسالي ۾ فقير نانڪ يوسف تي مضمون لکيو.

تذڪره لطفي جلد 3 لطف الله بدوي شڪارپوري.

مضمون نئين زندگي عبدالعلي فتح علي قلباڻي.

مضمون نئين زندگي ماستر رسول بخش ٽالپر

جوتيون جواهرن جون، ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

رساله سچل سرمست مرزا علي قلي بيگ
سچل جو سرائڪي رسالو مولوي محمد صادق راڻيپوري
سچل جو رسالو نماڻو فقير هندستان ۾ ڇپيو.
مودبانه گذارش آهي ته اوهان وٽ فقير نانڪ يوسف جو جيڪو مواد هجي ته نوازش فرمائي ڏيندا.
- خادم حسين عباسي

محترم ڊاڪٽر خداداد چانڊيو
خيرپورناٿن شاهه (1961 – 11 – 30)
محبوبِ دلم گرامي عزيزم عالي جناب مسٽر بلوچ صاحب،
بعد صد السلام عليڪم ورحمة و برڪاته، اقدام بوسي ۽ شوق ملاقات فرحت آثار جي معروض راءِ عالي اينکه ورهيه گذري ويا آهن مگر بنده کي حضرت جن جي ملاقات جو شرف حاصل ڪونه ٿيو آهي. اهو زمانه جهوناڳڙهه وارو ۽ هي زمانه پيري تباهيءَ وارو! انهيءَ درميان ڪو هڪ دفعه اوچتو ڪراچيءَ ويندي ملاقات چند لحظن لاءِ ٿي هئي. اميد ته ياد هوندي.
پيارا ادا اوهان صاحبن جون خبرون پيون جيئن جيئن جو وڏن ماڻهن جون ڳالهيون با بانگ بلند هلنديون رهن ٿيون، مگر اسان مسڪينن جو آواز ۽ حال بلڪل پنهان ۽ پوشيده بي وقار جي حالت ۾ پيرن هيٺ رهندو آهي. تنهنڪري اوهان صاحب اسان جي حال ۽ چال کان بلڪل ناواقف آهيو. اسان مسڪيني حال ۾ پنهنجي ماحول اندر پيا تڳون. الحمدالله، انهيءَ ۾ الله پاڪ جو راز مضمر آهي، ۽ ائين تان دل ضرور شاهدي ڏئي ٿي ته توهان جڏهين فارغ از خيالات بلند کان ٿي ننديڙ ۽ پڙهڻ وارو زمانه ياد ڪندا هوندئو ته انهيءَ وقت ضرور هڪ سيڪنڊ لاءِ هن ناچيز کي به ضرور ياد ڪندا هوندا. دل چئي رهي آهي ۽ اوهان صاحبن کي عجب هوندو ته ڪير آهي. ادا جان آءٌ اهو آهيان جو صالح بورچيءَ سان گڏجي حيدرآباد دکهن ڏانهن جهوناڳڙهه مان فرار ڪري ويو هوس. خداداد چانڊيه ڪئين وارو ياد هوندو. بهرحال هينئر نقشه آڌو اڇي ويو هوندو. ادا جان هن زندگيءَ ۾ باغم والم پيا گذاريون ۽ اڳين حياتي تي صاف ۽ پاڪ ياد ڪري ڳوڙها ٿا ڳاڙيون. اسان کي جئن رب موزون سمجهو اتي ۽ انهيءَ جاءِ ۽ انهيءَ ڪم تي بيهاريو ۽ اوهان صاحبن کي جتي رب العزت چاهيو اتي ۽ انهيءَ جاءِ تي انهيءَ ڪم کي سرانجام ڪري رهيا آهيون. الحمدالله عليٰ ڪل حال. اوهان صاحب ڪي سال اڳ هن طرف تشريف فرما هيو. ۽ ڊپٽي ڪليڪٽر

نون صاحب هيو ۽ آخوند شفيع محمد صاحب کي چوڻ ڪيو هيو ته خداداد چانڊيه ڏي هلون. مگر مسٽر شفيع محمد صاحب نٽائي ويو ته واٽ جيپ جي نه آهي، اها خبر آخوند صاحب مون سان ڪئي هئي. جيڪڏهن واقعي هن مسڪين جي خس خانه تي تشريف آوريءَ سان سرفراز ڪريو ها ته ضرور هن عاجز جي دل نهايت بهار ٿئي ها. بهرحال جي حياتي بقا ڪئي ۽ زمانه جفانه ڪئي ته ضَرور اوهان شفيق هن عاجز کي نوازيندو. مون کي ڏاڍو شوق زيارت جو ٿيندو آهي مگر بي وس بي زاد آهيان. نٿو اچي سگهان. اوهان صاحبن کي ته آسان آهي جيڪڏهن ڪرم نوازي ڪريو

”شاهان چه عجب گر به نوازند گدارا“

اميد ته خوش خورم هوندا ۽ قلب سليم سان حياتي بسر ڪري رهيا هوندئو ۽ دعا آهي ته شال هميشه شاد ۽ آباد هوندئو – آمين ثم آمين.

- ڊاڪٽر خداداد چانڊيو

محترم خ. ق. سومرو

گورنمينٽ مڊل اسڪول، ڊٻ ميهر شاهه (1979 – 5 – 1)

سائين بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: عرض هي آهي ته مان توهان سان وعدو ٿو ڪريان ته ٻيو ڪوبه مقالو توهان ڏانهن ڪونه موڪليندس، ڇو ته مان توهان کي ڪافي تڪليف ڏني آهي، مهرباني ڪري مونکي معاف ڪندا.

سائين هي مقاله، انساني ذهن جي ارتقا جي نالي سان توهان جي خدمت ۾ پيش ٿو ڪريان. تهذيب و تمدن جي موضوعن تي توهان وڏي حيثيت ٿا رکو. اميد ته منهنجي رهنمائي ڪندئو. ڏهن منٽن جي قرباني لاءِ توهان جو ٿورائتو رهندس. توهان يقين ڪيو ته هي آخري تڪليف آهي جا مان توهان کي ڏيان ٿو.* —

خ. ق سومرو

.....2.....

* مورخ لاڙڪاڻه 15 مئي 1981ع •

سائين بلوچ صاحب،

رسول عربي جو گلابي نور توهان جي ڳلن تي مهڪندو رهي، دنيا جي ان وڏي ۾ وڏي عقلمند انسان جون رحمتون اوهان تي رسنديون رهن، آمين!

سائين لاڙڪاڻه مان پڪار ڪئي اٿم، اميد ته مون تي احسان ضرور ڪندءُ چو ته ٻي ڪابه واه ڪونه اٿم. هڪ پاڪ سوال ڪٿي توهان جي حضور ۾ حاضر ٿيو آهيان. مڃان ٿو ته توهان جو وقت قيمتي آهي، پر ڏهن منٽن جي قربان سان قرآن شريف جي ڪا عظمت دنيا تي آشڪار ٿي پوي ته ان کان وڌيڪ خير جو ڪم ٻيو ڪوبه ڪونهي.

هڪ مقالو ڪائنات ڪيئن ٺهي؟ قرآن حڪيم جو جواب لکيو اٿم. پنهنجي نوراني تنقيد کان آگاهه ڪيو ته توهان جي وڏي مهرباني ٿيندي. مونکي قوي اميد آهي ته توهان جهڙن عالمن وٽان خالي ڪونه موٽبو. آءٌ توهان کي يقين ٿو ڏيان ته توهان جا ڏهه منٽ رائيگان ڪونه ويندا بلڪ توهانکي روحاني خوشي نصيب ٿيندي. —

خ. ق

محترم خدابخش چانديو ”مجاهد“

سامارو

مشفق لکان ڪه شفيق لکان ڪه مهربان لکان

حيران آهيان ڪه تنهنجي خط ۾ ڇا لکان.

-

چارڻ لڳون پنڌ گهٽون ڪين چونٽاٽي چئيج

اتي آءٌ نه اچڻو هتي هلائج

ڪو جو ڏان ڏيج، جو پوچارو پور ٿئي.

-

موڪليان مرڪز کي سامهون مهل ڪا منٺار خط،

دوست تنهنجي دوستي جو دوبدو ديدار خط.

تون طياري تارپيڊو تير کان وچ تيز ٿي،

تار سان تاريون مٿي وچ تيئن منهنجو تار خط.

وا سوا ٻيو ڪير وٺندو ڪير وٺندو واسوا،

واءُ خدا جي واسطي تون منهنجو وارئي وار خط.

بند بلبل کي ڪري جيئن باغبان بادام تي،

برگ گل کان باگل بر بام تي بيدار خط.

وچ ڪٿي هي خط خلاصو ڊاڪٽر وٽ ٻوڙ سان،

هي نبي بخش آهه تنهنجو نازني نروار خط.

وچ مجاهد جي ڪٽي تون معذرت ۽ ماجرا،
من ملڪ ارض و سماء وهنوار سان ڪو وار خط.
آءٌ اڻ پڙهيو آهيان نه ته جلد خط پهچائجن ها. اسان تي با صداقت صاف تنهنجا سونا نجش نشان آهن. توهان منهنجي همٿ افزائي ڪئي، تنهن ڪان پوءِ مون يوم آزاديءَ تي ضلعي ڪان پهريون نمبر ڪنيو آهي. توهان صاحبن جي تار ملي. سال تائين پگهار ملندو آ. اوهان جي مهرباني – وڏيڪ خير.
- خدا بخش

محترم حڪيم دين محمد اڪرم پوڙائي
ڪونڙي (2003 – 5 – 30)
قابل احترام جناب حضرت قبله ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم: طرفين خيريت مطلوب آمين ثم آمين. دير لاءِ نهايت شرمنده ۽ معذرت خواه آهيان.
اوهان جي زيارت جو ڏاڍو شوق هو ته حميد صاحب (ميمڻ، سنڌي) وٽ ايندا مگر زيارت نه ٿي. توهان جيڪي ڪجهه منهنجي ڪتاب تي لکيو آهي، انهيءَ لاءِ آءٌ پنهنجي زندگي جي بيحد خوشي جي اظهار ڪانسواءِ چا ڪري سگهان ٿو.
خداوند تعاليٰ اوهانکي پنهنجي آل اولاد سان خوش رکي وڏي عمر عطا فرمائي آمين.
شربت به شيشا تحفه طور حضور جن جي سنت سمجهي قبول ڪندا هي شربت مشڪ ۽ عنبري آهي منهنجو مرشد سيد عبدالحفيظ شاه اعليٰ حضرت احمد رضا بريلوي جن جو ڏوهٽو آهي، اهو ٺهرائيندو آهي. هر سال به شيشا مونکي عنايت ڪيائون، اهي خدمت ۾ عرض رکيم اهي ڏينهن ۾ به دفعا واپرائي سگهجن ٿا.
– حڪيم دين محمد

محترم مولانا دين محمد اديب
فيروز شاهي (16 – اپريل 1964ع)
بخدمت مخدومي جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، خيريت سان سفر با ظفر تان واپسيءَ جي مبارڪ.
ڪليات اديب فارسي يونيورسٽي پريس ۾ ڇپي رهي آهي. اڌ کن ڪمپوز ٿي ويئي آهي. 32 صفحا مٿيئن تي ڇپجي ويا آهن. براه ڪرم ڇپيل فارم پريس تان گهرائي

مطالع ڪرڻ فرمائيندا. آرزو اٿم ته ڪتاب بابت چند ڪلمه دعائيه لکي ڏيندا ته خوشي ٿيندم، خدا تعاليٰ اوهانجي فيض ۾ روزانو برڪت وجهي – آمين نياز مند
- دين محمد
محترم دادا سنڌي
گورنمينٽ هاءِ اسڪول، ميرپورماٿيلو (1984 – 1 – 25)
بخدمت جناب ڊاڪٽر صاحب،
تسليم و آداب! اوهان صاحبن سان ملاقات جو شرف ساري زندگي ۾ ياد رهندو. اوهان جهڙا مخلص، بي لوث ۽ اديبن جا همدرد ۽ هڏ ڏوکي ليکڪ هن سنسار ۾ مشڪل ملندا. اوهان جنهن خلوص ۽ پيار سان منهنجي همت افزائي ۽ حوصله افزائي ڪئي، ان لاءِ مان مشڪور رهندس، اوهان جي متوڪلانه طبع ۽ بصيرت افروز گفتگو جو قائل آهيان.
ٻيو ته آءٌ جنهن لغاري دوست جو اوهان کي عرض ڪيو هو ۽ سندس پروموش لاءِ اوهان صاحبن کي درخواست ڏني هئي، مهرباني فرمائي، ان لاءِ ڪجھ رحم جي نظر ڪندا ۽ سندس پروموشن لاءِ چوندا.
ٽيو ته آءٌ جن ڪتابن لاءِ اوهان صاحبن کي عرض ڪيو هو. جيڪڏهن انهن مان ڪو هڪ اڌ عنايت ڪندا ته وڏي مهرباني ٿيندي.
ڪجھ ڪتاب هي آهن:
عربي لٽريچر ۾ قديم هندستان.
هندستان، عهد رسالت ۾.
هندستان عهد خلافت راشده ۾. مولانا اطهر مبارڪپوري
هندستان ۾ عربي حڪومت.
سائين وڏا، آءٌ اوهان جو نهايت مشڪور رهندس، جيڪڏهن اوهان تڪليف وٺي، اهي ڪتاب عنايت ڪندا.
سائين، استاد ڪريم بخش لغاري جي پروموشن لاءِ وري به عرض ڪندس.
- دادا سنڌي

محترم در محمد پٺاڻ
گورنمينٽ هاءِ اسڪول جنگشاهي (1973 – 6 – 14)
بخدمت فيض الدرجت قبله سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب،

السلام عليڪمِ سائين هڪ سال بعد وري سائين جن جي خدمت اقدس ۾ هن خط جي وسيلي پيش ٿي رهيو آهيان. اميد ته اجان به وڏيڪ نظر ڪرم سان مستفيض ٿيندس. سائين، مان ڪير آهيان؟ تنهنجو جواب چند الفاظ ۾ پيش ڪريان ٿو.
مدت دراز کان سائين جن جي علم و فضيلت، عنايتن ۽ نوازش، فيض ۽ ڪرم جو پياسي، شايد منهنجو شمار انهن بدنصيب مسافرن ۾ ٿي سگهي ٿو. جن کي پنهنجي منزل جي ته چاڻ هجي پر هو ڪٿن راه کان بي خبر هجن. ساڳي ئي نموني هن ناچيز ته پنهنجي منزل چاڻي ورتي آهي ۽ اها آهي سائين جن جي عظيم شخصيت جيڪا منهنجي يقين مطابق مون لاءِ مجازي پي کان وڌي ويندي ادبي مرشد جي حيثيت رکي ٿي. انهيءَ منزل کي ڪيئن ماڻيان؟ سا سڌ نه ٿي پئيم. چو ته ان عظيم عالم اڳيان آءٌ ڪيئن اچان جڏهن ته مان پاڻ جاهل آهيان. ان سست آدمي کي چا مجال جو ان مجسمه محنت اڳيان اچي جنهن اکين کي اوجاڳا ڏئي، راتين جون ننڊون ڦٽائي پنهنجي ادبي ڪاوشن سان سنڌي ادب جي وسيع زمين کي سيراب ڪيو.
سائين، مان پياسي آهيان اوهان جي شفقت جو، اداسي آهيان اوهان جي فيض لاءِ، مون کي هڪ مجازي پي، محبوب رهنما، ۽ عظيم شخص جي دامن گهرجي. مون کي يقين آهي ته مان اوهان جي در تان ڪڏهن به خالي نه ويندس ۽ منهنجو شمار انهن خوش نصيب فردن ۾ ٿيڻ لڳندو جيڪي سائين جن جي نظر ڪرم ۽ فيض جي رنگ مان رنگجي ريٽا ٿيا هوندا...
- در محمد پٺاڻ

محترم در محمد خان اُڍو
محمدپور، ضلع جيڪب آباد (1 – آگسٽ 1962ع)
بخدمت تشريف ڪرم فرمائي ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
عرض ته گنداوا وارن ٽڪرن ۾ صاحب ٽڪري ۾ ديگ جو اوهان ذڪر فرمايو هيو. نيڪ محمد خان کان احوال معلوم ٿيو ته بروهي پڌايو ته ائين برابر آهي.
هينئر عرض آهي ته حياتي باقي، رهي گرميون گهٽ ٿين، اوهانکي به واندڪائي ڪا ٿئي، اهو سفر ضرور ڪبو. ڏکيو ڪونه آهي. خير مان تلاش ۾ آهيان ته هي آدمي نيڪ محمد وٽ رستو ڏسي اچي. مونکي ڏاڍي خوشي ٿيندي جو اسان جي سنگت به سموري ساڻ هجي.
- در محمد اڍو
....2....

ڪرم فرمائي من،
هن ڪان اڳ نياز نامو عرض رکي ويو آهي، اميد ته گذارش هيٺ آيو هوندو. ڪالهه هڪ آدمي وڏيڪ هي به احوال ڪيو ته هڪ مري زميندار ٻڌايو ته انهيءَ قسم جون اهڙيون ديڳيون هڪ نه پر ٻه آهن، انهيءَ ڪان سوائي هو چوي ٿو ته صاحب نجاتي پٽر آهي، انهيءَ تي ڪي اکر لکيل آهن. جي پڙهڻ ۾ نٿا اچن، اهي ڳالهيون ڪيتري قدر سچيون آهن، انهيءَ جي جانچ ڪئي وڃي ٿي. جيڪو آدمي پهريون موڪليو ويو آهي، سو ڪونه آيو آهي، بهرحال مونکي اهڙو موقعو مليو آهي جو اوهان جو ديدار حاصل ڪندس، جڏن جڏن احوال معلوم ٿيو عرض ڪندس. الحمدالله خيريت آهي، اميد ته پائي صاحب خوش و خورم هوندو.
عثمان فقير جي به جانچ ڪئي وئي آهي، اهو ڪم پورو ٿيندو، اهي ڪم (ستار والله) سيد محمد خان جي حوالي آهن، انهيءَ جا نياز عرض آهن سندس چوڻ آهي ته اوهان کي بنده ايرادن ۾ ستار مدد ڪندو. آمين اميد ته اوهان خوش خورم هوندو.
- در محمد اُڊو

محترم دين محمد چارڻ
شهر دادو (مورخ 22 نومبر 1957)
معزز جناب ڊاڪٽر صاحب،
بعد السلام عليڪم جي عرض ته نوازشنامه پئي مليا، نهايت مهرباني. ڪتاب به ميان صدرالدين جي مداح وارو مليو مگر مان اوهان وٽان حيدرآباد کان اچڻ بعد بيمار ٿي پيو هوس، انفلوئنزا جي بيماري تمام تڪليف سان ٿي هئي. ڪتاب ۽ خط مونکي ان بيماري ۾ مليو جنهنڪري احوال ڏئي ڪونه سگهيس، هن وقت الحمدالله خوش آهيان.
ميان صدرالدين جي مداح مهراڻ جي نمبر ۾ برابر ڇپي آهي، اسان اهو نمبر هتان جي ايجنٽ کان ورتو آهي، ۽ ايڊيٽر صاحب اسان ڏي ڪونه موڪليو آهي. تنهنڪري هاڻي اسان کي درڪار ڪانه آهي، ۽ ٻيو ته منهنجي ڀاءُ مولوي محمد سهراب مونکي ٻڌايو ته اسان جي والد مرحوم جي مداحن ۽ مولودن جي ڪتابن ۾ ميان صدرالدين جي مداح ڇپيل آهي جا شڪارپور جي پوڪرداس جي ڇپايل آهي، منهنجو خيال هو ته ان کي به پيٽي ڏسان مگر اهو ڪتاب به اجان في الحال ڪونه لڌو، اميد ته جي لڌو ۽ ڪو وڌيڪ ان ۾ مصرعه هوندو ته لکي موڪليندس. تازو احوال ته اوهان صاحبن لکيو هو ته شجري جا پويان پنا جدا ڪريان ان لاءِ اسان جو خيال هو ته جدا ٿيڻ سان اسان کان وري گم ٿي ويندا. جڏن ته اهو شجرو به ڪو اڳين جو حصو آهي،

مگر جلد ۾ ٿيڻ سان ڪجھ نه ڪجھ بچو آهي. ان ڪري جي اوهان جدا نه ڪيا آهن ته جتي 4 سال کن گذريا آهن اتي اهي ڏينهن به گذري ويندا. اوهين جي 5 – 6 مهينن ۾ ڪم لاهي سگهوس ته اوهان وٽ هجي ۽ جي ان عرصي ۾ اميد نه هجي ۽ اوهان جدا به ڪرائي ڇڏيا آهن ته ماشاالله پوءِ پوين صفن کي وري ڪٽي جلد ٻڌبو، جئن اوهان کي مناسب نظر ۾ اچي ائين ڪندا.
- دين محمد چارڻ

محترم داد محمد خادم بروهي
ڦول باغ محله جيڪب آباد (1989 – 9 – 1)
مانوارا سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته اوهان جو محبت پريو خط (89 – 8 - 23) مليو وڏي مهرباني جو جواب سان گڏ پنهنجن قيمتي مشورن سان نوازيو اٿو. اوهان جي مشورن موجب مون سبي جي آسپاس وارن پناڻن جهڙوڪ خجڪ ۽ پٺي قومن جي سنڌي ٻولي تي به مختصر ڪم ڪري آيو آهيان. خجڪي ۽ پٺڪي به سبي جي وڏي يعني فراڪي محاوري جا ننڍا محاورا آهن، جڏهن ته سيلاچين جي علائقي تلي ۾ خشڪي ٻولي به فراڪي ۽ کيتراڻي محاورن جي ننڍي محاوري جي حيثيت رکي ٿو.

* 1976 – 1975ع ۾، جڏهن آءٌ وائيس چانسلر رهيس، تڏهن ”سنڌ الاجي“ جي ترقيءَ تي خاص توجهه رهيو: ٻه رسالا جاري ڪيا ويا هڪ انگريزيءَ ۾ ٻيو سنڌي ۾ ”علمي آئينو“ جنهن ۾ منهنجو نانڪ يوسف بابت لکيل تفصيلي مضمون ڇپيو. (جنهن ڏانهن اشارو ڏنل).

* سندس موڪليل مضمون مغز ۽ معنيٰ وارا هئا. مون انهن کي شايع ڪرايو. هڪ ماهوار رسالي ”پيغام“ (ڪراچي) کي ڏنو ۽ ٻيو سنڌي ادبي بورڊ جي رسالي ”مهراڻ“ کي ڏنو. نبي بخش.

• ڊاڪٽر بلوچ جو نوٽ: خط لکيو ويو ته پنهنجي مضمونن جو مجموعو تاليف ڪري موڪلي ته هجره پروگرام هيٺ ڇپايو وڃي. نبي بخش. اسلام آباد 1981 – 7 – 21.

سائين اوهان جي مشورن موجب مون اڳئي سبي خطي کي ٻن محاورن ۾ ورهايو آهي، جيڪي جغدالي ۽ فراڪي آهن. جغدالي لاءِ جيڪب آباد کان شروع ٿي سبي کان 30 ميل اورتي تائين هڪ طرف، ته سئي گئس کان جهل مگسي تائين ٻئي طرف وارو علائقو مقرر ڪيو اٿم. جڏهن ته فراڪيءَ ”سبيءَ جي چوڌاري ٽيهن ميلن جي علائقي کي مقرر ڪيو اٿم، چو جو منهنجي تحقيق موجب انهن علائقن ۾ اهي ٻه محاورا واضح طور مروج آهن. ٻنهي محاورن جو مون صرف نحو ۽ صوتيات جي روشنيءَ ۾ جائزو ورتو آهي. جغدالي محاوري کي ناڙيوالي، چنڪي ۽ جتڪي به

چيو وڃي ٿو، جڏهن ساڳيائي نالا فراڪيءَ لاءِ به مخصوص آهن پر ڪٿي ڪٿي ان کي پٺاڻ يا بلوچ قومون ڦراڪي به چون ٿيون، ان ڪري مون ان لاءِ فراڪي نالو مخصوص ڪيو آهي.....

- داد محمد خادم

محترم ڊي. ڪ منشاراماڻي

سڌارٿ، ننگر، گوڙ گائون بمبئي (1989 – 9 – 21)

محترم ڊاڪٽر بلوچ،

مدت بعد هي ننڍڙو خط لکي رهيو آهيان، اوهين پنهنجن ادبي مصروفيتن ۾ گرفتار آهيو، ايتري قدر جو جيڪي به اوهانجي قلم مان نڪري رهيو آهي، تنهنجو هت پتو پوڻ ناممڪن آهي.

هن خط جو مقصد محض اهو آهي ته اوهانجي مضمون ”شاهه عبداللطيف جي حياتيءَ جو احوال“ بابت چند الفاظ لکان.

پهرين ڳالهه اها ته اوهانجي اها ڪوشش نهايت عالمانه آهي، تمام سهڻي نموني پيش ڪئي ويئي آهي، ان لاءِ مبارڪباد جا مستحق آهيو.

اوهان ليلا رام ”وتڻ مل“ لکيو آهي حالانڪ وطڻمل ئي آهي جئن هن جي بين سنڌي ۾ ڇپيل ڪتابن تي لکيل آهي. اهو ئي صحيح ليکبو ۽ نه وتڻ مل.*

باقي اوهان جو لکيو آهي شاهه صاحب جي ازدواجي زندگي يا سندس بيگم سان محبت جي سلسلي ۾ آءٌ ان سان شامل راءِ آهيان ته اهو سڀ افسانو آهي. باقي هڪ ڳالهه چئي سگهجي ٿي ته نوجوان ۾ فطرتا ان وقت محبت جو طوفان هو، ته پوءِ ڪيئن سندس والد دعا ڪرڻ لاءِ محلن جي حويلي موڪليندو هو. آءٌ مڃڻ لاءِ تيار به نه هوس ته ڪو شاهه لطيف اهڙي گستاخي ڪندو، اهڙي بيباڪي ڏيکاريندو جو ان نيڪ سيرت نياڻي جي ڇيچ وٺي ڪري اهي لفظ ورجائيندو جن جو ذڪر ڪتابن ۾ آيو آهي. هن ڇيچ بلڪل نه پڪڙي هوندي. صرف سيدن جو پار دعا ڏيڻ ويو هو. ممڪن آهي من ۾ محبت جو سمنڊ اٿليو هجيس، پر شاهه لطيف جي اهڙي ته تعليم ۽ تربيت ڪيل هئي جو کُلم کُلا اظهار ڪڏهن نه ڪري سگهي! بنا ڏسڻ جي بنا گفتگو جي به اچانڪ عشق جي آگ لڳي ٿي.

صحيح ته اهو افسانو آهي ۽ نهايت ئي ناٽڪي طرز ۽ فلمي انداز ۾ چڙ پيش ڪيو ويو آهي، جڙتو ۽ جعلي آهي. اوهان ان افساني جي ترديد ڪئي آهي، ان لاءِ به مبارڪباد! جڏهن اوهانجو اهو مضمون پوري طرح ڇپجي ۽ مستند صحيح متن رسالي جو ظاهر ٿئي تنهن تي مزيد ڪجهه خيال آرائي ڪري سگهجي ٿي. اميد ته باخيريت آهيو.

– ڊي. ڪ منشاراماڻي

....2....

* مورخ 10 مئي 1982ع، بمبئي

محترم ڊاڪٽر بلوچ،

اڄ خيال آيو ته چونه اوهان ڏانهن ٻه اکر ڪٽي لکان. اميد ته خيريت سان آهيو ۽ طبيعت بلڪل مزن تي آهي، خدا جل شانہ اوهان کي عمر دراز عطا ڪري، رحمت برقرار رکي.

اوهانجا موڪليل تحفا ڪڏهن ڪڏهن موج سان مطالعي هيٺ آڻيندو رهندو آهيان. رسالو غلام محمد خانزئي جو ڏسي رهيو هوس. مقدمي ۾ اوهان رسالن جو ذڪر آندو آهي جن جي اشاعت ۾ اوهان خاص رغبت ڏيکاري آهي، نهايت مشقت وٺي اهي جهونا نسخا هٿ ڪري صحيح ريت ايڊٽ ڪري، سنڌي ادبي شاعري کي پوري آب و تاب سان پيش ڪيو آهي. انهن مان منهنجي نظر مان صرف لطف الله قادري جو رسالو، ميون شاه عنايت جو ڪلام نڪتا آهن، ۽ خانزئي وارو رسالو. ان سان ٻه شامل راءِ آهيان ته ضرورت آهي ته سڄل جو ڪلام به رسالي جي صورت ۾ ترتيب ۾ ڏنو وڃي ته بهتر. ڪنهن کي من ۾ امنگ ايندو ته اهو ڪم ڪري وجهندو. خانزئي جو رسالو به انهيءَ ڪڙي جيان ئي آهي ۽ ضروري آهي ته حضرت پٺائيءَ جي رسالي ڪانسواءِ اهي ٻيا به رسالا پڙهيا وڃن، انهن جي پاڻ ۾ ڀيٽ تي سگهي ڪئي وڃي.

مون اهو به پڙهيو ته اوهين شاه لطيف جي رسالي جي هڪ مستند جامع متن به مرتب ڪري رهيا آهيو. خدا ڪري اهو ڪم به اوهين پايه تڪميل تي پهچايو. ازانسواءِ منهنجو هڪ ٻيو به عرض آهي ته ڊاڪٽر دائود پوٽي وارو تيار ڪيل نسخو به ڪهڙي ريت شايع ٿئي ته جئن هن جي محنت رائگان نه وڃي، هنجي روح کي به هڪ طرح جو سڪون ملي. هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو نظريو آهي، ۽ هر ڪنهن جو پنهنجو تنقيدي شعور. هڪ ٻئي سان اختلاف ٿي سگهن ٿا پر تنهن بابت منهنجي ناقص راءِ ته اهو نسخو جئن آهي تئن ڇپجي ته سڀ دعائون ئي ڪندا. اهو ڪم اوهين ڪري سگهو ٿا ۽ ٻيو ڪوئي نه ڪري سگهندو.

ڪافيون – 1 به ڪڏهن ڪڏهن پڙهندو رهندو آهيان. هڪ نئين ڳالهه جا نظر آئي سا اها ته اوهان پارو شاه جي هڪ سرائڪي ڪافي ڏني آهي (ص 322) پارو شاه ذات جو سونارو هو. پوليس ۾ نوڪري هئي پر پوءِ نوڪري ڇڏي ڏنائين. سالها روهڙيءَ جي ٽڪرين تي ويهي يوگ ابياس ڪيائين. اوڌوت هو. شادي ڪيل هئس پر هن کي پيڪين ۾ ڇڏي آيو ۽ چيائين ته هن بعد تون گنگا ماتا آهين. ان وقت هو

ويهن ورهين جو هو ۽ سندس زال 13 ورهين جي. بيدل سان دوستي هئي پر اها ڳالهه پڪ سان چئي نٿي سگهجي ته فيض ڪٿان حاصل ٿيس. مست آدمي هو. پٺيان چوڪرن جي چانگ ڪان چوائيندو هو ته ”پارو پارو ويو پارو پارو ويو.“ پارو مل مان پارو شاهه ٿيو. ان لاءِ اها روايت آهي ته شاهه لطيف جي پوئين ڪان ڪي روهڙي آيل هئا، جن ڪيس شاهه جو لقب ڏريو. (سندس پيءُ جو نالو هو اجمل، پر شادي شڪارپور مان جهامنداس سوناري جي گهر مان)

هنجي وفات جي تاريخ فارسي ۾ ڪنهن لکي آهي پر مون وٽ اهو ڪلام (شايد) صحيح ريت موجود ڪونهي. بهرحال اوهان کي معلومات لاءِ لکان ٿو. مون ته اهي شخص ڏٺا جن پاروشاهه کي ڏٺو، بيدل کي ڏٺو ۽ بيڪس جا صحبتي هئا. ڊاڪٽر روچلداس (قطب شاهه جو مريد) جي وڏي ڀاءُ ميٺا رام سچانسگ پارو شاهه سان لهه وچڙ آيو.

وفات تي قطعه آخوند فيض محمد لکيو آهي:

| | |
|---|---|
| زرگري ذکر گو خدا آگاهه، | طالب حق فقير پارو شاهه، |
| غوطه در بحر بيخودي خوردهه، | طرف دنياي دون نکرد نگاهه، |
| راحت روح پيرو برنا بود، | هم دعاگو خلق شام و پگاهه، |
| قلم در راه لامکان برداشت، | از سرابيات سال فوتش خواهه، |
| فيض محمد علي آن درويش، | باتو بادا بهر مکان همراهه. |

26 فيبروري 1890ع ۾ هيءَ دنيا ڇڏيائين. 1820ع ۾ ڄائو هو بيدل 1814 ۾ ڄائو. ڪافين جا ته انبار آهن. روهڙي جي پائي ايسر جون به سنڌي / سرائڪي ڪافيون آهن. جي اتي ورهاڱي بعد ڇپيون آهن، هٿ به آهن. دلپت جي پوين مان آئي هريرام تخلص مسڪين جن به ڪيئي مستيءَ واريون ڪافيون ڇپيون آهن. مطلب ته ڪافين جا ته گجگاهه پيلا آهن. ٻي ڪا خدمت هجي ته حاضر. – دي ڪي منشاراماڻي

.....3.....

مورخ 10 آگسٽ 1958ع، گجرات ڪاليج، احمد آباد، ڀارت

ادل سائين سدا سلامت،

نيازن جي عرض ته گهڻي وقت کان ارادو هو ته اوهان ڏانهن نياز نامون عرض رکان پر مشغولين سبب دير پوندي آئي. اڄ آچر آهي ۽ فرصت، سوچيم چونه اوهان ڏانهن به اکر لکان. ڪالهه برادرم عبدالڪريم سنديلي وٽان علامه آءِ. آءِ. قاضيءَ جو آل سنڌ ادبي ڪانفرنس وارو صدارتي خطبو ۽ اوهانجو استقباليه خطبو ۽ ”لاکو

ڦلاٽي“ تحفي طور پهتا. محترم علامه قاضي صاحب جو هڪ هڪ نڪتو دُرنا سفتو آهي ۽ سندن سڀ ڳالهيون هٿڀائڻ وٽان آهن. قاضي صاحب جا سنڌيءَ ۾ اهڙا ليکه، تقريرون ڪتابي صورت ۾ گڏ ڪري شايع ڪيون وڃن ته سيني سان سانيجن. الله تعاليٰ کين وڏي عمر عطا ڪري جئن هو پنهنجي دل ۽ دماغ سان سنڌ ۽ سنڌيءَ جي خدمت ڪندا رهن ۽ شال سندن سايه پروريءَ هيٺ ”سنڌ يونيورسٽي“ ترقي جي شاهراه تي پانڌيئڙو ٿي منزل جي اوڏو پهچي.
ان سان گڏ اهو به لکڻ کان رهي نٿو سگهان ته بزرگ اديبن جي قطار ۾ ننڍڙن مان ڪو نمائندو بهي سگهي ٿو ته ٻيو ڪوئي ڪونهي سواءِ اوهانجي. شل اوهانکي به خضري عمر عطا ٿئي جئن اوهانجي تصنيفات جو سلسلو مدت تائين جاري رهي ۽ پياسن جي اُڃ بجهائيندا رهو.
هن خط جي جواب سان گڏ پنهنجي ولادت جي تاريخ ۽ سن لکي موڪليندا ته احسانمند رهندس. مونکي جيتري ڄاڻ آهي ان موجب اوهان جا هيٺيان ڪتاب ڇپجي شايع ٿيا آهن.
1. ڪليات حمل، 2 . پيلاين جا ٻول، 3. لاکو ڦلاٽي، 4. مهراڻ جو سوانح نمبر (اوهان جي نگراني هيٺ ڇپيل)، 5. تاريخ ريگستان (نگراني)، 6 تحفة الڪرام، 7. سنڌي لغت (ڇاپي هيٺ).
سنڌي لغت لاءِ آسائتيون اکيون کٽي ويٺو آهيان ته ڪڏهن ٿي ڇپجي ظاهر ٿئي. هن طرف به اهو ارادو آهي ته انگريزي – سنڌي لغت تيار ڪرڻ ۾ اچي. ايندڙ سال کان شايد اهو ڪم شروع ٿئي. حال في الحال ته ان ڏس ۾ ڪاميٽي بنائي وئي آهي جا ڊسمبر تائين رپورٽ ڏيندي ته ان سلسلي ۾ ڪهڙا اصول پيش نظر رکجن ۽ ڪئن انکي عملي جامو پهرائجي.
منهنجو ببلوگرافي وارو ڪم چالو آهي. 15 ڪانپوءِ بمبئيءَ ۾ هفتي کن لاءِ وڃي رهيو آهيان جتي ڏار ڏار ڪاليجن، سڪولن ۽ ايشاٽڪ سوسائٽي ۾ رکيل سنڌي ڪتاب لاءِ معلومات حاصل ڪبي. اهو ڪم ڪري پوءِ اجمير ويندس جتي پڻ ڪن وٽ ڪافي ڪتاب آهن. ڏسجي ڪڏهن ٿو موقعو حاصل ٿئي جئن ايڏانهن اچي باقي رهيل کهيل ڪتابن لاءِ احوال ڪنو ڪجي. ويجهڙائيءَ ۾ ڪيترا ڪتاب سنڌ ۾ ڇپيا آهن پر جي هت اسان وٽ پهتا ناهن. انهن لاءِ به ته ضرور خبر چار هٿ ڪرڻ گهرجيم. نٿو چاهيان ته ڪي به سُٺا ادبي اهميت وارا ڪتاب رهجي وڃن.
قلم تازو! چاهيم ٿي ته شاه ڀٽائي سائين جي عرس تي حاضر ٿي سيني سان ملاقات جو شرف ملي پر الله سائين کي منظور ناهي. پهرين هتانجو ڪم پورو ڪريان ۽

جي ضروري هجي ته پوءِ سنڌ ڏانهن وئڪيشن ۾ اچان. اهڙو فيصلو رٿيو ويو آهي. اوهانجي جواب جو منتظر.
- ڊي. ڪي منشاراماڻي

محترم صوفي فقير روشن الدين
درگاهه صوفي فقير (1944 – 12 – 17)
محبت عنوان عزت نشان صداقت ميان نبي بخش خان،
بعد السلام عليڪم جي واضع هجي ته خط اوهان جو پهتو، پڙهي ڏاڍي خوشي حاصل ٿي. مونکي اڳيئي ٻڌايل هو ته اوهين اهڙي نامور تاريخ ناهڻ جي ويچار ۾ آهيو ۽ مونکي ڏاڍي خوشي ٿي. هاڻي فقط هيترو اوهان جي ڌيان تي آڻيان ٿو ته اوهين هڪڙو دفعو مون وٽ هتي درگاهه تي جيڪڏهن اچي سگهو ته جيڪر هتي فقير توهان کي اهڙي اوچي تواريخ لکڻ ۾ گهڻيئي مدد ڏيئي سگهي ٿو ۽ پڪي طرح سان معتبر تواريخن عربي جي ذريعه سان جهڙوڪ ابن خلدون ۽ ڪواڪب السعادات ۽ پارسي تواريخ "فرشته" وغيره مان.
مان توهان کي سنن موجب وڏي مدد ڏيئي سگهان ٿو. پر جيڪڏهن لاچار توهان نٿا اچي سگهو ته پوءِ لکپڙهه رستي پڻ توهانکي چڱي مدد ڏيئي سگهون ٿا. پر هونئن روبرو جيڪر گهڻو وڌيڪ اهڙي قيمتي تواريخ کي اچو بنائي سگهجي. لکپڙهه رستي ضرور مختصر مدد ڏيئي سگهبي. وڌيڪ اوهين مرضي وارا آهيو.
هي فقير اهڙي نيڪ ڪم ۾ خدمت ڪرڻ پنهنجو فرض سمجهي ٿو. ٻئي جواب لاءِ منتظر آهيان.
- دعاگو، فقير روشن القادري

محترم رفيق احمد وسطڙو
پي. او سڪرنڊ، ضلع نوابشاهه ( 1990 – 10 .....)
مانوارا سائين محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم عرض ته مون کي شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي باري ۾ جيڪا معلومات آهي، مون کي پڙهڻ جو شوق آهي. مون سنڌي ادبي بورڊ ڏانهن خط لکيو هو جنهن ۾ مون توهان جي ٻن ڪتابن جي گهر ڪئي هئي. بورڊ وارن خط جي جواب ۾ لکيو ته اهي ڪتاب اسان وٽ موجود نه آهن ۽ توهان جي ائڊريس ڏنائون ته ان سان رابطو

قائم ڪريو. ان ڪري مان توهان سائين جن ڏانهن عرض نامون موڪلي رهيو آهيان. مان غريب ۽ مزدور آهيان. مون کي جن ٻن ڪتابن جي ضرورت آهي. اهي آهن ”شاهه جا سرچشما“ ۽ ”شاهه جي سرن جي ترتيب“. اهي ڪتاب توهان وٽ موجود هجن ته مهرباني ڪري مون ڏانهن وي پي ڪري موڪليندا ته اهو خرچ ڀري مان ڇڏائيندس، جي توهان وٽ موجود نه هجن ته مهرباني ڪري اهو ٻڌائيندا ته اهي ڪتاب ڪٿان ملندا ۽ ان هنڌ جي ائڊريس ٻڌائيندا ته توهان جي مهرباني.

ٻيو عرض ته شاهه سائين جو رسالو جيڪو توهان 1974ع ۾ ڇپرايو اهو ملندو ۽ ان جي هن وقت قيمت گهڻي آهي. قيمت ان ڪري ٿو پڇان ته مان غريب آهيان پئسا گڏ ڪري پوءِ گهرائي وٺندس.

- رفيق احمد وسطڙو

محترم رسول بخش شيخ

شيخ هائوس، ڪوئٽه روڊ، جيڪب آباد (2004 – 8 .....)

عزت مآب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: اڄ جنگ اخبار جي ڪٽنگ موڪلي رهيو آهيان، جنهن ۾ تحريڪ پاڪستان ۾ گولڊ ميڊلسٽ جي 10 ماڻهن جا نالا آهن تنهن ۾ توهان جو به نالو آهي.

مان ورهين کان دل جو مريض آهيان انهيءَ سان گڏ هڏين ۾ تڪليف آهي، ڪمزور ٿيڻ ڪري هڏ ڀاڻ ۾ ڳنڍجي وڃن ٿا، ڊاڪٽر ياسين سومرو شڪارپور واري جو علاج هلندڙ آهي. مهيني ۾ هڪ دفعو چيڪب لاءِ ڪراچي وڃڻو پوي ٿو. دعا ڪندا ته الله پاڪ جي فضل سان زندگي جا ڏينهن پورا ٿي وڃن.

توهان مون سان گوڏي ۾ تڪليف جو ٻڌايو هو پارت جي اخبار ۾ انهيءَ سلسلي ۾ خبر ڇپي آهي فوٽو ڪاپي موڪليان ٿو. توهان کي انهيءَ دوا جي ضرورت هجي ته دوا گهرائي ڏيان. هندستان ۾ ڪافي دوست آهن. اڃا به مون کي ياد ڪندا رهن ٿا. ڪراچي ۾ پاڪستان سوهنٽ گولڊ ميڊلسٽ جي جماعت آهي انهيءَ جي سيڪريٽري مسٽر زبيري جو خط پهتو آهي. 7 – آگسٽ تي هڪ تقريب جو انتظام ڪيو ويو آهي.

اها تقريب نيشنل ميوزم ڪراچيءَ ۾ منعقد ٿيندي. ممڪن آهي ته توهان کي به شريڪ ٿيڻ لاءِ لکيو هوندائون، مان ڪونه شريڪ ٿي سگهندس. سفر ڪرڻ جي طاقت ڪونه آهي، ڊاڪٽر عباسي حيدرآباد وارو ڪم سانگي آمريڪا ويل هو. دل جو مريض آهي ڪيس دل جي تڪليف ٿي پئي آهي. زير علاج آهي. آگسٽ يا سيپٽمبر ۾ واپس ايندو. زياده خيريت، مون لاءِ ڪم ڪار هجي ته حڪم ڪندا.

- رسول بخش شيخ

محترم رائچند
چيلهار، ضلعو ٿرپارڪر (1957 – 9 – 25)
بخدمت عاليشان جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
نيازن ۽ ادبن جي عرض ته، چيلهار اسڪول جو هيڊ ماستر صاحب 57 – 9 – 14 جي رٽائر ڪري ويو. غلام کي ضلع آفيس عارضي طور هيڊ ماستر مقرر ڪيو آهي ۽ هن وقت انهيءَ پوسٽ تي ڪم ڪري رهيو آهيان. پر هڪڙو چاچري جو ويٺل همراهه ذات جو برهمڻ جو هينئر جيمس آباد ۾ تعلقه ماستر آهي سو ڪن ماڻهن جي سفارش جي زور تي ڪوشش ڪري رهيو آهي ته جناب اي. آءِ صاحب کان سڌو آرڊر چيلهار جي هيڊ ماستري جو وٺان چو ته ضلع آفيس منهنجي فائدي ۾ آهي ۽ همراهه تي ڪافي پڪارون ۽ اخبارن ۾ شڪايتون آهن. پر هو سڌي آرڊر وٺڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي ۽ اهو ڳوٺ جو رهاڪو به نه آهي. آءٌ ڳوٺ جو رهاڪو ۽ سيني کان سينيئر آهيان. ازانسواءِ آءٌ بئڪ ورڊ فرقي جو آهيان، اسانکي ضلع ۾ ڪوبه چانس ڪونهي. اوچ هندن کي ڪافي چانس يعني اسسٽنٽ انسپيڪٽر، هيڊ ماستر، تعلقه ماستر آهن. فقط هي هڪ چانس آهي جو به مونکان کسڻ چاهين ٿا، ڪم جي ڪري نه پر سفارشن جي زور تي. منهنجي سفارش هڪ خدا پاڪ ۽ ٻيو توهان صاحب آهيو. جيتوڻيڪ مون هن کان اڳ گهڻا دفعا تڪليف ڏني ۽ هن دفعي نٿي چاهيو ته اوهان صاحبن کي تڪليف ڏيان پر لاچار آهيان، ٻيو ڪو وسيلو ڪونهي. ان لاءِ عرض ته هيئنين نمونه فائدو ملي سگهي ٿو.
جناب اي آءِ صاحب جن ٻئي ڪنهن کي سڌو آرڊر نه ڏيڻ فرمائين.
ضلع آفيس مان جي پروپوزل اچي ته مونکي چانس ڏنو وڃي.
سائينجن مهرباني ڪري اي. آءِ صاحب جن جي ڌيان تي روبرو يا فون رستي اها ڳالهه آڻين فرمائين. جيئن هتان آرڊر غريب محروم نه رهجي وڃان. ترت نوازش لاءِ عرض آهي.
- رائچند
محترم لاکو رحيم بخش قمر
گلزار مسجد شريف، نوابشاهه (1 – مئي 1970)
جناب ڊاڪٽر نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله تبارڪ و تعاليٰ وبرڪاته و مغفرته:
بعد تحفه تسليمات ۽ شوق ملاقات جي احوال ته تازو حيدرآباد آيو هوس اوهان جي اُڪنڊ آفيس تائين آندو هو پر افسوس اوهان ڪونه هئا.

اوهان صاحبن نوابشاهہ ۾ حضرت پٺائي گهوٽ عليہ الرحمة جي عرس مبارڪ تي جيڪا گوهر افشاني ڪئي هئي سا سيني جي صدف ۾ سانڍڻ جهڙي آهي، جنهن کي هن حقير پُر تقصير هڪ صحافي جي حيثيت ۾ اکر به اکر قلمبند ڪري مهراڻ اخبار کي اماڻيو هوم. شايد اهي اخبارون اوهان جي نظر مان گذريون به هجن پر ان هوندي به انهن جون ڪٽنگون اوهان جي خدمت ۾ اُماڻي رهيو آهيان.

* ”وتڻ مل“ صحيح آهي.نبي بخش

– رحيم بخش قمر

.....2.....

* مورخ 27 – سيپٽمبر 1990ع

عاليجناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،

السلام عليڪم و رحمت الله تبارڪ و تعاليٰ و برڪاته. گذارش هيءَ آهي ته، توهان کي سنڌي علم و ادب، سنڌي ٻولي ۽ سنڌي عالمن، اديبن، سُگهڙن ۽ سياڻن جي ساٿ جو توهان کي سرواڻ، اڳواڻ چوندي رهبري ۽ رهنمائي جو تاج اوهان جي سر تي رکيو ويو آهي.

انهيءَ لاءِ منهنجي طرفان دل جي گهراين وچان مبارڪ باد قبول ڪرڻ فرمائيندا.

حقيقت ۾ سنڌ ۽ سنڌ وارن لاءِ اهو نيڪ فال آهي جو اوهان جهڙو عظيم رهبر عطا ٿيو آهي. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي، جو اوهان جي اڳواڻي ۾ سنڌ کي سرس سوجهرو، جهجهو جمال ۽ سدائين سونهن سرندي رهندي.

ارادو هئو ته، پٺائي گهوٽ جن جي ميلي تي ميلو ٿيندو. پر افسوس جو اڻ ٽر مجبوري سبب، پهچي نه سگهيس ۽ ادبي ڪانفرنس ۾ شامل ٿيڻ قضا ٿي ويو.

وڌيڪ عرض ته شاهه جن جي تتبع تي رسالو الله تعاليٰ جي عنايتن ۽ رحمت للعالمين جن جي رحمتن سان تيار ٿي ويو آهي.

- لاکو رحيم بخش قمر

محترم رسول بخش تميمي

جاتي (10 جون 1990)

سچڻ قبله ڊاڪٽر بلوچ سائين،

السلام عليڪم: احوال ته خط اوهانجو 5 جون وارو مليو. حال معلوم ٿيو. سائين! نياز همايوني وارو ترجمو ٿيل ڪتاب مقصود العارفين، نياز صاحب ڪيم به عنايت ڪيو

آهي. جنهن ڪتاب تان هن صاحب ترجمو ڪيو آهي، اهو ۽ مون وٽ جيڪو قلمي نسخو آهي، سي ٻئي ساڳئي مضمون وارا آهن. البت ڪاتب جدا (مختلف) آهن. نياز صاحب ته الانه صاحب جي چوڻ تي اهو ترجمو ڪيو. جنهن قلمي نسخي جو مون ذڪر ڪيو آهي. سو مون وٽ موجود آهي، ۽ منهنجي ملڪيت آهي. اهو مونکي اصل گادي نشين کان هٿ آيو آهي. نياز صاحب کي جيڪو نسخو ترجمي لاءِ ڏنو ويو تنهن ۾ شجرو لکيل آهي مگر فائونٽين پين سان، باقي ڪتاب قلم سان لکيل آهي، ۽ فرق صاحب پڌرو آهي.
حقيقت ۾ مضمون اچرج جهڙا آهن. آءٌ هاڻ مونجهاري ۾ آهيان ڪه بزرگ اصل ڪير آهي- ڪو ولي آهي يا ڪو حاڪم زادو، يا .....
سندس مصروفيات هن طرح آهي، نبي صلعم جي سيرت بنان نقطن لکي پوري ڪئي اٿم، علاوه انجي، ٺٽي جا ڪوٽ ۽ قلعا، ٺٽي جا بندر ۽ بازارون ۽ ٺٽي جا مقبرا ۽ مسجدون اميد ته جلد پورا ٿي ويندا. دعا ڪندا.
- رسول بخش تميمي
....2....
* مورخ 10 – آگسٽ 2004ع
قبله سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم: ”الله اونئڙن ڪوسو واءُ مَ وارين.“ پير پٺي جا ٻه سيد اوهانجو خط ساڻ ڪري جاتي آيا هئا. پر آئون ٺر ويل هوس. ڪجھ ادبي دوستن جي دعوت تي. تازو گذريل آچر تي ٺٽي ۾ ملياسين ۽ سومر رات ساڻن سندن ڳوٺ رهاڻ ٿي ۽ ڪتاب جي سلسلي ۾ ويچاري فيصلو ڪيو ويو ته ضروري لکبو.
جناب سائين! اوهانجي منشا کي انشاء الله جلد پورو ڪبو. هاڻي اوهانجي سرپرستي ۽ نگرانيءَ ڪانسواءِ مواد جي حاصلات ۾ به مدد جي ضرورت آهي. جيڪا ڪريو........
- رسول بخش تميمي

محترم رسول بخش پليجو
ايڊووڪيٽ، حيدرآباد (5 جنوري 1966)
سائين منهنجا!

توهانجي لوڪ ادب اسڪيم جي سترهين ڪتاب ”لوڪ گيت“ جي سرسري مطالعي ڪرڻ بعد دل گهري ٿي ته هڪ پڙهندڙ جي حيثيت ۾ پنهنجا تاثرات توهان تائين پهچايان.
موئن جي دڙي جي آڳاٽي تهذيب بابت واڪاٽن ٻڌڻ، ڀنڀور جي کوٽائي مان لڌل سڌريل تهذيب جي نشانن ملڻ ۽ شاهه جي رسالي پڙهڻ ۽ ان بابت ٻڌڻ ڪانپوءِ به منهنجي ذهن ۾ سنڌي تمدن بابت جيڪو ايمانداري وارو تصور موجود پئي رهيو آهي، سو هڪ سطحي، اڌ اسريل ۽ قدري خشڪ، نيم تمدن جو آهي. ايڪڙ ٻيڪڙ عظيم ثقافتي شخصيتن ۽ نشانين کي نظر انداز ڪبو ته پوءِ سنڌ جي هيستائين معلوم ڪيل ثقافتي تاريخ ۾ فقط ڪي ٿوريون اهڙيون ڳالهيون وڃي رهنديون جي ان کي دنيا جي ٻين ثقافتن کان ممتاز يا گهٽ ۾ گهٽ نرالو بنائي سگهن... سنڌ جي مجلسي زندگي بابت جيڪي ڪجهه لکيو ويو آهي، تنهن مان هڪ خانه بدوش، لطيف جذبن کان محروم ۽ گهرن احساسن کان عاري سماج جو تمدن ملي ٿو. بنگال، پنجاب، مهاراشٽر، مني پور بلڪ خود صوبه سرحد جهڙن آس پاس جي علائقن جي رقص، سرور، ولولي، جوش ۽ جذبي جي داستانن جي مقابلي ۾ سنڌ جي ڳجهارتن ۽ پرولين تائين محدود ڪچهرين جو تصور اهڙو ته ٻسو ۽ ڦڪو ٿو لڳي جو هن علائقي جي ماڻهن ۽ انهن جي پيدا ڪيل تمدن لاءِ سچ پچ دلي پيار ۽ پنهنجائيءَ جو جذبو پيدا ٿي ئي نٿو سگهي.
سواءِ لطيف جي اسانجي شهر جي دنيا به مجموعي طور انهن پُر خلوص دل جي گهراين مان نڪتل رنگ برنگي ۽ دل موهيندڙ نغمن کان خالي آهي. جن سچي دنيا کي عرب، ايراني، اسپيني، جرمن ۽ انگريزي شاعرن وٽ دل ڪانه هئي ۽ انهن سچ پچ هڪ رسم جي پورائي پئي ڪئي آهي. عوامي شعر نالي ته چڻ اسان وٽ ڪا شيءَ ئي ڪانه هئي. جڏهين ڪنهن بنگالي يا پنجابي دوست سان عوامي شاعريءَ جو ذڪر ٿيندو هو ته وڏي شرم سان اها ڳالهه قبول ڪرڻي پوندي هئي ته اسان وٽ اهڙي قسم جي ڪا ڳالهه آهي ئي ڪانه، مختلف رسالن ۽ ڪتابن ۾ عوامي شاعريءَ جي باري ۾ جيڪي ڪجهه پڙهيو هو سو ايترو ته اڻپورو ۽ ٿورڙو هئو، جو ان جي بنياد تي ڪابه پختي راءِ قائم ڪري نٽي سگهي ويئي.
انهيءَ ذهني پس منظر رکندي جڏهين مون ”لوڪ گيت“ پڙهيو تڏهن منهنجي خوشي، حيرت ۽ فخر جي حد ڪانه رهي. هنن لوڪ گيتن ۾ توهان جيڪا شاعري گڏ ڪري پيش ڪئي آهي سان سنڌي عوام جي جذباتي ڪائنات جي تنوع، حسن ۽ پاڪيزگيءَ جو لافاني ثبوت آهي. هنن گيتن ۾ سنڌ جي عام مردن ۽ عورتن جي دلين جون امنگون ۽ ارمان، چاهه ۽ مايوسيون، اچلون ۽ اٿلون، ڏک ۽ پيڙائون، سادگيون ۽ سچايون، وفاداريون ۽ عظمتون سمايل آهن. ڪن ڪن گيتن جون سٽون بلڪ سچا

سچا بند دنيا جي عظيم ترين شاعريءَ جون سڪون لاهين ٿا. هن ڪان وڌيڪ پر خلوص ۽ بي ساخته شاعريءَ جو مثال مشرق توڙي مغرب ۾ نٿو ملي. اسانکي معصوم پيار جي پهرين امنگن کان وٺي عظيم محبتن جي زبردست قربانين تائين، سانوڻ ٿيج، هچڪي ۽ پٽهاري جي خالص گهريلو رومان کان وٺي لبڪياڙي لوءِ، همرچو جي وجد آفرين ميناج پري ترنم تائين هر جذبي جو اظهار ملي ٿو. ”ٿرڙڙڙ، ٿرڙڙڙ“ جهڙن لفظن کان بي نياز، خاص موسيقي پريل گيتن جي وجد انگريزي اثر ته روح کي اصل مست بنايو ڇڏي. توهان جو مهاڳ پنهنجي جاءِ تي هڪ انفرادي علمي مقام ۽ ادبي دلڪشي رکي ٿو. سنڌي ادب ۽ عوام کي هنڙي خوشيءَ جي خزانن سان پرپور ڪاڻ ڳولي ڏيڻ لاءِ سنڌي عوام جا موجوده توڙي آئينده نسل توهانجا هميشه هميشه لاءِ ٿورائتا ۽ احسانمند رهندا.
توهان هيستائين انهيءَ اسڪيم هيٺ جيڪي ڪجھ پيش ڪيو آهي، سو هڪ ايڏو عظيم ۽ ناقابل تصور ڪارنامو آهي. جنهن جي سرانجام ڏيڻ لاءِ هڪ عالم نه پر عالمن جو هڪ پورو نسل بلڪ گهڻا نسل درڪار هئا. اهي زبردست ۽ قيمتي ڪتاب اسانجي ادبي محل جا مضبوط ۽ دائمي پيڙھ جا پٿر رهندا. سنڌ جو اچوڪو تنگ نظر ۽ پنهنجي نغمي نقصان کان غافل ۽ لاپرواھ نسل پنهنجي هڙي وڏي خوش بختيءَ کان واقف هجي يا نه، پر تاريخ توهانکي سنڌي ادب جي انهيءَ عظيم ڪچهري جي پهرين صف ۾ جاءِ ڏيندي، جنهن جو مير مجلس لطيف آهي.
سنڌ جي هڪ عام ماڻهوءَ ۽ سنڌي ادب جي هڪ عام چاهيندڙ جي حيثيت ۾ آئون توهانجي عظيم ڪارنامن لاءِ توهانجا ٿورا مڃيان ٿو.
- رسول بخش پليجو

محترم رشيد احمد لاشاري
ڪراچي (28 فيبروري 1959)
بخدمت جناب واجب التعظيم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته، عرض ته هيءَ پهريون دفعو آهي جو اوهان صاحبن جي ڪرم فرمائيءَ جو اميدوار بنجي، هڪ اهم ڪم لاءِ خدمت سڳوريءَ ۾ عرض گذاري رهيو آهيان. اميد ته هن جهوني گنهگار کي پنهنجي قريبي رشتدار جي ڪڙي ۽ ڪرم فرمائي جي زمره ۾ شامل فرمائي، پنهنجي احسان کان مشڪور ۽ ممنون فرمائيندا.

عرض هي آهي ته هن ناچيز ڪيتري وقت کان وٺي خواجه غلام فريد چاچڙن واري جو ڪلام مرتب ڪرڻ شروع ڪيو هو. مولوي عزيز الرحمٰن وارو ديوان فريد جو سچو نسخو سامهون رکي. هر هڪ ڪافي جدا جدا پني تي صحت لفظي جو خيال رکي جدا جدا پني تي لکي هيم. سندس غير مرتب ڪالم يعني سنڌي ڪافيون ۽ سرائڪي ڏوهيڙا پنهنجي دوست ۽ پير ڀائي رسول بخش خان حجام ڪشموري ۽ پنهنجي والد مرحوم جي جهوني دوست رسول بخش خان ميراثي، (ڳويو ويٺل داجل تحصيل ڄام پور ضلع ڊيره غازي خان) وٽان حاصل ٿيو هو. اهو ڪلام هن وقت تائين ڪنهن به ڇاپي ۾ نه آيو آهي. مثلا: خواجه صاحب جو هيٺيون مشهور ڏوهيڙو جنهن جون خط لکڻ وقت فقط به سٽون ياد اٿم:

هر ويلي تانگه هي دلبر دي، سڌ ماران، ڪانگ اڏاران،

غلام فريد مين رووان اينوين، جيوين وڇڙي ڪونج قطاران.

تازو محترم رسول بخش ڪشموري منهنجي هڪ خط جي جواب ۾ لکيو ته خواجه فريد صاحب جن جو اردو، فارسي ڪلام، سنڌي ڪافيون سرائڪي ڏوهيڙا خود سندن درگاهه چاچڙ شريف ۽ صوفي گل محمد جي ٽولي وٽان اجان به عام جام حاصل ٿي سگهندا ۽ خود سجاده نشين وٽان خواجه صاحب جن جا قلمي نسخا ۽ مختلف بياض حاصل ڪري، ان سان سچو مسودو پيٽي سگهبو. تون جلد ڪشمور هليو اچ ته آءٌ توسان گڏجي چاچڙ شريف هلان.

اهڙي طرح مون رساله ”ماه نو“ ۾ اردو، پنجابي جي مختلف رسالن مان خواجه صاحب جي سوانح حيات ۽ سندن شاعريءَ لاءِ به ڪافي مواد ڪٺو ڪيو. هاڻي هڪ طرف سچي ”ڪليات فريد“ کي ترتيب ڏئي رهيو هوس ۽ ”ديوان فريد“ جو هڪ جهونو نسخو جناب قبله مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ وٽان به وٺي آيو هوس ۽ ٻئي طرف برادرم رسول بخش جي رفاقت ۾ چاچڙ شريف وڃڻ جو ارادو هو. انهيءَ لاءِ جناب محترم محمد ابراهيم صاحب جوئي سان ذڪر ڪيم ته جيڪڏهن بورڊ جي طرفان هن ناچيز کي ”ڪليات فريد“ جو ڪم ڏنو وڃي ته انشاء الله نهايت خير و خوبيءَ سان سرانجام ڪري ڏيندس. مگر ڪيترن ڏينهن جي انتظار بعد مس مس جواب مليو آهي ته اهو ڪم ڪنهن ٻئي ماڻهو کي ڏنل آهي، ۽ ان جو آخرين فيصلو ڪونه ٿيو آهي ۽ جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن ئي ان سلسلي ۾ پنهنجو آخرين رايو ڏيئي سگهن ٿا.

قبله محترم، مون نه رڳو ”ڪليات فريد“ کي سنڌي رسم الخط ۾ لکيو آهي ۽ ان کي اعراب سان سينگاريو ۽ سنواريو اٿم پر ڪتاب جي آخر ۾ مولوي عزيز الرحمٰن وانگر هر هڪ شعر جي لفظن جي معنىٰ ۽ ترجمو ۽ شرح به لکندو ويو آهيان.

هينئر جنهن صورت ۾ ڪتاب جي مسودي کي صاف ڪرڻ جي منزل ۽ ان ۾ اضافي جي ضرورت آهي، تنهن صورت ۾ ناچيز کي خدمت جو موقعو نه ڏيئي، نظر انداز ڪرڻ نهايت ڏک جهڙي ڳالهه آهي. واضع رهي ته اهڙيءَ طرح بدقسمتي ۽ بيقدري هن ناچيز جي دماغي ڪاوشن کي هن کان اڳ به ڪيترا ڀيرا رديءَ ۾ ڪٽي ڦٽو ڪيو آهي. مثلاً:

”عڪس لطيف“ منظوم اردو ترجمو شاهه عبداللطيف، آغا تاج محمد ڪسي ورتو.

”روح لطيف“ منظوم اردو ترجمو شاهه جو رسالو، ڪجهه ڇپيو ۽ باقي سڄو قلمي صورت ۾ موجود ئي هو ۽ ان ۾ ڪنهن اهل زبان جي اصلاح ۽ مدد جي ضرورت هئي ته انهيءَ لاءِ شيخ اياز کي منتخب ڪيو ويو. سچل جو سرائڪي ڪلام اردو ۽ سنڌي رسم الخط ۾ جدا جدا نسخن ۾ تيار ڪيم ته معلوم ٿيو ته بورڊ جي طرفان اهو ڪم جناب مولوي محمد صادق راڻيپوريءَ کي ڏنو ويو آهي. جيئن ته مولانا صاحب کي آءٌ پنهنجو جهونو بزرگ تسليم ڪندو آهيان، تنهن ڪري پنهنجي سڄي محنت مولانا صاحب جي مرتب ڪيل نسخي ۾ ئي شامل ڪيم ۽ پورا ڇهه مهينا انهيءَ نسخي جي نئين سر تاليف تي سنڌي ادبي بورڊ جي آفيس ۾ ويهي عرق ريزيءَ کان ڪم ورتم. اهو نسخو هينئر ڇپجي رهيو آهي، اميد ته ڇپجڻ بعد اوهان صاحبن کي هن ناچيز جي محنت جو ڪافي احساس ٿيندو ۽ خود مولانا صاحب جن کي به اهڙي سهڻي شيءَ ڏسي خوشي ٿيندي. اهڙيءَ طرح بورڊ ۾ پنهنجي بدقسمتيءَ سبب، وري هينئر ”ڪليات فريد“ جي سلسلي ۾ منهنجي محنت جي بربادي‌ءَ ٿي رهي آهي. تنهن ڪري مجبورا اوهان صاحبن کي استدعا ٿو ڪريان ته نوازش فرمائي، منهنجي ادبي ذوق، غريبي، بيماري، ذهني ۽ مالي پريشاني ۽ متواتر دُنيا وارن جي پاران حق تلفي ۽ ڏوڪيبازيءَ کي مدنظر رکي. انهيءَ سلسلي ۾ منهنجي هر طرح مدد ڪرڻ فرمائيندا. ڇاڪاڻ ته هن وقت مون کي بورڊ جي طرفان فقط 150 روپيا ماهوار ملي رهيا آهن ۽ زندگيءَ کان بيزار ۽ نهايت حيرات ۽ پريشان آهيان. تنهن ڪانسواءِ مون ارادو ڪيو هو ته ”ڪليات فريد“ کانپوءِ هيٺيان ڪتاب مرتب ڪندس.

1. سلطان باهو جا بيت (سرائڪي لب و لهجه موجب ۽ سنڌي ۾ عام مشهور) 2. بُلي شاهه جون ڪافيون 3. مولوي قادر بخش ڪاپاري واري جو ڪلام.

مولوي قادر بخش مولانا همايونيءَ جو همعصر ۽ سنڌي، سرائڪي ۽ فارسيءَ جو نهايت پختہ گو شاعر هو. ڪاپاري، صحبت پور، تحصيل نصيرآباد بلوچستان ۾ اسان جي ڳوٺ دين محمد خان کوسه کان 12 ميل پري آهي، ۽ منهنجي سوٽ عطا محمد لاشاري منهنجي چوڻ تي قادر بخش جو سڄو ڪلام نقل ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح جيڪب آباد ۽ ناڙيءَ جي سيني شاعرن ۽ سگهڙن جو ڪلام به هوريان

هوريان گذ ڪري رهيو آهيان. بس، وڌيڪ اوهان جي خدمت ۾ چا عرض ڪريان زماني جي پريشانين موت جو منظر بنائي ڇڏيو آهي. پر تنهن هوندي به پنهنجي زبان ۽ ادب جي خدمت کي هٿ مان نه ڇڏيو. ”مرون ڪنيم ماس، ته به هڏا هلندا هوت ڏي...“

- رشيد احمد لاشاري

.....2.....

* مورخ 31 آڪٽوبر، پاڪستان پبليڪيشن، ڪراچي

منهنجا مربي و محسن ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته! ڀٽ شاهه جي ادبي ڪانفرنس ڪانپوءِ اوهان صاحبن مون تي جيڪي متواتر احسان ڪرڻ فرمايا آهن، تنهن لاءِ مان اوهان جو سڄي زندگي شڪر گذار رهندس. اسان جا وڏڙا ويچارا سچ چوندا آهن ته ”پرا پراوان دي، چچڙ ڪانوان دي“ پنهنجو خوني رشتو هن ناچيز جي هزارن اوڻاين ۽ نالائقن جي باوجود اوهان کي منهنجي مظلوميءَ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري ٿو، جنهن لاءِ هزار بار مبارڪباد جا مستحق آهيو.

اوهان منهنجي هڪ رواجي نظم تي هڪ سو روپين جو گرانقدر انعام موڪلي، پنهنجي ڪرم نوازيءَ جو هڪ زبردست مظاهرو ڪيو آهي ۽ عين انوقت منهنجي مدد ڪرڻ فرمائي اٿو جڏهن آءٌ دمڪشيءَ جي دوري ۾ مبتلا هوس ۽ دوائن جو اسٽاڪ ختم ٿي چڪو هو. اوهان کي معلوم هئڻ گهرجي ته هن وقت مان چوويهه ڪلاڪ دوائن جي زور تي هلان ٿو ۽ دوائون تمام مهانگيون ۽ منهنجي غربت کان مٿي آهن.

سنڌي ادبي بورڊ جي گذريل 28 آڪٽوبر واري ميٽنگ ۾ جڏهن مون ناچيز جو سوال آيو تڏهن معلوم ٿيو ته سڀ کان اڳ اوهان ئي مون ناچيز جي ادبي خدمتن ۽ شاعرانه صلاحيتن کي ساراهيو ۽ بورڊ ۾ معمولي رقم تي نوڪري ڪرڻ جي بدران پارٽ ٽائيم ۾ ادبي ڪم ڏيڻ لاءِ زوردار سفارش ڪئي. بس! انهيءَ کان وڌيڪ احسان هن ظالم زماني ۾ ٻيو ڇا ٿي سگهي ٿو؟ اوهان گويا مسيحا بنجي مونکي نئين ۾ زندگي بخشي آهي. الله تعاليٰ اوهان کي سلامت تاقيامت رکي!

هن گذارش جو خاص مقصد هي آهي ته مون کي پنهنجي باقي زندگي ۾ هڪ مربي ڀاءُ جي حيثيت ۾ اوهان جي رهبريءَ جي بيحد ضرورت آهي. هن وقت نه حاجي محمود خادم آهي، نه آغا تاج محمد، نه ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ نه محمد بخش واصف جو انهن بزرگن کي راضي رکڻ لاءِ آءٌ اوهان سان ٻاراڻي هلت هلان. هن وقت ته سڀ ڪجهه اوهان آهيو ۽ هن کان ڇهه سال اڳ بلوچي رواج مطابق اوهان جي تڏي تي اچي اوهان

ڪان صدق دل سان پنهنجي گناهن جي معافي به وٺي چڪو آهيان. براه نوازش مون ناچيز کي بورڊ جي 14 نومبر واري ميٽنگ کان اڳ موقعو ڏيڻ فرمائيندا ته خدمت ۾ حاضر ٿي اوهان جي هدايتن مطابق پنهنجي ادبي خدمتن جو ڪو مڪمل ۽ مستقل پروگرام تيار ڪريان ۽ اوهان جي رهبري هيٺ سنڌ کي اهو ڪجهه ڏيئي وڃان، جو موجوده دور ۾ ڪنهن به ڪونه ڏنو هجي. والسلام. اوهان جو گنهگار ٻاءُ.

- رشيد احمد لاشاري

محترم رسول بخش ڏيرو
ڪيڊٽ ڪاليج پيٽارو، وايه ڪوٽڙي
بخدمت گرامي درجت ڊاڪٽر صاحب،
بعد اسلام عليڪم جي واضح هجي ته اوهان صاحبن جو نوازشنامو مليو، وڏي مهرباني اوهان جي. مان مهاڳ ڪٽڻ آيو هوس پر سائين جن خير سان ڪيڏانهن ٻاهر اسهيا هوا. ملاقات نه ٿي ڪتاب ڇپجي تيار ٿي ويو آهي، هاڻي جلد ٻڌڻ وارن کي ڏنو ويو آهي. مونکي به اتڪل مهينو کن ٿيندو ته هتي ڳوٺ رهان ٿو. انشاالله هڪ هفتي کان پوءِ حيدرآباد اچڻ جو خيال آهي، اوهان جي خدمت ۾ به حاضر ٿي اوهان جي ملاقات کان مشرف ٿبو ۽ ٻين جلدن لاءِ به اوهان صاحبن کان مشوره وٺبو. وڌيڪ ٻيا نازڪ احوال آهن جي به اوهان جي خدمت ۾ روبرو عرض ڪبا. اسلام عليڪم پنهنجي سنگت کي چوندا ٻيو خير.
محفوظ متياڪي توحيد ٿيو تمام
الانسان سري وانا سره تا نه پروڙي عام
محبتين مدام، رهيو آهي روح ۾.
- رسول بخش ڏيرو
....2....
مورخ، فريدآباد، تعلقو ميهڙ، ضلعو دادو
اخلاق اوهانجا اعلي نبي بخش بلوچ اعليٰ عجيب، ڪندو رحمت الله اعليٰ عجيب، بخدمت استاد اعليٰ عجيب، اديبن اديب، اعليٰ عجيب، دوستن جا دوست اعليٰ عجيب، سلامن تي سلام اعليٰ عجيب، موڪليان توڏي سي هيجئون حبيب.
گستاخي جي معافي وٺڻ کانپوءِ پنهنجي ناقص خيال ۽ خيال جي مراد عرض ٿو رکان ته ”ساٽيه جا سينگار“ تمام بهترين پروگرام شروع ڪيو اٿو: جنهن ۾ سهڻي صلاحيت وڌيڪ سهوليت اها آهي ته ڪنڊ ڪڙڇ جا اديب فنڪار پنهنجو ادب ۽ فن پيش

ڪري سگهن، سندن سمورو ادب سموري سنڌ جا ماڻهو ٻڌي سگهن، هن کان اڳ سنڌ جي ميلن ملاکڙن تي جيڪي سنڌي ادبي، ثقافتي مجلسون پيش ٿينديون رهيون آهن سي فقط ميلن تائين محدود هيون: هي اوهانجي ڪوشش جو نتيجو آهي، جيڪو سڄي سنڌ جي سنڌين تي ٿورن جهڙو ٿورو آهي. جيڪو لاهڻ جهڙو ناهي پر ڳائڻ جهڙو آهي.
وڌيڪ اوهان وڏن اديبن کي عرض ٿو ڪريان جيئن ته هي پروگرام سڄي سنڌ جا ماڻهو وڏا توڙي ننڍا، عاقل، عالم جاهل، پير، فقير، امير توڙي غريب وڏي پاڀوهه سان ٻڌن ٿا، تنهن ڪري چڱو ائين ٿيندو ته هن پروگرام ۾ ڀٽائي رحمت الله عليه جي قول فعل ۽ رسالي جي بيتن جي شرح کي خصوصيت سان ترجيح ڏني وڃي: جو ادب سان گڏ ماڻهن کي اخلاق، اتفاق، مروت، شجاعت، ايثار، سخاوت، قناعت، زهد، تقويٰ، توڪل، صبر، شڪر ٻين نيڪ عملن جو به سهڻو سبق ملندو جيڪا اڄ ڪلهه جي پهرئين ضرورت آهي .... ڀٽائي صاحب جن فرمايو ته:
عالم آءٌ سان پريو ٿو پير ڪري
عالم جي لفظ جي معنيٰ مڙئي مخلوق به آهي، پوءِ انهيءَ موجب خيال ڪبو ته انسان ذات کانسواءِ ٻي مخلوق مرون، جهنگلي جانور، توڙي گهرو جانور، پکي پکڻ، جيت جڻيا ڏسبا ته انهن ۾ به ”مان“ آهي، اهي هڪ ٻئي سان وڙهن به ان خيال تي ٿا مان ئي آهيان ۽ مان ئي هن کان ڏاڍو آهيان. ڪڪڙ ڪڪڙ سان وڙهي ٿو، گڏهه گڏهه سان، گهوڙو گهوڙي سان، اٺ اٺ سان، ڪتو ڪتي سان، ٻلو ٻلي سان ان ڪري ٿو وڙهي ته مان ڏاڍو ۽ زور آهيان. اهڙي طرح ذات پکي اڏامندڙ به هڪ ٻئي سان جهرڪين تائين، جيت جيتن سان وڙهن ٿا پر دريائن سمنڊن ۾ رهندڙ جانور وڏيون مڇيون ننڍين مڇين کي کائن ٿيون انهن ۾ به ”مان“ آهي تڏهن ٿو ڀٽائي صاحب فرمائي:
عالم آءٌ سان پريو ٿو پير ڪري،
پاڻ نه آهي چاڻ، ڪو مانديءَ منڊ پکيڙئو.
اهو ماندي ڪير آهي؟؟ اهو اللهہ تعاليٰ خالق هر دو جهان آهي. جنهن پنهنجي سڄي مخلوق تي اهو منڊ پڙهيو آهي، اهو منڊ ڇا آهي؟؟ اهو آهي نفس. نفس کي سرڪشي، وڏائي، هٺيلپ، عزت، پناهه، چاهه، مرتبو دنيا جي سڀن شين کان وڌيڪ وڻندڙ آهي جو اهڙي ان کي ٻي ڪا شي به وڻندڙ نه آهي ۽ ان ۾ نفس ڪافي خوش آهي. پر انهيءَ جي پوري حقيقت جي ڄاڻ پاڻ کي نه آهي ته نه اهو منڊ يعني نفس هوندو ۽ نه وري اسين هونداسين. حقيقت ۾ نفس ڪا شي نه آهي، ته پوءِ ان جو هجڻ، هستي، وڏائي ڇاجي؟؟؟ جيئن ڀٽائي آڏو ايندڙ بيت ۾ فرمايو آهي ته:

لاسين لاٿائون، توکي توڙ ائين،
اڃان پڻ ’’آئون‘‘، واريو وڃهين وچ ۾.
گذريل مٿئين بيت ۾ آهي ته عالم آءٌ سان ڀريو ٿو ڀير ڪري، ان جو مطلب آهي ته هي سڄو جهان درياهه جيئن آءٌ سان ڀريل آهي. هاڻي ته اهڙو ڀريو ڀور ڀريل آهي، جيئن ڀريل درياهه ڪپرن کي پائيندو ۽ وڏين ڀڪون ڀيريون ڏيندو کائيندو ويندو آهي، ڀوءِ آخر ڪپر ڀڃي ڀوڏيون ڪندو آهي، تيئن هي عالم به درياه مثل آءٌ سان ڀريو ڀيو ڀير يعني ڀڪون ڏئي. پر اها ’’مان‘‘ درياهه واري به ڪانه رهندي آهي. جيئن ڀٽائي صاحب فرمايو آهي:
لکين سئين مهراڻ، آتي سڀ اڌ ميا،
سڙيا منجهئين ’’مان‘‘ سڪي سڀ پٽ ٿيا.
هن بيت جو خلاصو مطلب آهي ته ڪيئي درياهه گڏجي هڪ ٻئي ۾ پئي ڪٽي ٻوڏ ڪن تڏهن پنهنجي پر ۾ مان ٿا ڪن ته مان ڪهڙو نه اوچ ڪيو آهي، تڏهن ’’مان‘‘ چوڻ سان سڪي سڀ پٽ ٿيا. هن منهنجي مثال ۾ بيتن آڻڻ جو مقصد آهي ته پڙهيل ماڻهو ڀٽائي صاحب جي رسالي کي پڙهن ٿا، پر گهڻا ماڻهو نه ٿا سمجهي سگهن، انهيءَ ڪري اسانجا جيڪي اديب انهيءَ پروگرام ۾ اچن ٿا، انهن کي رسالي جي بيتن چوڻ سان گڏ انهن جي تشريح به تصوف قرآن شريف ۽ حديث شريف جي روشني ۾ ڪرڻ گهرجي ۽ اهو انهن کي شوق به ڏيارجي، ان مان اهو فائدو ٿيندو جو رسالي جي بيتن جي حقيقي معنيٰ مراد ڪرڻ ۽ سمجهڻ جو شوق منجهن ڏينهون ڏينهن وڌندو ويندو. ڪي بيت ڀٽائي صاحب ڏور جي بيتن وانگر چيا آهن، انهن جون رمزون راز ڏور وار ڳولي سگهن ٿا. انهن سگهڙن کي اهو شوق ڏيارجي!! جيئن مثال طور ڪي بيت عرض آهن:
ديکيندي ديدار کي ڪين سڃاتو ڪل،
تازي طويلن ۾ آهه احاطو جهل،
هوا جي امل، سي حسابان هچي ويا.
-
ديکيندي ديدار کي ڪل سڃاتو ڪين،
تازي طويلن ۾ آهه احاطو زين،
هوا جي امين، سي حسابان هچي ويا،
ديکيندي ديدار کي ڪل سڃاتو ڪين؟
جانب منجهان جيئن، محروم ئي مري ويا.

هاڻي هنن بيتن ۾ پهرئين بيت جي ٻي تڪ ۾ گهوڙن ۽ احاطي بابت بيان آهي، باقي اها خبر نه آهي ته جهل جي لفظ کي ڪيئن پڙهڻ گهرجي؟؟ جهَ؛ تي پيش يا زبر ڏجي وري ان جو مطلب ۽ معنيٰ ڪيئن ٿيندا؟؟ ميان غلام شاهه درگاهه واري کان مون پڇيو هيو. شاهه صاحب فرمايو ته ادا اها گهوڙن جي سنجن جي ڳالهه آهي، ان کي جهل ڪري پڙهيو وڃي ڇو ته ٻئي بيت جي تڪ ۾ زين ڇيل آهي، جا پڻ گهوڙن جي پٺي تي پوندي آهي!!! اها معنيٰ مونکي سمجهه ۾ ڪانه آئي. پر ان بيت جي پوئين تڪ جو گهوڙن سان ذرو به واسطو ڪونه آهي ان ۾ آهي ته هوا جي امل سي حسابان هچي ويا، اهڙو ڪهڙو حساب آهي، جو جيڪي امل – امين هوا سي به هن حساب ۾ هچي ويا، يعني هيڪي ڪپي کامي هليا ويا، يا ٽڪجي هتان هليا ويا.
اهڙن بيتن تي اسان جن سگهڙن سالڪن ۽ اديبن روشني وڌي ته جيئن پوءِ تيئن رسالي جو مطلب کلندو ويندو ۽ ادب ۾ واڌارو ٿيندو، اهڙي طرح رسالي ۾ گهڻا بيت آهن جيئن سر مومل راڻي ۾ آهي ته:
ويجها ويا ڪاڪ کي ڏسي وڻ وريا،
ڪهڙي ٿول ٿريا، نه ته هو مومل هو ماڙيون.
هاڻي خبر نه آهي ته ڪهڙي سبب ٿري ويا؟؟ ڪاڪ جي ويجهو به آيا هيا مومل جون ماڙيون به ڏٺائون پر وري وري ويا؛ انهن رمزن تي روشني پئي ته ڇگو!! وڌيڪ اوهان جيئن مناسب ڄاڻو، انهن اديبن جو توجه ان طرف ڇڪايو! ڇا اديبن جو ڌيان ان طرف ڇڪائجي يا نه؟؟
مون وٽ رسالي لاءِ رٿيل شرح جو مواد اٽڪل ويهه هزار صفحن جيترو آهي، جيڪو منهنجي مرڻ سان زيان ٿي ويندو! اهو افسوس ۽ الڪو آهي ته ڪنهن تائين اهو پورهيو ڪيل پهچي وڃي هان ته ڇگو؛ هي عرض اوهان وٽ ان لاءِ ڪيو اٿم ته منهنجي مرڻ سان منهنجي سيني جو سوز به گم ٿي ويندو آخرڪار سڀ فنا آهي.
ڀٽائي صاحب جي ڪلام بي پايان درياهه جو ماهر ٿيڻ مشڪل آهي. جيئن ڀٽائي صاحب فرمايو آهي ته:
ڇڙيءَ جيئن ڇهنب هڻي لڏيائون لئا،
حباب ئي هوا، انهيءَ واديءَ وچ ۾.
ڇو ته الله تعاليٰ جي حڪمت ڄاڻڻ کان محروم ٿي مري ويا جو سندس بي پايان حڪمت جي ڄاڻڻ جي ڪنهن کي به طاقت نه آهي. تحقيق هي ڪائنات عجب حيرت عبرت جو مڪان آهي، اسان عقل جي انڌن جي سمجهڻ جي ڇا مجال! عقل ويچارو حيرت جي مڪان ۾ وڃي نه سگهندو ته پوءِ سمجهه وري ڇا؟؟ جيئن ڀٽائي صاحب فرمائي ٿو ته:

حوصلو حيرت ۾ ڪري ڪين درڪ،
جو حسن سندو حق، سو ڪور پروڙي ڪينڪي.
هاڻي گهڻو نه ٿو لکان جو غلطي سبب گهڻو لکجي ويو آهي، اوهانجي قيمتي وقت کي سيڙايو اٿم. وڏيڪ گذارش آهي ته تڪليف محسوس نه ڪيو ته پنهنجي خيريت جي احوال کان ياد ڪندا، مشڪور ممنون رهندس. السلام پنهنجي ساري سنگت خصوصاً پيڙي فقير کي رسن. جوهر بروهي نياز سلام پيش ڪري ٿو. گر قبول افتد.....
- رسول بخش ڏيرو
محترم چام سلطان راهوجا
پوسٽ مناهين، مورو، سنڌ (1969 – 4 – 28)
محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: جيئن ته توهان صاحب ڪجهه عرصي کان لوڪ ادب گڏ ڪري رهيا آهيو ۽ به ڪتاب بادشاهي ڳالهين جا به شايع ڪيا اٿو، پر انهن ٻنهي ڪتابن ۾، ڳالهين ڪٿڻ جي شروعات، جيڪا ٻهراڙيءَ ۾ رائج آهي اها ڪانه لکي ويئي آهي. آءٌ هن گڏ، ڳالهين ڪٿڻ جون به شروعاتون موڪليان ٿو.* جيڪڏهن مناسب سمجهو ته آئينده ڪتابن ۾ درج ڪرڻ فرمائيندا. تنهن ڪانسواءِ، ڳالهين جي وچ ۾، ڪڏهن باغ جو ذڪر ايندو آهي. جيڪو پڻ هتي ڳالهين ڪٿندڙ ڪتب آڻيندا آهن. اهو ۽ حسن جي تعريف بابت جيڪي جملا ڪتب آڻيندا آهن اهي به لکي موڪليان ٿو. مناسب سمجهو ته اهي به ڪتاب ۾ داخل رکي ڇڏيندا. - سلطان راهوجا

محترم سائين قاضي سچيڏنو
خيرپور ( 1961 – 8 – 10)
”پري ٿيم پنهوار، ڏيان ڏوراپا ڪنهن کي“
سائين ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: مدت ٿي آهي اوهانکي مليي. مان به ان وچ ۾ حيدرآباد نه آيو آهيان. پٽ شاهه جي دعوت هوندي به اچي نه سگهيس. ان مرحله خواه پبلڪ اسڪول واري معلم کي ٺيڪ طور نباهڻ تي مبارڪباد شڪر ٿيو. اوهان معتبرن جي سرپرستي اچا آهي. مان به عنقريب وڏي موڪل تي اچڻ وارو آهيان. نهايت شدت سان ارادو آهي ڪاتي کي خيرباد چوڻ جو! خير دل به نه ٿي لڳي ۽ حالتون به اهڙيون ناسازگار

ٺيون آهن جو ائين ڪرڻ بهتر آهي. انشاالله ايندڙ مهيني جي شروع ۾ اچي ويندس، وڏيڪ احوال روبرو ڪندس.
مشغله جي تلاش ۾ آهيان، ڏسجي ته ڪٿي ٿي قسمت چِڪ ڪري. اميد ته اوهان خوش باش هوندا. جناب قاضي صاحب جن جي طبيعت ڪيئن آهي؟ پنهنجن الجهنن سبب ڏانهن به احوال عرض نه رکي سگهيو آهيان. اوهان زيارت لاءِ وڃو ته مادر محترمه کين منهنجي طرفان نهايت زياده سلام عرض رکندا. اميد ته منهنجي ذاتي معاملا اوهان کي ياد هوندو. انجو به جي جلد تصفيه ٿي سگهي ته بهتر.
- سچيڏنو قاضي

---

*** ڳالهه ڪٽڻ جي شروعات**

ساراهه ڪجي الله ۽ رسول جي، نيڪي ڪجي سچن عاشقن جي، جيڪي ڪري ويا تن جي پيئي ڳائجي. سالڪ چيو ته اهو سچ آهي، پر انسان جي وات ۾ ٻٽيهه ڏند آهن، ڏند هيٺيان زبان بيهي وڃي، انسان مري وڃي، بدن خاڪ ٿي وڃي. باقي نيڪي بدي وڃي رهن پاڻ ۾.

بادشاهه پاڻ الله آهي، پر زماني جي گردش جو هڪ بادشاهه هو، جنهن جا ڇهه خانا آباد هُئا، هڪ خانو نا آباد هو، انهيءَ ڳالهه ۾ هو خدا جي بندگيءَ ۾ مشغول هو، ڪيس اولاد ٿيندو ئي ڪونه هو..........

*** ٻي ڳالهه ڪٽڻ جي شروعات**

ٺڪ ٺڪ جون رڙيون، ڪاٺ جو گبت، انڌي مئي جو هر نه هلي، پٽ ماءُ کان پليو نه ٿئي، هرڪو شهر چڙيو لڏيون وڃي، ڪئسر گل راٽيءَ جي تلاءُ تي، جا هٿ هٽيو ٿي هار چني. ڪوڙ جا ڪڙيا، ڊام جون ٻڳڙيون، جني گهڙيا ڪڙڪندا انهن جي ڪنڌ تي، اسين ڪنن ٻڌي ڳالهه ٿا ڪريون، ته بادشاهه پاڻ الله آهي پر هڪڙو زماني جو بادشاهه هو

............

*** باغ جي تعريف**

ڏسي ته هڪ باغ آ، باغ چمن آ، جنهن ۾ وڻن جي وڻڪار آ، گلن جي گلزار آ، خوش بوءِ جي هٻڪار آ، هڪ هڪ پن تي بلبل جي پڪار آ، ملوملي جي تنوار آ، ڪي مچيون ڳاڙهيون، مچين جي ذات بيشمار آ، واهه ڪاريگر جي ڪاريگري آ، سنگ مر مر جو فرش اڏيل آ، مينا ڪاريءَ جو ڪم رکيل آ........

*** حُسن جي تعريف**

حسن دلپسند آ. هن جي حسن کان سج داغ دار آ، چنڊ شرم ناڪ آ، ٻيل کي نه هلڻ جو اختيار آ، هن جي حسن جو گوگاءُ آ، ننڍي وڏي جي وات ۾ وهواهه آ.

محترم ماستر سومر خان لغاري
ڳوٺ ٺارو خان لغاري، ضلعو سانگهڙ (1951 – 5 – 31)
محترم و مڪرم من دام محبته،
خيريت مطلوب خيريت حق موجود. المقصد ته هن کان اڳ هڪ چٺي حاجي مصريءَ جي خط ۾ ۽ هڪ خط رجسٽرڊ ارسال خدمت ڪيا اٿم. رجاڪه زير گذارش

ٿيا هوندا. اڄ وري نئين ادا نئين صدا. روشن هجي ته 27 – مئي 1951ع تي هالن ۾ ٿيندڙ مشاعره ۾ نيٺ بنده کي به گهلي وجي ڇڏيائون. حضرت عارف صاحب سان صلاح ڪرڻ بعد هيئيان به شعر پڙهيا ٻين کي وٺيا يا نه سو ته رب العزت ڄاڻي ٿو باقي مونکي ته ڇري جي پٺ وانگر اهڙا وٺيا جو ڪيا بات!

چوندا آهن ته ڇا ٻلي ڇا جلاب، سو ڇا آءٌ ڇا لائوڊ اسپيڪر تي شعر پڙهڻ! هڪ الله ٿو ڄاڻي ته بابي مرحوم ڪڏهن اهڙو خواب به نه ڏٺو هوندو ته ڪو منهنجو پٽ به سڄيءَ سنڌ جي شعراء جي اڳيان ۽ هزارن جي مجموعه ۾ لائوڊ اسپيڪر تي پنهنجا ٺاهيل شعر پڙهندو ۽ وري منهن جو پڪو به اهڙو هوندو جو ڪيترا ڏينهن ان تي ناز ڪندو رهندو.“

خير مشڪل ڳالهه جيڪا گذري سا اها ته جڏهن شعراء ڪرام جا نالا قلمبند ڪيائون ته جناب گرامي صاحب، حضرت طالب صاحب جي فرموده موجب سندم اسم المبارڪ به لکيو. وري پڇيائون ته تخلص ڇا اٿو؟ ٻڌايو ته هاڻي ڇا ٻڌايان ها؟ نيٺ گرامي صاحب ”سومر“ لکيو. هاڻي بهتر آهي ته ڪو تخلص مقرر ڪري ڇڏجي. تنهن لاءِ استدعا آهي ته تخلص ڪو اهڙو ڏسيو جو هجي به ”پُر معنيٰ“ ۽ هجي به ٻه ٽيو جٺن ته عا-رف، طا-لب، عا-قب وغيره ۽ اهو جو اڳ ڪنهن به شاعره يا شاعر جو والاريل نه هجي، نه ته خوف آهي ته منهنجا ميڙيل موتي ٻيا نام ڪٿيا چورائي ويندا.

منهنجي خيال ۾ اڃان ڪوبه نالو نٿو اچي، حضرت عارف صاحب کي به عرض ڪيم ليڪن اڃان ته آسري ۾ رکي ڇڏيائين. جيڪڏهن ”عاقب“ اڳ نه هجي ته پوءِ قبول ڪجي. ”عاجز“ چڱو پر اڳ ٻن شعراء ڪرامن جو منظور ڪيل آهي. توهان صاحبن جو توجهه خاص سعيي سان هن طرف ڇڪايان ٿو. هاڻي ٻڌو منهنجا شعر:

جنهن مان فتنو پيدا ٿئي سو داستان ميسارجي
من اندر محبت سندو سارو چمن سينگارجي

1 . ڪوڙ، چوري ۽ گلا بُهتان حسد ڪينو بغض
سڀ باني فساد جا دورتن ڪان گهارجي

2. الزنا ام النجائث قياس ڪر هن قول تي
شهوت جزو شيطان جو ميچ اها مارجي

3. لائِي چائي لوڪ ۾ ڪين ڪٻي ٿي ڪرڻ
ان طرح اصل نه ڪڏهين ٻن گهرن کي ٻارجي

4. عيب جو ئي ۽ هجو مقراض محبت جو چون
قرب ۾ ڪتر وجهي پڻ خلق کي نه کارجي

تعاونوا علي البر تي ”سومر“ سدائين ڪر عمل
لايسخر قوم صحي سچاڻي، گوشي تن گذارجي.
- سومر خان لغاري

- محترم صوفي سبحان بخش
سجاده نشين درگاهه بيدل ۽ بيڪس، روهڙي (1983 – 12 – 18)
بخدمت جناب بلوچ صاحب،
بعد السلام عليڪم جي واضع هجي ته حضرت فقير بيدل سائين جي پنج گنج ۽ سوانح حيات جي باري ۾ درگاهه شريف تي روبرو گفتگو ٿي هئي. ان سلسلي ۾ مان اوهان صاحبن جي خدمت ۾ ڪتابن سميت تاريخ 1973 – 11 – 23 تي حيدرآباد ۾ آيو هوم پر اوهان جي آفيس مان معلوم ٿيو ته اوهان لاهور ويل آهيو، تنهنڪري مجبور ٿي واپس گهر موٽي آيم ۽ هي چند الفاظ پيش ڪري رهيو آهيان:
خداوند ڪريم جي فضل سان پنج گنج ڪتاب جو ترجمو ۽ سوانح حيات جو ڪم خير سان مڪمل ٿي چڪو آهي. صرف اوهانجي وقت جو انتظار آهي ته تڪليف فرمائي ڪو ٽائيم ڏيو ته اوهان جي خدمت ۾، پيش ڪيا وڃن تاڪه اوهان هنن کي ادبي ٻوليءَ ۾ رنگين فرمايو. ترجمه وغيره ۾ جيڪڏهن ڪوبه نقص ڏسو ته اوهان کي ڪلي اختيار آهي ته ان کي درست ڪيو.
منهنجو رايو آهي ته پنج گنج ۽ سوانح حيات درستيءَ سان لکي پوءِ ڪنهن خوشخط لکڻ واري کان لکائي پوءِ پريس ۾ موڪلجي، وڌيڪ اوهان جو رايو مجرب ۽ ڪارآمد ٿيندو.
هي به صلاح ڪرڻ ضروري آهي ته بيدل صاحب جي باقي تصنيفات جي ڇپائيءَ جو ڪم ڪهڙيءَ طرح سان جاري رکجي ۽ ڪتابن جو نيڪال ڪهڙي طرح سان ڪجي ۽ ڪتابن جي وڪري جو پئسو ڪٿي گڏ ڪجي ته جيئن آسانيءَ سان ٻيا ڪتاب ڇپائي سگهجن.
- صوفي سبحان بخش

محترم سلام الدين
ڪريم آباد والڪٽ روڊ، رحمانيه مسجد ميرپورخاص
محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، سنڌي ٻولي جا سچڻ ۽ سچاڻ پياري ٻولي جا پارکو، سنڌ جا سپوت، محقق، اديب، دانشور، توهانجي خدمت خير ۾ هڪ علمي عرض آهي ته ڪجهه عرصي کان لفظ ”گذريل“ جي گردش تي ذهن تي زور آزمائي ڪندو پئي آيو آهيان، پر اڄ هڪ اهم تحريري ڪم سرانجام ڏيندي اها الجهن پيش آئي ته لفظ مذڪوره ”ذ“ يا ”ز“ سان لکجي. انهيءَ ڪري توهان ڏانهن لکڻ جي لالچ ڪئي اٿم ته من علمي اڃ پوري ٿئي.
جناب ڊاڪٽر صاحب، سنڌي زبان ۾ ته ”ذ“ جو بلڪل ذڪر ئي نه آهي ۽ اهو اکر عربي جو آهي ۽ هوندي به اسان سنڌي ”ذ“ کي پنهنجي مخرج سان ”ز“ ٿا اچاريون، اردو لغت جي جديد نسيم اللغات ۾ ”ذ“ جي تختي ۾ ڪل لفظ ڇٽيهه 36 ڏنل آهن ۽ اهي سڀ سواءِ هڪ ذرا جي (جيڪو منهنجي خيال ۾ خود عربي لفظ ذرن جو مخفف آهي) سڀ عربي جا آهن. هڪ ڳالهه ته سائين جڏهن سنڌي بنيادي طرح اهو اکر ئي ناهي ته پوءِ چو انهيءَ کي اختيار ڪري ۽ سنڌي جي حرف ”ز“ کي ڇڏجي.
ٻي ڳالهه ”ته گذريل“ لفظ جو اصل وطن فارس يعني فارسي ٻولي جو آهي ۽ اتي به ”ز“ سان لکيل آهي ۽ اسان سنڌي ادب ”ز“ اچاريندا آهيون پر لکڻ ۾ ”ذ“ چو شامل ڪجي. جڏهن ته اردو وارن به ”گ – ذ“ ۾ ڪو لفظ نه ڏنو بلڪل سڀ گ – ز ۾ ڏنا آهن. توهانجي رهنمائي ۽ مدد جي ضرورت آهي.*
- سلام الدين

محترم سچل شاهه
محبت ديره جتوئي، تعلقه ڪنڊياره (1945 – 7 – 31)
بخدمت جناب بلوچ صاحب،
السلام عليڪم بعد عرض ته هن خط سان گڏ پيراڻي پنيري جون ڪجهه ڳجهارتون موڪليان ٿو. ٻيا پڻ گهڻا بيت نوٽ ڪيا اٿم جي 20 – 25 صفحا ٿي ويندا. مان هن کان اڳ توهان کي احوال ڏيان ها ليڪن توهان جي ائڊريس مون وٽان گم ٿي ويئي هئي. ڪالهه هٿ آئي آهي. تنهن ڪانسواءِ مونکي پڪ به ڪانهي ته توهان هن وقت الائي ڪٿي رهو ٿا جنهن ڪري خيال ٿيم ته توهان جي ڳوٺ نه هئڻ جي حالت ۾ متان سڀ پورهيو ضايع ٿي وڃي. لهذا حال في الحال ٿورا بيت عرض رکان ٿو.

پنهنجي ائبريس ڏيندا ته پوءِ وڌيڪ احوال ڏيندس. مان ٻڌو آهي ته هاڻي توهان ڪراچي ۾ آهيو. اها ڳالهه ڪيتري قدر سچي آهي. محمد ميربحر جي به گهڻي جانچ ڪئي اٿم، ليڪن اڃان ڪو پتو ڪونه پئجي سگهيو آهي. ڪنڊياري جي شهر ۾ ته اهڙو ماڻهو ڪونه ٿو رهي.

ٻيو ته آءٌ ڌڻي پاڪ جي فضل ۽ اوهان صاحبن جي دعا سان امتحان ۾ ڪامياب ٿيو آهيان. سيڪنڊ ڪلاس ۾ آيو آهيان. هينئر ايس. ٽي سي امتحان ۽ جوفيز بي. اي جي امتحان جي تياري ۾ رڌل آهيان. پنهنجي خيريت جو احوال ڏيندا ته ممنون رهندس.

- سچل شاهه

محترم حافظ سخي محمد مهراڻ

سڪندريه لائبريري، چاچڙو (2002 – 5 – 2)

واجب الاحترام جناب سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، جي احوال گذارش عرض ته اوهان صاحبن پنهنجو قيمتي وقت سيڙائي مون ناچيز تي رحم فرمائي منهنجي ڪتاب جو نالو تجويز فرمائي ڏنو ۽ به اکر جيڪي منهنجي لاءِ هڪ وڏي سند ۽ تبرڪ طور لکي ڏنا هئا. اڄ توهان صاحبن جي دعا سان ڪتاب شايع ٿي آيو آهي. سو توهان جي خدمت اقدس ۾ پيش ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان.

سائين حقيقت ۾ مون کي اڄ ايڏي خوشي ٿي آهي، جو ڀانيان ٿو ته مون کي اڄ پُٽ ڄائو آهي، مون ناچيز 1974ع کان اها ڪوشش شروع ڪئي هئي، نه ڪتابن سان واسطو نه ئي ڪو ٻڌائڻ وارو هو. پر همت نه هاريم، ڪم جاري رکيم. منهنجي هن ڪاوش کي ڏسي سرها ٿيڻ وارا والد مرحوم ۽ استاد سائين محمد سليم مهراڻ مرحوم هئا. اميد ته انهن جا اڄ روح راضي ٿيا هوندا.

توهان صاحبن جو وري به نهايت ئي ٿورائتو آهيان جو مون ڪم علم ۽ ناقص العقل تي رحم فرمائي، پنهنجو عالمانه شان سُجاڻندي منهنجي ڪتاب نسب نامه مهراڻ (سوڍو) تي ٻه اکر لکي ڏيڻ فرمايو. جزاڪ الله في الدارين خير!.

قبله سائين، توهان کي لکين مبارڪون هجن جو زندگي ۾ ئي توهان سنڌ سان عشق رکي هر موضوع تي ايڏي همت ڪئي آهي. جنهنجو ذڪر صدين تائيم هلندو. مون کي ته عجب لڳندو آ ته توهان وٽ لکڻ جي ڪا مشين آ، الله پاڪ اوهان کي خضري حياتي عطا فرمائي ۽ تڪليفن ۽ بيمارين کان محفوظ رکي. آمين. – حافظ سخي محمد مهراڻ

محترم شمشير الحيدري
نئين زندگي، ڪراچي (1970 – 9 – 25)
محترم سائين،
السِلام عليڪم: اميد ته خوش هوندا. سنڌ نمبر سوڪڙي ڪري موڪليو هوم، مليو هوندو. الائي اوهان کي پسند آيو يا نه، ٻنهي حالتن ۾ اوهان کان ٻن اکرن جي توقع هيم. ضرور ان ۾ ڪي سنن، واقعن وغيره جون اهڙيون چُڪون ٿي ويون هونديون جن جي اصلاح اوهين جيڪر تجويز ڪريو ته بهتر. اوهان جو مضمون ان ۾ ڪونه آيو تنهن لاءِ افسوس اٿم. برادرم ممتاز مرزا مون کي يونيورسٽيءَ جو ريسرچ جرنل اماڻيو هو، جنهن ۾ اوهان جو مضمون علامه بوبڪانيءَ بابت آهي. اهو مضمون مون اسان جي جائنٽ ايڊيٽر، محمد موسيٰ کان ترجمو ڪرايو. مضمون سچو علمي اصطلاحن سان ڀريل آهي ۽ ان جي ترجمي جي صحت اوهان کان ڪرائڻ بيحد ضروري محسوس ڪيم. سو ان ڪري مضمون روڪي ڇڏيم ته جيئن اها علمي شي متان ڪنهن ريت ڀُل چڪ سان اچي ۽ اوهين مطمئن نه ٿيو. پوءِ اهو ترجمو مون اوهان کي رجسٽر ڪري ٽپال ۾ اُماڻيو ته جيئن اوهين ان تي نظر وجهي موڪلي ڏيو. ڪجھ ڏينهن بعد اهو لفافو وري به موٽي اچي مون کي واپس مليو. شايد اوهين ٻاهر هوندا. هاڻي اهو لفافو آءٌ ٻيهر اوهان کي يا برادرم ممتاز مرزا کي اُماڻيان ٿو. مهرباني ڪري انهيءَ مضمون تي نظر وجهي موڪليندا ته اهو ڇپجي. انگريزيءَ ۾ اهو مضمون تمام تفصيلي هو، تنهن کي ڪجھ اختصار سان ترجمو ڪيو اٿئون. جيڪڏهن ڪابه ڳالھ ضروري اضافو ڪرڻي هجي ته ٻڌائيندا.
هر ڀيري خاص طرح اها گذارش ڪرڻي آهي ته مرحوم محمد بخش بلوچ مجنون سان اوهان جون چڱيون رهاڻيون هيون. آءٌ ايندڙ پرچي، سندس باري ۾ اديبن ۽ عالمن، سندس دوستن ۽ واقفڪارن جا تاثرات ڏيڻ ٿو گهران. سو اهو حق اوهان تي به آهي. مهرباني ڪري پنهنجا تاثرات، يا مڪمل مضمون، پنهنجي ڀهرينءَ فرصت ۾ موڪلي ڏيڻ فرمائيندا. ان لاءِ وڌيڪ تاڪيد نٿو ڪريان. چو ته يار جي يادگيري خود اوهان کي ضرور لکڻ تي آماده ڪندي رڳو ايترو، ته جيترو ٿي سگهي، جلد اهو مضمون پهتو ڪندا.... - شمشيرالحيدري

محترم مولوي شفيع محمد نظاماڻي
منصوره (ڏيپر) براه ٽنڊوآدم (1964 – 7 – 26)
اخويم ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، ابواب رحمته و برڪت باري تعاليٰ عز اسمه برماوشمادائما مفتوح باد.
اما بعد هتان تعليم گاهہ مان هڪ ٽيچر نالي علي خان ڪوسه ڪي جنهن جي ملازمت اٺ سال کن آهي بي ٽي ٽريننگ لاءِ موڪلي رهيا آهيون، ان ڪي داخله ڏيڻ سان گڏ ممڪن هجي ته سڪالر شپ جي به عنايت ڪندا. جي جواب جي به عنايت ٿئي ته اهو جواب چوندجي موقعه تي تعارف جو به سبب ٿيندو. درميان ۾ جي حيدرآباد اچڻ ٿيو ته انهي عرض لاءِ حاضري به ڏبي. جي نه ته هي ڪارڊ ڪافي آهي.
محترم نون صاحب کي جي ملاقات وقت يادگيري رهي ته سلام پيش ڪندا. بيڙي فقير ڪان هن حقير لاءِ سندن ياد جا احوال ملندا رهندا آهن.
حق سبحانہ و تعاليٰ جمله احباب کي پنهنجي دين جي نصرت لاءِ منتخب فرمائي ۽ عملي جدوجهد جي توفيق ڏئي. آمين.
- شفيع محمد نظاماڻي

محترم مير شهداد خان
سوپوديرو، ضلعو خيرپور (1960 – 11 – 28)
قبله ڊاڪٽر صاحب.
السلام عليڪم: عرض ته نورچشم مير ديدار حسين خدمت ۾ اچي ٿو. ڪيس هڪ سبجيڪٽ مٿئو آهي. مهرباني ڪري سندس مدد ڪرڻ فرمائيندا. مون ڪان بعد هي پهريون ڇوڪرو آهي جيڪو مٿا مونا ڏئي تعليم جي گاڏڙي کي ايترو ڪڙڪايو اٿئين. منهنجي ماروٺ مير خادم علي خان جو نينگر آهي ۽ ايئين ڪري سمجهندا ته چڻ منهنجو پنهنجو ٻچو آهي. مهرباني ڪري سندس مدد ضرور ڪرڻ فرمائيندا. ٻيو عرض ته فون تي عرض ڪيو هئم ته ڪجھ فنڪار سنڌي محفل لاءِ هٿ ڪري ڏيندا ۽ مهرباني ڪري پاڻ به شريڪ ٿيندا ۽ برادرم نون صاحب کي به عرض ڪندا.
سنگت جو خيال آهي ته نارو پڳٽ، حافظ اسحاق، حسين بخش فقير لاءِ به انتظام ٿيڻ گهرجي. مان هنن کي شخصي طرح اصل ڪونه سڃاڻا. جي توهان مناسب ڇاٿو ته مهرباني فرمائي انهن سان به ڊئريڪٽر ريڊيو پاڪستان حيدرآباد جي معرفت بندوبست ڪرائي ڏيندا.

مطلب ته هي قصو سچو پنهنجو اٿو. مان آهيان سست ماڻهو، ۽ صاحب وري ڪٽي ڦاسايو به مونکي آهي، ته جيئن خدا ڪري توهان مهربانن جي مدد سان وقت جيئن جو گذري اچي ۽ پت جي رهجي اچي.
محفل 15 ۽ 17 ڊسمبر جي وچ واري رات جو ٿيندي. توهان نوازش فرمائي جلسه ۾ هن سال ضرور تشريف فرما ٿيندا. قاضي صاحب جن کي مان پاڻ عرض ڪندس ۽ اڄ ڳوٺ کان جيڪب آباد ويندي خيرپور ۾ ملندو ويندو سانءِ. سلام ساري سنگت کي عرض رکندا.
- شهداد

محترم پير شمس الدين شاهه
ميدان پير، ڪراچي (1955 – 7 – 6)
محب و خادم العلم ڊاڪٽر نبي بخش خان،
بعد از السلام عليڪم جي لکجي ٿو ته هت سڀ خير آهي ايڏانهن به ڌڻي خير ڪيو هوندو.
مطلب ته ڪيترا ڏينهن ٿيندا جو توهان پنهنجي خيريت کان واقف نه ڪيو. پيو ته توهان کي اسان وارن ڪاغذن مان ڪو مواد حاصل ٿيو يانه،* انهيءَ بابت اسانکي پنهنجي واقفيت کان واقف ڪندا جئن ته چچ نامه، تاريخ معصومي جي مطالعه مان معلوم ٿئي ٿو ته توهان واقعي دماغ سوزي محنت ڪئي آهي جنهن ۾ واقعي سنڌ جي لڪل خزاني کي پنهنجي زبان ۾ ظاهر ڪيو ۽ علم و ادب جي ميدان ۾ هڪ نئون اضافو ڪيو جو ڪنهن مصنف ان طرف توجهه نه ڪئي صرف افسانه آکاڻيون واهيات لٽريچر ڏانهن ڌيان ڏنو. واهيات انهيءَ ڪري چيو ويو جنهن مان ملڪ و قوم کي ڪوبه فائدو ڪونه پهتو. انهيءَ تي اسان پنهنجو خيال ظاهر ڪيو.
هاڻي تاريخ تحفته الڪرام جو انتظار ٿي رهيو آهي. اهو ڪڏهن ڇپجي ظاهر ٿيندو، انهيءَ معلومات کان به واقفيت ڪندا. ٿيو ته تاريخ جي علم سان گڏ انوقت جا سفرناما جهانيان جهان گشت يا ٻين سياحن جا سفرنامه اسان جي تاريخ ۾ هڪ نئون مشغله راهه ٿيندا. جوئون ته موجوده وقت جا سفرنامه بلاد اسلاميه يا يورپ جا ڇپجي ظاهر ٿين جو اسان کي ٻاهر دنيا جو گهر ويٺي لطف اچي يا پنهنجي سنڌ جو سفر ڪتابي صورت ۾ نظر اچي جئن اڳي: سنڌ جو سيلاني، مسٽر پيرومل جو لکيل آهي، جو حيدرآباد جي ڪنهن پراڻي دڪان تان ملي. جيڪڏهن توهان کي هٿ چڙهي ته اسان

لاءِ وڻي ايندا. توهان صاحبن جا شڪر گذار رهندس. خداوند ڪان دعا گهرندس ته توهان جهڙا زنده دل نوجوان زنده رهن.
- شمس الدين شاهه

محترم شاهه محمد شاهه
گهوٽڪي (1965 – 4 – 21)
گرامي درجت جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته اوهان جو گهوٽڪيءَ ۾ قيام نهايت ئي مختصر رهيو، تاهم آءٌ اوهان جو ذاتي طور احسانمند آهيان جو اوهان از راه ڪرم فرمائي انهيءَ موقعي تي مونکي ياد فرمايو ۽ ديرينه تعلقات مودت و محبت کي از سرِ نو تازه ڪيو، سچ آهي ته:
ع اين کار زتو آيد مردان چنين کنند
آءٌ اوهان کان رخصت طلب ٿي گهوٽڪي پهتس ۽ پهچڻ شرط سجاده نشين لوءِ صاحبان سيد محبوب شاهه صاحب سان مليس ۽ ڪانئس مسجد شريف سان متعلق اهو لڪڙي جو تختو حاصل ڪيم جو اوهان مسجد جي ڪوهه وٽ پسند فرمايو هو. هينئر اهو تختو مون وٽ جڳهه تي بحفاظت رکيو آهي، جيڪڏهن حڪم ٿئي ته پئسنجر ٽرين ذريعه اوهان جي خدمت ۾ حيدرآباد موڪليان. ٻيءَ حالت ۾ تختو مون وٽ محفوظ رهندو ۽ آءٌ جڏهن انهيءَ طرف آيس ته پاڻ سان کيون ايندس. بهرحال انهيءَ سلسله ۾ جئن اوهان جو حڪم ٿئي ته ان موجب تعميل فرمائش ڪئي وڃي.
هن طرف ڪُلي خيريت آهي، اميد ته اوهان پڻ بمعه تمام متعلقين بخير و عافيت هوندا.
محترم شيخ محمد اسماعيل صاحب ۽ مرزا ممتاز صاحب کي سلام شوق عرض رکندا. جواب جي عنايت ترت فرمائيندا.
- شاهه محمد شاهه
محترم صوفي شرف الدين
مٺياڻي، ضلعو نوابشاهه (1974 – 3 – 25)
بخدمت فيض درجت عاليجناب سائين بلوچ صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته و رحمت، احوال عرض ته سائين منهن جا اوهان صاحبن جا لک لائق ڪروڙين قرب جو حضرت شاهه لطيف جن جي عرس مبارڪ تي، اوهان صاحبن هن حقير کي ثقافتي پروگرام ۾ حصه وٺڻ لاءِ اسٽيج تي

آندو. ليڪن اعزازي سيڪريٽري ايترو ته ڪم عقل ۽ بي وس نظر آيو جو انهيءَ مذڪوره پروگرام ۾ مون ڪي ڳالهائڻ لاءِ ڪجھ به وقت ڏئي نه سگهيو. ايتري قدر جو آءٌ ان سان سادي اٺ بجي وري ڇھ بجي بار بار ملندو رهيس، ڪافي جدوجهد ڪان پوءِ به ڪجھ به پلئه نه پيو، انهيءَ ڳالھ جو مون کي ڏاڍو ڏک آهي، جو آءٌ پيرسن ايتري ساري هجوم ۾ بار بار ملڻ سان ڏاڍو تنگ اچي ٿيس. پر ڇا چوٽي آهي ته (ڪني جي ڪارڻ ڳئون چاريان ڳوٺ جون) خير! ماشاء الله اوهان صاحبن جي شخصيت ۽ ادبيت لاءِ مون وٽ عزت آهي، مگر اعزازي سيڪريٽري جو تمام ڏک آهي، ادبي ميدان ۾ هڙن ماڻهن کي ڪهڙي خبر آهي. بهرحال هي تحفه سائين جن جي خدمت اقدس ۾ عرض رڪان ٿو، اميد ته قبول فرمائيندا.

- صوفي شرف الدين شرف*

محترم پروفيسر شيام داس جوشي
برهمڻ پاڙو، مٺي (2003 – 1 – 31)
محترم ڊاڪٽر نبي بخش صاحب،

اوهان جو تاريخ 28 جنوري 2003ع جو لکيل خط مليو، مهرباني ڏسجي ائين ٿو ته اوهان منهنجي خط ملڻ شرط ئي جواب لکيو آهي. نئين ٿهي ۽ پُراڻن ماڻهن ۾ ايترو فرق آهي. اڄ جو جوان گهٽي پانگي سست، اڄ نه سپاڻ ڪرڻ وارو آهي. خير خوشي ٿي جو اوهان منهنجن ويچارون جو قدر ڪيو اميد ٿو ڪريان ته اوهان منهنجي خيالن کي سنڌي ٻولي جي اٿارٽي، سنڌيالاجي، سنڌي ادبي بورڊ ۽ سنڌ ٽيڪسٽ بڪ بورڊ تائين پڻ پهچائيندا، جيئن سنڌي ٻولي جي واڌاري ۽ اهميت لاءِ، اهي ادارا ڪجھ ڪري سگهن. اوهان قاضي قادن جي رسالي جي هڪ ڪاپي مون کي موڪلي هئي، پر اها ڪاپي مون کان پير عبدالحق جان سرهندي ڪٽي ويو. اوهان مهرباني ڪري هڪ ٻي ڪاپي منهنجن ڪتابن ۾ شامل ڪري رکڻ لاءِ موڪلڻ جي عنايت ڪندا ته مهرباني ڏٽي سڳورو اوهان جي عمر وڏائي ۽ اوهان کي سنڌ. سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌ جي رهواسين جي خدمت ڪرڻ جي وڌيڪ سگھ ڏئي. آمين.

- شيام داس جوشي

محترم شوڪت علي خواجائي
سکر (1982 – 9 – 14)
سائين ڊاڪٽر اين اي بلوچ،

جيئي سنڌ، جيئي لطيف، بعد گهڻن دعائن ۽ سلامن جي لکجي ٿو ته هت سڀ خير آهي ۽ اميد اٿم ته اوهان به خيريت سان هوندو.
توهان جو وي. سي (اسلامڪ يونيورسٽي، اسلام آباد) جي عهدي تان هٽجڻ جو پڙهي ڏک ٿيو، جڏهن ته دنيا جي گهڻن ملڪن ۾ اتان جي محققن جو قدر هوندو آهي.
توهان جو خط عيد کان اڳ پهتو، احوال معلوم ٿيو. توهان جو ڪتاب ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ“ سڄو اکر به اکر پڙهي چڪيو آهيان. هاڻي ٻيو ڪتاب ”دودو چنيسر“ پڙهي رهيو آهيان. توهان سان ڪچهري ڪرڻ جو ڏاڍو شوق آهي. ڪڏهن ٺا سکر اچو. اگر واندڪائي ڪانه آهي ته پوءِ اسان توهان طرف اچون.
هتي سکر ۾ هڪ سوسائٽي برپا ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهيان. اميد اٿم ته ڪامياب ٿيندس. نالو رکيو آهي ”اروڙ هسٽاريڪل سوسائٽي“. سکر جي سابق ايس ڊي ايم محمد صديق ميمڻ جا سکر، بکر ۽ اروڙ ۾ انگريزي ۾ هٽايل ڪتبن جا فوٽو اسٽيٽ ڪاپين جا ٽائيپ ٿيل ڪتبا توهان طرف جلدي موڪليندس. ائڊريس ڊائيندا ته انهيءَ تي موڪلجن. ٻيا سڀ سک لڳا پيا آهن. ڪم هجي ته بندو حاضر آ. ڪچهريون سدائين قائم، اوطاقون شل آباد.
- شوڪت علي خواجائي

محترم شمس الدين ”صابر“
بزم طالب المولىٰ، روهڙي (1973 – 11 – 1)
محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
اڄ وري چند سٽون تحرير پيو ڪريان. آس اٿم ته قبول پونديون. سائين منهنجا! اوهان جي لازوال شخصيت دل جي آئيني تي اُڪريل آهي، اوهان سنڌي ادب لاءِ جيڪو جان فشانيءَ سان پاڻ پتوڙيو سنڌين تي هڪ املهه احسان ڪيو آهي، سو ڪو گهٽ آهي؟ نه نه هرگز نه.
هڪ آرزو هئي اوهان سان ملاقات ڪري روح رهاڻ ڪجي سو ان تمنا کي پورو ڪرڻ لاءِ اسين رمضان شريف ۾ اوهانجي بنگله تي آيا هئاسون، پر بدقسمتي سبب اوهان جهڙي مدبر شخصيت سان ملاقات جو شرف حاصل ٿي نه سگهيو ۽ اها آرزو سيني ۾ سانڍيو واپس ورياسون. پر ان تمنا ۾ ذرا به فرق نه آيو. اشتياق آهي ته هڪ دفعو ضرور اوهان سان ملاقات ڪجي جيڪا اسان لاءِ تمام خوش قسمتي چئبي.
اوهان سنڌ واسين جا شيڪسپيئر، جبران خليل ۽ پيري لوئي آهيو. اوهان جا اهي ڳڻ لاهڻ ته چڙيو پر ڳائڻ به سنڌين جي وس ۾ ڪونهي. اوهان سنڌي ادب کي جا نئين

زندگي بخشي آهي، سا هڪ وڏي قيمتي ميراث آهي. اوهان کي علامه چئجي ته ڪو وڏاءُ ڪونهي. شال اوهان جهڙا مدبر هر ماءُ قوم کي پيدا ڪري ڏي! آمين ثم آمين.

---

* جواب لکيو ويو ته: عربي – سنڌي الف بي ۾ ”ذ“ اکر قائم آهي. ”ذرو“ ذڪر، ذم، ذليل، ذوالحج، ذيشان سڀ سنڌي ٻوليءَ جا ٿي چڪا آهن. اوهان کي پسند اچي ته ڀلي ”گذران“ بدران ”گزران“ لکو – نبي بخش.

* مليل ڪاغذن گهڻو ڪم ڏنو ڪتاب ”ٻيلاين جا ٻول“ لاءِ – نبي بخش

* صوفي صاحب داناء هو. قافين جو اعليٰ شاعر هو. ساڻس ريل گاڏي ۾ پهرين ملاقات ٿي ۽ پوءِ ناتو قائم ٿيو. نبي بخش

- شمس الدين صابر

محترم شاهد رحيم جوڻيجو
ايگزيڪيوٽو انجنيئر هاءِ وي ڊويز حيدرآباد
بزرگ و برتر محترم ڊاڪٽر نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم، سدائين خوش رهو. عرض ته توهان سان سنڌ يونيورسٽي ۾ ملاقات ٿي هئي. اُت مون محمد خان ٽالپر جي ڪلام بابت توهان سان گفتگو ڪئي هئي. توهان کي ياد هجي ته مان سانوڻ فقير جي ڪافين جو ذڪر ڪيو هو. توهان کي شايد سانوڻ فقير جون ڪافيون نه مليون آهن. مون کي جنهن حالت ۾ اهي ڪافيون مليون ان ڪمزور پنن کي توهان ڏي موڪلي رهيو آهيان.
محترم سائين! مون کي ڪير هزار ڏئي ته به اهو ڪلام نه ڏيانس پر توهان صاحبن کي ان جو قدر آهي. ان ڪري مان توهان کي اهي چند پنا موڪلي رهيو آهيان. بخدا صرف اها اميد اٿم، توهان اها لکٽي پڙهي، اهي ڪافيون نوٽ ڪري ڇپائيندا ڪنهن ڪتاب ۾. منهنجي ڏاڏي مرحوم جيڪو سانوڻ فقير جو يار هو. سانوڻ جي سامهون اهي ڪافيون لکيون هيون.
سانوڻ فقير 13 سال ڳوٺ مراد خان ٽالپر ۾ رهيو پيو هو، جت محمد خان ٽالپر ۽ سانوڻ جون ڪچهريون ٿينديون هيون. ڏاڏا ڳائڻ جو شوقين هو ۽ محمد خان جو ٻالڪو به هو. انهن ڪافين ۾ سانوڻ جو نالو چٽو آهي. مون ڪئين سال اها امانت سانڍي آهي. ڪجھ ڪلام مرحوم سومار شيخ کي به ڏنو هوم. افسوس منهنجو يار سومار شيخ گذاري ويو آهي. توهان کي ان امانت جو حقدار ڄاڻي موڪلي رهيو آهيان ۽ اڃا به موڪليندس ڪجھ ٻين شاعرن جو ڪلام جمع ٿي ويو آهي، جي هيئين جو ڏِڍ دوست هئا، سي دنيا مان وڃن پيا. هيڏي وڏي امانت آئون اڪيلو ڪيئن سنڀاليان. جڏهن ڇيڇڙ جي اميد هاڻ ڪٽ ناهي. نه ئي مون وٽ ڪو وسيلو آهي.

دنيا جا ڏنڏا وجن پيا وڄندا، پنهنجا سور کولي توهان کي چور ڪيم پر آخر وڏا آهيو، توهان نه ٻڌندا ته ڪير ٻڌندو! هنن پنن کي ردبيوس مشين ۾ وڌو ڪرائي ڪافيون پڙهي سگهجن ٿيون.
- شاهد رحيم جوڻيجو

محترم مير شاهنواز خان شاهلياڻي جمالي
محراب پور جمالي، بلوچستان (69 – 12 – 7)
بخدمت جناب ڊاڪٽر صاحب نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم، الحمدالله بفضل ايزدي حالات مشتمل خيريت آهن. خط اوهانجو مليو يادگيري لاءِ شڪريه. توهانجي اڳئين خط موجب سنگت کي 69 – 12 – 19 جو پروگرام ٻڌايو هيوسون ليڪن توهان هن خط ۾ ترميم فرمائي آهي. سنگت ڏاڍي انتظار ۾ آهي، پير شهاب الدين صاحب به آڻيندا. تلورين جو شڪار به آهي، انشاء الله تعاليٰ باز ضرور آڻيندا، جو باز جي شڪار ڏسڻ واسطي سچي سنگت جو شوق آهي. ليڪن توهان پروگرام گهٽايو آهي ڏينهن ٿورا رکيا آهن. پروگرام ۾ بيرون کيرٿر جي ڪڇهري ۽ ناڙي ملڪ جي اوله علائقه جو گشت ۽ شڪار ۽ پير چيزل شاهه صاحب وٽ وڃڻو آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ ضلع لاڙڪاڻي ۾ به ڪچهري جو بندوبست ڪيو ويو آهي، جو تمام وڏا سگهڙ هٿ ڪيا ويا آهن. خدا پيڙي جي پٽ رهائي تمام وڏا سگهڙ آهن، يعني ڳجهارتن ۾ سيد شريف شاهه مرحوم جا مَٽ آهن. پيڙي فقير کي شريف شاهه جي خبر آهي. مهرباني فرمائي 69 – 12 – 24 اربع ڏينهن وارو پروگرام پڪو رکندا.
- شاهنواز شاهلياڻي

محترم پير شاهنواز شاهه جيلاني
درگاهه ٻنڙو، تعلقو شهدادپور (25 ذوالقعد، 1939ع)
جان من نبي بخش! السلام عليڪم، خيريت سر طرفين مطلوبه، غرض ته محبت نامه محبن جو پر درد عشق جو فرد مطالع ڪندو مسڪين بي تسڪين کي بزم افروز شمع جي افسردگي جو واقعو ياد ڏياري غمنام نيڻن مان آب جاري درد فرقت جي بيقراري عشق و محبت جي انتظاريءَ جو باه کي دوباره بلڪ هزار بار ڀڙڪائي رهيو گويا ڪه ماتام دوست نوسر شروع ٿيو. سبحان الله هيءَ ڪو مقدري مقالو آهي

۽ بيچون بيمثال ايزد جو حڪم برسر آهي، ورنه محبوب جي وداع وقت دلي تمنا اها هوندي آهي ته انسان زندگي درگور ڪان باهم دست زنده گور چڱو آهي. مگر انهيءَ ازلي قادر جو قانون، چا مجال آهي بندي ڪي جو پيچي سگهي. لهذا انالله جو ترانه ۽ صبر جميل جو جام بڪف آهي. ماڻهو چوندا آهن قيامت اچڻي آهي، مگر عشق بي ڪٿل دل ويڍل لاءِ قيامت صغرا يا ڪبرا اها ئي گهڙي آهي جو دوست جي وداعيت جو آواز بگوش دميده ٿئي.
عجيب سخن دلفريب قصه ته هيءَ آهي جو زنده دوست جي ملاقات جي وري به اميد آهي مگر هائي هائي جي ويچارا دل گهريا دوست جان جانان هن مڪار ۽ دغاباز دنيا مان دارالبقا ۽ ازلي آشيانه ڏي تشريف فرما ٿين ٿا انهن واسطي دست بدعا ڪان سواءِ محض خيالات خام ۽ ناپخته آهن نه اميد نه آسرو!
الغرض اي دوست، هيءَ تصوير ۽ سندس تشريح احاطه تحرير ڪان بعيد آهي، مقدر جي وسيع ميدان ۾ عقل جو بيوس پکي بي بال و پر آهي، جي ڪجهه چپ چورجن ٿا ته برابر عوام جي نظر ۾ هڪ مبالغه ۽ رواجي محبت جي اسم سان موسرم ٿجي ٿو يا چرين جي پارتيءَ ۾ گدوبندر جو ڏس ملي ٿو. تنهنڪري هر صورت ۾ صبر الفضل تر آهي ۽ اوهانکي پڻ صبر و شڪر ڏي ترغيب ڏجي ٿي جو انهيءَ ڪان سواءِ ڪوبه چارو ڪونهي. نبي ۽ ولي به شيوه صبر ۾ سڪون پذير هئا لهذا هر شخص ڪي ائين گهرجي.*
هرچه آمد پيش تو از حق بدان – لا تحرڪ ذرة آيت بخوان
الحمد الله بنده طرف هر طرح خيريت آهي ۽ هميشه اسلامي خدمت جو شائق آهي.
- الراقم، شاهنواز

محترم شامداس ٿي وسڻ
مِٺي، ضلع ٿرپارڪر (1962 – 2 – 24)
محترم ڊاڪٽر صاحب،
عرض ته شوراتري 4 مارچ آرتوار ڏينهن ٿيندي. پڳت، لائوڊ اسپيڪر وغيره جو انتظام آهي. ملهه، وهٽ وغيره به ايندا. ٻيا پروگرام به آهن. نون صاحب کي عرض ڪيل آهي. اوهان صاحب به اچڻ جي نوازش ڪندا ۽ 3 مارچ صبح جو پهچڻ فرمائيندا. پڳت 2 مارچ پهچندا. اميد ته عرض رائگان نه ويندو ۽ قبوليت جي درجي هيٺ ايندو. احوال ڏيڻ جي نوازش ٿيندي.
- شامداس

محترم نواب شفيع محمد خان لغاري
تاجپور (6 مارچ 1959)
در خدمت عالجناب ڊاڪٽر صاحب دائم اقباله،
السلام عليڪم: خيريت موجود و خير و عافيت آن صاحبان از درگاهش مطلوب مرغوب. المعروض اينکه بي حدمشڪور آهيان جو اوهان صاحبن هڪ ڪاپي ديوان غلام جي موڪلڻ سان ياد فرمايو آهي. اهي ٿورا ۽ احسان اوهان جا نوابن جو خاندان هميشه ياد رکندو. ڪريان اميد ته حياتي ۾ ديوان ولي ۽ ديوان صوفي ڇيڇجي نڪتل ڏسندس. اميد ته اوهان صاحب با اولاد خوش خوردم هوندا ۽ ڪمتر کي دعا ڪندا رهندا ته پڇاڙي جو وقت خير سان ۽ ايمان سان گذري. زياده خيروالسلام.
قلم تازو: جئن اوهان ڏيکاريو آهي ته اسان جي وڏن لغاري تمن ۾ اچڻ ڪري لغاري ذات سڏائي آهي. منهنجي خيال ۾ ائين نه آهي. هڪ بوزدار جدا بلوچه قبيلو آهي ۽ ٻيا بوزدار لغارين جي شاخ آهن جئن علياڻي، جلالاڻي، سرڪاڻي، نهڙاڻي وغيره. وري انهيءَ ڳالهه تي غور ڪرڻ فرمائيندا. اها حقيقت موجب جمال خان صاحب علياڻي ۽ ٻين پاڙن جي چڱن مڙسن لغارين کي معلوم هوندي.
- شفيع محمد خان لغاري

محترم سگهڙ صوف فقير شر
عمرڪوٽ
خانصاحب مڪرمي ڊاڪٽر صاحب سلمه،
ساراهيان سچو ڌڻي صاحب رب ستار،
نرمل نوازيو نبي بخش خان کي جنهن جو ٿيو ڏيهن ۾ ڌهڪار
مرد چڙهي ٿو ملڪن تي واسي ٿو وڻڪار،
سو آهي گوهر گل خدا جو جنهن کي سونهن ڏني سردار،
ماني ڪارائي مرد گهڻي ٻي وري ڪلي ڪري ڪيڪار،
ڪوڏيو ڪچهري جو جوان آهي جهونجهار،
اهڙي پارين آدمي انهي کي مولي ڪيو موچار،
صاحب رب ستار، اجان به خوش ڪندس هن خلق ۾.
ڊاڪٽر صاحب،

توهان مونکي عمرڪوٽ مان چوندي وٺي آيا هئا. پر اجان ريڊيي، ۾ ته گهرايو ڪونه اٿو. مون وٽ هر نموني جو سينگار آهي، جنهن مان چون تنهن مان ٻڌائيندو سان.*
- صوف فقير شر

محترم صحبت علي بلوچ
ايڊووڪيٽ، ڪراچي (مورخ 12 آگسٽ 2004)
محترم پيارا سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
پيارا سائين احوال ته اوهان جو ”سيتا جا سدا بهار ماڻهو“ لاءِ لکيل خوبصورت بئڪ ٽائيٽل پيج مليو. پڙهي دل باغ بهار ٿي ويئي. سچ ته منهنجي هن ننڍڙي ڪاوش کي اوهان جهڙن عظيم انسانن پسند ڪيو، مون لاءِ ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي خوشي ٿي سگهي ٿي. ”سيتا جا سدا بهار ماڻهو“ ڪتاب ترتيب ڏيئي مون ڪو وڏو ڪارنامو سرانجام ناهي ڏنو، چو ته مان نه ئي ڪو ادب جو افلاطون آهيان نه ئي ڪو منهنجي ادب ۾ وڏي دسترس آهي. مان ته فقط ادب جو پانڌيئڙو آهيان ۽ اوهان جهڙن عظيم انسانن جي ڏسيل دڳ تي بانبڙا پائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان.
ڊاڪٽر صاحب! اوهان جا لکيل چار اکر مون لاءِ مشعل راهه آهن. اوهان ڪتاب تي پنهنجي قيمتي راءِ ڏئي نه فقط ڪتاب کي جلا بخشي آهي. پر ان سان گڏ مون کي لکڻ تي اجان به اتساهيو آهي.
مان توهان جو ممنون و مشڪور آهيان جو اوهان صاحبن پنهنجي قيمتي گهڙين مان چند گهڙيون ڪڍي ڪتاب ”سيتا جا سدا بهار ماڻهو“ لاءِ پنهنجي قيمتي راءِ ڏئي هن ڪتاب جي اهميت ۽ افاديت کي اجان به وڌائي ڇڏيو. اوهان جي اکرن جي اوسيئڙي ۾.
- بلوچ صحبت علي

محترم صالح محمد سمو
لالو کيت، ڪراچي (5 آڪٽوبر 1976ع)
بخدمت جناب برادرم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: قدم بوسيءَ ۽ اشتياق ملاقات جي گذارش آهي ته زماني جي گردش ڏکن ڏولائن، اهڙي منزل تي آڻي پهچايو آهي جو قصو ڪرڻ کان ٻاهر آهي. مختصر

احوال ته ايجوڪيشن ڪاتي مان رٽائرڊ ڪري، زمينداري ڪم ڪي وڏي زور شور ۽ همت سان هلائيندو رهيس. مگر 18 سالن جي ڪوشش، ڪشالن ۽ ڪاپن ڪاٽڻ بعد لاڙ جي زمين پٽاري اسانکي ڪامياب نه ڪيو ۽ نيٺ فيل ٿي هٿيار ڦٽا ڪرڻا پيا. جنهن جا خاص سبب زمين جو ناقص هئڻ، قدرتي آفتون هر سال ٻوڏ يا هارين جو نه هئڻ ۽ نه ملڻ! پنهنجو ذميوار ماڻهو نه هئڻ، خرچ ڪري ڪٽي پوڻ، صحت جو خراب ٿيڻ.
مون شاهه پٽائي رحه جي ٿيهن ئي سرن مان ڪوهستاني لفظ جيڪي صاحب بيتن ۾ ڪم آندا آهن ۽ جيڪي هن وقت ڪوهستان ۾ ڳالهايا وڃن ٿا، چونڊي ڪڍي انهن جي معنيٰ ۽ جملي ۾ استعمال ڪرڻ لکي رکيا آهن. ڪوهستاني لٽريچر تي اڳتي قدم هلندڙ آهي. ڪوهستاني پرت تي لکي رهيو آهيان، جنهن ۾ گج ۽ ڪنجري جا نقشا به ايندا وغيره. اوهانجي نظر عنايت ۽ دعا جي ضرورت آهي. اوهانجو ننڍو ڀاءُ.
- صالح محمد سمو

محترم ضياء الدين شاهه
درازا شريف (21 – 7 – 1990)
سائين منهنجا،
السلام عليڪم: خيريت بعد گذارش ته سکر وڃي بليڪ ۽ وائيٽ رول وٺي پيڙين جا مختلف فوٽا ورتم. پر افسوس جو هڪ به فوٽو صحيح نه آيو. خبر نه آهي ته رول پراڻو هيو يا وري ڪئميرا هلائڻ نه آئي.
1. وري ساجد صاحب ۽ مان بي ڪئميرا ڪٽي رنگين رول سان فوٽا ڪڍي ڌورائڻ لاءِ موڪليا آهن، اڃان انجو نتيجو نه آيو آهي.
2. مرحوم الاهي بخش (ٻانيڻ) جي ورسي تي جيڪو مقالو منهنجي چوڪري پڙهيو هيو انجو فوٽو اسٽيٽ ڪاپي خدمت ۾ موڪلجي ٿي.
3. راڻيپور ۾ بازن جي علم رکندڙ ماڻهو شڪر خان لاشاري سان ملاقات ٿي. جنهن جو اصل نالو سوڀا خان آهي. عمر اٽڪل 90 – 95 سال اٿس. پير سيد صالح شاهه پيار مان کيس ”شڪر“ سڏيندو هو. هاڻي مشهور به ان نالي سان آهي. پير صاحب جا باز پاليندو ۽ شڪار ڪرائيندو هو. سندس چوڻ مطابق 40 باز به هڪ وقت سندس نظرداري ۾ رهندا ۽ پلندا هيا ملاقات دوران چيائين ته بازن متعلق جيڪو پڇڻو اٿو، ته پڇي وٺو چو ته (سندس چوڻ مطابق) اسانجي موت کي نظر گهنٽي لڳي چڪي آهي.“ ايندڙ ٽڏن ۾ شجاع آباد اکين جي آپريشن لاءِ تيار آهي. سندس پاڙي جو

نالي محمد بچل شيدي جنهن جي عمر 60 – 65 سال ٿيندي پڻ بازن جو علم رکي ٿو ۽ ان سان گڏ سٺو بورچي به آهي.
- ضياء الدين شاهه

محترم رئيس ضياء الدين بلبل
(ايڊووڪيٽ دادو) دادو (23 جون 1964)
محترم مڪرم پيارا ڊاڪٽر سائين، خوش هجو سدائين،
السلام عليڪم: لڳاتار چار خط اچي پهتا، دل کي خوشي پهتي، مبارڪ خير سان (آمريڪا مان) ماڳ تي موٽي اچڻ جي قبول فرمائيندا. وڏي خوشي ٿي جو منهنجي مضمون پهريون نمبر انعام حاصل ڪيو آهي، انهيءَ قدردانيءَ لاءِ صدبار شڪريه. پٽ شاهه تي وري هلڻ جي همت ئي ڪانه ٿي سريم. اڳئين دفعي جيڪا حالت ٿي تنهن دل ئي ٽوڙي ڇڏي آهي. اهو سمورو منظر صحر انوردي جهڙو ائين پيو ٿي اکين اڳيان ڦري جيئن هڪ بدوي کي رُبع الخالي پئي سجهندي آهي. ان ۾ هڪ ننڍو چشمه رڳو اوهانجي اها آجيان آهي جا مشڪنده اسٽيج تان لهي اچي اوهان ڪرڻ فرمائي هئي ۽ جيئن عربستان جي اٺ کان اهڙو چشمه نه وسرندو آهي تيئن مون کان به اوهانجي اها مسڪراهٽ نه ٿي وسري. اجازت ڏيوم ته نه اچان ته بهتر. باقي تازه ترين مضمون جلد خدمت ۾ موڪلي ڏيندس.
– ضياء الدين بلبل
.....2.....
* مورخ دادو 30 مارچ 1966ع
محترم مڪرم جناب ڊاڪٽر نبي بخش صاحب بلوچ،
السلام عليڪم، موڪليل ادبي سوکڙيون نظر مان ڪڍي واپس عرض رکان ٿو. جناب احمد حسين داني اوهانجي نظريه جي خوب تائيد ڪرڻ فرمائي، قوي دليلن سان ته سنڌي ٻولي ۽ انجي لکٽي ڪنهن ٻي ٻولي مان چاول نه آهي. اوهان براهِ ڪرم پنهنجي بي مثال ڪتاب ”سنڌي ٻولي جي تاريخ“ ۾ هن ڪتاب جا حوالا ڏئي جديد ايڊيشن شايع ڪرائيندا ته احسان.
مون دل ئي دل ۾ اوهانکي تقرير يا تحرير جي فن ۾ علي ڳڙهه واري ڊاڪٽر ڪي. جي. سيدين (جو پوءِ ڪشمير جو ڊي پي آءِ ٿي ويو) سان هم صف ڪري ڇڏيو هو. پر ”پارس ڪاڻ“ جي پروڙ ڪانپوءِ اوهانجي طرز تحرير منطقي ۾، سڌي سنواٽي پهلو ڪانسواءِ، پيچيده ادبي ۽ شاعرانه طريقه استدلال جي زبردست شاخ پڻ نظر آئي. هي

نمونو عربي ادب ۾ به برابر آهي ۽ سنڌي لوڪ ادب ۾ به آهي. سون چڙي جي ڳالھ اوهانکي ياد هوندي ته ڪيئن هو داڻي چڏائڻ لاءِ ڪانءَ کان مٿيرن طاقتن ڏانهن ويئي ۽ ڪيئن هر هڪ پنهنجا پنهنجا غور ۽ شرط پيش ڪيا جنهن ۾ سادي ڳالھ ڪيئن منجهندار ۽ پر معنيٰ ٿيندي وئي. مولانا رومي به مثنوي ۾ ڪجھ اهڙي رمز رکي آهي. انهيءَ انوکي ۽ پراڻي طريقي کي وري نئين آب ۽ تاب سان جياري آڻڻ جو اوهان جس کٽيو آهي. معنيٰ جي لحاظ سان به پار کاڻ هڪ پرپور پنڊار آهي جنهن ۾ هيرا لعل ياقوت عجيب غريب رنگن جا ملن ٿا.

منهنجو دست بسته عرض آهي ته ان مضمون کي وڏائي جدا هڪ ڪتابي صورت ۾ شايع ڪرائڻ جي نوازش ڪندا جيئن هڪ عمده طرز تحرير ۽ طريقه استعمال سان گڏ ادبي پيٺ، معنوي گنج، اسلوب بيان ۽ فن ظرافت جو ذخيرو مستقل طرح موجود ٿي وڃي. اوهان سنڌي ادب جي جيڪا گرانه مايه خدمت سرانجام ڪئي آهي، تنهن جي مدنظر هيءُ ڪم به اوهانجي شايان شان آهي، ٻئي جي مجال نه آهي.

خدا ڪري جو هڪڙي اديبن جي گروھ تان تعجب ۽ تڪرار جا ڪوپا جي سندن اکين تي چڙهي ويا آهن سي لهي وڃن ۽ هو سچ ۽ ڪچ جو قدر سڃاڻن.

– ضياء الدين

.....3.....

* مورخ دادو 1 – آگسٽ 1966ع

محترم مڪرم جناب ڊاڪٽر نبي بخش صاحب،

السلام عليڪم، بعد ادائي نياز ات جي معروض ته گهڻي وقت کانپوءِ نيم ملاقات جو شرف حاصل ڪري رهيو آهيان. هن معلوم ڪرڻ جو انتظار اٿم ته شاھ پٺائي جي گذريل ورسي تي موڪليل مضمون ڳڻ ۾ آيو يا نه ۽ جيڪڏهن آيو ته اهو شايع ڪيو ويندو.

ٻيو عرض ته معلوم ٿيو آهي ته آئينده طبي تعليم جي درسي سکيا هر ڪنهن يونيورسٽي ۾ لازمي طور ڏيڻ ۾ ايندي. ائين برابر آهي ته پوءِ منهنجي موڪليل مسوده تي براه ڪرم غور ڪرڻ فرمائيندا ته انکي درسي ڪتاب طور ڇاپرائي هلائي سگهبو يا نه. هلي سگهي ته زهي نصيب. اميد ته اوهان جي ڪشش سان هي ڏکيو ڪم به سولڙو ٿي پوندو.

پنهنجي مصروفيت هوندي به جواب جي ٻن لفظن لکڻ سان نوازيندا ته اوهانجي دستوري غريب نوازي کان بعيد نه ٿيندو. تصنيف ۽ تاليف ۾ اوهان جو اسم گرامي به اچڻ گهرجي.

- ضياء الدين

....4....

* مورخ دادو 15 – آگسٽ 1966ع

محترم مڪرم جناب ڊاڪٽر نبي بخش صاحب بلوچ،

السلام عليڪم، بعد تسليمات جي معروض ته اوهانجي جواب خوشي ڏني. معامله بالڪل صاف ٿي ويو. هن صورتحال ۾ قرب ڪري ديباچه يا تعارف لکي مسودو واپس ڪندا ته انجي پنهنجي خرچ تي ڇاپائڻ جي ڪٽِتي ڪجي. روزانه اخبار ۾ ٿورو ٿورو حصو مس اچي سگهندو ۽ ڪيترين ئي قسطون ٿي ويندين ۽ ڪنهن وٽ به مڪمل مضمون رهي نه سگهندو. ان ڪري بهتر آهي ته انکي ڪتابي صورت ۾ آٽي هڪ يادگار پيدا ڪجي.

افسوس جو هر هنڌ مطلب پرستي ۾ خويش پروري لڳي پيئي آهي. غور ڪرڻ جي ڳالھ آهي ته چوٽي جي ماڻهن سان روبرو مليو آهيان تڏهن به هڪ فرسٽ ڪلاس ۾ پهرين نمبر پاس ٿيڻ واري سنڌي نوجوان کي نوڪري ملي نه سگهي آهي. اهو فڪر نه هجي ها ته آءٌ هوند ڪتاب کي بنان ڏڙڪ پنهنجي خرچ تي شايع ڪرايان ها. منهنجي طبع پرسي ڪري اوهان دلداري ڏني آهي. طبيعت خدا جي فضل سان روبصحت آهي پر اجا سورنهن آنا ٺيڪ نه آهي. دعا ڪندا ته الله تعاليٰ هي آزماشيون ۽ تڪليفون پنهنجي ڪرم سان پوريون ڪري ڇڏي.

اميد ته اوهان خوش و خورم آهيو. ڪوئيٽا جي پاسي ڪان ڪي ”هر هر ڪيرا“ يا بادام ڪاغذي هٿ ڪري آيا يا نه!

- ضياء الدين

.....5.....

* مورخ دادو 28 – نومبر 1966ع

پيارا محترم ڊاڪٽر بلوچ سائين،

السلام عليڪم، عرض ته اوهانجي من موهڻي ملاقات جون جيڪي گهڙيون وندر ۾ گذاري موٽيس ۽ اوهانجي عنايت کان مالامال ٿي وريس سي ڳالهيون وسرڻ جون نه آهن. جن ثقافتي نڪتن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪئيسون، تن تي خدا شال عمل ڪرڻ ۽ ثابت قدم رهڻ جي توفيق ڏئي. براه نوازش انتظاميه مجلس جا نالا ضلع وار لکي ارسال ڪندا ته جلد کان جلد هڪ دستور العمل جو خاڪو ڪڍي پيش ڪريان جيئن دعوت نامن سان گڏ انجو مڪمل ڪيل نقل به هڪ هڪ صاحب جي ڏيان شريف تي شريڪ ٿيڻ لاءِ اچي وڃي.

اوهانکي ٻڌي خوشي ٿيندي ته منهنجي ڪوشش سان هن سال قلندر لعل شهباز جي ورسي ڪرڻ جي موقعي تي ڪڍي ڦٽو ڪيل اسم ملاڪڙي جو وري قائم ڪيو ويو

آهي ۽ آخوند شفيع محمد، علي احمد قريشي ۽ تاج صحرائي جي گڏيل ڪوشش سان ملاکڙو مچائڻ ۾ ايندو ۽ اهو متو ته آينده پروگرام ۾ چڻ هميشه لاءِ ڪتو.
جناب حسن علي عبدالرحمٰن صاحب کي هن دفعي هن ورسي تي ٿيندڙ ادبي ڪانفرنس جي صدارت ڪرڻ لاءِ ڪوٺيو ويندو. زياده انتظار نيم ملاقات جو.
- ضياءَ الدين

محترم مخدوم محمد زمان طالب المولىٰ
هالا نوان، هالا (13 – 6 – 1955)
محترمي و مڪرمي!
السلام عليڪم: ٽنڊي الله يار مان موٽڻ بعد ڪلاڪ کن لاءِ ننڊ ڪرڻ ضروري سمجهيم ڇو ته ساري رات اکين تي گذاري وئي هئي.
اوهان به 11 بجي ڏاري آيا مگر افسوس جو مونکي ننڊ مان سجاڳ ڪونه ڪيو ويو ۽ اوهان به واپس هليا ويا ۽ ٻيا دوست ڪراچي وارا به اڄ موڪلائي روانا ٿيا. اميد آهي ته وري به رهاڻ جو ٻيو موقعو ملي ويندو. والسلام. -
طالب المولىٰ
....2....
* مورخ 4 آگسٽ 1959ع، لنڊن
محترمي و مڪرمي ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم، اوهين سوات ويل هئا تنهنڪري ملاقات ڪانه ٿي. مونکي انهيءَ حقيقت کان واقف مسٽر مراد علي خان ڪيو هو ۽ ڪو ڪم چيو هو جنهن لاءِ مون پنهنجي تعلق موجب ڪافي ڪوشش ڪئي هئي.
ڪالهه اوهان کي ياد پي ڪيم ۽ رات خواب ۾ اوهان کي ڏٺم. نظر آيو ته هڪ نئين نموني جو ساز آهي، جنهن تي اوهين پيروي ۾ هڪ سنڌي ڪافي وڃايو پيا ۽ ڳايو به پيا. راڳ بيحد پسند آيو. ان بعد اک کلي پئي.
آءٌ ذيابيطس جي علاج ڪرائڻ لاءِ پنهنجي ڊاڪٽر منگهن مل جي چوڻ موجب آيو آهيان. ڏينهن ٻن ۾ اميد آهي ته ڪنهن ڊاڪٽر سان ملبو. آءٌ سمجهان ٿو ته ڪم از ڪم آگسٽ سڄو هن ملڪ ۾ لڳي ويندو. لنڊن لاءِ جيڪو تصور هو ته شهر هن قسم جو هوندو وغيره وغيره اهو غلط ثابت ٿيو. شهر پراڻي وضع جو آهي.
مونکي هن ملڪ ۾ انساني صنعت کان هزارها حصا قدرتي نظارا پسند آيا آهن. لنڊن کان ٻاهر نڪري وڃڻ بعد نهايت لطف اچي ٿو. مگر دلي جذبات کان جيڪي لفظ

زبان مان نڪرن ٿا اهي آهن ته هي باغ، لان، پارڪ ۽ گل ڦل وغيره. سنڌ جي هڪ ڪرڙ جي به مٺ نه آهن.
هت آءٌ، سيد ميران محمد شاھ، سيد اسد الله شاھ، سيد احسان علي شاھ، مسٽر الاهي بخش سومرو ۽ مسٽر نظام علي اڪثر گڏ آهيون. تنهنڪري ڏاڍيون ڪچهريون ڳجهارتون مشاعرا ۽ رهاڻيون لڳيون پيون آهن. مسٽر عزيز بلوچ جو اٽڪل 16 سالن کان هت رهي ٿو، ان جو گيتار تي سنڌي ڪافيون ڳائڻ هيڪاري پيٽو لطف پيدا ٿيون ڪن. اميد آهي ته خوش خورم هوندا. – طالب المولىٰ
....3....
مورخ 10 جنوري 1960ع ڳوٺ ڪرم خان نظاماڻي
محترمي ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اڄ رئيس ولي محمد خان نظاماڻي سان شطرنج کيڏڻ بابت روبرو ڳالهايم. رئيس اگرچه سن رسيده هئڻ سان گڏ طبيعت ۾ پورو تندرست به نه آهي ۽ پوڙو به آهي، تاهم شطرنج کيڏڻ لاءِ تيار آهي. رئيس 12 جنوري تي شام جو حيدرآباد ۾ کيڏڻ لاءِ تيار آهي. رئيس 12 جنوري تي شام جو حيدرآباد ۾ پهچي اوهان کي اطلاع ڏيندو ۽ 13 تاريخ راند کيڏندو. اميد ڪجي ته آءٌ ان ڏينهن گهٽو ڪري راند ڏسڻ لاءِ حيدرآباد پهچڻ جي ڪوشش ڪندس. برخوردارم امين فهيم به موجود هوندو. اهو اڳواٽ اطلاع ڏيندڙ ماڻهو کي ٻڌائي ڇڏيندا ته اوهان سان ٻيا ڪيترا دوست گڏ هوندا ته چاءِ جو انهيءَ سارو انتظام رکن. هي به ٻڌائيندا ته راند پٽ تي کيڏندا يا مٿي.
رئيس آهي مانيٽو ۽ پراڻو ماڻهو، مبادا ڳالهائڻ ۾ حجاب ڪري تنهنڪري اوهان خودبخود ٻنهي راند کيڏندڙن ۾ راند جي اصولن بابت ضروري ۽ اصولي شرط طئي ڪرائي ڇڏيندا. جئن ڪي کيڏاري وزير سچي طرف وهاريندا آهن ته ڪي ڪٻي وغيره. – طالب المولىٰ
....4....
* مورخ 17 مئي 1961ع هالا نوان
محترمي و مڪرمي ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اميد آهي ته خوش و خورم هوندا. هن طرف به بحمدالله هر طرح خير آهي. معلوم هجي ته هڪ ڪاتي ميوزم لاءِ موڪليان ٿو. وعدو ته پراڻو هو مگر سستي سبب ڪافي دير ٿي وئي. ٻيون شيون به پهچائيبيون. انهن جي نالن جي لسٽ به موڪليندا.

اڳ جيڪا راڳ رهاڻ بنگله 3 ۾ ٿي هئي ۽ اوهان ابتدائي تقرير به ڪئي هئي. جنهن تقرير ۾ ٻڌايو هو ته شاهه صاحب جي رسالي ۾ سر ڏهر آهي. ۽ ڏهر صرف مخدوم نوح جي جماعت ۾ پڙهيا وڃن ٿا وغيره. قرب ڪري اهو تقرير وارو ٽڪرو لکي موڪليندا ته نهايت مسرت ٿيندي ۽ اسان ڏهرن جي ڪتاب ۾ به لکنداسين.
والسلام. — طالب المولىٰ

محترم عبدالرسول قادري بلوچ
سڪرنڊ، ضلع نوابشاهه (1980 – 12 – 31)
اي گت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين. (شاهه)
مانائتا سائين، شمس المحققين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، پيارا سائين، سڪڻي خوشامد ڪي شريعت ۾ منافقت چيو ويو آهي. ان ڪري هي بندو جو ڪجهه لکي رهيو آهي، ان کي دل جي ترجماني سمجهڻ گهرجي. اوهان جي علمي عظمت، ادبي تحقيقي خدمت کي سلام ڪرڻ کانسواءِ رهي نه ٿو سگهجي. چند مخالفن ۽ الهڙن کانسواءِ، ساري سنڌ اوهان جي علمي عظمت کان مطمئن آهي ۽ مُعترف پڻ. انهيءَ بناءِ تي اوهان کي ”محققن جو سج“ چوڻ، اوهان جو شان ۽ سنڌ وارن لاءِ باعث فخر اهڃاڻ آهي.
پيارا سائين، بندي کي اها خبر آهي ته اوهان تمام مصروف ۽ گهڻن ڪمن ۾ مشغول آهيو. پر پوءِ به اوهان ۾ خط جي جواب ڏيڻ جي اميد آهي، نااميد نه ڪندا.
سائين، جيئن ته اوهان شاهه عبداللطيف رحمت الله عليه جي ڪلام تي ڪافي تحقيق ڪري رهيا آهيو. تازو سرائي امداد علي هندستان مان ڪافي شاهه سائين جو ڪلام آندو آهي. ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ ڪلام ۾ به شاهه سائين جو ڪجهه ڪلام نه هجي ۽ ڪو ادارو شايع ڪري ڇڏي. اهو غير جو ڪلام، شاهه سائين جو نه هوندو تنهنڪري تحقيق اڻ پوري رهجي ويندي ۽ اهل سنڌ انهيءَ ڏارئي ڪلام ڪري مونجهاري ۾ پئجي ويندا. خدارا اوهان انهيءَ ڏس ۾ ڇنڊڇاڻ ڪري، اصل ڪلام شايع ڪري، غير جو ڪلام خارج ڪري، شاهه سائين جي روح کي خوش ڪندا ۽ سڀاجهڙن سنڌين کي مونجهاري کان بچائي وٺند. اميد ته هن بندي، شاهه سائين جي شيدائي جو عرض قبول پوندو. ترت انهيءَ سلسلي ۾ ڪوشش وٺندا مهرباني.

ٻيو خاص عرض جنهن لاءِ گهڻي وقت کان وٺي سنڌ ۾ چون و چرا ٿي رهي آهي، ۽ تازو هڪ عورت انهي ڪم ۾ وڏو ڪردار ادا ڪري ۽ داد تحسين حاصل ڪري رهي آهي، اهو هي آهي ته شاه سائين سان منسوب هيٺيان شعر شايد ڪنهن رسالي ۾ به آهن، انهن شعرن بابت تحقيق جو سوال آهي. شعر هي آهين؛

ملا! ملا! نه چئو، آهيڙي آهين،
مرون سندي ماس تي، ماڻڪ مٿائين،
ڪنيو قرآن ڪڇ ۾ رليا رلائين،
اهڙا ئي آهين، لعنتي لطيف چئي

ٻيو بيت ته:

مُلا مريئي ماءُ، پتو ڦسئي پيٽ ۾،
اکيين ڏسين الله، ٿبي هڻين ڏوڙ ۾.

هاڻي سوال ٿو اٿي ته اسان شاه سائين کي دنيا جو عظيم شاعر ٿا چئون ۽ ٻئي طرف شاه سائين جي روحانيت، عظمت، اخلاق ۽ خانداني سلسلي ڏي نظر ڪري، وري مٿين شعرن کي ٿو ڏسجي ته حقيقت برعڪس نظر ٿي اچي ته ڇا شاه سائين واقعي اهي شعر چيا هوندا؟

---

* منهنجي پياري دوست محمد بخش جي وفات تي هي خط لکيائين – نبي بخش.
* صوف سياڻو سگهڙ هو- نبي بخش.

لغت ۾ ”مُلا“ جي معنيٰ ڪٽي کهڙي به آهي، پر هن وقت جنهن معنيٰ ۾ لفظ ”ملا“ استعمال ڪيو وڃي ٿو، ان جو اوهان کي بخوبي اندازو آهي. نموني طور مثال حاضر آهي. منهنجي هڪ دوست وٽ ”عابده پروين“ جي هڪ مجلس جي ڪيسٽ پريل آهي. ان ڪيسٽ ۾ مذڪور عورت، مٿيان شعر ڳايا آهن ته سڄي محفل ۾ ڪلڪار ۽ واه واه جو آواز ٻڌجي ٿو ۽ دوباره انهن شعرن چوڻ جي فرمائش ڪئي وڃي ٿي، ۽ عورت به گلو ڦاڙي، داد حاصل ڪرڻ ۽ تاڙين ٻڌڻ لاءِ زور سان ڳائي ٿي ۽ هڪ اهڙو تاثر. ملا، مولوي، عالمن ۽ قرآن جي حافظن بابت ڏئي ٿو. جو غير مسلم به هوند شرمائجي وڃن ۽ ايئن محسوس ڪن ته شاه سائين هٿ وٺي ملن سان عداوت سيکاري آهي، پر مسلمانن کي ڪو خيال ڪونهي، ان وقت وڏا ٺهڪ ڏيئي کلن ٿا!

ٻڌجي ٿو ته علامه دائود پوٽي ۽ قاسمي صاحب انهن شعرن جي تحقيق لاءِ قلم کنيو هو، پر خبر ناهي ته ڇا ٿيو ۽ اهي شعر ڪنهنجا ٿيا؟

هاڻي خدارا اوهان کي عرض آهي ته انهن شعرن بابت مڪمل تحقيق ڪيو.*هن جهالت جي دور ۾ مسلمان عالمن ۽ حافظن کي اهڙي حقارت ۽ بي عزتي کان نجات ڏياريو.
پيارا سائين، انهن شعرن جي تحقيق ڏانهن جو اشارو، در محمد ڪمال 15 نومبر 1980ع جي اخبار ڪاوش حيدرآباد ۾ به ڏنو آهي. ان مضمون جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي به موڪليان ٿو.
سائين، مهرباني ڪري! ان بابت جواب تحرير ڪندا ته اهي شعر واقعي شاهه سائين جا آهن يا نه؟
جيڪڏهن شاهه سائين جا شعر نه آهن، ته پوءِ ان لاءِ ڪهڙو دليل آهي؟ اميد ته عرض با غرض ٿيندو ۽ تحقيقي جواب جي عنايت ڪندا. اوهان جو مخلص ۽ اوهان جي محبت رکندڙ.
- عبدالرسول قادري بلوچ
....2....
* مورخ 9 جنوري 1988ع، مجيد ڪيريو، تعلقو سڪرنڊ
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته،
پيارا سائين، اوهان سان پهريون پيرو حيدرآباد ۾ ملاقات ڪري تمام گهڻي خوشي حاصل ٿي ۽ ويگن ۾ پڻ اوهان جي پياري گفتار ۽ نصيحتون تمام وڻيون. ان بعد حمل فقير تي اوهان جي ملاقات ۽ مختصر تقرير به دلي سرور بخشيو. اوهان جنهن نموني محبت ۽ اخلاق سان مليا، منهنجي عزت ۽ همت افزائي ڪئي ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو ڪتابه بورڊ طرفان منظور ڪرايو انهن سيني ڳالهين مونکي اوهان جو زر خريد ٻانئي ڇڏيو آهي ۽ رات ڏينهن اوهان لاءِ دل سان دعائون ڪري رهيو آهيان. البت اوهان جي علمي لائبريري ڏسڻ جي حسرت دل ۾ رهجي وئي، انشاء الله وري ڪڏهن اوهان جي ڪتب خاني جي زيارت ٿيندي.
جيئن  مون ايم. اي فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪئي آهي، ان ڪري اوهان صلاح ڏني ۽ همدردي طور فرمايو هو ته آءٌ پي. ايچ ڊي لاءِ درخواست ڏيان ۽ انهن کي لکان ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب منهنجو سونهون مقرر ڪن. ان باري ۾ منهنجي رهنمائي ڪري ان جو طريقه ڪار لکندا ته ان تي عمل ڪري ”مخدوم محمد هاشم ٺٽوي – سوانح حيات ۽ علمي خدمات“ عنوان تي تحقيق ۽ مواد گڏ ڪيان. مونکي اميد آهي ته اوهان جيئن اڳ ۾ ”لطائف لطيفي“ ۽ ”مخدوم محمد هاشم ٺٽوي“ ڪتابن بابت رهبري ڪئي آهي. تيئن هينئر به ان ڪم ۾ رهنمائي ڪري ٿورائتو ڪندا. دعاگو. —
عبدالرسول قادري بلوچ

....3....
* مورخ 28 مارچ 2005ع، سڪرنڊ، ضلع نوابشاھ
عزت مآب محترم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
پيارا سائين! مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمت الله عليه جي ٿيسز کان پوءِ سندس ڪتاب ”حديقة الصفافي اسماءِ المصطفيٰ“ صلي الله عليه وسلم شايع ٿيو هو. ٻئي ڪتاب سائين جن جي خدمت ۾ سوکڙي طور ٽپال ۾ موڪليا هئم.
هينئر مخدوم ٺٽوي جو ڪتاب ”النور المبين في جمع اسماءِ البدريين“ ڇپيو آهي. تحفي طور خدمت ۾ حاضر آهي. محمد هاشم ٺٽوي ٿيسز بابت تازي ”مهراڻ“ بهار 2005ع ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي صاحب جو تبصرو به ڇپيو آهي.
الله ڪندو ته حضورﷺ جي صدقي صحت سلامت ۽ باعافيت هوندا ۽ علم و ادب جي خدمت جاري رکندا.
تازو قلم! انعام شيخ سيڪريٽري سنڌي ادبي بورڊ ”منشور الوصيت“ سنڌي ترجمو اشاعت لاءِ چيو آهي. ان کي مسودو موڪليو اٿم. اوهان مهرباني ڪري کيس تاڪيد ڪري يا ميٽنگ ۾ چئي، منشور الوصيت ادبي بورڊ طرفان شايع ڪرائيندا ته احسان مند رهندس. الله تعاليٰ اوهان کي شاد آباد رکي! خيريت جا به اکر لکندا ته دلجاءِ ٿئي.
- عبدالرسول قادري بلوچ
محترم ڊاڪٽر عبدالحي ابڙو
اسلام آباد (14 فيبروري 2004)
قبله سائين ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، نوازش نامون ۽ انڊونيشيا مان لکيل خط جي ڪاپي پهتي. لک ٿورا! انشاء الله شايع ٿيندو. رهاڻ 4 ۾ به انڊونيشيا بابت چاڻ جي وڏي کاڻ آهي. هن پيري سوچيوسين ته خيرپور يونيورسٽي واري ڪانفرنس ۾ توهان جي ڪيل تقرير هلايون جنهن ۾ وڏا نڪتا آيل آهن. اها ٻارن جي رسالي ۾ هلايل آهي، جيڪڏهن ان ۾ ڪا گهاٽي واڌي يا ڇڪون هجن ته عنايت فرمائي ان جي متن جي صحيح ۽ معياري ڪاپي موڪلڻ فرمائيندا.
اٿارٽي جو نيوز بليٽن ۾ اها خبر پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي ته سائين جن ”سنڌي لغات“ تي نظرثاني وارو ڪم شروع ڪري ڇڏيو آهي. اها تمنا وڏي عرصي کان هئي. هردم دعاگو آهيون ته شال اهو ڪم توهان جي هٿان سهڻي نموني جلد توڙ رسي!
”السند“ جو ايندڙ شمارو نمبر 100 هوندو. ان کي خاص نمبر ڪري ته شايع نه ڪري سگهبو، پر ان موقعي تي شايع ٿيندڙ پرچي ۾ (خواهش آهي) ڪي دلچسپ ۽ نهايت معلومات افزا ليک ڏجن. قبله سائين جن پنهنجا يا ڪي ٻيا مضمون تجويز

ڪري ۽ ان ڏس ۾ تجويزون عنايت ڪري سگهو ته اها وڏي مدد ٿيندي، جنهن جي روشنيءَ ۾ ان پرچي کي سهڻي نموني آڻي سگهبو.
(سائين، توهان جي مصروفيتن ۽ قيمتي وقت جو پورو احساس آهي، انهي جي مدنظر توهان لاءِ ڪا موٽ ڏيڻ ممڪن نه آهي هجي ته اسان ان کي بلڪل محسوس نه ڪنداسون) – دعاگو،
عبدالحي ابڙو

محترم حاجي عنايت الله زنگيجو
ڪنري، ضلعو ٿرپارڪر (1971 – 5 – 28)
بخدمت جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله، سائين! مونکي توهان جي قلم سان قرب آهي. ملاقات جي شرف جي تمنا گهڻي وقت کان سانديندو پئي آيس. پر اوهان جي شان ۽ اسان جي حيثيت جي فرق ملڻ جو موقعو ڪونه ڏنو. ڪتاب ”لاڙين جون لاتيون“ روبرو پيش ڪرڻ چاهيم ٿي مگر توهان جي مخالفن طرفان مون تي هڪ غلط اثر وهاريو ويو ته جنهن فن تي ڊاڪٽر صاحب پاڻ لکندو آهي، انهيءَ تي ڪنهن ٻئي جي چڱيري تصنيف کي به مستحق نگاهه سان نه ڏسندو آهي ۽ ڪنهن با صلاحيت مگر غريب کي نوازڻ جي حق ۾ نه هوندو آهي وغيره وغيره.
مگر جڏهن نهٽي ۾ نون صاحب جي فرزند جي شاديءَ تي توهان سان پهرين ملاقات ٿي ته تف چيم انهن ڪينه پرور ۽ بد باطن حاسدن کي، جيڪي جڏهن پاڻ ڪجهه نٿا ڪري سگهن ته ٻئي جي ڪئي تي سهنور ڦيرڻ کي ڪار خير بلڪ عين عبادت سمجهندا آهن.
ڪرم فرما! توهان منهنجي جڏي ڦڏي تصنيف کي ساراهي مونکي مبارڪ ڏني ۽ جنهن قرب ۽ شفقت سان پڻي ٿپري اٿو، تنهن منهنجيون همتون وڌائي ڇڏيون آهن.
بهرحال سائين! صفا سُپ – تاريو ماستر آهيان، جنهن کي ڦاٽڪ وارو به ڪونه سڃاڻي. جي بنده نوازي ڪري ڪنهن طرح يونيورسٽيءَ ۾ کڻائي ڇڏيوم ته دعا جي صورت ۾ احسان لاهيندو رهندس. وڌيڪ ايترو به ٿيندو، جو توهان جي هڪ عقيدت مند ۽ هڪ اسلامي ذهن جو يونيورسٽي ۾ واڌارو ٿيندو.
- تابعدار، عنايت الله زنگيجو
.....2....
* مورخ 3 اپريل 1973ع، شعبو سنڌي ٻگري ڪاليج ناظم آباد ڪراچي

سائين! ادب ۽ ناز،
خدمت ۾ عرض هي آهي ته الله جي فضل ۽ توهان جي همٿائڻ سان، مرحوم ”قاضي سلطان مومن“ تي سو کن صفحن جو ڪتاب لکي مڪمل ڪيو اٿم؛ جو اميد ته توهان کي پسند ايندو.
نهايت احسان مند ٿيندس، جيڪڏهن ڪتاب نظر مان ڪڍڻ جيترو وقت ڏيندا ۽ پسند پوڻ جي صورت ۾، پيش لفظ جي ٻن اکرن سان، منهنجي جڏي ڦڏي ڪاوش کي مُلهائتو ۽ مانائتو ڪندا. ٻيو ته مونکي گورنمينٽ ڊگري ڪاليج ۾ جڳهه ملي ويئي آهي، هاڻي اُميد ته لکڻ جو سلسلو جاري رهندو. توهان جي رهبري، رهنمائي ۽ عالمانه نظر مونکي اڳتي وڌڻ ۾ ڏاڍي مدد ڏيندي.
- عنايت الله زنگيجو
....3....
* مورخ 21 اپريل 1973ع، ڪراچي
مخدوم معظم سائين ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم ورحمة الله، ڪرم نامو مليو، جنهن لاءِ تمام گهڻو شڪر گذار آهيان.
سائين! مرحوم قاضي سلطان مومن مهراڻي جي هڪ عظيم شخصيت هو. هو مسڪيني حال مان محنت ۽ ديانت جي ٻن سونهري اصولن جي آڌار تي اوج رسيو پر طبيعت جو آخر وقت تائين مسڪين رهيو. سندس باري ۾ مون هڪ هنڌ لکيو آهي:
”الله تعاليٰ جو ڏنو سڀ ڪجهه: ڪم نيڪيءَ جا؛ لباس سادڙو ۽ چال چلت فقيراڻي“ اهو خاڪو آهي، جنهن مان سائينجن هن نيڪ مرد بابت راءِ قائم ڪري سگهن ٿا، سندن خدمتن جي لسٽ طويل آهي.
2 – ٻي خاص ڳالهه ته قاضي صاحب جي اولاد ۽ عزيزن قريبن جي بيان ۾ حاجي محمد ابراهيم مومن جو ذڪر قاضي صاحب جي احوال جيترو يا اجا به ٻه ٽي رتيون سرس ٿيو آهي. حاجي ابراهيم، ٻيو مسڪين جهان خان کوسو اٿو. هن لاءِ مون لکيو آهي ته ”ماڻهو خدمت جي بهاني پنهنجا گهر ٺاهين، پر هن مولائي پنهنجو گهر پنهنجي ملڪيت ۽ پنهنجي صحت سڀ ڪجهه خدمت تان قربان ڪري ڇڏيا.
3 – ڪتاب مون پريس جي حوالي ڪري ڇڏيو آهي، مسودو مڪمل ٿيڻ تي، سائينجن وٽ ڪٽي ايندس، نظر مان ڪڍي پوءِ پيش لفظ لکڻ جو احسان فرمائجو. جي حڪم ڪريو ته اڳ ۾ حاضر ٿيان. جي پرپٺ لکڻ مناسب لڳي ته به اکيون ٺڏيون. پيش لفظ لکڻ قبول فرمائي توهان مون تي وڙ ڪيو آهي، ۽ انهيءَ احسان منهنجو همٿون وڌايون آهن. هميشه لاءِ توهان جو عقيدتمند.

- عنايت الله زنگيجو
محترم عبدالقادر قادري کٽي
ميرپور بٺورو
محترم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: احوال ته آئون اوهانکي روانو ڪري سجاول ۾ رهي پيس، ۽ شاهه صاحب جي تمام گهڻي ڳولها ڪيم ۽ جيڪي شاهه ڪريم جا سيد مريد هئا، انهن کان به پڇا ڪيم پر ڪنهن کان به معلوم نه ٿيو ته شاهه ڪريم جي خاندان مان سجاول ۾ ڪي سيد رهن ٿا. ۽ مونکي انهن سيدن جي نالن جي خبر نه هئي جو ڪٿي پڇا ڪريان. اوهان نالو ٻڌايو هو ته ڪريم ڏنه شاهه يا ڪو ٻيو نالو هوندو. پر صرف هڪ سيد نالي عبدالرزاق شاهه اهو ٻڌايو ته ڪريم ڏنو شاهه، صاحب ڏنه شاهه جو رشتيدار هو. جيڪو ميان ملوڪ جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. جنهن کي وفات ڪئي 15 يا 20 سال ٿيا آهن، ۽ ان جي پٽ کي به ڪافي عرصو ٿيو جو وفات ڪري ويو. جنهن جو نالو هو نور محمد شاهه. نور محمد شاهه جو اولاد آهي جيڪو انهيءَ ساڳي ڳوٺ ۾ رهن ٿا پر انهن کي ڪابه خبر نه آهي، ان کانپوءِ ٻئي ڏينهن تي شاهه ڪريم ويس توهانجو نياپو ڪٽي استاد ابراهيم جي لاءِ پر اهو نه مليو. خبر پئي ڪنهن دعوت تي ويل آهي. آئون سندس دڪان تي توهانجو نياپو ڏيئي پوءِ ويس درگاهه تي.
درگاهه جي خليفي سان ملاقات ٿي ۽ ان کان به پڇا ڪيم پر ان به اها ساڳي ڳالهه ٻڌائي جيڪا عبدالرزاق شاهه ٻڌائي. هن ٻڌايو ته ڪريم ڏنو شاهه سائين صاحبڏني شاهه جو سوٽ هو. باقي گادي تي سائين ڪڏهن ويٺو انجي خبر سائين جي پوٽي سائين منير شاهه کان پوندي جيڪو ويل آهي ڪراچي ميلي تي، ايندو پوءِ ان کان خبر پوندي.
سائين توهان ٻڌايو ته ڏهين تاريخ تي جاتي شهر ۾ ادبي ڪانفرنس آهي جتي توهان ايندا. منهنجي راءِ آهي ته 10 اپريل تي توهان ڳوٺان ٿورو سوير نڪرو ۽ اچو ديوان مل تي، مل گهمي پوءِ هليا وڃو جاتي. ڇو ته هي ئي رستو آهي جاتي وڃڻ جو ۽ ٻيو رستو سجاول کان آهي. سلام سچي سنگت جا قبول ڪندا.
- بنده، عبدالقادر ڪٽي
محترم ڊاڪٽر علي اڪبر اسير قريشي
وارهه، ضلعو لاڙڪاڻو
محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: گذارش ته اوهان الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان خير و عافيت سان هوندا. آمين.

احوالن عرض ته مون کي فقير شير خان جتوئي شائق ۽ مولوي حاجي عبدالله ولد محمد سومرو (ٻکڻ) (ڳوٺ الهرکيو جلباڻي ۽ ڳوٺ جوٺاڻي)، جن جو ڪلام گهربل آهي، ڇو ته مون پنهنجي لوڪ شاعرن جي ڪلام، اوهان جي لوڪ ادب جي سهيڙيل ڪتابن ۾ پڙهيو آهي. اهڙن ڪتابن ۾ ڇپيل ڪلام کان علاوه اوهان وٽ قلمي حالت ۾ به ٻنهي شاعرن جو ڪلام گهڻو ئي هوندو. مهرباني ڪري هن بنده ڏانهن مذڪور شاعرن جو ڪلام فوٽو اسٽيٽ ڪرائي، وي پي ذريعي موڪلڻ جي نوازش فرمائيندا ته عين عنايت ٿيندي.

فقير شير خان جي ڪلام ۾ اوهان سنڌي ڪافيون جلد – ص 971 تي درج ڪيو آهي ۽ فقير صاحب جي هڪ قلمي نسخي جو پڻ ذڪر ڪيو آهي. جنهن ۾ فقير صاحب جون 322 ڪافيون ٻڌايون آهن. ان سان گڏ ٻين شاعرن جو ڪلام به درج ٿيل آهي. هي بندو ٻنهي شاعرن جو ڪلام سهيڙي رهيو آهي ۽ ان ڏس ۾ ڪجهه اڳڀرائي به ٿي آهي. جنهن لاءِ اوهان صاحبن جي مدد جي به اشد ضرورت آهي. ان ڏس ۾ اميد ته پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي ڪري مدد پڻ ڪندا ته احسان سمجهندس. لک لائق اوهان جا.

- علي اڪبر اسير قريشي

....2....

* مورخ 22 مارچ 2005ع، جناني شريف

محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: اوهان جو نوازش نامو تاريخ 18 – 3 – 2005 موصول ٿيو. جنهن لاءِ وڏي ڪرم نوازي.

احوال ته مون اوهان ڏانهن فقير شير خان جتوئي شائق ۽ مولوي حاجي عبدالله ٻکڻ جي ڪلام متعلق لکيو هو، جنهن جي جواب ۾ اوهان لکيو آهي ته ”مون وٽ انهن جو ڪلام موجود ناهي.“

اوهان جا ترتيب ڏنل لوڪ ادب جا ڪتاب پڙهيا اٿم، جن ۾ اوهان ٻنهي صاحبن جو مختصر ذڪر ڪيو آهي ۽ سندن ڪلام به نموني طور پيش ڪيو آهي. فقير شير خان جي ڪلام متعلق اوهان لکيو آهي ته فقير جو هٿ اکر لکيل بياض 1940ع ڌاري قلمبند ڪيو ويو. جنهن ۾ فقير جون 322 ڪافيون ۽ سچل، خوش خير محمد هيسباڻي، گروهڙي صاحب جي پيشنگوئي ۽ رضا محمد وغيره بيت ۽ ٻين شاعرن جون ڪافيون درج ٿيل آهن. (ڏسو سنڌي ڪافيون جلد ٻيو، ص 971)

هي ته ٿيو فقير شير خان جتوئي شائق جي ڪافين بابت احوال، ان کان علاوه مولوي حاجي عبدالله ٻکڻ جو به ڪلام لوڪ ادب سلسلي جي ڪتابن ۾ شامل ڪيو آهي.

- علي اڪبر اسير

محترم عنايت الله شاهه

چوٽياريون شريف، سانگهڙ (2005 – 3 ....)

بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،

السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، احوال جناب ڊاڪٽر صاحب بعد از سلام جي عرض هي آهي ته الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان توهان جون علمي دنيا ۾ ڪافي ساريون خدمات آهن، خصوصاً سنڌ ذرتيءَ جي عالمن ۽ مشائخن جي ڪتابن متعلق انهيءَ سلسلي ۾ توهان ئي پهريان شخص آهيو، جو حضرت ميان محمد مبين رحمت الله تعاليٰ جن جي باري ۾ معلومات گڏ ڪري پيغام رسالي ۾ توهان مضمون شايع ڪرايو ۽ حضرت ميان صاحب جن جي فيض متعلق ڪافي ڪجهه توهان لکيو انهيءَ سلسلي ۾ توهان چوٽياريون شريف به آيا هئا ۽ ميان صاحب جن جي اولاد سان توهان ملاقات مدينه طيبه ۾ ڪئي هئي ۽ شايد توهان ڪجهه ڪتاب به مين صاحبن جا گڏ ڪيا هئا گذريل رمضان المبارڪ ۾ منهنجي ناني سيد مريد علي شاه صاحب جن جو لاڏاڻو ٿيو آهي، هاڻي اسان ميين صاحبن جي انهيءَ علمي فيض کي زنده ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهيون، توهان سان ملڻ جي ڪافي تمنا آهي ته جيئن توهان کان ڪي مفيد مشورا رهنمائي حاصل ڪري سگهون، اميد ته اسان جي مٿين درخواست کي قبول ڪري ملاقات جو وقت ڏيندا.

- عنايت الله شاهه

محترم علي نواز وفائي

وفائي پرنٽنگ پريس، ڪراچي (1984 – 5 – 30)

عزيز محترم سلامت هجو سدائين،

وعليڪم السلام: اوهان جو خط پهتو ۽ احوال معلوم ٿيو. بروقت حڪم جي تعميل ڪندي ائڊريس درست ڪئي وئي. جيئن ته اوهان صاحبن جو علم ۽ ادب، تاريخ، تحقيق ۽ تخليق سان تعلق آهي. ته اهڙي قسم جا علمي ۽ ادبي ڪتاب هميشه ئي دير مدار سان شايع ٿيندا رهندا آهن چو ته هر دور جو پنهنجو مزاج مقرر ٿيل هوندو آهي. اوهان صاحبن کي معلوم آهي ته هن دور ۾ علمي ادبي ڪم ڪيئن ٿي رهيا آهن، ڪير ڪري رهيا آهن ۽ ڪيئن ٿيندا رهن ٿا. گويا هي دور قلم ۽ اهل قلم جو دور نه آهي صرف بال پين جو بول بلند ۽ بالا آهي.

جناب والد سائين جا قلمي نسخا تذڪره مشاهير سنڌ نقل ڪرائي پوءِ ڪمپوز ڪرايا ٿا وڃن، اصلي قلمي ڪتاب جلد ٻڌي محفوظ ڪيا ويا آهن.
ڪافي عرصو گذري چڪو آهي جو ملاقات نه ٿي آهي، جڏهن به توهان صاحبن جو ڪراچيءَ اچڻ ٿئي ته فقير کي اطلاع ڪندا ته ملاقات ڪئي ويندي. جيڪڏهن منهنجو اسلام آباد اچڻ ٿيو ته ضرور اچي زيارت ڪندس. بهرحال پروردگار اوهان صاحبن کي شاد ۽ آباد رکي. هن طرف ڪوبه ڪم ڪار هجي ته حڪم ڪندا.
- فقير وفائي

محترم عبدالرحيم ميمڻ
ميٺا رام هاسٽل، ڪراچي (18 – جنوري 1932)*
پيارا نبن! بعد السلام عليڪم جي واضع بادکه احوال الطرفين بکلي خيريت است. المطلب ته خط اوهان پيارن پائرن جو پهتو.
پڙهي پيار نامو ٿي پڪ مونکي،
سچي آهي سِڪ منهنجي نبن کي
پائو ڪڏهين ڪين اهو ڪج خيال،
ته مان ڪين پڇيو ڪڏهن حال احوال
هميشه ۾ هر هنڌ اوهين ياد آهيو،
قادر جي ڪرم سان شل سڀ شاد ٿيو
شب وروز مدرسه (نوشهره) ٿو من ۾ وسي،
نڪرن دل مان دلسوز فرياد ڪي
ڪيان ڪئن مان سڀ وس صحبت جي آه،
پئجي پلئي وئي! فرقت جي آه،
اتي ٿو لڳي ماه رمضان جو غلبو،
رهان شاڪر مانيٽر صاحب بي پلائي اسر جو،
آٽي ڏيندا ها ملائي جو وٺو،
ڪڏهين ڪين کائڻ ٿيو روح ڪٺو،
منهنجو حصو ويندو چڪ تاڻ ۾ اوپاهيو کائي،
عارب عبدالرحيم لاءِ فيض ذري نا رهائي.
محبت ۽ صحبت جا ويا هلندا ڏينهڙا
جدائي جي سياري جام وسن مينهڙا

خدا شل لطف سان منهنجي واڳ واري
اچي مان ڏسان اوهانکي سنپالي ساري.
امتحان اسانجي ڪمائي سچي جو،
ٻاويهين فيبروري جي ٿي بحال ويو،
دعا سان مسافر کي هردم ياد ڪج،
فتح جو وسي مون مٿان گنج گنج،
خانڻ کي به خوب ڏج منهنجا سلام،
چئيس ڪوڙا ڪاڏي ويا سنداتو سلام.
ساري سنگت کي ساري ڏج سلام،
غلام صديق جو به مسڪين آهي غلام.
- عبدالرحيم ميمڻ
....2....
* مورخ 29 جون 1939ع، پيان ضلع دادو
السلام عليڪم ورحمت الله،
مان توهانجي محبت نامه يا حڪم نامه کان اڳئي خاص طور ڪئمپ لاءِ ٻنڙي پهتس. ٻنڙو ڪئمپ، سچي سنڌ ۾ هن وقت تائين ٿيل ڪئمپن ۾ پهريون نمبر رهي. ڪم از ڪم 15 هزارن تائين اسانجي تحريڪ جو آواز پهتو.

---

* خط ۾ لکيل بيت، انهن پڙهڻين سان، ”شاه جي رسالي“ جي ڪنهن به قلمي نسخي يا ڇاپي ۾ ڏنل ناهن ۽ شاه صاحب جي شعر ۽ فڪر جي معيار کان ڪريل آهن. مڪتب ۾ پڙهائيندڙ ”مُلا“ (پرائمري ٽيچر) تي، مفڪرن ۽ صوفين سالڪن گهڻي وقت کان تنقيد ڪئي پر اها تنقيد تعليمي نقص جي لحاظ سان هئي. شاه صاحب پڻ ان طرح تنقيدي بيت چيا جيڪي رسالي جي مستند متن ۾ سر يمن جي داستان 3 هيٺ موجود آهن. جيڪي بيت پوءِ فرقيواريت يا جهالت سببان ”ملا“ لاءِ حقارت طور چيا ويا، تن جي شروعات هڪ اوائلي بيت جي غلط پڙهڻي سان ٿي. اهو بيت قاضي قادن جي ڪلام ۽ پوءِ شاه جي ڪن رسالن ۾ شامل ٿيو. اصل بيت اڻ ڄاڻ طبيبن بابت هو ته:

پتو ڦٽو پيٽ ۾، وڍي مُلا ماه،

ڏنائين ڏني ڏوڙ ۾، الله اوري آه.

يعني مرض اندر ۾ آهي پر طبيب پيو ٻاهرين جسم وٿان (ملا) گوشت ڪوري: يعني اڻ ڄاڻ حڪيم مٿي ۾ ٿٻي هنئي آهي، ۽ الله شل منهنجي آه اگهائي (اوري)، هن بيت ۾ (مُلا) جي *(هلندڙ)* معنيٰ (وٿان) هئي ۽ موضوع جاهل حڪيم جو هو. اها ڳالھ هڪ ته عام پڙهندڙ کي سمجھ ۾ نه آئي ۽ ٻيو ته مخالفن ان کي ملا (مولوي) جي معنيٰ ۾ ڦيرائي پڙهيو ته:

ملين مٿي ماء، جئن پتو ڦٽو پيٽ ۾،

(ڦٽو نه پر ڦٽو، پٽو ڦِٽو پيٽ ۾، معنيٰ پٽو ڦسي پيو، : پيٽ ۾ پٽو ڦسندو ته سڄو پيٽ زهر ٿي پوندو. م.ع.چ)،

سُڃاڻي الله، ٿِيِي ڏنائي ڏوڙ ۾.

تفصيل لاءِ ڏسو ”شاهه جو رسالو: رسالي جو ڪلام“ مستند متن جلد ڏهون 1999ع، صفحو 265. نبي بخش

* محترم عبدالرحيم ميمڻ، نوشهره مدرسه ۾ ڇهون درجو پڙهندو هو جڏهن آءٌ 1939ع ۾ پهرئين درجي ۾ داخل ٿيس. نهايت خوش طبع ۽ همت وارو هو ۽ مون هن کي پنهنجو وڏو ڪري سمجهيو. هو 1931ع ۾ ڪراچي ۾ انجنيئري پڙهڻ ويو ۽ مون ڏانهنس خط لکيو، جنهن جو هي جواب ڏنائين. محترم عبدالرحيم وڏو خاڪسار ٿيو ۽ آءٌ پڻ سندس محبت ۾ خاڪسار ٿيس (1936ع). هو پوءِ چيف انجنيئر ٿيو. وڏو ذهين دلير ۽ لائق هو. رحمة الله – نبي بخش

پير صاحب وڏي کي سلامي ملاکڙي ۾ ڏني وئي. بم جي ڦاٽڻ تي ڪن جا پير زمين تان نڪري ويا. موضوع جنگ، خطبه اعليٰ پيمانه تي رهيا: 45 ماڻهو پرٿي ٿيا: توهانجي پيدا ڪيل جماعت ۽ انهن جو ڪئمپ ۾ حاضر ٿيڻ توهانجي حق ۾ سفارش جو باعث ٿيا. ٿوري ۾ عرض ته ڪئمپ ڪامياب توهانکي مبارڪ! جمڙائو ۾ ترڻ جي ڪمپٽيشن ۽ وڻن تي چڙهڻ جو مقابلو پڻ خاص اهميت رکن ٿا. خير وڌيڪ احوال ماستر محمد سومر عرض رکندو. چاچو ميان ڏڻي بخش باقاعدي حاضر رهيو. باقي چاچو ميان ولي محمد پچاڙيءَ شام جو ملڻ آيو.مسٽر محمد شريف جي زيارت ڪانه ٿي. توهانجي لٽريچر جو خدا جاڻي ڇا حال ٿيندو. توهانجو خط مونکي ڪئمپ تان واپس ايندي پهتو آهي. قاضي فيض محمد کي لکان ٿو. -

عبدالرحيم ميمڻ

....3....

* مورخ 1 ڊسمبر 1938ع، 10 – مسلم هاسٽل ڪراچي

پيارا نبن،

السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، بعد از سلام فوجي بطور عسڪري واضع بادکه (جهوناڳڙهه مان لکيل) نوازشنامو اوهان پيارن جو منجهه ساعت سعيد جي اچي پهتو اسانکي. هو تحقيق ته اهو ڏينهن پلارو جنهن ۾ نه رڳو ملي اسانکي مبارڪ عيد جي پر ڏانهن هر طرف جي وسي ٿي رحمت ايزدي. جو ٿيا هوا قبول منجهه درگاهه باري تعاليٰ جي رڳو مطالبات ٿي اسان جا ڪنان وسيلي سَر سڪندري حيات جي. پوءِ بيشڪ موهيندو موليءَ انهيءَ کي جو ڪيائين منهن مٿي مڙني مومنن ملڪ هند جي جو. اي اخي، نه ڄاڻج شڪ انهيءَ ۾ ته ٿين ٿا ڪُل ڪم آسان جڏهن پانهو ٿئي ٿو تيار ڪارڻ قرباني مٿي قتل گاهه عشق جي.

بيشڪ ته برابر آهي نسخو ڪيل تيار انهيءَ مرد مشوقيءَ جو، نهايت نرالو ۽ طرف چڪيندڙ فتح جي. پوءِ ڪرڻ نه گهرجي شڪ انهيءَ ۾ ته ”ڪئمپ نمبر“ (ڪتاب) آهي تحقيق ”الصواط المستقيم“.

مان آهيان حقير پر تقصير اوهان جو ڏاڍو شڪر گذار جو توهان گاهہ گاهي ڪيو ٿو ياد هن ڪمتر بنده کي، پر سبب سستي جي ٿين جي تقصيرن منجهه عمل نامي منهنجي، ڪجان معاف ڪنا قرب پنهنجي ٿيو هوندو سڀ قصو اوهانکي معلوم منجهان ”الاصلاح“ مان ته آهي هڪ عظيم الشان ڪئمپ منجهه ماه ڊسمبر تاريخن 28 – 29 – 30 – 31 – 1. پوءِ ايندا تحقيق مرد مجاهد ۽ غازي ڪهي لڪ خبير ۽ بولان مان. تهان پوءِ ايندا هليا منجهه شهر ڪراتشي (ڪراچي) ۽ شايد ويندو ڪيو بندوبست انهن مردن جو منجهه مسلم هاسٽل جي. پوءِ آهي تحقيق موقعه خوشي جو، جو ٿيندي نصيب اسانکي صحبت انهن اصحابن جي.

رکي انهن مڙني ڳالهين کي منهن مقابل ڪيو فيصلو عالمن سگهورن ته ٿيڻ داخل امتحان بي ايس سي جي آهي ڪم اهم. ٿئي نه شال ائين ته ڇڏي جو اڌ کي لڳي پٺيان سڄيءَ جي ته پوءِ وڃائي ٿو هو اڌ پي. سياڻن جي سمجهه جو به آهي سخت ضرور، حال اسانجي جو به آهي اوهانکي پروڙ. قصو ڪوتاهہ ته لاٿوسين خيال خفي گهڻي جو. لڳنداسين مڙس ماڻهو ٿي جونيئر بي ايس سي کي. مالڪ ڏيندو فتح ٿي پوندا ڪم سولا. هاڻي سبب انهيءَ جي ڏجي ٿي تڪيف ڪانه اوهانکي ڪڙن جي. رکي خاوند خوش توهانکي.

مگر رهي ياد ته لکيو آهي دوست هڪ وڏي ته گهربل آهي انهيءَ يار کي چرٻي شينهن جي. جئن ته ملڪ انهيءَ تي ٻجهن ٿا شينهن شير خدا جا ته هوندي چرٻي انهن جي اتي عام جام. پوءِ ڪجي ڪا اميد ته اوهان پيارا وٺي تڪليف ڪندا حاصل خالص چرٻي شينهن جي ڪاڻ قربائتي دوست منهنجي جي. چرٻي هجي خالص شير جي. چوڏهين صديءَ سبب اڄ گدڙ به ٿيا آهن شير ڏسجان متان ڪنهن گوڙو گدڙ جي چرٻي وٺي ته شرف شير جو.

ورنه ته خاڪسارن پائن کي وٺي ويندا منجهه ٻيلي ”گير“ جي ۽ چوندا شينهن شير خدا جي کي سلام گهڻي کان گهڻا اسانجا. پوءِ اميد ته ٿيندا. ڪم آسان سيئي. جي شينهن شير ڪري ٿال مٿول ته سڪندر حيات خان جو قصو ٻڌائيندا انهي ڳهيلي کي ڪئن سمجهو ٿا هاڻي! اگر اٿئي حياتي باقي اوهانجي ته اچي نڪرندا ڪئمپ اُبوڙي (تعلقو ٽنڊوباگو) تي جتي ٿيندا محفلون ۽ ميلا. ڏجان سلام فوجي منهنجن ادن خاڪسارن کي. ڪندا قبول مبارڪون مقابل ذرن واريءَ جي مٿي ٿيڻ قبول تين گذارشات جي. ڪندا قبول سلام مخلص ڪنان قاضي القضات ميان فيض محمد جا.

-ميمڻ عبدالرحيم

محترم عبدالڪريم ايم سنديلو

(1952 – 4 – 5)

امید گاه بنده دام مجده،
آداب عرض ته، سائينجن کان موڪلائي، سچي واٽ مينهن وسائيندو پهتس. الحمدالله ڪي بهتر حالت ۾ آهي. باقي لوڏو واقعي سخت آيو اٿس. ڪِڪيءَ کي صرف منهنجي جُدائي جو صدمو آهي. جيڪڏهن حيدرآباد ۾ ڪا سهولت پرئي ۽ محفوظ جاءِ ملي وچي ته جيڪر باقبائل اچي رهان. ٻن ٽن ڏينهن بعد ايندس. مهرباني ڪري، وري اتر سنڌ جي گشت لاءِ اجازت ڏجو ته جيئن ٻن چئن ڏينهن جي گشت بعد ڳوٺ جي حالت ڏسندو رهان، جيستائين ڪ ننيڙي تندرست ٿي وڃي.
هينئر تازو معلوم ٿيو ته سائينجن، اسان جي لغت جي ڪم مان باقاعدي راضي نه آهن، ليڪن صاحبن جو اهو ظَن مبارڪ حقيقت جي بناء تي نه آهي. دنيا ۾ حاسد تمام گهڻا آهن. جيڪي حضور جن پنهنجا خير خواه ۽ گهڻگهرا سمجهن ٿا، سي بظاهر رڍ جي روپ ۾، مگر دراصل گرگ آهن. امید ته عنقريب اها پرک پئجي ويندي. هو چاهين ٿا ته لغت جو ڪم پايه تڪميل تي نه پهچي ته چڱو، چو ته هن جي بزدلانه هستي نٿي چاهي ته سائين جن جو نالو ميدان ادب تي اهميت رکندڙ هجي. ان لاءِ مودبانه گذارش ڪندس ته اسان جهونن نيازمندن کي ڪڏهن نه وساريندا، جيتوڻيڪ مون کان وڌيڪ ڪارگر ۽ خيرخواه، اوهان کي گهڻائي ملي ويندا، مگر معيار حقيقت تي لڳائڻ بعد اچا ڪارا پڌرا ٿي پوندا. ظاهر مٺو ڳالهائڻ اچيم ئي ڪين. ڪيئن اڳلي جي دل وٺجي، سو پاڻ وٽ فن آهيئي ڪونه، چو ته اهي ڳالهيون سياست ۾ داخل آهن. جن کان بيزار ۽ بري آهيان.
- عبدالڪريم

عالي جناب محترم سائين علامه آءِ آءِ قاضي
(8 – 3 – 1967)
منهنجا پيارا قربائتا بلوچ،
تنهنجي قربن پرئي خط بيقراري ڪم ڪئي. تنهنجي وڃڻ کانپوءِ اسين هيڪاري اباڻڪا ٿي پيا آهيون. دنياوين مان محبت جا آثار بنه ميٽجي ويا آهن. هرڪو آءٌ مان مان ۾ پورو آهي. هاڻي ته پڪو ارادو ڪيو هو سون ته لڏو کڻي ڪنهن ٻئي رستي لڳون.
تنهنجي موٽ جي خبر سرهائي آندي، خدا توکي خير سان آڻي. برائي خدارا ڪنهن شيءَ جي آڻڻ جي تڪليف نه ڪج هڪ ٻه شيشي گله جي هميشه استعمال جي Boots (Cheist) وٽان ملندي سا سندس لاءِ وٺيو ايندين ته گهرائڻ جي تڪليف کان

چوٽڪارو ٿيندو. خرچ هڪ پائونڊ اندر ٿيندو سو انشاء الله العزيز هتي ادا ڪنداسون. نالو دوا جو آهي. Carbromal Tablets(5gr) اهاBoots دڪانن تي ملندي.
100 جي باٽلي تي پنج شلنگ ۽ ڪي پينس ٿا وٺن. ٻه يا ٽي باٽليون بس آهن ۽ هڪ باٽلي One Bottle Meggesons Dyopepsia Tablets منهنجي لاءِ، ان تي چار شلنگ ۽ 6 پينس لڳندا آهن. ريگسين نالي سان خود بوٽس جي دوا به آهي، پر اها نه هي Meg سان آهي. ٻئي ڪنهن شي آڻڻ جي تڪليف نه ڪج.
هي خط نيويارڪ موڪلي رهيو آهيان، اميد ته نڪرڻ کان اڳ ملندئي. اڄ اٺين آهي شايد 13 تائين اتي پهچندو.
وري ٿو خيال اچيم ته متان تون اڳ نڪري اچين ته بهتر ٿيندو ته لنڊن واري سرنامه تي موڪليان. پويون خيال سهي آهي. لنڊن ٿو موڪليان. بفضل خدا ٻيو سڀ خير آهي. ماء جا قرب ۽ دعائون ۽ راقم جا قرب رسنئي. زياده دعا.
حقير عفي عنه
-آءِ.آءِ قاضي

محترم شيخ عبدالرزاق ”راز“
حبيب منزل پراڻو سکر (1973 – 2 – 10)
السلام عليڪم، محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر صاحب،
اوهانجو نوازش نامو دستياب ٿيو، لک قرب ۽ احسان، شاعر ماتم جو ڪلام ناياب آهي، اوهانجي ڪوشش جي باوجود سندس ڪلام جو ملي نه سگهيو. مان اڄ ڊاڪٽر خليل صاحب ڏانهن خط لکان ٿو، اها به انهيءَ ڏس ۾ هڪ ڪوشش ٿيندي اميد ته ڪجهه نه ڪجهه ملي سگهندو.
اوهان جي ارسال ڪيل شعرن مان معلوم ٿئي ٿو ته گداءِ سانگي ماتم جو تتبع ڪيو آهي، اوهان ڏٺو هوندو ته سانگي ۽ گدا جي شاعري جو زمانو، تتبع جو حامي ۽ قائل رهيو آهي ۽ ان دور جا شاعر اڪثر وبيشتر هڪ ٻي جا معترف هوندا هئا. اها ان دور جي روايت هئي ۽ اهڙا جراثيم گهڻو ڪري سڀني شاعرن جي رڳ رڳ ۾ سمايل هئا. اهو شاعريءَ جو پراڻُ هو ۽ عموماً خارجيت جو اثر هو. اهو اثر ورثي طور اديب سنڌ جي دور ۾ به شاعرن جي طبيعتن تي غالب رهيو آهي ۽ اسانجي اوائلي زماني ۾ انجو رواج هو جو ڪڏهن ڪڏهن قصيده سرائيءَ جي شڪل اختيار ڪندو

هو پر انکي سَند ڪري وٺي نٿو سگهجي. جيڪڏهن ماتم جو ڪلام ملي ويو ته درست راءِ قائم ٿي سگهي ٿي. اميد ته اوهان باعافيت هوندا.
- شيخ عبدالرزاق
....2....
* مورخ 30 جولاءِ 1965ع، ڪوئيٽه
پيارا سائين،
السلام عليڪم، اوهان مبادا منهنجي مٿئين خطاب تي تعجب ڪريو. انهن ٻن لفظن کي انگريزي جي ”ڊيئر سر“ جي برابر هرگز نه وٺندا. اهو خطاب مون سوچي سمجهي استعمال ڪيو آهي ۽ لکڻ کان اڳ انهن ٻنهي لفظن جي ماهيت تي ويچار ڪندي، ڪانئن لطف اندوز ٿيو آهيان. اوهانجو 20 تاريخ وارو خط سکر کان ڦرندو اچ هتي پهتو. اوهانجو نالو پڙهي دل کي بي انتها خوشي نصيب ٿي. خط جي مضمون تي نه افسوس ٿيو نه حيرت. منهنجو انهيءَ گروهه سان تمام ويجهو تعلق رهيو آهي ۽ اياز کي جيڪڏهن چتڙن جو يار سڏيان ته مبالغو نه ٿيندو. اوهان پنهنجي خط ۾ جيڪو احوال، نئون ڪري ڏنو آهي، تنهن کي آءٌ سندس پيدائش جي وقت کان سڃاڻان. لطيف جي ڪلام جي ترجمي جي ابتدا ۽ انتها کان بخوبي واقف آهيان. انهيءَ گروهه جي ڪارڪردگين ڪري اسان جي ملاقات ۾ ڏهن سالن جو خال پئجي ويو. ورنه آءٌ اوهان سان 1965ع ڌاري ملڻ جي ڪوشش ڪريان ها. اوهانجي طبيعت ۽ فن علم متعلق اهڙيون من گهڙت ڳالهيون پيش ڪيون ويون جو منهنجي دل ۾ محبت جي بدران هڪ بار پيدا ٿي پيو. مون ان ڪانپوءِ قصدا اوهان سان ملاقات جو ارادو ترڪ ڪري ڇڏيو، جيتوڻيڪ 1965 ۾ اوهان ادبي بورڊ جي دفتر ۾ ڪن ادبي مسئلن تي جويي صاحب جي روبرو مونسان تبادله خيال ڪيو ۽ ان ڪانپوءِ اوهان اسلاميه ڪاليج جي معائنه لاءِ ايندا رهيا. بهرحال انهيءَ غلط فهمي تي ڪيترو افسوس ڪريان! شايد اها منهنجي بدبختي هئي جو صحيح ۽ صائب الراءِ حضرات جي مجلسن کان محروم رهيس.
آءٌ جولاءِ جي شروعات ۾ ٻارن سميت هتي آيو آهيان ۽ آگسٽ جي وچ ڌاري انشاء الله واپس ويندس. اسان هتي هڪڙي دوست جا مهمان آهيون. ٻه ٽي دفعه هن سان اوهانجو ذڪر نڪتو. منهنجي انهيءَ پٺاڻ دوست جي ٻه علم و ادب سان دلچسپي آهي. هن مونکي سنڌ جي فارسي شاعرن جو هڪ قلمي نسخو ڏيکاريو جنهن لاءِ هن ڪنهن وقت ادبي بورڊ سان خط و ڪتابت ڪئي هئي. بورڊ جي ڪار پردازن کيس پير حسام الدين ڏانهن رجوع ڪيو. هن نسخي ۾ ڪيترا اهڙا اشعار موجود آهن، جيڪي سائين سدارنگاڻي جي ڪتاب ۾ نه آيا آهن. سدارنگاڻي کي سائين انهيءَ

لاءِ ڪونيو اٿم جو آءٌ فرسٽ ايئر کان وٺي ايم اي تائين سندس شاگرد رهيو آهيان. ان کان سواءِ روزانه شام جو اسانجي ملاقات ٿيندي هئي.
آءٌ تنقيد جي سلسلي جي مهاڇار ۾ اهڙو ڦاسي ويو آهيان، جو پنهنجي دوست جي تقاضا جي باوجود انهيءَ نسخي کي مطالع ڪري نه سگهيو آهيان. تنقيدي سلسلو انشاء الله سياڻي ختم ٿي ويندو ۽ ان کانپوءِ اهو قلمي نسخو نظر مان ڪڍي اوهانکي احوال ڏيندس. پير حسام الدين کيس لکيو هو ته نسخو ڏانهس اماڻي ليڪن هن سياڻپ ڪري نه موڪليو نه ته نسخي تان هميشه لاءِ هٿ کڻڻو پويس ها. اميد ته خيريت جي احوال کان ڳاهي ڳاهي نوازيندا رهندا. والسلام.
- شيخ عبدالرزاق

محترم عزت علي شاهه
درگاهه قلندر شهباز، سيوهڻ شريف (1 شعبان معظم 1394 هجري)
مُجيم، محب الفقراءَ جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم، طرفين خيريت مطلوب.
حضرت سائين عليه سلام جو عرس مبارڪ 18 شعبان جمع کان شروع ٿي رهيو آهي، هميشه وانگر اوهانکي پڻ فُقراءُ جي سنگت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ دعوت ڏجي ٿي، اميد ته شريڪ ٿي فيض و مسرت روحاني حاصل ڪندا.
- عزت علي شاهه
....2....
* مورخ سيوهڻ شريف (20 ڊسمبر 1949ع)
مجيم محب الفقراء جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: جناب حضرت قبله والد بزرگوار صاحب جن ڪلهه بروز جمع برابر 9 شوال المڪرم جي اسان سڀن کي داغ مفارقت ڏئي هن دارالفانيءَ مان رحلت فرمائي ويا. قالوا انالله وانا اليہ راجعون.
- غمزده عزت علي شاهه
فقير درگاهه قلندر لعل شهباز

محترم علي بخش لغاري
ايڊووڪيٽ هاءِ ڪورٽ سنڌ، ڪراچي (2005 – 5 – 28)
بخدمت جناب قبله ڊاڪٽر صاحب،
اميد ته بخيريت هوندا. احوال ته نورچشم ڏاڏي جعفر خان کان معلوم ٿيو ته اوهان کي حضرت پير سائين بادشاه جن جي ان عرصي بابت معلومات لکي موڪليان، جڏهين پير صاحب ۽ سندن ڀاءُ سائين نادر شاه صاحب عليگڙه ۾ ڊاڪٽر ضيا الدين احمد صاحب وائيس چانسلر عليگڙه مسلم يونيورسٽي وٽ زير نگراني رهندا هوا.
ان بابت جيتري قدر مون کي ياد ٿو اچي ته سال 1946ع ۾ اوهان مونکي ۽ مرحوم حاجي مراد علي خان کي مئٽرڪ امتحان ڏيڻ لاءِ عليگڙه وٺي ويا هوا ۽ مرحوم مستري محمد صالح (بورچي) ان وقت پاڻ سان گڏ هو ۽ ماني وغيره تيار ڪندو هو. رهائش استاد پروفيسر عبدالعزيز الميمني صاحب جي گهر ۾ هئي. آءٌ ۽ مامون مراد علي اتي روزانه ٽيوشن وٺڻ لاءِ علي گڙه ۾ هڪ مسلم هاءِ اسڪول هو، اتي پير صاحب جن به ايندا هوا ۽ سائين نادر علي شاه صاحب به ايندا هوا. اتي مرحوم علي بخش جوٽيجي ۽ خليفه محمد عاقل هنگوري به مئٽرڪ ڪرڻ لاءِ داخلا ورتي هئي.
پوءِ اوهان کي خيال آيو ته پير صاحب جن جي دعوت ڪجي ۽ پوءِ شايد اهو مئي يا جون 1946ع جو مهينو هو ۽ اوهان دعوت استاد پروفيسر عبدالعزيز صاحب جي بنگلي تي ڪئي هئي ۽ پير صاحب جن منجهند جي ماني اتي کاڌي هئي. دعوت ۾ جيتري قدر مونکي ياد آهي ته علي بخش جوٽيجو ۽ محمد عاقل هنگورو به شريڪ ٿيا هوا. ماني مستري محمد صالح تيار ڪئي هئي ۽ اتي پير صاحب جن ڪافي وقت رهيا ۽ ڪچهري ڪئي. پاڻ ان وقت لغڙ جو شوق رکندا هوا ۽ انڪري پاڻ سان لغڙ به کڻي آيا هئا.
- علي بخش لغاري

محترم جناب ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو
ڪراچي ۽ لاهور (1955 – 11 – 5)
عزيزي و محترمي ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاتہ، نوازشنامو عنايت ٿيو. شڪريه. پراڻي رسيد اوهان جي هٿ اکر لکيل خدمت ۾ موڪلجي ٿي، جنهن مان معلوم ٿيندو ته نمبر 2 – 3 ڊڪشنريون اجان اوهان وٽ آهن، جي از روي شفقت جلد واپس ڪرڻ جي ڪوشش فرمائيندا، زياده خيرو السلام.

سنڌي لغت جو ٻيو ڀاڱو درست ڪري رهيو آهيان، ڏينهن ۾ مس پنج ڇهه صفا ٿين ٿا، يعني ته هر هڪ جلد تقريبا ڀه مهينا وٺندو، ۽ اجورو ڇا؟ 20 – جلدن جي تصحيح پنجن سالن ۾، تنهن لاءِ، 10 هزار روپيه، يعني مهيني ۾ 200 روپيه، يعني ٻن هزارن في ماهه پگهار مان خير منهنجي ڪمائي ايتري اچي بيٺي آهي. تنهن لاءِ منهنجو خيال آهي ته گهٽ ۾ گهٽ 20 هزار ته ڏين، نه ته اهڙي ڀاري ڪم لاءِ مان تيار نه آهيان، هي هڪ جملو معترضه ڪري ڇاڏندا.

- ”ع“

.....2....

* مورخ 15 نومبر 1955ع، ڪراچي

عزيز محترمي جناب ڊاڪٽر صاحب حفظ الله تعاليٰ،

السلام عليڪم ورحمة الله و برڪاته، نوازشنامو عنايت ٿيو، ٻئي ڪتاب مسٽر جويي هٿان مليا. شرڻ واري ڊڪشنري جي بداستعمال ڪري مٿي پليد ڪئي وئي آهي، ٻيو ڪتاب منهنجو ڏٺل نه هو. اسٽيڪ جي لغت نئين سر پرتال ڪئي وئي، پر انجو پروڪونه پيو، اناالله وانا واليه راجعون، شايد ٻئي ڪتاب سنديلي صاحب جي هٿ اچي ويا.

تمر وارو مقالو حج وڃڻ کان اڳ لکيو هوم. مولوي صاحب دير سان شايع ڪيو. اوهان کي پسند پيو، سا خوشيءَ جي ڳالهه آهي، مونکي سال لاءِ مغربي پاڪستان جي پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر مقرر ڪيو اٿن، چنچر ڏينهن وطن مالوف کان موڪلايو ويندو، زهي جلاوطن! پنجاب ايڪسپريس ۾ حيدرآباد کان تقريبا 7 بجي ڏاري لنگهڻو پوندو.

مابرفتيم وتو داني ودِل غمخورما بخت بدتا بکجامي برد آبشخورما

ڊڪشنري ۽ رسالي جو ڪم ساڻ کنيو ٿو وڃان، دعا جي ضرورت آهي.

والسلام – ”ع“

.....3....

* مورخ 18 جون 1965ع، 67 – نيدو هوٽل، لاهور

عزيزي محترمي جناب ڊاڪٽر صاحب حفظ الله تعاليٰ،

السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته، عرض ته اوهان جو دلنواز مڪتوب موچاري مهل مليو، پڙهي روح کي راحت نصيب ٿي، رب العزت، اوهان کي شال سرسبز ۽ شاداب رکي، منهنجو نماڻو خيال آهي ته اوهين تماڪ نوشي بلڪل ڇڏي ڏيو، ۽ ٿنهي مانيءَ جي ويلن کان اڳ (Hepabro co with stychnene) واپرايو، اميد ته موري جي شڪايت، رياح وغيره، سڀ دفعه ٿي ويندا،

نصيحت گوش کن جانا، که از جان دوست تر دارند
جوانانِ سعادتمند پند پير دانا را.
سپاڻ بينڪ ۾ وجي پيسا ڪڍائڻا اٿم، اميد ته سڀ روپيه بنا دير ڏياري موڪليندس.
مان پڻ هوائي جهاز جي رستي 12 تاريخ ويو هوس، جو سنڌي ادبي بورڊ جي ڪميٽي جي ميٽنگ هئي ۽ تاريخ 15 هت موٽي آيس.
هڪ پروفيسر قمرالدين خان نالي آهي، جنهنجا اوهين واقف آهيو ۽ مون وٽ به ڪجھ درس ۽ استطلاع لاءِ ايندو هو. سو ڪراچي ڇڏي پنجاب يونيورسٽي جي ”شعبه اسلاميات“ ۾ مقرر ٿي آيو آهي، خواهش اٿم ته سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ مرحوم قاضي اختر جي منصب يا ٻي جاءِ تي ”اسلامي شعبه“ ۾ مقرر ٿئي. ماڻھو از غايت لائق آهي، جي ان جي تقرير لاءِ ڪوشش وٺندا ته مروت ڪان پري نه ٿيندو. -
”ع“
....13.....
* مورخ 15 اپريل 1965ع، ڪراچي
عزيز و محترمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش صاحب بلوچ،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، نوازشنامو اوهان پيارن جو موصول ٿيو. عين عنايت. اهي بيت حضرت خواجه محمد زمان لنواريءِ ڏانهن منسوب آهن، جن جو عربي ۾ شرح مرحوم مغفور شهيد گرهوڙي ڪيو هو، جو هن حقير سنڌيءَ ۾ آڻي شايع ڪيو هو. اهو ساڳيو ڪتاب اميد ته سنڌي ادبي سوسائٽي پنهنجي مطبوعات جي سلسلي ۾ ڇپائيندي. بزرگ گرهوڙي جي ڪلام بعد انجي طباعت هٿ ۾ ڪنئي ويندي. والله المستعان، تنهنڪري اوهين مذڪوره ڪتاب پلي مالڪ کي موٽائي ڏيندا. پر جيڪڏهن بزرگ گرهوڙيءَ جي خود ڪلام جو ڪو قديم نسخو دستياب ٿي سگهي ته مقابله لاءِ موڪلي ڏيندا، ته زهي احسان.
سنڌ هسٽاريڪل جرنل لاءِ ماده گڏ ٿي ويو آهي. هينئر انجي ڇپائي جي گرما گرم تياري ڪري رهيا آهيون. 34 روپيه جلد جا خدمت ۾ موڪليا ويندا. زياده خير.
- المخلص،
ع. م. د

محترم عنايت بلوچ
ريڊيو اسٽيشن حيدرآباد (1985 – 7 – 27)
وڏي مان ۽ شان وارا سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم ورحمته الله و برڪاته، دل بهار بهار ٿي وئي جڏهن تازو اسلام آباد ۾ سائين جي زيارت جو شرف مليو. الله تعاليٰ اسان تي لکين احسان ڪري، اوهان کي صحت ياب ڪيو.*
چو ته اوهان جو دم، ڪاٿي ڪرڻ کان گهڻو اُتم ۽ افضل آهي. اوهان سنڌ جي ادبي گلشن جا مرڪندڙ ۽ ٻهڪندڙ گلاب جا گل آهيو، جنهن جو ڪو مٽ نه مثل. خدا پاڪ اوهان کي وڏي ڄمار عطا فرمائي ۽ صحت سالم رکي آمين.
سائين، ڪيترن ڏينهن کان اوهان جي تقرير جو متن ڪاپي ٿيو رکيو هو. سائين جن جي حڪم موجب ڪاپي موڪلي رهيو آهيان اميد ته ضروري تصحيح ڪري واپس موڪلي ڏيندا ته عنايت تي عنايت ٿيندي. ان تاريخي مضمون کي مهراڻ ۾ ڇپرائڻ جو ارادو آهي، وڌيڪ جيئن حڪم ٿئي.
اميد ته پنهنجي ڪٽنب ۽ ٻچڙن سميت خوش باش آهيو.
- عنايت بلوچ

محترم قاضي عبدالرحمان افغاني
سلطان ڪوٽ، شڪارپور (1961 – 12 – 15)
فيض مآب پيارا سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم ورحمت اللھ، مان سائينجن جو پراڻو شاگرد قاضي عبدالرحمان آهيان. مان سال 1959ع ۾ اوهان جي تربيت هيٺ ٻي. ٽي ڪاليج ۾ هوس ۽ سائيجن جي دعا سان بي ٽي سيڪنڊ ڪلاس ۾ پاس ڪري وجي نوڪري تي چڙهيس. هن وقت گورنمينٽ هاءِ اسڪول ڪشمور ۾ هيڊ ماستر آهيان. حيدرآباد کان ڳوٺ موٽڻ بعد اڄ تائين اوهان جي قدم بوسي جو شرف حاصل ڪونه ٿيو آهي. انشاء الله حياتي آهي ته هڪ دفعو نياز ڪرڻ ۽ دعا وٺڻ لاءِ ضرور حاضر ٿيندس.
اڄ پنهنجي پورن ۾ ويٺو هوس ته دل توهان کي ياد ڪيو. ڪن ڏينهن کان هڪ مشوره حاصل ڪرڻ لاءِ بي چين هوس. اڄ مالڪ جي مهرباني سان ان جو حل ملي ويو. اوهان کان بهتر مشوره ڪار مون کي نظر ڪونه آيو. تنهنڪري قلم کڻي اوهان کي تڪليف ڏيڻ ويٺس. اميد ته مون کي پنهنجو ساڳيو نيازمند سمجهي پنهنجي مفيد مشورن کان نوازيندا ۽ ڏنل لاءِ معاف ڪندا.

مون کي سنڌي ادب سان شروع کان محبت آهي. جيڪڏهن ڪجھ لکندو آهيان ته ڏٽي جي مهرباني سان چيگڙو لکندو آهيان. بي اي ۾ به منهنجو مکيه ڪم سنڌي هو جنهنڪري 1955ع ۾ سنڌ يونيورسٽي ۾ پهريون نمبر بيٺس. ڪتاب ڪڏهن به ڪونه لکيو هوم. هڪ دفعه بي اي جي سنڌي ڪورس ۾ رکيل ڪتاب ”نورجهان“ پڙهندي پڙهندي مونکي ڏک ٿيو هو جو ان ڪتاب ۾ ڪي غلط ڳالهيون لکيون پيون هيون. پيو مسلمانن جي مذهب مٿي به ڪافي حملا ڪيل هئا. تنهنڪري مون کي جذبه اچي ويو ۽ ان جذبه تحت پنهنجي قلم آهر ڏيڍ سال کن ۾ ڪتاب لکي تيار ڪيم جنهن جو نالو ”ملڪه نورجهان“ رکيو اٿم. ڪتاب دلچسپ ۽ ناول جي صورت ۾ آهي ۽ ساڍا چار سئو صفحه کن آهي. مان جنهن جذبه ۽ محنت سان لکي تيار ڪيو آهي، اميد اٿم ته سائينجن قدر ڪندا.

هڪ دفعه سال 1954ع ۾ سائينجن جناب نون صاحب ڊپٽي ڪليڪٽر سان گڏ جيپ تي اونهاري جي رات جو منهنجي ڳوٺ سلطان ڪوٽ تشريف فرما ٿيا هئا ۽ آغا نادر خان جي بنگله تي آيا هئا مان به ات هوس. سائينجن آغا نادر خان کان سندس گهڙي واري شعر جي طلب ڪئي هئي. چوڻ جو مطلب اهو آهي ته ”بياض نادر“ به مون وٽ تيار آهي، جنهن ۾ فقير نادر خان جا سٺا سٺا اشعار درج آهن.

- عبدالرحمان افغاني

محترم عبدالرحيم عبد مگريو

بانگا محله خيرپور (1990 – 4 – 1)

عالي جناب عزت ماب سائين نبي بخش خان بلوچ صاحب،

اسلام عليڪم: سڀ کان اول دير سان خط لکجي پيو. ان ڪري بنده طرفان معذرت قبول ڪجي، مهرباني. مطلب گذارش هن ريت آهي.

1. ڪجھ ڏينهن جي ڳالھ آهي ته سائين جن بابا محمد عمر احقر مگريو مرحوم جن جي سوانح حيات معلوم ڪرڻ لاءِ ڳوٺ ملنگ مگريو تعلقه خيرپور ميرس ۾ تشريف کڻي آيا هئا، سندن ڪجھ هٿ اکر يا ٻي معلومات وارا ڪاغذات به ڏٺو اٿم ته وٺي آيا آهيو، ليڪن مفصل معلومات اوهان صاحبن کي ڪانه حاصل ٿي هوندي. منهن جي ڳوٺاڻن سائين جن کي منهن جي لاءِ ٻڌايو هو، ليڪن مون تائين اوهان صاحب پهچي نه سگهيا.

مون وٽ بابا محمد عمر احقر مگريي (بابا کين احترامن سڏيندو هوس) جن جي حياتي تي مقالو تيار ڪيل آهي، اميد آهي ته سنت ئي اتاري سائين جن ڏانهن موڪلي ڏيندس.*
- عبدالرحيم منگريو

محترم رئيس علڻ خان لغاري
دادو تاريخ 13 جون
بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب،
بعد خيريت جي عرض ته نياز نامه ڏيندڙ سائين جن جي خدمت ۾ روبرو عرض پيش ڪندو، براهِ نوازش جي هن غريب جي جيڪا به مدد ٿي سگهي سا ڪرڻ فرمائيندا هي هڪ شاگرد دادو سڪول جو آهي. مان به اڄ لاهور مان هت آيل آهيان، جو 13 – 14 تاريخ موڪل آهي. آءٌ وري سڀاڻي لاهور هليو ويندس. منهنجي لاءِ ڪوبه حڪم هجي ته نيازمند حاضر آهيان.
جناب نون صاحب جن ضرور ايندا هوندا، ڪيس گهڻا گهڻا السلام عليڪم ۽ نياز چوندا. مراد علي خان ڪي پڻ سلام چوندا.
- علڻ لغاري

محترم مولانا عبدالڪريم چشتي
شڪارپور سنڌ (23 جولاءِ 1962)
مڪرم و محترم مهربان ڊاڪٽر صاحب،
تسليم! خط آڻيندڙ صاحب جناب مولانا محمد ابراهيم اسان جو دوست به آهي ۽ همسايه به ۽ وڏي هڪ بزرگ عالم جو فرزند آهي. هن جو هڪ صاحب ۾ ڪم آهي بيحد ضروري. اوهان ۾ اوهان جي اخلاق ۾ قديم دوستانه محبت ۾ اميد آهي ته اوهان هن کي دل و جان سان پوري پوري مدد ڪندا ۽ منهنجو منهن مٿي ڪندا ۽ مونکي شرمسار نه ڪندا. اوهان جو جهونو دوس.
- عبدالڪريم چشتي
محترم عزيز جعفراڻي
محمد بن قاسم لائبريري، سجاول (1987 – 9 – 8)
جناب قبله محترم ڊاڪٽر بلوچ،

السلام عليڪم: اميد ته خوش هوندا، اوهان جي حوالي سان، قومي هجره ڪائونسل اسلام آباد، اسان جي لائبريري کي ٻن قرآن مجيد جي ترجمن سان گڏ اٺ ٻيا ڪتاب، تحفي طور، موصول ٿي چُڪا آهن. اسان تمام احباب، ان سلسلي ۾، اوهان جو شڪريو ادا ڪريون ٿا.
دوست رسول بخش تميمي جو ڪتاب ”تاريخ جاتي“ ڇپجي چڪو آهي. اميد ته اوهان وٽ پهچي چڪو هوندو. حافظ حبيب صاحب، تاريخ شاهبندر لکي رهيو آهي. آئون ”ٺٽو ضلعو هڪ نظر ۾“ ترتيب ڏيئي رهيو آهيان. دعا ڪندا ته ڪامياب ٿيون. — عزيز جعفراڻي

محترم ڊاڪٽر عبدالقيوم سنڌي
ام القري يونيورسٽي، مڪه مڪرمه (2004 – 8 – 8)
گرامي قدر ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
”السنڌ“ (رسالي) جي ذريعي توهان بابت احوال ۽ توهانجا پيارا مضمون پڙهڻ لاءِ ملندا رهندا آهن. مخالف پل هجن پر توهانجو محافظ سيني کان اعليٰ ۽ اقوي آهي. سج جي سخت روشني، جهڙ ڪٿان برداشت ڪري سگهندو؟
سائين! توهانجو قيمتي وقت نه ٿو وٺڻ چاهيان، بس دل گهريو ته ٻه اکر لکي يوسف جي خريدارن ۾ نالو لکرايان. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو ”ڪفايته القاري“، مخدوم محمد حيات عادلپوري جو ”الجنه في عقيدة اهل السنه“ ۽ ڪي ٻيا مضمون ۽ رسالا پريس ۾ ويل آهن. انشاء الله عنقريب توهانجي خدمت ۾ پيش ڪبا. آخري گذارش ته: هيل تائين سنڌ جي مستند تاريخ عربيءَ ۾ نه آئي آهي. ان لاءِ توهانجي ڇا راءِ آهي؟ نئين سر ڪا مختصر تاريخ جوڙجي يا اڳ ڇپيل ڪنهن ڪتاب جي عربيءَ ۾ ترجمو ڪجي؟ اهڙو مستند ڪتاب توهانجي نظر ۾ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟ رابطي لاءِ ڪو خاص ٽيليفون نمبر؟ - عبدالقيوم

محترم عبدالواحد آريسر
اسلام آباد (1989 – 8 – 10)
محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ،
السلام عليڪم: اميد ته خوش هوندا. احوال ته جيتوڻيڪ گهڻي وقت کان زيارت کان محروم رهيو آهيان، پوءِ به توهان پنهنجي لافاني علمي ۽ ادبي جلوي سان نه رڳو

منهنجي ذهن ۾ پر سموري سنڌ جي دل ۾ سدائين وسندا رهو ٿا انڪري به جو توهانجي ذهن ۽ ضمير ۾ سدا ملوڪ سنڌ سدائين مهڪندي ۽ ٻهڪندي رهي ٿي.
عمرت دراز باد که تا دور مشتري
ما از بر خوريم تواز عمر بر خوري.
وڌيڪ عرض ته هي هڪ بيروزگار گريجوئيٽ سنڌي نوجوان آهي توهان ڏانهن هن اميد سان موڪلي رهيو آهيان ته هنکي نوڪري ڏيارڻ ۾ پنهنجي وس آهر ڪوشش ڪندا ته مهرباني ٿيندي. اميد ته جهڙا لائق آهيو اهڙا ئي ايڏا وڙ ڪندا.
- عبدالواحد

محترم مولوي عبدالرحمان ضيائي*
ميرپورماٿيلو (1961 – 12 – 21)
العالم النبيل والفاضل الجميل بلوچ ڊاڪٽر نبي بخش صاحب،
بعد از بلاغ مراسم تسليمات وارسال تحائف تعظيمات مشهور رائي خورشيد پيرائي باد ته خيريت طرفين مطلوب، ماهوالمرام من الارقام ته اسانجي سکر ضلع ۾ هن وقت اي. آءِ صاحب تعليم کاتي جو جناب غلام رضا خان پُٺو آهي جو اوهان صاحبن جو خاص دوست آهي ۽ منجهس اسانجو ڪو ضروري ڪم قانوني حد اندر پيل آهي. بناءَ علي هذا تصديع ته نوازش فرمائي صاحب ممدوح ڏانهن منهنجي تعارف به نسبت هڪڙو چڱي نمونه تي خط لکي مون ڏانهن رجسٽر ڪري روانو ڪندا ته جيئن ان خط جي ذريعي صاحب ممدوح سان روبرو ملي ڪري اهو ڪم پنهنجو پورو ڪرايان ۽ جائز طرح جو ڪائونيس فائدو حاصل ڪري اوهان صاحب جو هميشه لاءِ دعاگو رهان. والباقي عبدالتلافي.
- مولوي عبدالرحمان ضيائي

محترم عبدالحڪيم شيخ
روهڙي، مورخ 1 جنوري 1974ع
محسن سنڌ محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
تسليم و آداب، بعد گذارش ته اچ ڪجھ سٽون عرض پيون رکجن شال قبول پون.

جناب اعليٰ، مون ٻڌو آهي ته لوڪ ادب وارن کي اسلام آباد گهرايو ويو آهي. جنهنجو منتظم اوهان سڳورن کي ئي مقرر ڪيو ويو آهي. جا ڳالهه اسان جي لاءِ باعث فخر پڻ آهي.
سائين منهنجا، اوهان جي شفقت هوندئن به هن غلام لاءِ ابر رحمت وانگر آهي، مگر شال اوهان جي دل ۾ هن غلام جي ياد هجي، مان اميد ٿو ڪريان ته هن فدويءَ کي به اسلام آباد واري پروگرام ۾ شامل ڪندا ۽ تسڪين روح بخشيندا، منهنجي ڪم يا فن بابت عرض ته آءٌ الغوزي کان سواءِ بينسري، بوٽينڊو ۽ گهڙي وڄائڻ ۾ به مهارت رکان ٿو. اوهان جي نوازش ۽ دعائن جي سهاري جي سخت ضرورت محسوس ڪندي هي نيازنامون عرض رکي رهيو آهيان.*
- عبدالحڪيم الغوزي نواز

محترم عبدالله چنه
مورخ 26 جنوري 1945ع
مڪرمي جناب مسٽر بلوچ نبي بخش خان،
السلام عليڪم: ڪاغذ اوهان جو 12 جو گهٽي روزن کان مونکي پهتل هو مگر ڪم فرصت سبب جواب ڏئي نه سگهيو آهيان، معاف ڪندا.
اوهان جيڪو مضمون پنهنجي پي ايچ ڊي لاءِ منعقد ڪيو آهي سو بلڪل موزون ۽ ضروري آهي، اوهان کي خدا تعاليٰ ڪامياب ڪري.
اوهان جيتري قدر ٿي سگهي ته ڪنهن وقت روبرو پڻ ملاقات ڪيو ته بهتر ته پوءِ ڪيتريون ئي ڳالهيون زير بحث آڻي سگهبيون.
قوم چنه بابت مضمون الوحيد آزاد نمبر ۾ سنڌ جا پهريان مسلمان اوهان جي نظر مان شايد گذريو هوندو يا اهڙي ريت ٻيا به ڪي مضمون شايد مون ڪن وقتن تي ڪن اخبارن ۾ يا رسالن ۾ پئي ڏنا آهن. ڪاچو چنن جو سمن جي وقت ۾ نه هو مگر ان کان گهڻو اڳ يعني خود محمد بن قاسم جي وقت ۾ به سيوهڻ جي لڳ چنه هوا...........
عُشر جو مقرر ٿيڻ بلاذري به قبول ڪيو آهي. مون وٽ پنهنجي لئبريري ۾ شايد ان جو حواله آهي. سر ايلئٽ ۽ ڊائوسن جي تاريخ جلد اول به ڏسو. مون وٽ به ان جو حواله شايد لائبريري ۾ آهي اتي به اوهانکي ملي سگهندو. -
عبدالله چنه
....2....

* مورخ 19 فيبروري 1967ع، شهر جينيوا، (يورپ)
پيارا ڀاءُ ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم، تنهنجو 67 – 2 – 4 جو لکيل خط اڄ شام جو مليو اٿم. اوهان جو خط ايترو آهي ته مان چاهيندو آهيان ته ڀاءُ جو خط آيو آهي ۽ ان کي مزي سان پڙهندو آهيان. مونکي ارمان آهي جو اوهان جو اڳيون ڪاغذ مونکي ڪونه مليو نه ته ان جو به پڙهي مزو وٺان ها. لنڊن ۾ مان ڏاڍو سکيو رهيس ۽ مونکي لنڊن ڏاڍو وڻي، ٻن ڏينهن ۾ اهڙو ته هري ۽ واقفڪار ٿي پيس جو جيڏي ڪيڏي اڪيلو هليو ويندو هوس. برٽش ميوزم ته اهڙو وڻيو جو دل گهريو ته ڪي ورهه اتي ويهي رهجي.
اسان جي طرف جو (ڪڇ ۽ سنڌ وارو) ڪيس 17 تاريخ پورو ڪري رهيا آهيون ۽ 19 رات جو سڪو ..... اتي به پهچي رهيا آهيون. هندوستان وارن هڪ مهينه جواب ڏيڻ لاءِ تياري واسطي گهريو آهي. اسان جي مرضي هئي ته ڏکيائي ته ڪوي آهي ته به اهو مهينو وري لنڊن وڃون ۽ ان بعد اچي ڪيس هلايون. سرڪار کي لکيوسين مگر سرڪار حڪم ڪيو ته هڪ مهينه لاءِ وري اچو اگرچه ڪيس 15 مارچ کان وري هلڻ وارو آهي، جنهن ۾ اسان کي رڳو هندوستان جو جواب ٻڌڻو آهي، ان بعد....... آخرين جواب ڏينداسين. ڪيتري ڪمين بيشن هوندي، اسان جو ڪيس بلڪل اطمينان طرح هليو آهي، مگر وري به هندوستان جو جواب ٻڌڻ بعد اندازو ڪري سگهبو نتيجي جو. سنڌي وڪيل نه هجڻ ڪري، مونکي سخت تڪليف ٿي جو آوانڌو، آنهن، مياڻ، سري، چن، ٻيلو جون معنائون ڊڪشنري ۾ نه ڏسي چون ته اهي سنڌي لفظ نه آهن. مان چوان ته سري نه آهي مگر سر آهي، جيڪو مذڪر آهي سريءَ جو، ۽ سياڻ نه آهي مگر سياڻي آهي جيڪو ساڳو لفظ آهي. هاڻي هجي ڪو سنڌي وڪيل ته ان کي ٻڌايان ته ادا، شاهه جي شاهدي ٿو ڏيان ته:
سر ۾ پکي هيڪڙو پاڙهيري پنجاهه،
سندي آس الله، لڏي پهرين وچ ۾.
يا
واهڙ وهين م شال، سڪي ٻيلاٽيون ٿين
يا
هاڻي چر چني چوڪرين پوءِ موٽڻ جو پهه.
مون چيو مانِ ته ڪيترا سنڌي لفظ هن پراڻي ڊڪشنري ۾ برابر ڪونه آهن جو اهي ٻهراڙيءَ ۾ ڪتب ايندا آهن ۽ ان لاءِ سنڌي نئين ڊڪشنري اسان جو ڊاڪٽر بلوچ صاحب پيو تيار ڪري وغيره.

سنڌي ترجما ڪيترا غلط ڏنا ويا هوا جي مون رد ڪرائي وري هٿ پيا ڏنا ۽ رڪارڊ تي رکايا ته پهريائن ترجما مسٽر چنه جا نه آهن ۽ هو چوي ٿو ته اهي غلط آهن ان ڪري صحيح ترجما پيش ڪري ٿو جي پلي هندوستان وارا پنهنجي ايڪسپرٽ ڪان تپاسارائين وغيره. مزيدار ڳالھ اها جو چون ته چانڊيه جو لفظ ته ڊڪشنريءَ ۾ تو ڪونه ڏيکاريو، مون چيو ته پنجاب ۾ سيال آهن جن جي نالي جهنگ سال ۽ سيال ڪوٽ آهي؛ اهي لفظ پلا اوهان پنجابي يا اردو ڊڪشنري ۾ ڏيکاريو؟ اهڙن حاڪمن سان ڪم اٿم.* ابوالحسن جي سنڌي ۽ هاڻوڪي سنڌيءَ ۾ تفاوت نه سمجهي سگهن! اسان جا پراڻا دستاويز سڀ ابوالحسن جي سنڌيءَ ۾ آهن ۽ هندسه به عربيءَ ۾ رکيل آهن. خير هاڻي اچي جوڳ پوري ڪئي اٿم اوهان دوستن جي دعا سان ڪيترن هنڌن تي ائين وڪيل چيو ته اسين هن طرح ٿا چاهون مگر مسٽر چنه ائين قبول نه ٿو ڪري، ان ڪري ان جي چوڻ موجب هن طرح درستي ٿي ڪرائي وجي وغيره.
بلوچستان جي صلح جو بڌي ڏاڍي خوشي ٿي. اوهان جيڪا راءِ زباني وڏيڪ ڪئي سا برابر ٿي لڳي. بس جي ڪو بيو رولو نه ٿيو ته اميد ته دوستن جي دعا سان ڪم چڱيءَ طرح نباهجي ايندو ڪيس پوري ٿيڻ بعد اچي زيارت ڪبي اگرچه گهڻي ڪم ۾ رڌل هوندا. سلام سڀني دوستن کي، مير صاحب جو بڌي ڏاڍو ارمان ٿيو.
- عبدالله چنه

محترم رئيس علي محمد خان لغاري
ڳوٺ جعفر خان لغاري (22 محرم 1363 ھ)
بخدمت جناب ميان نبي بخش،
بعد خيريت و شوق ملاقات جي عرض ته هن طرف ڪلي خيريت آهي ۽ خير عافيت اوهانجي طرف جي هميشه درگاهه الاهي مان گهرندڙ آهيان.....
درياھ جهوني بابت توهان جو بار بار تاڪيد آهي پر مونکي اڄ تائين ڪابه ثابتي جهڙي خاطري نٿي ملي؛ فقط مرزا بيگ جو چوڻ آهي ته ميان حاجي شير بيگ ٻڌائيندو هو ته وڏن کان ٻڌندا هئاسون ته ميتلن جي ڏاکڻي ڳوٺ لڳ هڪ مقام آهي ان مقام وٽان پراڻي درياھ جو پٽڻ هو جنهن جو پاڻي شهلي نالي ملاح هو. هاڻي انهيءَ چوڻ مان ثابت آهي ته ميتلن کان ڏکڻ لڳو لڳ بيو ڪنپ درياھ سان مليو. ان وقت دلور واري برهمڻ آباد وڏي درياھ کان اتر ۽ ميتلن واري ڪنپ کان ڏکڻ هجي.*
بيو ملڪ ۾ خير آهي باقي ڀهراڙين وارا ويڻل ماڻهو سرڪار سڀ نڪتل ڳوٺن ۾ ورهايا آهن، جيئن بچي ۽ محمد وارا ماڇي به لڏي ٿيڙ آڻي ڪنيرن واري جاءِ ۾ چڏيا

اٿن ۽ ڪچ گهرن جو نمونو به ڏاهيو اٿن پر اڄان ويٺل اصلوڪي گهرن ۾ آهن، ۽ سرانڊ وارا خاصخيلي سپ صوپي راڄڙ واري پڊ ۾ لڏي ويٺا آهن ۽ ڳاڳومل به ميرپور ڏانهن ويل آهي ۽ پڊ جي ڪٽت لاءِ شايد پيو ٻوڙي ٻڪي. اوهانجي خطن جا جواب به بروقت اوهانکي نه مليا آهن، منهنجي سستي ڪري، ان لاءِ به معافي طلب آهيان.

- علي محمد

محترم پير علي محمد راشدي

ايمبسي آف پاڪستان، منيلا (1958 – 5 – 12)

مڪرمي محترمي ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم: مهراڻ جي تازه پرچي ۾ مولانا عبدالله لغاري متعلق اوهانجو مضمون پڙهيم. اوهان وڏي خدمت ڪئي آهي، جو ان بزرگ بنسبت ايترو احوال گڏ ڪيو اٿو. اوهان جي مضمون ذريعي ئي معلوم ٿيو اٿم ته مولانا اڃا تائين حيات آهي، ڪيتري عرصي کان مون کي سندس خبر ڪانه هئي. هينئر منهنجو عرض آهي ته بنا ڪنهن به وقت وڃائڻ جي سندن هڪ فوٽو ڪڍرائي وٺو. زندگي تي اعتبار ڪونه آهي. اهو موقعه نه وڃائجو، ٿي سگهي ته هڪ ڪاپي مون کي به عنايت ڪجو. اوهانجي مضمون ۾ ريشمي رومال واري خط جو به ذڪر آهي. جنگ آزادي جي تاريخ ۾ ان سازش کي وڏي اهميت حاصل آهي. اڃان تائين ڪي ماڻهو زنده آهن جن پاڻ ان ۾ حصو ورتو ۽ جن وٽان سمورو احوال وٺي سگهجي ٿو. خدا واسطي اهو احوال اوهان گڏ ڪيو ۽ ڪتابي صورت ۾ آڻيو. شيخ عبدالمجيد صاحب وٽ وڏو خزانو آهي معلومات جو، هٿان نه وڃائجو. رات ڏينهن سمجهي پاڻ به ساڻس چنبڙ ائي به اهو احوال وٺي پاڻ وٽ قلمبند ڪندا.

* لنڊن ۾ دل جي تڪليف، ۽ پوءِ آپريشن ڏانهن اشارو.

* خط ۽ سوانح جو انتظار باقي رهيو. محمد عمر مرحوم وڏو گائينڊڙ گويو هو، ۽ پڻ خوش رو ۽ خوش پوشاڪ ۽ فهم فضيلت وارو. نبي بخش.

* مشهور شاعر (فارسيءَ ۾ سندس ديوان) بهاء الدين ”بهائي“ پتافي جو فرزند، پاڻ به شاعر ۽ اديب، منهنجي ساڻس نيازمندي هئي – نبي بخش.

* هر ڪچهريءَ ۾ عبدالحڪيم ٻينن (الغوزي) تي واه جا لئي بيهاري. مون سندس ۽ ٻين جو هر موقعي تي قدر ڪيو. نبي بخش.

* يعني پنهنجي حاڪمن سان، جيڪي پنهنجي ماهر (مسٽر چنه) تي پورو ويساهه نه پيا ڪن! – نبي بخش.
* رئيس علي محمد خان راقم جو مربي عزيز، وڏي عمر جو، ۽ وڏي سمجهه وارو هو. عرب اسلامي دور ۾ درياءَ ٻه شاخون ٿي شهر منصوره جي ٻنهي پاسن کان وهندو هو. آءٌ انهن وهڪرن بابت تحقيق ڪري رهيو هوس، جنهن ۾ رئيس صاحب سان صلاح ڪندو هوس. هن خط ۾ بيان جي شاهديءَ مان انهن وهڪرن جي تصديق ٿئي ٿي. نبي بخش

شيخ عبدالرحيم جو پڻ مولانا عبدالله واري مضمون ۾ ٿيل آهي. شيخ صاحب هڪ وڏو انقلابي ماڻهو ٿي گذريو آهي، جنهن جي ڪوشش سان پهرين مرتبه حيدرآباد ۾ هندن جو زور ٽٽو. وڏا ڪيس هليا هوا، جن جو احوال پڻ شيخ عبدالمجيد صاحب وٽان ملي سگهندو. آزاديءَ جي تحريڪ ۾ شيخن جي ان خاندان جو وڏو حصه ورتل آهي. وڏي بدقسمتي ٿيندي، جيڪڏهن هن آخري وقت تي به ان تاريخي معلومات کي قلمبند يا محفوظ نه ڪيو ويو. مون کي ته اوهانجي وجود ۾ وڏا آسرا آهن. الله تعاليٰ اوهان کي عمر دراز بخشي، وڏيون خدمتون ڪري رهيا آهيو. مولانا عبدالله جي فوٽن حاصل ڪرڻ ۾ خدارا دير نه ڪندا.* حضرت علامه قاضي صاحب کان منهنجي پاران دعا طلبي ڪندا ته احسان ٿيندو.
- علي محمد راشدي

محترم ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽو
بهاء الدين ڪاليج جهوناڳڙهه (1941 – 12 – 14)
اخي العزيز نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، ”جران العود النميري“ بابت وڏو احسان ٿيندو، جيڪڏهن توهان پروفيسر عبدالعزيز الميمني صاحب کان ان جي باري ۾ پڇي ڏيندا ته ڇا علامه تبريزي، شارح حماسه جي هي عبارت صحيح آهي ته ”کان اسمه عامر بن الحارث و لقبه جران العود، و هو شاعر نميري جاهلي“ – جي ها، ته شعراء جاهلي مان هن جا مهاجرين ڪهڙا ٿي سگهن ٿا؟
ادا سائين، هن وقت ايتري به فرصت نه آهي جو اطمينان سان ويهي دوست دلدادن سان ڪتابت ۾ ڪچهري ڪجي؟ خيال هوم ته پگل ٽٽل عربي ۾ توهانکي پنهنجي حالت کان واقف ڪريان. پر معري جي لزومات سان گذشته هفتي کان انڪري ڪلاڪ ڏيڍ بچائي ڪنهن پيرا ۾ عربي ۾ ڪجھ لکي سگهان. سو نٿو ٿي سگهي. خاص ڪري توهان صاحبن جي (عربي) خط جي جواب لاءِ ڪيترو وقت کپندو؟ توهانکي ابن هاني، بابت جو اسماعيلي پروپيگنڊسٽ آهي، ڪهڙي نموني جي معلومات گهرجي. شعر جي خصوصيات کي ڇالاءِ ٿا گهرائيو؟ توهان صاحب لکندا ته انشاء الله العزيز موڪلن ۾ حڪم جي تعميل ڪندس.

- اخوڪم عبدالواحد
محترم عبدالواحد سنڌي
نئين زندگي رسالو ڪراچي (1972 – 9 – 18)
محترم المقام ڊاڪٽر صاحب دام عنايته،
السلام عليڪم، توهان جو گرامي نامو مليو. توهان جي يادگيريءَ جو شڪريو.
”نئين زندگي“ جي شروعاتي زماني ۾ هن بنده جي توهان رهبريءَ فرمائي هئي. اميد آهي ته ٻئي دور ۾ به توهان جي رهنمائي ئي اسان لاءِ هدايت بڻجندي ۽ هي ادبي مخزن عوام ۾ مقبول عام ٿي سنڌي ادب جي خدمت ڪندو. ڪيڏي نه اسان جي همت افزائي ٿيندي! جيڪڏهن ڪو اڻ ڇپيل پنهنجو ادبي شهپارو موڪلي اداري جي سرپرستي فرمائيندا.
- عبدالواحد سنڌي
....2....
* مورخ 1975 – 10 – 24
حضرت محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم، توهان کي هن ڳالھ جي ڄاڻ هوندي ته راقم الحروف هڪ سال کان اداريه نئين زندگي ۾ دوباره ڪنٽريڪٽ بنياد تي ڪم ڪري رهيو آهي، هن وقت نئين زندگي فقط ٻه هزار ڇپجي رهيو آهي. بهر صورت ڪوشش ان ڳالھ جي ٿي رهي آهي ته هن رسالي کي وري ساڳي اوج تي رسائجي. گذريل ڇئن پنجن ورهين ۾ ڪيترين برگزيده هستين جدائي جو داغ ڏيئي هليون ويون آهن، جن جي ياد ۾ ڪجھ به شايع نه ٿيو آهي.
جيئن ته مرحوم مغفور مخدوم امير احمد صاحب، مولانا دين محمد فيروز شاهي ۽ ٻيا ڪيترا سنڌ جا باڪمال بزرگ گذاري ويا آهن، ان ڏس ۾ توهان پنهنجي ڪنهن دوست کي آماده ڪندا ته انهن بزرگن جون ڪجھ يادون قلمبند ڪري، نئين زندگي ڏانهن موڪلي ڏين ته ادارو ان ادبي تعاون لاءِ ٿورائتو رهندو ۽ معاوضو پڻ پيش ڪندو.
- عبدالواحد سنڌي
محترم عبدالمجيد (ميمڻ) سنڌي
لاڙڪاڻو (16 جون 1977)
محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته،

عرض ته اوهان جو نوازش نامو موصول ٿيو، ياد فرمائي ۽ همت افزائي لاءِ لک لائق. اوهان جنهن خلوص ۽ محبت مان هن خط ۾ منهنجي ڪتاب ”ڪريم جو ڪلام“ تي رايو لکيو آهي، ان جي شڪريه بجا آڻڻ لاءِ مون کي لفظ ئي نه ٿا ملن. اوهان جو هي رايو منهنجي لاءِ قيمتي سرمايو آهي، ۽ ساهه ۾ سانڍڻ جهڙو آهي.
هڪ ٻيو ڪتاب به موڪلي رهيو آهيان. هن ڪتاب تي اوهان جي زماني ۾، اوهان جي ئي مهربانيءَ سان سنڌالاجيءَ جو ادبي انعام مليو هو. ڪتاب جو هي ٽيون ڇاپو آهي، پر هن ۾ سڌارا واڌارا ڪيل ڪونهن. نوازش فرمائي هن کي نظر مان ڪڍي ڪوتاهين کان واقف ڪندا، ته چوٿين ڇاپي ۾ اوهان جي هدايتن موجب سڌارا ۽ واڌارا ڪندس، اردو ۾ لکيل ادبي تاريخ هن ڪتاب کان مختلف آهي، ۽ وڌيڪ مفصل آهي. اهو ڪتاب اوهان جي نظر مان نڪتل آهي، ۽ اوهان جي هدايتن موجب ان ۾ سڌارا ڪيا ويا هئا. اهو ڪتاب اوهان ڇپائڻ به شروع ڪيو هو پر اوهان جي (اسلام آباد) وڃڻ کانپوءِ ڇپائي روڪي وئي. هينئر ڪتاب ڇڻ قيد آهي. نه سنڌالاجي ڇپائي ظاهر ڪندي، ۽ نه مان ئي ڪٿان ٻي هنڌان ڇپائي سگهان ٿو. ڇڻ محنت ئي اڪارتي وئي. خير، افسوس ڪونهي. ڪيترن ئي باڪمال اديبن ۽ مورخن جون ضخيم تصنيفون زماني جي لاهن چاڙهن جي لوڏن ۾ ضايع ٿي ويون آهن. منهنجي هيءَ ٿورڙي محنت به جيڪڏهن حق ۽ سچ چوڻ جي سزا ۾ قيد قابو ٿي وئي، ته وڏي ڳالهه ڪانهي. اميد ته خيريت سان هوندا.
- عبدالمجيد
....2....
* مورخ 1 سيپٽمبر 1990ع، لاڙڪاڻه
محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
اسلام عليڪم: اهو ڏاڍي خوشي ٿي ته اوهان کي ”سنڌي لئنگويج اٿارٽي“ جو سربراهه مقرر ڪيو ويو آهي. اهو نهايت صحيح فيصلو آهي ۽ اميد ته اوهان جي محنت ۽ ڪوشش سبب هي نئون ادارو سنڌي زبان جي وڏي خدمت ڪندو، ۽ اهو مقصد حاصل ٿي سگهندو، جنهن لاءِ هي ادارو قائم ڪيو ويو آهي.
اوهان جي ”شاهه جو رسالو، جلد پهريون“. تبصرو لکيو اٿم. هن گڏ ان جي ڪاپي موڪليان ٿو. هڪ ڪاپي سه ماهي مهراڻ ڏانهن به موڪلي اٿم. اميد ته هر طرح خيريت سان هوندا. وڌيڪ خير. نيازمند.
- عبدالمجيد

محترم سگهڙ عبدالرحمان مهيسر
خيرپور (1990 – 11 – 17)
سائين قبلا سائين جو دائم اقباله،
السلام عليڪم! عرض ته پروگرام هن ريت بيهي سگهي ٿو. قائم فقير کان پوءِ رات هلي ٿوهر فقير سان ڪچهري ڪجي ۽ صبح اڳتي کِيراهُو وارو پاسو جيڪو قائم فقير اڳ ۾ ڏيکاريو هو. قائم فقير چوي ٿو ته فقير پير بخش واري پاسي سواءِ پير بخش جي ڪونه هلي سگهبو. باقي ننڍا ڊرنءَ ته هلي ڏسنداسون ۽ ادا کي چڱو ملڪ گهمائينداسون. باقي فقير پير بخش چيو ته في الحال آئون به مهينا واندو ڪونه آهيان، جو پير سائين جن جو ڪم ڪيٽي ۾ آهي ۽ مون کان سواءِ وڃجو به نه، ڪوبه ماڻهو سونهون ڪونه ٿيندو ۽ اوهانکي تڪليف ايندي. باقي فقير الياس وارو پروگرام رکو يا ٿوهر فقير وارو ته پلي حڪم ڪيو. سائين ضياء الدين شاهه چيو ته پانهڻ صاحب آفيسر آهي ۽ انهيءَ کي سرڪاري گاڏيون وغيره آهن. اهو به چوي ٿو ته جلدي هلو ته منهنجي بدلي نه ٿي وڃي. فقير الياس به نئون ملڪ ۽ پٽون ڏيکاريندو ماڻهو به نوان ملائيندو. جيڪو پروگرام بيهي سگهي ته لکي موڪليندا. فقط اوهانجي حڪم جو انتظار آهي. دعا ۾ ياد فرمائجو.
– عبدالرحمان مهيسر
....2....
* مورخ 15 مارچ 1989 خيرپورميرس
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته،
حضور انور، تاريخ 89 – 3 – 13 جو لکيل عنايت نامو عطا ٿيو. آءٌ صبحاڻي تائين بوزدار صاحب سان وڃي ملندس ۽ ڪيس گذارش ڪندس. قبلا سائين انهيءَ نياز نامي کان اڳ ۾ سکيل فقير ميتلي (تعلقه خيرپور) جون پنج ڪافيون عرض رکيون هيم، انهن جي ڪا خبر ڪانه ملي آهي ته الائي پهتيون يا نه، سکيو فقير مائي گُجر تي عاشق هو ۽ پوءِ فقيري اختيار ڪري هڪ جاءِ ويهي رهيو. چاليهه سال اڳ ۾ وفات ڪري ويو.
قبلا سائين، پارسي جو شاعر مزار خان مري ويڻل ڳوٺ ٽنڊه مستي تعلقه خيرپور جو هو، انهيءَ لاءِ وڏيڪ ڳولا جاري آهي، ۽ الهيار خان مري ٽنڊه نظر علي تعلقه خيرپور جو هو ۽ سٺو شاعر ٿي گذريو آهي، سندس هڪ ڪافي استاد منظور علي خان به ڳائي آهي، انهيءَ جون ڪافيون نه آيون هجن ته هٿ ڪجن 30 سال اڳ وفات ڪري ويو. اميد ته رب ڪريم جي فضل سان طبيعت ٺيڪ ٺاڪ هوندي. آمين.

-عبدالرحمان مهيسر

....3....

* 4 – جون 1990 درگاھ فقير ميانداد

قبلا بابا سائين،

السلام عليڪم، ورحمت الله و برڪاته،

عرض ته سائين جن جو شفقت نامو عطا ٿيو، تنوير عباسي جو احوال به معلوم ٿيو. تنوير ڪيئن به هجي پر اوهان جي لاءِ وٽس عزت آهي.

قبلا سائين، فقير سائين جي اسڪول جو ڪم شروع ٿيو آهي، ڪاٺي وغيره ڪٽائي آهي پلاٽ جيڪو اڳ ۾ مليو هو، اهو ڪونه مليو. هينئر پنهنجي جاءِ جي پويان اتر ۾ ڪيو آهي. اها جڳهه فقير سائين جي لوڙهي ۾ آهي، جيڪا مجاور جي حيثيت ۾ سچل فقير لکي ڏني آهي ۽ انهيءَ جاءِ تي ڪجيون هونديون هيون. هينئر سچل سڀ سڇيون پيو ڪري ته اسان زمين سان ملائي ڇڏي هئي ته آبادي ٿئي پر هئي فقير سائين جي. ٻين ماڻهن به شاهديون ڏنيون ته برابر فقير سائين جون ڪجيون 5 – 6 سال اڳ ۾ بيٺيون هيون.

ڊاڪٽر عباس گهمري کي ڳالھ ڪيم ته تمام وڏي محبت سان چيائين ته مون وٽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن رات جو پروگرام ڏين. تمام موسم ٺيڪ آهي ۽ نوان ماڻهو ملائيندس ۽ ڪتاب به ڏيڪاريندس. پر چيو اٿس ته ڪجھ ڏينهن اڳ ۾ ٻڌايو ته آءٌ ماڻهو چوندي ڪي هٿ ڪيان، جيئن ڊاڪٽر صاحب جن خوش ٿي وڃن.

رب ڪريم جي فضل و ڪرم سان حيدرآباد جون حالتون ٺيڪ ٿي وينديون. فقير سائين جي درگاھ تي به دعائون گهرندو آهيان، رب ڪريم اوهانکي خاندان سميت پناھ ۾ رکي. سائين ڊاڪٽر محمد شريف به لطيف آباد ۾ رهي ٿو. رب کيس سلامت رکي آمين. حاجي علي محمد خان سائين کي به سلام عرض. دعا ۾ ياد فرمائيندا رهندا ته نوازش.

- عبدالرحمان مهيسر

....4....

* مورخ 4 نومبر 1990ع ڳوٺ رفيق مهيسر

سائين قبلا سائين جو دائم اقباله،

السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته،

قبلا سائين! تمام ڏک ۽ دلي مايوسي سان لکڻو پوي ٿو ته سائين جن جو پيارو دوست مرحوم الحاج مير شاهنواز خان شاهلياڻي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري، دارالبقا

ڏانهن راهي ٿي ويو. انالله وانا اليہ راجعون. سائين جن جي ڪري اسان تي ايڏي شفقت ڪندو هو، جيڪا حياتي ڀر ڪانه وسرندي.
ٻيو ته وزيراعظم تعليم ميڊم محترم حميده صاحبه جيڪو فقير سائين جو اسڪول منظور ڪيو آهي انهيءَ ليٽر جي خبر وري سيڪريٽري پلاننگ وٽان پوندي ته ڪاغذ ڪٿي پهتا يا فقط رکي ڇڏيائون. جيڪي جڳهيون ڄام صادق علي منظور ڪيون آهن انهن جا ڪاغذ هر ضلعي ۾ پهچي ويا آهن. – عبدالرحمان مهيسر
.....5.....
* مورخ 29 آگسٽ 1990ع ڳوٺ رفيق مهيسر
قبلا سائين جو دائم اقباله،
السلام عليڪم! ورحمت الله و برڪاته،
قبلا سائين، اڄ سنڌي اخبار روزانه ڪاوش حيدرآباد ۽ ٻئي اخبار عوامي آواز ڪراچي، تنهن کانسواءِ ريڊيو خيرپور شام جو ساڍي ڇهين بجي خبر ڏني ڇڏي آهي ته نئين وزيراعليٰ ڄام صادق علي فوري طور اعلان ڪيو آهي ته سنڌي ٻولي اٿارٽي قائم ڪئي وئي ۽ اٿارٽي جو چيئرمين سربراه ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هوندو ۽ ميمبر بعد ۾ کنيا ويندا.
تمغه ڪمال واري ڳالهه هتي به اخبارن ۾ آئي آهي جنهن ۾ انعام 10 هزار روپيه به لکيل آهي. اڄ ايتري خوشي ٿي آهي ڇڻ ته سنڌ بادشاهين جي واڳ اسان وٽ آهي. شاه پٺائي رحمت الله جي ادبي ڪانفرنس ۾ به اوهان جي صدارت رکڻ گورنمينٽ جو ناموس آهي.....
- عبدالرحمان مهيسر
....6....
* مورخ 12 سيپٽمبر 2004ع ڳوٺ رفيق مهيسر
منهنجا سائين،
السلام عليڪم و رحمت الله وبرڪاته،
ڪالهه واري ڪمپيوٽر واري ڏانهن وڃڻ ٿيو، پوءِ اتان گهڻو اڳ ۾ سائين جن حڪم فرمايو هو ته، ناز هاءِ اسڪول خيرپور رياست جي زماني ۾ ڪڏهن قائم ٿيو. جنهن جو ڪنهن ڪتاب ۾ ذڪر ڪرڻ ضروري آهي. ڇاڪاڻ ته مير صاحبن جو تعليم طرف گهڻو توجه هو، ته جيئن غريبن جا ٻارڙا علم جي دولت سان مالامال ٿين ۽ رياست خيرپور جو نالو تعليم ۾ وڌيڪ روشن ٿئي.
تفصيل هيٺ ڏجي ٿو:

1904ع ۾ انگلش مڊل اسڪول پراڻي فوجداري خيرپور ۾ مير علي نواز خان ٽالپور والي رياست کولرايو، تنهن وقت سردار محمد ابراهيم اسٽيٽ جو منسٽر هو ۽ پهريون هيڊ ماستر اسڪول جو غلام علي نانا هو. 1915ع ۾ مير علي نواز خان ٽالپور، ناز هاءِ اسڪول جي نالي سان ٽريننگ ڪاليج فارمين خيرپور ۾ منظور ڪري کولرايو. 1923ع ۾ موجوده ناز پائلٽ هاءِ اسڪول خيرپور ۾ قائم، ۽ پهريون هيڊ ماستر عبدالمجيد دريشاڻي مقرر ٿيو. هز هائنس مير علي نواز خان ٽالپور خود اسٽيٽ خيرپور جو حڪمران هو، هاءِ اسڪول لاءِ 40 ايڪڙ زرعي زمين به حوالي ڪيائين جيڪا اڄ تائين آباديءَ هيٺ آهي ۽ انهيءَ زمين جي پيدائش اسڪول جي خرچ ڪئي وڃي ٿي.
1923ع ۾ غريبن شاگردن لاءِ 50 – 60 ڪمرن تي هاءِ اسڪول لاءِ ڪرنل شاهه هاسٽل جوڙايائين ۽ غريب ٻهراڙيءَ جي شاگردن کي کاڌي خوراڪ ۽ رهائش جو مفت انتظام ڪرايائين، جنهن مان هزارين شاگرد رياست خيرپور جا فيضياب ٿي وڏن وڏن عهدن تي وڃي پهتا ۽ ڪيترائي وڪيل وڃي ٿيا. هاسٽل ۾ رهندڙ شاگردن جو خرچ اسٽيٽ خيرپور طرفان بجيٽ منظور ٿيل هئي ۽ اڄان به آهي. دعائن ۾ ياد ڪرڻ فرمائيندا.
- عبدالرحمان مهيسر
....7....
* مورخ 20 سيپٽمبر 2004ع ڪنگري
قبلا سائين جو دائم اقباله،
السلام عليڪم! و رحمت الله و برڪاته،
سائين منهنجا اڄ مختيارڪار تعلقه ڪنگري جي آفيس مان ميرن ٽالپورن بابت ڪجهه معلومات ملي آهي. سا عرض رکجي ٿي.
مير علي نواز خان ٽالپور والي رياست مدرسه نيڙهي تعلقه خيرپور ۾ جڏهن ويو هو ته گرانٽ ماهوار 1000 هزار روپيه ۽ 152 ايڪڙ زرعي زمين ديهه موهل تعلقه خيرپور حال ڪنگري ۾ تعليم جي واڌاري لاءِ في ايڪڙ هڪ روپيو جي حساب سان ليز تي ڏنائين ته جيئن غريب ٻارڙا تعليمي زيور سان مالامال ٿي رياست جي خدمت ڪري سگهن.
سلطان المدارس خيرپور شهر ۾ (شيعن جو مدرسو) آهي ان لاءِ به 152 ايڪڙ زرعي زمين ديهه موهل تعلقه خيرپور حال ڪنگري ۾ ڏنائين ۽ لکي ڏنائين ته تعليم جي مدرسن کان سواءِ زمين جي پيدائش ٻي ڪنهن به ڪم ۾ نه آندي ويندي.

مسٽر ايم ايچ خان ڪائونسل سيڪريٽري اسٽيٽ خيرپور تاريخ 1955 – 3 – 6 ۾ مدرسه نيڙهي کي، ۽ سلطان المدارس خيرپور شهر واري مدرسي کي تاريخ 6 . 4 . 1955 ۾ رجسٽرڊ ڪري ڏني، جيڪا اڄ تائين بنهي مدرسن جي حوالي آهي. ڪائونسل ۾ اسٽيٽ خيرپور جا وزير ۽ وزيراعليٰ هوندا هئا، جيڪڏهن انهن کان ڳالھ نه ٿهندي هئي ته پوءِ هزائنس والي رياست خيرپور ڏانهن رپورٽ موڪليندا هئا، اڄ مان خود انڪم ٽيڪس جا ليٽر مختيارڪار جي آفيس ۾ ڏنا ته ٽيڪس پيا ريو. اهي هيون ميرن صاحبن جون پنهنجي رياست خيرپور اسٽيٽ لاءِ تعليمي خدمتون ته جيئن غريبن جا ٻار علم پرائي سگهن. ڀهراڙي جي ڳوٺن ۾ گرانٽي مدرسه منظور ڪيائون جن کي 25 روپيه ماهوار جي حساب سان سال ۾ گڏي 252 روپيه ڏيندا هئا ۽ اهي مسجدن ۾ ٻارن کي فقط قرآن پاڪ جي تعليم ڏيندا هئا. 5 – 6 سال کن ٿيا آهن جو سنڌ گورنمينٽ اهي مدرسه مسجدن وارا بند ڪري ڇڏيا آهن. وڌيڪ خدا پاڪ ئي بهتر ڄاڻي ٿو، نياز قبول پون.

- عبدالرحمان مهيسر

---

[*](#) فوٽو موجود هو، ۽ راشدي صاحب کي موڪليو ويو. نبي بخش.

محترم مير علي احمد خان ٽالپور

ڪراچي (1971 – 7 – 4)

محترمي مڪرمي ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم اما بعد!

حضرت مولانا مرحوم احمد ملاح جن جي ورسي 19 تاريخ جولاءِ جي آهي، مون سنگت کي اڳواٽ اوهان لاءِ چيو هو ان اميد تي ته اوهان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو قدرشناس ٿي سگهي ٿو. محترم ميان محمد صديق ملاح تمام صالح نوجوان آهي ۽ علم سان اشتياق پڻ اٿس. اميد ته اوهان هن ۾ شموليت ڪندا، هن موقع کي بلڪل غير سياسي رکيو ويندو ۽ اوهان جنهن طرح جي به پاليسي مقرر ڪري ڏيندا، ان تي سختي سان عمل ڪبو. والسلام. - علي احمد ٽالپور

....2....

* مورخ 24 سيپٽمبر 1971ع، ڪراچي

پيارا ڊاڪٽر صاحب، سدائين خيريت سان هجو. السلام عليڪم اما بعد! نياز نامي جو آٽيندڙ پانومل ٽڙ جي تمام مسڪين ۽ بيڪس قوم منجهان آهي ۽ ٻي عقلي ڪري پڙهي به پيو آهي، ان اميد ته مونکي به سوسائٽي ۾ ڪا مناسب جگھ ملي. آئون شڪر

گذار ٿيندس جي هن غريب کي روزگار سان لڳائيندا. ڪافي عرصي کان ملاقات ڪانه ٿي آهي. حيدرآباد ۾ منهنجو به اچڻ گهٽ ٿئي ٿو، گذشته پنجن مهينن ۾ شايد ٿي ڏينهن به مشڪل رهيو هوندس، عجب آهي! اوهان جو ڪراچي ۾ اچڻ ٿئي ته زيارت ڪرائيندا. - علي احمد ٽالپور

....3....

* مورخ 21 ڊسمبر 1971ع، مائونٽ رايل هوٽل، لنڊن

پيارا ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

السلام عليڪم اما بعد! نوازش نامو اچ مليو. آئون پهرين پورٽمين هوٽل ۾ هوئس ان کان پوءِ پراڻو اڏو يعني Startford Court جنهن ۾ 1955ع ۾ پنج مهينا رهيو هئس، 17 – 12 – 1 کان اتي آيس. پر ان ۾ مرمت هلندڙ آهي، ۽ سياٽي کان ان کي بند ڪري رهيا آهيون. انڪري 71 – 12 – 20 کان هن هوٽل ۾ آيو آهيان ۽ هي سيني کان بهتر آهي. خدا ڄاڻي اوهان ائين ڇو سمجهيو ته آئون اوهان کي وساري ڇڏيندس؟ ڳالهه هي آهي ته هر ڪنهن انسان سان ان جي دانائي مطابق ڳالهه ڪرڻ کپي ان لاءِ حضور جن به فرمايو آهي ۽ شعر به آهي ته:

هن کجي عيب مگر حسن هي ابرو ڪي لئي،

تيرگي بدهي مگر نيڪ هي گيسو ڪي لئي،

سرسه زيبا هي فقط نرگس ڪي لئي،

زيب هي خال سيه چهره گلرو ڪي لئي،

-

و آن ڪس ڪه فصاحت به ڪلام دارد،

هر سخن موقعه ه نڪته مقام داد.

اوهان کي ڳالهه اها ته ڪانه ڀڏائبي جيڪا عام فهم آهي. پوءِ ڀڏائڻ جو ڪهڙو لطف!! ڊاڪٽر صاحب انسان هڪ ته اڳين بزرگن جو چوڻ موجب هرڪو پنهنجي قسمت ڪٽيو ٿو اچي، يعني افتاد طبع ڪٽيو ٿو اچي، ۽ پوءِ ان موجب زندگي پر عمل پيرا رهي ٿو، هان تازه تحقيق موجب هر انسان ماءَ جي پيٽ ۾ جنهن اجراء حمل مان بنجي ٿو، جنهن کي سندن زبان ۾ D.N.A چون ٿا ۽ ان خاص جزي کي Molicule چون ٿا. اهو وجود ۾ پهرين ڏينهن اچڻ سان ٻار جي سڄي مزار کي مقرر ڪري ٿو، سندس ڪاميابيون ناڪاميون بيماريون سڀ ان تي چون ٿا ته منحصر آهن والله اعلم. بهرحال حضور صلعم جن فرمايو آهي ته مونکي جيڪڏهن چئو ته هي جبل جيڪو سامهون بيٺو آهي، پنهنجي جاءِ تان هٽي ويو آهي ته آئون

مجيندس پر جيڪڏهن مونکي چئو ته فلاڻي ماڻهو پنهنجي طبع بدلائي ڇڏي آهي ته آئون ڪڏهن ڪون مجيندس.
انڪري آئون پنهنجي طبع کان مجبور آهيان، اوهان وڏيري ذڪريي مرحوم جو ذڪر ڪيو آهي، مونکي بلڪل ياد آهي. چون ٿا ته هڪ دفعي شاهه پٺائي عليه رحمت جي ميلي تي سجاده نشين وٽ دعوت هئي، امير خاندان ويٺا هوا، پير سائين نوڪر کي سڏ ڪيو ته: او ڪيرَ! ڪيرَ! هن جواب ڪونه ڏنو. جڏهن نالو وٺي کيس ڪير سڏيائين ته هن هڪدم چيو ته حاضر سائين. ان تي پير صاحب چيس ته مون توکي هيترا دفعا سڏ ڪيا تو جواب چو ڪونه ڏنو؟ هن عرض ڪيو ته سرڪار بنگلو سڄو ڪيرن سان پريو پيو آهي، مونکي کهڙي خبر ته اوهان ڪنهن کي ٿا سڏيو؟ اوهان جڏهن منهنجي نالي سان سڏيو ته مون هڪدم جواب ڏنو. سو ڊاڪٽر صاحب جڏهن سڄو بنگلو انهن سان پريل هجي ته ٻڌايو ته آئون يا اوهان ڇا ٿا ڪري سگهون؟ ها البته ان ۾ فقير جو رستو اهو آهي ته جيڪي ڪڇ ڪجي وڏي پيمانه تي ڪجي، هر ڪاءِ شيءَ انتخاب هجي جنهن جو ڪو مقابلو نه هجي، جنهن جي اڳيان پيا ماند هجن.
ها مگر پاڻ کي ڪنهن ٻئي جي مسلڪ تي نه هلائڻ کپي. اوهان ”هرڻين“ لاءِ فرمايو آهي. عرض آهي ته فقيرن جو سلسلو اتي به نرالو آهي، گوشت جا خريدار سڄي عمر ڪونه رهيا آهيون، هاڻ ڪيئن ٿو ٿي سگهجي! خود جيڪي متوقع هو ائين ٿي ٿيو تڏهن به ذهن کي تڪليف تمام گهڻي پهتي آهي ۽ خاص ڪري جڏهن ماڻهو پنهنجي ملڪ کان ٻاهر آهي ته وڌيڪ ذهن گران بار رهي ٿو. مون اوهان کي خط لکيو ۽ اچڻ شرط اچي لکيو ۽ پهرين توهان کي لکيو افسوس جو اچڻ وقت ملاقات ڪانه ٿي سگهي نه ته وڌيڪ تفصيل سان سمجهائي سگهان ها. جيڪي گڏ هوا انهن کي معلوم آهي ته ذرو برابر به فرق ڪونه ٿيو. دراصل ڳالهه تعلي ۾ داخل ٿئي پر تڏهن به ڪڏهن تعلي ڪرڻي پوي ٿي.
قلندر هرچ گويد ديده گويد
باقي جيڪي ڦدوليون پيا ڪن تن جي ڳڻتي نه ڪريو، ائين ويچارن جو مولانا رومي جي فرمائڻ موجب ته:
مرد ميراثي چه داند قدر مال
ورثه ۾ مليل مال جو قدر وارثن کي اصل ڪونه هوندو آهي. خدا گهريو اهي ته فقيرن جي هيٺان هوندا. حميده بيگم ۽ سندس ميان مونکي اچي مليا هوا. کين ڪنهن ٻڌايو ته آئون هتي آهيان، سو قاضي صاحب جو فون آيو، ڪو وقت مقرر ڪري

مونکي گهر وٺي ويا عاليشان بنر ڪارايائون ۽ وري هٿ چڙهي ويا. خدا ڪري خيريت سان هجن. خط کي هاڻ بند ٿو ڪريان. وڌيڪ اوهان جون دعائون کپن. والسلام.
- علي احمد ٽالپور
....4....
* مورخ 15 مئي 1972ع، مانچيسٽر، انگلينڊ
محترمي مڪرمي ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم اما بعد! نواز نامه 72 – 5 – 9 جو لکيل ٻه ڏينهن ٿيا ته محترم حليم صاحب ۽ سندس بيگم صاحبه هٿان سندن ئي گهر تي مليو. خدا کين خوش رکي. سچو ڏينهن ماني ٻه ڪارايائون ۽ سير ٻه خوب ڪرايائون. آئون پاڻيان ٿو پاڻ هڪ ئي وقت تي هڪ ٻئي کي خط لکيا آهن يا شايد مون هڪ ٻه ڏينهن بعد ۾ لکيو آهي، تاريخ مونکي پڪي ياد ڪانه آهي، پر اميد آهي ته خط پهچي ويو هوندو.
نورچشم مير رسول بخش خان لاءِ اوهان جن تاثرات جو ۽ مشاهدي جو اظهار ڪيو آهي، مون خداپاڪ جو دل سان شڪر ڪيو آهي. مونکي اها ئي موقع آهي ۽ خدا جي ذات ۾ يقين آهي ته مير صاحب وقتي حالتن کان متاثر ڪونه ٿيندو. البتا هر ڪنهن وقت جون انساني ذميواريون مختلف ٿين ٿيون، انڪري ان کي جيڪو نئين ذميوارين هيٺ هجي ان جوابدارين کي محسوس ضرور ڪجي. اوهان شينهن جي پچري جي ڳالهه ڪئي آهي؛ هي شينهن پچري ۾ قابو ڪرڻ جو ڪونه آهي، جٽ ٻه هوندو انشاء الله سيني کان وڌيڪ هوندو. فقيرن جون دعائون ساٿس شامل هونديون ۽ الله پاڪ جي خاص رهنمائي ۽ حفاظت ۾ هوندو. آمين.
مردن کي گرمين سردين جي پرواهه ڪانه هوندي، الله هر وقت ساڳيو هوندو آهي. بس فقط اها دعا ڪريو ته...... صاحب جي شر کان محفوظ رهن ۽ رهو. سجن جو چمڪڻ ۽ گرميون وقتي آهن، ڪبه فڪر نه ڪرڻ کپي پنهنجي ته سچي عمر تاثيرن ۾ گذري آهي.
جي سدا ان ابرئون هي مين رها،
ڪي بسر هم عمر تلوارون ڪي بيچ.
حاڪمن جا تيوَر ۽ سهڻن جا جلال ڏسندي وقت گذريو آهي، انڪري هاڻ ڪنهن ٻه شيءَ جو اثر ڪونه ٿو ٿئي. هن فقير صرف خدا کي مڃيو آهي، انڪري اهي غريب حاڪم ته ضمني پوزيشن ۾ اچن ٿا. حاڪم ڏکيا جلالت ماب لڳن ٿا پر اهي ٻه اسانجي ڪفر تي مهربان ئي رهيا آهن. الله پاڪ کين هر طرح خوش رکي.
ڪمال صبر ملا، صبر آزمانه ملا.

باقي پارٽي وارن کي خدا هدايت ڪندو. ماڻهن جا پار ٿي هلندا نه ته جن ماڻهن 13 ڪروڙ مخلوق جي حاڪمن جي پارٽي کي لوڙهي ڇڏيو سي ڇهن ڪروڙن جي حاڪمن سان به پهچي سگهن ٿا. باقي منهنجي خيال ۾ ته ڪيترا صاحب هڪ شيءَ کان ايتري اميد رکن ٿا جنهن جي گهر جا نه پاڻ حقدار آهن ۽ نه ڏيڻ وارن ۾ ايتري وصيت آهي. باقي اسان تقريرون ڪيون ووٽ ڏنا ورتا: تلوار هلائي ڪنهن به انقلاب ڪونه آندو آهي، جو هاڻ انقلابي ڦري ويا آهن وڏو ظلم ٿي ويو. ووٽن جو ڪاروبار هميشه ناقص هوندو آهي، ان ۾ به ۽ اندران سڀ هڪ جهڙيون ٺڳيون ڪندا آهن. جيڪي دوست گهرن ٿا ته هي خراب آهن انهن کي ان جي مقابلي ۾ بلڪل پنهنجو ڍانچو پيش ڪرڻ کپي، پوءِ ماڻهو ڳالهه ٻڌندا. خير سڪندر دارا جي ڳالهه کي بند ٿو ڪريان چاڪاڻ ته دراصل منهنجو مضمون مهروَ وفا جو مضمون آهي. اسان حاڪمن سان جهڳڙا به انهيءَ مهرو وفا جي سلسله ۾ ڪيا، احباب جون ڪرم فرمايائون بي حساب آهن. دراصل ”موسمِ بهار“ انهن جي لطف و ڪرم جو نالو آهي. ورنه مون ۾ ڇا رکيو آهي؟

روزم به تو فروغ شبم را تو نور ده،

اين کار تست، کارِ مه و آفتاب نيست.

هي فقير ته هميشه بنده انسانيت رهيو آهي ۽ روز به روز سندن لطف، بي پايان جو وڌيڪ قائل ٿيندو وڃان.

هم کو تو دهر مين نه کوئي بي وفا ملا

پٽ ڪڙندا ساوڪون ايندیون محبت جا ملهار جڏهن وسندا تڏهن بقول سنڌ جي ڪامل جي ته:

وري وڏي وس جون ڪيون ڳالهيون ڳنوارن

انشاء الله ڳنوار ڳالهيون ڪندا ته ملڪ وٺو آهي، سائو ٿيو آهي، چاڪاڻ ته قدرت هر وقت متحرڪ آهي، اها پنهنجو ڪم بند ڪانه ڪندي آهي، البتا اسين ماڻهو سمجهي وهندا آهيون ته هاڻ دنيا ائين هلندي جيئن اسين چاهيندا سين. ڪاروبار دنيا به دلِ عاشق ۽ مزاج معشوقانه وانگر هوندو آهي.

آن مين ڪڇ هي آن ڪڇ هي،

طرفه روزگار هي دل پي هي.

هاڻ بند ٿو ڪريان، والسلام.

- علي احمد ٽالپور

....5....

* مورخ 18 جون 1975ع لنڊن

عزيزم ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم، اما بعد! ڪجھ ڏينهن ٿيا ته ڪنهن دوست خط لکيو ته مير نور محمد خان گذاري ويو آهي، ان جي اوهان سان رضا خدا جي ٿوڪريان. مونکي حيرت ته اهو ڪهڙو مير نور محمد خان آهي پر خط ۾ مير صاحب جي ديري جي والد جي وفات جو به ذڪر هو ان مان مونکي شڪ پيو ته اهو اته اسان واري مير حاجي علي بخش صاحب! جو فرزند! ڊاڪٽر صاحب، يقين چاڻو ته مون کان سچو ڏينهن ماني ڪانه کاڌي ٿي، طبيعت تي اهڙي اداسي ۽ ملال هو جو حد ئي ڪانه هئي! ٽيو ڏينهن منهنجي پٽ جو فون آيو ان کان مون پڇيو ته، ادا ڪهڙو مير نور محمد خان آهي جو ڪنهن دوست مونکي خط لکيو آهي تڏهن ان ٻڌايو ته اسان وارو مير نور محمد خان! خير انساني زندگي هونئن به هڪ مستعار شيءَ آهي، ان تي ڪهڙو پروسو ڪري سگهجي ٿو، پر مير نور محمد خان جي وفات نه فقط سنڌ جو نقصان آهي، پر پوري ملڪ جو نقصان آهي. مونکي ڪيترن ڏينهن کان ياد پئي آيو سو منهنجو اندازو آهي، ته مون ڪيس ۽ سندس پائٽي مير نصير خان کي ٻه ڪارڊ روانه ڪيا. مير صاحب کي اڳ روم مان ڪارڊ موڪليا هئم، خيال آيم ته شايد ائڊريس ڪانه هئي، انڪري جواب ڪونه ڏنو اٿئين وغيره. اخبارن ۾ به ڪو ذڪر ڪونه هو، جنهن خط لکيو تنهن فقط ايترو لکيو ته لاش ٻهران آندو ويو هو. اوهان کي تڪليف نه ٿئي ته مونکي تفصيل سان لکندا ته شڪر گذار رهندس. مير صاحب جي پيدائش 1936ع جي جولاءِ جي آهي، جي آئون غلطي ڪونه ٿو ڪريان ته منهنجي حافظي موجب مير صاحب 1936ع ۾ ڄائو آهي. بهرحال الله پاڪ پنهنجون مصلحتون پاڻ ٿو ڄاڻي، هر مصيبت ۽ ڏک جي اچڻ کان سندس پناهه ٿو وٺان باقي ڏاڍي تڪليف پهتي آهي.
ڊاڪٽر حميده کي ۽ قاضي حليم صاحب کي اوهان جي خط لکڻ کانپوءِ ڪارڊ ڏياري موڪليا هئم، اميد ته کين پهچي ويا هوندا. ٻئي سندن والد بزرگوار جي بنگلھ جي ايڊريس تي هوا. اميد ته اوهان هر طرح خيرو عافيت سان هوندا، خدا ڪري شال سڀني سڄڻن سميت خيرو عاميت سان هجو.
الحمدالله مير صاحب رسول بخش خان الله پاڪ سندس عمر اقبال بخت نيڪي ۽ ڀلائي ۽ ٻچن ۾ برڪت ڪري خيرو عافيت سان حيدرآباد پهچي ويو. اتي به الله پاڪ جي خاص پناهه ۾ هوندو. آمين. والسلام.
- علي احمد ٽالپور
.....6.....
* مورخ 14 فيبروري 1987ع لنڊن

پيارا ڊاڪٽر صاحب، زاد لطفہ

السلام عليڪم، اما بعد! گرامي نامو 87 – 1 – 6 جو گهڻن ڏينهن کان پهتل آهي، ياد فرمائي جو احسان. خط رکيو وينو هئس ته اڄ ٿو جواب ڏيان سڀاڻي ٿو ڏيان بهرحال دير ٿي ويئي.

سرديون ۽ گرميون مردن جا مقدار آهن ۽ هر ڪاشيءَ سندس وقت تي سٺي ٿي لڳي. آئون 18 ڊسمبر 1953ع کان هت جو پانڌيڙي آهيان ۽ عموما اڇڻ سردي جي موسم ۾ ٿيو آهي، پر هن دفع ڪم از ڪم لنڊن ۾ ڏهن ڏينهن لاءِ ڪاسائي ۽ ڪاري شيءَ نظر ڪانه ٿي آئي، هر طرف سفيدي جا انبار هوا. ويچارا جانور گاھ لاءِ پريشان هوا جن کي ايمرجنسي ۾ سڪل گاھ ميسر ڪيو ويو.

ڪراچي جي فسادن جي افسوس ناڪ خبر مون به پڙهي؛ ڏک گهڻو ٿيو پر ڪوبه حادثو اچانڪ ڪونه ٿيندو آهي.

وقت ڪرتا هي پرورش برسون،

حادثا ايڪ دم نهين هوتا.

اسان الله جي فضل سان سنڌ جي گلي ڪوچي ۾ رڙيون ڪيون پر سنڌ جي چگهڙ ڪيڙا لاهي مٿي تي ٻڌي چڙيا هوا ته ڪافر کي ڪڍي ٻاهر ڪبو. ان جو يقيناً کين دنوي فائدو مليو ۽ خوب مليو. جن وٽ 1947ع ۾ ڇئن پنجن ڪمرن جو گهر ڪراچي ۾ هو انهن جي هر هڪ ٻار وٽ اڄ بنگلو نه پر محل آهي. هاڻ انهن جي ٻارن کي وري سنڌ جي عشق ستايو آهي. الله رحم ڪندو! بهاري ڪوبه ديره غازي خان ۾ ڪونه رهندو، سڀ ڪراچي ايندا ۽ انهن جي بنگلن ۾ وسندا، جيئن عاملن جا بنگلا اڄ ٻين جي حوالي آهن. هي الله جي سنت آهي. ”اسان اوهان جي نيڪين جو ذرو ذرو ۽ براين جو ذرو ذرو بهترين ڪمپيوٽر جي ذريعي حساب ۾ آڻي رهيا آهيون ۽ اوهان کي واپس ڪنداسين.“ (قرآن) ٻاري زياده تر اهو پٺان آهي، جيڪو وچي اٺ سو ورهين کان هندستان ۾ آباد ٿيو. انهن پٺاڻن بهارين ئي حضرت شير شاھ سوري رحه جي قيادت ۾ سڄو هندستان مغلن کان کسي ورتو هو. هي مخلوق جيڪا، انگريزن کان اونڌا انڌا ڪتاب پڙهيو اچن ٿا، انهن کي ڪابه خبر ڪانه آهي، ته سندن ملڪ ۾ ڇا پيو وهي واپري! بهرحال الله رحم ڪندو، ٻيو ڇا ٿو چئي سگهجي!

سورمن ۽ سورمين کي مير سانگي سائين آڳاٽو نقشو ڪينچيو آهي ته:

ٿي هليون جن جون بٺيون، محتاج سي ماني جي ڪاڻ

فوج هئي جن جي پٺيان سي اڄ ته آهن هيڪلا.

تاتاري ڪڏهن ڪونه آيا آهن؟ ڪميونيسٽن کي 1917ع کان وٺي اڄ ڏينهن تائين ڪنهن شڪست ڪانه ڏني آهي.

ڪارو منهن ڪِراڙ، ساڳاين منهن سنرا،
جئن ڪر جهنگ ٻراڙ تئن ڪيمن ڪري ڪبرا.
خدا ڄاڻي ڇاڇا لکي ويو آهيان ۽ اوهان جي قيمتي وقت کي ضايع ڪيو اٿم. لنڊن ۽ لنڊن وارن جا اڳئين کان اڳرا احسان آهن: مشڪل سان هفته ۾ ٽي ڏينهن يا ٻه ڏينهن فليٽ ۾ رهون ٿا جو ڪنهن نه ڪنهن جا مهمان ٿيون ٿا. انسان ڪيڏو مهربان آهي ۽ ڪريمي صفتن وارو آهي. سواءِ دعا ڪرڻ جي ٻيو اسين ڪهڙو عيوض يا ٿورو لاهي سگهون ٿا؟؟؟ وڏا بدقسمت انسان آهن اهي جن کي انسانن سان عداوت آهي. الله پاڪ اوهانکي بمع خاندان خيريت سان رکي شاد و آباد رکي. آمين.
- علي احمد ٽالپور

محترم عبدالوهاب غافي نقشبندي*
ڳوٺ مينگهو شر، خيرپور (1986 – 9 – 17)
بخدمت عاليجاه محترم پيارا ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته،
آداب تسليمات  بعد عرض ته سائين جن جو نوازش نامون پهتو. وڏي مهرباني جو ذره نوازي جو شرف عاجز تي فرمايو. ان کانپوءِ تڪيندي واجهائيندي ڪنائيندي پڇائيندي انتظار ڪندي، ڇگو عرصو گذري ويو، مگر خير. شايد مشغوليون مصروفيون محوتيون مرغبتون فراموش ڪن ٿيون، ان لاءِ وري ياد تازي لاءِ مودبانه گذارش ٿو ڪريان ته مهرباني ڪري رساله جي واپسي ٿئي ته اها عين عنايت شفقت سمجهندس. مجبورا ستائي رهيو آهيان، رساله هٿ ڪرڻ لاءِ ڏاڍا حيلا هلايا اٿم مگر نه ٿو ملي. ڪوشش اها هئي ته ملي وڃي ته توهان جهڙن نيڪ مردن ۽ سچن سنگتين کي تڪليف نه ڏجي. ان لاءِ مجبور ٿي عرض ڪريان ٿو ته نوازش ٿئي ته زهي عز و شرف. زياده آداب و تسليم.
– عبدالوهاب نقشبندي

محترم عطا حسين شاھ موسوي
روھڙي 26- آگسٽ 1959ع
مشفق مڪرمي،
دعا و سلام، واضع ته ”ديوان غلام“ تحفه طور مليو، يادگيريءَ لاءِ مھرباني.
خوشيءَ جي ڳالھ آھي جو سنڌين جو فارسي ڪلام شايع ٿيڻ شروع ٿيو آھي. شال اھڙا ديوان چڱي تعداد ۾ نڪرن ته جئن بيروني دنيا جي دل تان اسان جي جھل ۽ ناداني به نسبت غلط خيال لھن. طبيعت جي درست نه ھئڻ سبب جواب ۾ دير ٿي آھي ان لاءِ معذور رکندا.
- عطا حسين موسوي

محترم بلوچ علي محمد خالدي
ايڊووڪيٽ، حيدرآباد (1973 – 12 – 11)
مڪرمي محترمي ڊاڪٽر بلوچ،
سنڌ جي عظيم اداره (سنڌ يونيورسٽي) جي اعليٰ ترين عھدي (وائيس چانسلر) تي فائض ٿيڻ تي مبارڪون قبول ڪندا. اڄ سنڌ جي زمين ۽ سنڌ جو عوام بي حد خوش آھي جن جي ديرنيه خواھش پوري ٿي آھي. رب پاڪ، اوھان کي ھن اداري جي ڪاميابي سان ھلائڻ جي توفيق عطا فرمائي. مون کي پڪ آھي ته اوھان جي خدمتن جو اعتراف ٿيندو ۽ اوھان جون خدمتون ھن عھدي واسطي دائمي طرح حاصل ڪيون ويندين. مونکي اھا به اميد آھي ته اوھان ھن اداري جي ماحول کي صاف سٿري بنائڻ ۾ ضرور ڪامياب ٿيندا ۽ اوھان جي رھبريءَ ھيٺ ھن اداري جي ڪارڪردگيءَ تي دنيا ريسون ڪندي. ڏٽي پاڪ اوھان کي وڏي حياتي بخش. دعاگو ۽ خير انديش.
- علي محمد خالدي

محترم عبدالرزاق ٿھيم
ايڊووڪيٽ، جيڪب آباد (1980 – 4 – 15)
بخدمت جناب محترم ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: نوازش نامه مليو مھرباني.

مان اوهان جو مشڪور آهيان جو اوهان منهنجي تحقيق جي ڪم ۾ رهنمائي ڪئي آهي، نه فقط ايترو مگر همت افزائي ڪئي اٿو. مان انشاالله روبرو ملي وڌيڪ هدايتون وٺندس.

هن ڏس ۾ جن به ڪتابن جو حوالو اوهان ڏنو آهي، اهي مان هٿ ڪيا آهن. اوهان جو مرتب ڪيل سنڌي ترجمه جو مون وٽ آهي ۽ ان مان ڪافي مواد مليو آهي، منهنجي لاءِ ڪو به حڪم هجي ته حاضر. نيازمند.

- عبدالرزاق ٿهيم

محترم حاجي عمر بيگ لغاري

شهدادپور (11 – 12 – 1973)

محترم و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

السلام عليڪم: ورحمت الله و برڪاته،

احوال ته، اَڏڪ جي تواريخ هن موجب آهي ته هر ٽئي سال تي سال ۾ اڌڪ جو مهينو ايندو آهي جيڪا رسم هندن ۾ هوندي آهي. هندو ماڻهو ڪاغذ رکڻ جا گوهر هوندا هئا ۽ ڏنڌي سان سندن نهايت ئي گهڻو شوق هوندو هو. هنن ۾ به طبقا هوندا هئا ۽ آهن، هڪ شهري ۽ ٻيا ٻهراڙي وارا. ٻهراڙي وارا پنهنجو ڪاغذ آکاڙ مهيني جي پهرئين تاريخن ۾ رکندا آهن ۽ شهر وارا پنهنجو ڪاغذ چيٽ مهيني جي پهرئين تاريخ ۾ رکندا آهن. هنن جي سال جو حساب موسم وجب هلندو آهي. هر نئين سال جي موسم اڳتي پوئتي هئڻ سبب هڪ مهينو پوئتي هٽائيندا آهن. وڌيڪ تصديق هندن کان ٿي سگهي ٿي. ”استاد جهڙا حال سوهي پريان نال.“ هندو سنڌي واڻڪا اکر لکي عرض رکجن ٿا. والسلام.

* استاد عبدالوهاب سان سندس ڳوٺ ٿوري ڪچهري ٿي، رٽائرڊ سنڌي استاد پر وڏي فهم ۽ فڪر وارو، ڪيس فقير غلام حيدر شر جي رسالي جي گهرج هئي جيڪو کيس موڪليم – نبي بخش.

- حاجي عمر بيگ

حاجي عبدالرحيم پواٽا
وايه چوهٽن، ٻاهڙ مير (راڄ) (1962 – 10 – 6)
مشفق مهربان عزيزن کان عزيز،
السلام عليڪم: احقر هميشه ڪان هتي جوئي رهاڪو آهي. في الحال تندرست آهيان ناچيز پاڻ اهڙيءَ لکڻ لاءِ، سوچي رهيو هو ته اوهان جو مڪتوبه گرامي موصول ٿيو.
غلام ڪي ادبي بورڊ جي مختصر موٽ ملي آهي. جنهن مان اوهان جي ايڊٽ ڪيل ڪتابن جو پتو پوي ٿو. پيو ڪالهوڪي (منهنجي مهربان رئيس امام علي خان لغاري جي) خط مان به اهڙو پتو پوي ٿو. منهنجي دلي راءِ آهي ته اوهان جي هڪڙي ساعت ۾ جيڪي سنڌي ساهت کي ملي رهيو آهي. اهو آدم کان وٺي اڄ تڪ جي طويل عرصي ۾ به شايد مليو هجي!
اسان وٽ به سنڌي ڳالهائڻ ۾ اچي ٿي، جيڪا بيڪانير ٻاڙمير وغيره ۾. هاڻي شهرن ۾ به آيل هندو سنڌيءَ ڳالهائين ٿا. ناچيز سان ملن، مولوين جي سخت مخالفت هئي، پيرن جي به. جيئن تيئن ڪريو مس مس ڪٿي نه ڪٿي خانگي طرح ڪجھ مدرسي وغيره جي تڪميل ڪريان ته هو وهابي، مُرتد، دهريه وغيره جا لقب ڏيو معاملو ٺپ ڪرايو ڇڏين. ان کانسواءِ ٻيا ڪئين انهن جا آزار آهن جي پنهنجيءَ زندگي جي حالات ۾ تفصيل سان لکيا اٿم. خير هي خط نه اهڙي ڳالهين جي اظهار لاءِ آهي، ۽ نڪي اظهار ڪريان ٿو. احقر به هتي جو وکريل ادب سهيڙڻ چاهي ٿو، پر رستو ڪونهيم! ڪيئن ڪنو ڪريان! پيو ڪل خير.
- عبدالرحيم

محترم مولوي عبدالوهاب چاچڙ
ماهنامه شريعت، سکر (1969 – 11 – 11)
محترمي و مڪرمي فخر سنڌ بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته سائين جن جي وڏي مهرباني جو مصروفيت جي باوجود مضمون موڪلڻ جي عنايت ڪئي. هڪ ليٽر پل ۾ اسان ڏانهن موڪليل مضمون سان وچڙي آيو آهي. اهو موڪلجي ٿو.
مان به پيرا سائينجن جي جاءِ تي آيو هوم، مگر اوهان ڪراچي هئا. اميد ته سائين جن خوش و خورم هوندا. اوهانجو.
- عبدالوهاب چاچڙ

محترم عبدالغفور پرڳڙي
لاڙڪاڻه، (14 جولاءِ 1965ع )
محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اوهان جو عنايت نامون پهتو. منهنجي لکڻ کان اڳ ۾ ئي مون کي اطلاع پهتو ته ميٽنگ ملتوي ڪئي وئي آهي ۽ 28 جولاءِ تي رکي وئي آهي. ان حالت ۾ چيئرمين صاحب يا ٻئي ڪنهن ڏانهن لکڻ جي ضرورت نه رهي.
ادبي بورڊ جي معاملات ۽ انهن بابت جيڪو ٻنگامو متل آهي، ان کان اوهان بخوبي واقف آهيو. ادبي بورڊ جي ڪارڪردگي بابت جيڪي ڪجھ لکيو ويو آهي، تنهن کي نظر انداز ڪري ردي ڪاغذن جي ٽوڪري ۾ اڇلائي نٿو سگهجي، بلڪه بورڊ جي ميمبرن کي کپي ته ان تي سنجيدگي سان غور ڪري مناسب قدم اختيار ڪيا وڃن. آئون چاهيان ٿو ته 28 تاريخ واري ميٽنگ ۾ شريڪ ٿيان، بشرطيڪ مون کي ڪورٽ جي ڪم مان فراغت حاصل ٿي اهڙي صورت ۾ آئون پهريائين توهان سان اچي ملندس. اميد ته اوهين خوش هوندا. اوهانجو نياز ڪيش.
- عبدالغفور پرڳڙي

محترم مولوي عبدالحميد ڦل
حبيب جي واند، ميرواهه، ضلعو خيرپور
مڪرم و محترم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
بعد تسليم: عرض ته ”صوفياء ڪرام سنڌ“ جو مقصد انسانذات کان ”اناالحق“ جو نعرو هٽائڻ هيو، جنهن جو مطلب ته هر هڪ انسان قانون آ، ۽ سچ آ، اهڙي تمام غلاظت کان پاڪ ۽ صاف آهي جيڪا انسانذات لاءِ ايذاءَ ۽ رنج جو سبب آهي. هر هڪ انسان خدائي ڪلمي جي پيدائش آهي ۽ خدائي ڪلمو قانون ۽ سچ آهي. ڪامل ۽ فرمانبردار انسان کي پنهنجي پاڻ مان اهڙا هزارها ڪلما پنهنجي مالڪ جي خيال ۽ ارادي کي سچ ثابت ڪرڻ لاءِ ظاهر ڪرڻا آهن، جيڪي انسانذات لاءِ پيار محبت سان گڏجي رهڻ ۽ امن جي دعوت هجن اهڙا ڪلما ۽ اهڙو آواز قانون آهي. اها قوم غلام آهي جنهن جي زبان ۽ آواز قانون نه آهي. انسان پنهنجي زبان مان اهڙو ڪلمو ۽ آواز يا هٿ سان اهڙو عمل نه ڪري جنهن مان انسانذات کي رنج ۽ ايذاء پهچي. اهڙو آواز ۽ عمل ملعونيت آهي. هر انسان خدائي ڪلمي مان پيدا ٿيل آهي، انجي ايذائڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي چو ته جنهن وقت مظلوم ظالم جي ايذاء کان بچڻ لاءِ

خدا کي فرياد ڪري ٿو ته خدا انجي ڪلمن کي ظالم جي عذاب لاءِ صورت ڏيئي ٿو، جنهن جو آخرت ۾ نالو دوزخ ۽ دنيا ۾ جهالت هوڏ تڪبر آهي.
جيڪو انسان پاڻ کي حادثي ”مختلف مادن جي ارتقاء“ جي پيدائش سمجهي، پاڻکي باطل بنائي، ٻين ۾ حق جي ڳولها ڪري ٿو ته اهو انسان غلام جاهل مشرڪ آهي پنهنجي مالڪ جي رحمت کان محروم آهي.
هن وقت وري انسانذات کان ”اناالحق“ جو اقرار ڪرائڻو آهي. پاڻ کي انسانذات لاءِ دعا جو سبب بنجڻ لاءِ مظلوم جي ڦِٽ کان بچڻ لاءِ، ظالم جي صلاح مشوري کان پاڪ رهڻ لاءِ، هڪ اتحاد ۽ پاڻپي قائم ڪرڻي آهي. جنهنکي سڄي ڪائنات جو مظلوم ”لبيڪ“ چوي.
ان لاءِ توهانکي پنهنجي آواز ڏي متوجه ڪرڻ لاءِ هي پنهنجا جذبات ”خيال“ توهانکي پيش ڪجن ٿا. چو ته هر انسان کي حق ۽ باطل وچ ۾ حد فاصل ٻڌڻو آهي.
اميد ته هنن چند لفظن کي پڙهڻ کانپوءِ پنهنجي خيالات کان واقف ڪندا. اسان اوهان کي دعوت ٿا ڏيون ته اسانجو ساٿ ڏيو ته هن حق جي ڪلمن کي ڪائنات جي ڪوني ڪوني تائين پهچايون. اسانجي زندگيءَ جو هيءَ ئي مقصد رهيو آهي.
پنهنجي صلاح مشوري کان اسانکي مطلع ڪندا. ناچيز.*
- مولوي عبدالحميد ڦُل

محترم عزيز بلوچ
41 پيمبروڪ روڊ، لنڊن (25 مارچ 1968)
برادرم محترم نبي بخش،
السلام عليڪم، نوازش نامو اوهانجو پهتو. ڏاڍي خوشي ٿي. برابر توهانجي وڃڻ کان پوءِ هتي ڏاڍي برف پئي. شايد توهانجي وڃڻ لاءِ ترسي ويئي هئي. توهين وڏي خوش قسمتي وارا آهيو جو حرمين شريفن جي زيارت ڪري آيا آهيون، اميد ته مان به هڪ ڏينهن ايها ڪماليت حاصل ڪندس، جيڪا اوهانکي نصيب ٿي آهي.
”مبارڪ باشد و باشد مبارڪ، يکي اين آست ديگر صد مبارڪ“
ڪتاب اميد ته ٻن هفتن اندر بلاڪ وڌيڪ دير جي اوهان ڏي موڪليو ويندو. ڦير ڦار ڪرڻ سبب دير ٿي وئي آهي، قاضي صاحب جي هينئر طبيعت بهتر آهي. به هفته کن ٿيا ته پاڻ ۾ مليا هواسين. هينئر ڪاليج ۾ باقاعدي هر روز آهي، گيتار توهانکي ڏاڍا پيار جا سلام ٿي موڪلي. اوهانجون محفلون ته هميشه ياد رهنديون. اميد آهي ته وري جلد ملنداسون. مان پنهنجي گيتار سان ۽ صوفي سوسائٽي جي

ڪمن ۾ ڏاڍو مشغول آهيان: ”رلهي ڪلهي تي، ماني راڄ تي، ڪلمو نبيءَ تي.“
وڌيڪ خير و سلام توهانجو ڀاءُ.
- عزيز

محترم سيد علي شاھ
سجاده نشين درگاھ جهانيان شاھپور (1957 – 12 – 16)
محترم عاليشان ڊاڪٽر صاحب نبي بخش خان،
بعد السلام عليڪم جي واضع هجي ته هت سڀ خير آهي، اوهان صاحب لاءِ درگاھ ايزدي تعاليٰ مان شب روز دعا نيڪ مطلوب آهيان. صورت احوال هن ريت آهي ته فقير سائين (مهدي شاھ) جن جو بياض 240 صفات مون وٽ لکيل موجود ٿيا آهن. ٻيو بياض معلوم ٿيو آهي جيڪو ڪافي آهي، مگر هٿ اچڻ مشڪل آهي جو انهيءَ زماني جا موجود انسان ڪونه آهن، اڳيان درويش فوت ٿي ويا آهن تنهنڪري به وڏي محنت ڪرڻ سان 240 صفحا گڏ ٿيا آهن.
مسڪين په ٽي مهينا کن سخت بيمار هو نه ته انهيءَ وچ ۾ اوهان سان ضرور ملاقات جو شرف حاصل ڪري ها. مسڪين اوهان صاحبن ڏانهن ميلي شريف جهانيان سائين جي دعوت ارسال ڪئي هئي، مگر اوهان صاحبن کي ڪو ضروري ڪم هو جنهن وقت تي نظر نه ڪرڻ فرمائي هئي. منهنجي طبيعت ڪجھ ٺيڪ ٿي آهي ۽ اميد ته ملاقات ٿيندي. درگاھ تي غريب خانه تي اچڻ جي شفقت ڪڏهن ڪندا ته اهڙي پروگرام تي مسڪين به موجود هجي ۽ حقيقت روبرو ڪئي وڃي زياده خير.
- سيد علي شاھ

محترم عبدالڪريم سعدي
الهلال پريس، ٽنڊوالهيار (8 مئي 1966)
جناب محترم و مڪرم ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم و برڪاته، گذارش ته اڄ محترم محمد شفيع صاحب لوهر ايڊيشنل ڊپٽي ڪمشنر حيدرآباد وٽ ”ڀٽ شاھ ڪلچرل سينٽر ڪميٽي“ جو دعوت نامون ڏسي بيحد مسرت حاصل ٿي. ڪميٽي جو هي مجاهدانه اعلان ته، هن سال شاھ جي ڪلام ۾ اسلامي اقدار جي عنوان تي مقالا گهرايا ويا آهن. انهيءَ ڳالھ شاھ جي شيداين ۾ خوشي جي لهر ڊوڙائي ڇڏي آهي....

آفرين باد، برين همت مردانه تو
اين كار از تو آيد، مردان چينن كنند
ڊاڪٽر صاحب، توهان يقين رکو ته سنڌ جو عوام ۽ شاهه جا شيدائي سئو سيڪڙو اوهان سان شامل راءِ آهن. اوهان جون مخلصا نه محنتون، ۽ محدود وسائل باوجود، اڻ ورچ ڪوششون قابل داد وستائش آهن.
پٽ شاهه ڪلچرل سينٽر پاران ڪوٺايل اجتماعن جي سلسلي ۾ ڪا به خدمت مون کان وٺڻ چاهيو ته آءٌ پنهنجي لاءِ باعث فخر چاٽندس.
- عبدالڪريم سعدي

* نوٽ: اعليٰ فڪر ۽ اعليٰ فهم، جيڪو هڪ ”فلسفي“ ۽ عملي اخلاقي تحريڪ جو بنياد بنجي سگهي ٿو. نبي بخش.

محترم عبدالله ورياهه
ورياهه هائوس ٽنڊو آدم سنڌ 22 سيپٽمبر 1981ع
مانوارا سائين ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب،
اسلام عليڪم: عرض ته اوهان جو سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت لاءِ ڪيل ڪم ۽ جاکوڙ هن سلسلي ۾ ڪم ڪندڙ هر شصخ لاءِ هڪ روشن واٽ آهي، آئون سمجهان ٿو ته اوهان جي رهنمائي کان سواءِ ڪو به ڪم مڪمل ڪرڻ ممڪن نه آهي. آئون تاريخ، تهذيب ۽ ثقافت جو هڪ شاگرد آهيان، مون کي سنڌ جي قديم آثارن بابت معلومات حاصل ڪرڻ ۽ ڏسڻ جو شوق رهيو آهي ۽ ان بابت ٿورو گهڻو لکندو به رهيو آهيان، مون کي خاص طرح سنڌ جي سڪن جي باري ۾ تحقيق ڪرڻ جو شوق رهيو آهي ۽ ان کي سامهون رکي آئون هينئر پي. ايچ ڊي لاءِ تياريون ڪري رهيو آهيان. منهنجي ٿيسز جو عنوان آهي ( سڪن ذريعي سنڌو ماٿري جي تهذيب ۽ تمدن جو مطالعو) هن سلسلي ۾ ڪافي وقت کان آئون اوهان سان ملڻ ۽ هن باري ۾ مشورو ۽ رهنمائي وٺڻ جو گهورو آهيان. خبر نه آهي ڇو ساڳئي ضلعي ۾ رهندي به اوهان سان ملاقات نه ٿي سگهي آهي، شايد ان ڪري جو اهان اڪثر ٻاهر رهيا آهيو.
مهرباني ڪري مون کي ڪو ٽائيم ڏيندا ته جيئن اوهان سان ملي سگهجي جيڪو اوهان حيدرآباد يا پنهنجي ڳوٺ اچو ۽ مون کي اتي جو ٽائيم ڏيو ته منهنجي لاءِ وڏيڪ سهوليت ٿيندي. پر جيڪر اوهان مصروفيتن سبب هن طرف نه اچي سگهو ته پوءِ اوهان جتي به چوندا آئون اچڻ لاءِ تيار آهيان، اميد اٿم ته جواب جي عنايت ڪندا. مهرباني.
- عبدالله ورياهه
• مورخ 31مارچ 1990ع، سنڌي ادبي بورڊ (ميمبر)، حيدرآباد

سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
وعليڪم السلام، خدا ڪري ته سدائين خوش ۽ صحت مند هجو ۽ سنڌي ادب لاءِ ڪم ڪندا رهو. آمين.
اوهان جي همت افزائي، مدد ۽ رهنمائي سچ ته منهنجي لاءِ فخر ۽ خوش قسمتي جي ڳالھ آهي. اوهان جهڙن بزرگن ۽ استادن ئي مون ۾ قوت ۽ صلاحيت پيدا ڪئي آهي، جو اڄ هن منزل تي آهيان، هن ڪانپوءِ به اوهان ۾ ساڳي اميد رکان ٿو.
(پي. ايچ. ڊي جي) مقالي پوري ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪريان پيو، هن موقعي تي اوهان جي طرفان قيمتي حوالي جي آڇ خوشيءَ جي ڳالھ آهي. فون تي ڳالهائي ملاقات لاءِ عرض ڪندس ۽ مقرر وقت تي حاضر ٿي اوهان جي انعام جي سعادت حاصل ڪندس. اميد ته اوهان جي طبيعت هاڻي بلڪل ٺيڪ هوندي.
اوهان جو خير انديش*
- عبدالله ورياهه

محترمه عبدالڪريم لغاري
حيدرآباد سنڌ (15-12-1961)
علم ۽ ادب جا سرتاج ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
بعد سلامن ۽ ادبن جي عرض ته قبلا!
تنهن ڏينهن سائين جن ارشاد فرمايو ۽ بندي تعميل ۾ ڪوتاهي ڪانه ڪئي. اڄ اوهان جي خدمت ۾ حاضر رهڻ جو شوق هو. گهربل مضمون روبرو پيش ڪرڻو هو ۽ ’الف- بي‘ جي مضمون بابت ڪي خاص هدايتون ۽ مفيد مشورا سائين جن کي عرض ڪري، اوهان کان وٺڻا هئا. ليڪن مصروفيت گهڻي هئي ۽ لفافو خدمت ۾ پهچائڻ بعد، بنده واپس آيو.
ان ڏينهن سائين جن جي خدمت اقدس ۾ ايڏو ڪڙڪو ڪري ڳالهائڻ، ۽ بي حجابي ۽ بي ادبيءَ سان ارمان ظاهر ڪرڻ هن بندي لاءِ شرمندگي به شرمندگي هئي! ليڪن قبلا! بي انداز ڏک ۽ اٿاهه ارمان آهن دل ۾، جن جي ڪري بي لغام ٿي پوڻ وس کان ٻاهر هو. جنهن لاءِ باادب معافيءَ جو خواستگار آهيان.
بندي کي سائين جن جي ذات لاءِ اٿاهه عزت آهي ۽ ان کان وڌيڪ ’عقيدت‘، جا سائينجن جي علم دوستي سچائي ۽ خلوص ۽ بي انداز علم جي خدمت ۽ سائين جن جي ان تحرير کان ٿي، جا مئلن ۾ ساهه ڦوڪي ٿي، جئرن ۾ جوش ۽ جنون جاڳائي ٿي: ليڪن جي خاڪ ٿي چڪا آهن سي خاڪ رهندا، جن جون دليون ڪٺجي ويون،

جن ۾ ڪفر جي باھ جا مچ ٻريا، جي سڙي رک ۽ ڇار ٿي ويا، جي زندھ هجڻ جي باوجود مڙدا آهن. سي مڙدا به رک ٿي ويا جن کي رب العزت کان سواءِ ٻي ڪابه طاقت راھ راست تي نه ٿي آڻي سگهي.

هيءَ بندو، انهن مان ڪنهن جو به ’دنگائي‘ نه آهي، ان ڪري ذاتي دشمنيءَ جو هرگز سوال نه ٿو اٿي. هيءُ بندو هزار دفعا پنهنجي خلاف ٻڌڻ لاءِ تيار آهي. ليڪن، خدا جي واحد ذات شاهد آهي، ته مون سائين جن جي ذات مبارڪ جي خلاف هڪ گفتگو به ٻڌڻ برداشت نه ڪيو آهي، ۽ نه ڪندس!

ان وقت بلاشڪ، عقيدت جي ڪري، هزارين جذبا جاڳي اٿن ٿا، مون جيڪي به ڪاوڙون سٺيون، ارمانن کان، سي به ان ڪري ئي! اهي، اوهان جهڙن شخصيت خلاف چوندا رهن ۽ مان انهن لاءِ دل ۾ عزت ۽ پيار رکان، منهنجي لاءِ اهو قطعي ناممڪن آهي.

اهي ملڪ ۽ قوم، اهي ادب ۽ علم جا دشمن آهن، اهي سنڌي ادبي بورڊ جا دشمن آهن، بس، انهن ارمانن جي ڪري، سڙون ٿا ۽ ان ڪري ئي بي لغام به ٿيون ٿا! فقط ۽ فقط سنڌي ادبي بورڊ جي ڀلي لاءِ، اسين ڳرون ۽ جهڙون پيا. پر ڪجھ نه ٿا لکو! اوهان جي ذات ۽ ٻيا سڀ باخبر آهن. خدارا انهن کي ڪڍيو وڃي. بورڊ کي بچايو وڃي........

اوهان، سائين جن ڪهڙي به طرح مون مسڪين ۽ طالب العلم جي جا مدد پئي ڪئي آهي، تنهن لاءِ مان اوهان جي ذات لاءِ سدائين پيو دعائون گهران، ورنه سائين ڇاهي ڏيڍ سو پگهارڙي! وقت سچ آهي ته، پنهنجي گهر واريءَ جو به هڪ اڌ ٿيڙ ڪپائي ڪتاب پئي ورتا اٿم، ۽ اهڙا ڇريا اديب، جي اوهان جهڙن علم دوستن جي داد ۽ همٿائڻ کان محروم هجن، ته ڪڏهوڪو مري کپي وڃن!

مضمون سائين جن وٽ آهي ۽ مهراڻ رسالي جي تازي نڪرندڙ پرچي ۾ گنجائش هجي، ته سائين جن انهن کي فرمائين ته ان ۾ ئي ڇاپين، اسين نوان طالب العلم، اوهان جي شفقت ۽ مهربانن ۾ ئي بي انداز اميدون رکي سگهون ٿا. سائين جن جي قابليت ۽ علميت جي اڳيان اسان طالب علمن جي علميت جي حيثيت فقط قطري برابر آهي. ان ڪري سائين جن جي رهنمائي ۽ درستيون ته اسان کي دڳ لائينديون!

قبلا سائين! هيءُ خط مون ارمانن وچان لکيو آهي ۽ مون کي خود خبر نه آهي ته مون ڇا لکيو آهي؟ ڪئين غلطيون هونديون سي سڀ معاف ڪرڻ فرمائيندا. ڇو ته مان آهيان اوهان جو خادم، اوهان جو شاگرد، اوهان جو ننڍو ڀاءُ ۽ اوهان جو ٻچو!

- لغاري عبدالڪريم

محترم عزيز الرحمان ٻگهيو

28 مئي 1991ع، اسلام آباد
بخدمت جناب محترمه ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، سائين منهنجا، هن شامل پنهنجي انگريزي مضمون جي ڪاپي عرض رکي رهيو آهيان، جو تازو فرنٽيئر پوسٽ پشاور 10 قسطن ۾ شايع ڪيو آهي ۽ جنهن جو مقصد غير سنڌي حضرات کي اصل آئينو ڏيکارڻ هو ته جئن کين انهن ڪاوشن کان آگاهي ٿئي جن شروع کان اسان تي اثر انداز ٿي صوبي سنڌ کي ڏڪي اڄي موجوده مهانڊي ۽ ماحول تي پهچايو آهي. ان مضمون کي توهان اڳو پيش ڪرڻ سان منهنجي خواهش ۽ گذارش هيءَ آهي ته توهان مهرباني ڪري مون کي پنهنجي قيمتي راءِ سان نوازيو.
سائين منهنجا! توهان مون کي بهتر ڄاڻو ٿا ته عام طرح اسان پنهنجون شڪايتون ۽ ڳالهيون سنڌي اخبارن ۾ ئي لکندا رهيا آهيون ۽ نتيجي ۾ اهي احوال وري پاڻ ئي پڙهندا رهيا آهيون چو ته جيئن توهان منهنجي ڪتاب تي تبصرو ڪندي فرمايو هو، وچ واري وٿيءَ کي پرڻ جي ڪم ڪنهن نه ڪيو، ويندي مرڪزي اطلاعات کاتي به ان اهميت جو احساس نه ڏاريو. اردو ۽ انگريزي اخبارن ته هڪ ڌر بڻجڻ کي ترجيح ڏني ۽ اهڙيءَ طرح اسان لاءِ ادو مئو ادي ڄائي اسان اوترا جا اوترا وارو لقاءَ رهيو. واٽين سان جيڪا ورهين کان پئي ويڙهه ڪئي سين، سا پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ وري مسلمان ڀائرن سان ڪرڻي پئي.
سماجي اقتصادي ۽ سياسي حقوق کان محرومي کان وٺي موجوده مايوسيءَ جي ماحول تائين، جڻ ته سنڌي معاشري کان بغاوت تائين وڃي قصو پهتو آهي. نتيجي ۾ پنهنجا پنهنجن کي پيا کٽن ۽ چوراڪاري ۽ امن امان جي تباهي اسان کي ئي بيحد گهڻو بدنام ڪيو آهي.
بهرحال سائين منهنجا، هتي اسلام آباد ۾ ٿيندڙ بحثن مون کي ان مضمون لکڻ ۽ حقائق تان پردي هٽائڻ جي ضرورت زياده محسوس ڪرائي ۽ پنهنجي وس آهر فرض ادا ڪيو، ظاهر آهي ته نوڪريءَ دوران اهڙو ليک نه ٿي لکي سگهيس. تنهن ڪري جيئن ئي 27 فيبروري تي رٽائر ٿيس پهريون ڪم اهو ڪيم.
سائين ڊاڪٽر صاحب، مون کي بحرحال توهان جي چند سٽن واري رد عمل جو انتظار رهندو. اميد ته مايوس نه ڪندا جئن هميشه مهربان رهيا آهيو. مان سوچيندو آهيا ته جيڪڏهن ان ڏينهن توهان منهنجي ڪتاب جي تبصري لاءِ نه هجو ها ته پنهنجن ڪن حاسد سنڌي ڀائرن جنهن نموني سان بيگم نصرت ڀٽي کي پريو هو ته مان ته نيڪي برباد گناهه لازم واري ڪيفيت سان همڪنار ٿيو وڃو هوس. جز اڪم

الله خيرا جو منهنجي پٽ رهجي آئي.* الله توهان جي ڇمار ۾ صحت ۾ واڌارو ڪري ته جئن توهان پنهنجي زبان ملڪ ۽ قوم جي خدمت جاري رکي سگهو! آمين.
- عزيز الرحمان ٻگهيو
ڊاڪٽر بلوچ جو حيدرآباد مان لکيل انگريزي ۾ جواب:

Dear Dr. Bughio

I have received your letter of 17 May 1991 and also a photocopy of your thoughtful article published in The Frontier Post.

Congratulations for the good job done. There is need to explain SINDH PROBLEM in Urdu and English so that it is understood and appreciated at national level. Is it possible for you to take the next step- to put these articles into a book form? These are excellent pieces of information and should be the subjet of a brochure/monograph a priced publication, that will sell and serve widely.

You heve not put your present address in your letter. I only hope and pray that this note reaches you and is not lost in transaction.

Best wishes.

Yours Sincerely

N. A Baloch

…..2….

•مورخ 12 فيبروري 1992ع، اسلام آباد
بخدمت جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
اميد ته خيرت سان هوندا، الحمدالله، هتي به هر طرح خير آهي. مان سائين جن جي ان حڪم جي روشنيءَ ۾ منتظر رهيس، ته توهان اسلام آباد واري ڪنهن دوري درميان ياد ڪندا ۽ مان توهان سان ملاقات ۾ توهان جي ان مضمون جي ڪاپي به پيش ڪندس ۽ مون واري مضمون کي ڪتابي شڪل ۾ شايع ڪرڻ جا تفصيل به زير بحث ايندا. پر غالباً توهان جي مصروفيت توهان کي هيڏانهن اچڻ نه ڏنو يا قيام مختصر رهيو.
سائين منهنجا، توهان کي ياد هوندو ته گذريل ڊسمبر ۾ جڏهن مون پنهنجي ٻگهي انگريزي مضمون جو مسودو حيدرآباد ۾ پيش خدمت رکيو هو ته توهان اسلام آباد

اچڻ جو پروگرام ٻڌايو هو. بهرحال هن گڏ توهان جي مضمون جي ڪاپي موڪلي رهيو آهيان جو پاڪستان ٽائمز اسلام آباد ۾ 4 آڪٽوبر 1988ع تي ڇپيو هو.
اميد اٿم ته رٿيل پروگرام مطابق منهنجي مضمون کي ڪتابي شڪل ڏيڻ واري رٿا کي مڪمل ڪيو ويندو ۽ ان سلسلي ۾ اسلام آباد اچڻ وقت مون کي ملاقات جو شرف بخشيندو. الله تعاليٰ توهان کي صحت ۽ طويل عمر عطا ڪري ته جيئن ادبي ۽ علمي خدمتن جا توهان جا موجوده پروگرام جاري ۽ ساري رهن. آمين. توهان جو خادم.
- عزيز الرحمان ٻگهيو

محترم عبدالقادري ڏاهري
پرنسپال، سچل سرمست ڪاليج نوابشاهه ( 1975-10-19)
بخدمت گرامي درجت جناب استاد سائين
سائين منهنجا! ست سئو ساله امير خسرو جي ورسي متعلق اوهان جي تقرير ۽ سوال جواب ٽيليويزن تي ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جو موقعو مليو. ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي وقت بوقت عالمانه تقريرون مباحثه وغيره ٿيندا رهندا آهن پر اهڙي قسم جا موقعا تمام گهٽ ميسر ٿي سگهيا آهن، جن ۾ پوري ملڪ جا اديب، شاعر، محقق، تنقيد نگار ۽ هر مڪتب فڪر جا مدبر موجود هجن ۽ هڪ اديب کان هر قسم جا سوال ڪري سگهن.
سچ پچ ته هڪ اديب يا عالم جي پرک جي اها ڪسوٽي آهي، انهيءَ ۾ جيڪڏهن ڪاميابيءَ سان پار پوي ته اهڙي عالم کي سندس وسيع مطالعي، علميت ۽ محقق هئڻ جو دل سان داد ڏيئي سگهجي ٿو.
مون پنهنجي سمجهه ۽ ادراڪ مطابق انهيءَ تقرير ۽ سوالن جي جوابن ۾ ايتري قدر صحيح ۽ کرو سمجهيو جو مان پنهنجي زندگيءَ ۾ جيڪڏهن ڪنهن اهڙي قسم جي تقرير کان متاثر ٿيو آهيان ته اها پهرين تقرير آهي.
هن کان پهرين امير خسروءَ کي موسيقيءَ جي هر فن جو موجد پهريون مسلمان سمجهيو ويندو هو پر اوهان انهيءَ راز تان پردو کڻي سامعين حضرات کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. موسيقي ۾ سنڌ جي خدمت جي ذڪر به گهڻن صاحبن کي رنجيده ڪيو. انهيءَ کانپوءِ سازن لاءِ اوهان جا دليل نه رڳو سڀ ساز به امير خسروءَ جي ايجاد ڪونهن ۽ انهيءَ کان پهرينءَ جا آهن اها ڳالهه به گهٽ صاحبن کي آئڙي.
ٻي خاص ڳالهه جنهن اوهان جي شخصيت کي هر فن موليٰ ثابت ڪيو سا هئي راڳ جي سُرن جي ڄاڻ. آخر ۾ سوال جواب به اهڙا بهترين ٿيا جن ۾ ڪنهن به صاحب نه ته پاڻ کي اديب، محقق، عالم ثابت ڪيو ۽ نه موسيقي جو فنڪار ئي ثابت ڪري

سگهيو. سندن سوالن مان اهو صاف ظاهر هو ته هنن کي ڪنهن به قسم جي مونجهه ڪانه هئي، جنهن جي چند ڇاڻ جي ضرورت هئي، پر هنن جو مقصد اهو هو ته اوهانجو امتحان وٺن ۽ ڏسن ته اوهان صرف ڪتابن کي اٿلائي اهو مقالو لکيو آهي يا اوهان واقعي ڪجھ ڄاڻو به ٿا! ۽ انهيءَ ۾ قدرت اوهان جي اهڙي مدد ڪئي جو مقالو به ڪاغذ تي ته کيل هو پر انهيءَ جي ڏسڻ جي به اوهان کي ضرورت محسوس نه ڪئي، ائين پئي معلوم ٿيو ڇڻ اهي سڀ سامعين طفل مڪتب (موسيقي جا) هئا ۽ اوهان معلم هئا.

هڪ ڳالھ سمجھڻ کان قاصر آهيان، پنهنجو سنڌي ٻين سڀني قومن جي عالمن کي مڃڻ لاءِ تيار نه آهي، پر پنهنجي سنڌيءَ کي بلڪل تلسيم نٿو ڪري ۽ نه وري قدر ٿو ڪري. پر اهو ايسٽائين جيسٽائين اها قابل قدر هستي زنده آهي، انهيءَ جي جامي مٿائڻ بعد ارمان جا هٿ مهٽڻ شروع ٿو ڪري. حيف آهي اسان جي نوجوانن کي جن پنهنجن جو قدر نه ڪيو ۽ نه ڳالھ کي وقت تي سمجهيو. اوهان لاءِ دل سان الله پاڪ جي درگاھ ۾ دعاڳو آهيان ته اوهان کي پنهنجي حفاظت ۾ رکي ۽ اڃا به جدوجهد جي توفيق عطا فرمائي. آمين.

- عبدالقادر ڏاهري

محترم حڪيم عبدالحميد خان چانڊيو

شهر ماڏو، ضلعو دادو (26-8-2003)

قبلا ڪعبه، تسليم معروض، بقول رئيس عبدالبي خان چانڊيو ته:

کنوٽيون کان ٿيون، ڪاڇي ۾ وسن ٿيون،

کنيپيون کير جهڙيون ٻنن ۾ ٻهڪن ٿيون،

للر لنب لاٿيو ڪوڪت ڳنڊير سرهوڙي جام آهي،

سڄڻ دوست پيارا ويا مال ڪاهي،

پري کير ساڙهيون، پينر ڏين ٿيون.

سائين، کنيپيون ٿوريون هٿ آيون، چاچا ممتاز سان موڪلجن ٿيون. ايترو نفيس آهن. جو ڪاريون ٿي وڃن ٿيون. بهرحال، خدمت اقدس ۾ ارسال آهن ۽ ميندي پڻ ارسال آهي. قوي اميد ته طبع گرامي خوش هوندا.

*(خط تي ڊاڪٽر بلوچ جو لکيل نوٽ) عبدالله اچ پاڻ آيو، ڪيس سنڌ جي سڪن بابت بيروني جو نهايت اهم حوالو ڏنم. پنهنجا گڏ ڪيل سڪا (پئي ڍگ) ڏيکاريم، سندس مقالمي بابت ضروري مشوره ڏنم ته قبل از اسلام توڙي عربي دور وارا سڪا تن بابت مقدمي ۽ پهرئين باب ۾ مواد شامل ڪري. نبي بخش (2-4-1990)

*ڊاڪٽر ڀڳهئي صحافت تي ڪتاب لکيو هو جنهن جي منهن مرڪندي پذرائي جي صدارت بيگم نصرت ڀٽو صاحبه ڪئي. آءُ اجان اسلام آباد ۾ هوس. مون سان حال ڪيائين ۽ مون کي تبصري لاءِ چيائين. سنو ڪتاب هو ۽ مون کيس داد ڏنو. بيگم صاحبه به مطئمن ٿي. نبي بخش

معروض ته اڳئين خط جو جواب مون نه موڪليو جو ارشاد هيو ته شاهه وسائي جي باري ۾ تحقيق ڪري احوال موڪليو. شاهه وسائي جو پوٽو بچل فقير، بلوچستان مريدن ڏي ويل هو. برساتيون اتي گذاري، تازو 16 آگسٽ تي گهر پهتو. وري لڏي مٺي ڪاڇي ويو. آخر اچ 25 آگسٽ جي مس وجي هٿ آيو آهي. ڇٽ اڻ پڙهيل سئو فيصد پروچ. هن کان پڇي عريضه هذا حضور ۾ پيش ٿو ڪريان. گر قبول افتد زهي عزو شرف.

جيئن شاهه پنجو، ذات جو ڏهوٽ هو مگر ميان نصير محمد ڪلهوڙي کيس شاهه جو لقب ڏنو، تيئن شاهه وسايو ولد پيروز ذات چانديو ميرواڻي، مريد ۽ سپه سالار ميان نصير محمد جي لشڪر جو هو. جواني ۾ رڪ جو چوٽو چڙهيل هئس. ميان نصير محمد جي زور پرڻ تي شادي لاءِ آماده ٿيو مگر شرط هي هو ته چانڊياڻي نه وٺندس. ميان نصير محمد جو مريد محمود ڪوسه هو ميان صاحب محمود ڪوسه کي چِئي سندس نياڻي سان فقير کي پرڻايو. پوءِ ان مائي ڪوسياڻي مان فقير کي به پٽ ٿيا (1) وڏو ميرڻ فقير (2) ننڍو ڪنڊو فقير. ميرڻ فقير جو اولاد بچل فقير آهي، جيڪو منهنجي سامهون ويٺو آهي ۽ هي مضمون لکائي رهيو آهي ۽ ڪنڊي فقير جو اولاد رحم علي آهي جيڪو اسلام ڪوٽ ضلعي ٿرپارڪر ۾ ويٺو آهي.

وسائو فقير سائين، ڳوٺ ڳيريلو ۾ مغليه لشڪر سان وڙهندي، چانڊيي جرنيل مير موندر خان سان سنه 1111ه ۾ شهيد ٿيو. سندس لاش شاهه نجف موڪليو ويو. هت شيخ هوٿي تي سائين جن جيڪو ساهه وسائو ڏنو يعني جنهن جي قبر اتي آهي، اهو آهي وسائو فقير، بجر فقير جو پٽ، بجر فقير شاهه وسائي جو پوٽو هو. شاهه وسائي جا مريد، جمالي بلوچ گهڻا آهن ۽ بچل فقير وارا اتان ڏن پٽ وٺندا آهن.

هاڻي ڪاڇي جو احوال: بس مِينهن هانجا ڪري ڇڏيا آهن، ايترو گاهه ڦٽو ۽ ايتريون ته ٻوٽيون پيدا ٿيون آهن جو ڏسي انسان عبرت ۾ پئجي ٿو وڃي. هت هڪ قدرتي سبزي ’سيفل‘ سڏجي سان برسات پوڻ تي ٿيندي آهي، اها پالڪ وانگي رڌي کائجي ته نهايت لذيذ ۽ مذيدار ٿئي ٿي. سيفل جي عمر 13 ڏينهن آهي، پوءِ ختم ٿي وڃي ٿي. وري قدرت ڏٺيءَ جي جو سڄي ڪاڇي ۾ ٻيو ڪٿي ڪين ٿئي سواءِ آخر ناڙي جي. اسان جو ڪاڇو به آخر ناڙي آهي. سيفل ايترو نفيس ٻوٽي آهي جو ان وقت پٽي ان

وقت چاڙهجي. ٿن چئن ڪلاڪن کان پوءِ پن هن جا صفا ڦڪا ٿي ويندا آهن. مون وڏي ڪوشش ڪئي ته هن قدرتي سبزيءَ جو مزو سائين جي کي وٺائجي مگر برق ۾ رکڻ جي باوجود به پن صفا زرد ٿي ويس.
مينڌي جي فرمائش ياد آهي، انشاءالله خدمت اقدس ۾ عنقريب موڪلبي، ڪاڇو اسان جو سنئو آباد ٿيو. ست ٻنا رهجي ويا جو وڪوڙو لڙهي ويو، باقي 22 ٻنا پريا. انهن ۾ جوئر، گوار، سنگ، تر، ميها، متيرا، گدرا، چانهان، هنداڻا پوکيا ويا، مگر ناڙي ڪرائي بس ٿا ڪريون ته وري مينهن وسي ٿو ۽ ناڙي پورجي ٿي وڃي. وري 5-6 ڏينهن رکي ناڙي کيون ٿا ته وري وڏڦڙو وسي ٿو. هاڻي يڪم سيمپٽمبر کان وٺي ناڙي ڪرائبي. هي چوٿون پيرو ناڙي جو آهي. پوڏ جو پاڻي اڃا به بند سان آهي. ماڏي کان ٻيڙيون بيٺون آهن، انهن ذريعي ڪاڇي وڃي سگهجي ٿو. اسان به سکر مان هڪڙي ٻيڙي مينهن جي اچڻ وڃڻ لاءِ گهرائي آهي. آءُ پوڙهو ٿي ويو آهيان، ڪاڇي جي بلي امتياز خان کي ڪيو اٿئون. دعا ڪندا.
- حڪيم عبدالحميد خان چانديو

محترم علي محمد سيال
اسلام آباد، وايا مورو (29 جنوري...............)
بگرامي درجت ذي شان جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
تلسيم و تڪريم معروض باد، واضح رائي عالي ته الف پاڱو خير سان تازو ڏسي پورو ڪيو اٿم، مون ۾ ته تڪڙ جو مادو ئي ڪونه آهي. مگر فرمائش موجب ڪافي تڪڙ کانپوءِ سرسري سچو ڪتاب ڏسي سگهيو آهيان. تڪڙ سبب اشتقاقن ۽ استعمالن جي سرزني ئي ڇڏي ڏنم، ڪٿ ڪٿ کان سواءِ، جتي مون کي اشتقاق نه آئڙيا آهن اتي (؟) سوال جي نشاني ڏيندو رهيو آهيا ته انهن کي دوباره ڏسي پڪائي سان لکجي ۽ ”غ- م) جي معنيٰ ”غير مروج“ لفظ ورتي اٿم. تڪڙ ڪري ڪيترن لفظن اڳيان (؟) سوال جي نشاني ڏني اٿم ته اهي لفظ يا (غ- م) آهن يا پوري اچار جي خبر نٿي پوي يا انهيءَ لفظ جي الائي ڪهڙو استعمال آهي؟ سنڌي ٻولي پنجمي آهي، يعني سنڌ جي پنجن حصن جي – اتر، وچولو، لاڙ، ٿر، ڪوهستان. هر هڪ حصي جا پنهنجا پنهنجا استعمال، محاورا، رواج ۽ اچار آهن؛ زبرون زيرون جي ڏنيون ويون آهن سي مختلف محاورن سان اشتقاقن جي مدنظر تي هڪ ٻئي سان نٿيون ٺهڪن.
منهنجي راءِ موجب لغت جو معيار مقرر ڪجي، جنهن لاءِ اصل کان گهڻو ڪري ”وچولو“ زياده موزون چيو ويو آهي.”قديم لغت“ جو دخل به گهڻو پيو ڏسجي جو

ڪيترائي لفظ پاتا ۽ منجهيل پيا ڏسجن. هم معنيٰ الفاظ فقط تي ڏيڻ گهرجن.....!
اشتقاقي 2.مروج 3. بامحاوره ۽ اصطلاحي. استعمالن ڏيڻ ڪانسواءِ ساري ٻولي ٻُٽي ٿي لڳي جنهن ڪري علم ادب جي معنيٰ ضايع ٿيو وڃي. وچولي جو معياري لفظ ڏئي پوءِ ڏنگين ۾ ٻين حصن جون پڙهڻيون ڏجن. گهڻين معنائن ڏيڻ جو ضرور ڪو نه آهي. ٻيو معنائون لغت ۾ داخل ڪري ڇڏجن ته ذخيرو ساڳئي طرح ڪافي رهندو.
مختلف پڙهڻين جا ٿورا گهڻا الفاظ ذخيره مان گهٽائيندي نه ٻڃجي بلڪ پاتائي، ٻٽائي الفاظ لغت کي چنڊي صاف ۽ معياري بنائجي.
عربي، پارسي ۽انگريزي جا ڪيترائي سڌا الفاظ جي عام طرح آميزش سان استعمال ٿا ٿين سي به گويا سنڌي لغت جا الفاظ چئبا جي هت اڪثر ڪري گهٽ ڏنم آهن ۽ ٻيا غير ضروري آميزش وارا به ڏنا ويا آهن.
لغت جي ڪٺي ڪرڻ ۾ تمام گهڻي تڪليف ورتي وئي آهي، جنهن لاءِ سڀئي صاحب صد تحسين جا لائق آهن. علامه دائود پوٽي صاحب به ڪافي کان زياده نظرثاني تي تڪليف ورتي آهي ۽ چاڻجي ٿو ته سندس اڳيان ڪا سنسڪرت لغت آهي جنهن ڪري مستند طرح  اشتقاقن لکڻ جي ۽ انهن جي تصحيح جي به گهڻي ڪوشش ڪئي اٿن.
لغت بابت ”نواءِ سنڌ“ ۾ اوهان صاحبن جو ڏنل مضمون پڙهيم، جو نهايت مفصل ۽ چٽو ۽ سچو هو. وري آزاد جو ليکه به پڙهيم جنهن لغت جي اصلاحيت لاءِ تمام سٺو لکيو آهي ۽ ڏنل رايا مون کي ڏاڍا پسند آيا، ٿيڻ ائين گهرجي وڌيڪ ته اختياري وارا جيئن وڌيڪ نيڪ سمجهن تيئن ٿئي.
لغت کي معياري بنائڻ لاءِ جا ماهرن جي ڪاميٽي غور ڪرڻ جي نيڪ مشورو ڏنل آهي، سو به تمام چڱو آهي. فقط ميمبرن جي چونڊ جو ڪم البته ڏکيو آهي، جنهن لاءِ اوهان صاحب،2.علامه دائود پوٽه 3. علامه انصاري 4. حضرت آءِ آءِ قاضي صاحب ۽ ٻيا قابل ۽ اديب احباب سٺي چونڊ ڪري سگهندا. بشرطيڪ سڀني جلدن جي نظرثاني پوري ٿئي ۽ ڪن اصولن هيٺ ٻن ٻن  ماهرن کي هڪ هڪ جلد ڏئي پوءِ لغت تي انهن اصولن موجب درست ڪري وري لکجي. منهنجي خيال موجب ان کي سينگاري معياري ڪجي. منهنجي راءِ موجب انهن ماهرن ۾ سنديله صاحب جو به نالو ضرور اچڻ گهرجي جو هو سٺي مدد ڪري سگهندو. مون کي  انهيءَ لسٽ ۾ اچڻ جو ڪوبه ارادو ڪو نه آهي، جو پوڙهائي ورائي وئي آهي ۽ ڪم جو به تمام ڍرو آهيان. مبادا انهن خطن سبب مون کي به اٽڪايو، آءُ اهو عرض دلي طرح ڪيانٿو. جيڪو به هيل تائين خرچ ٿيو آهي، سو سڀ سجايون ٿيو آهي. وڌيڪ خرچ لاءِ گورنمينٽ کي ڪيٻائڻ نه گهرجي. هي ڪو ترجمه ٿورو ڪيو ويو آهي.

سارو ڪم نه رڳو نئين طرح ڪنو ڪيو ويو آهي پر ڪيترائي گمنام الفاظ روشني ۾ آندا ويا آهن. اجورو تمام ٿورو ۽ ڪم تمام گهڻو ٿيو آهي، وڏيڪ ته حڪومت جي مرضي.
هاڻي انهيءَ انتظار ۾ آهيان ته ٻئي جلد* ڪيئن ۽ ڪهڙي ماڻهو هٿان موڪليا. انشاء الله تعاليٰ ته جلد ئي تدارڪ ڪري ٻئي جلد سگهو موڪلي ڏيندس.
مون ته ڏيري ڏيري، راءِ زني ڪئي آهي ته به عام نويسي معاف فرمائيندا جو اهڙي ادبي ميدان ۾ اجان پاڻ کي الڙ ٿو سمجهان. انشاء الله ته هر طرح باخيريت آهيو، نياز مند جي طرف به الله سائين رحم فرمايو آهي. والسلام.
- سيال

محترم سائين سيد غلام مرتضيٰ شاهه
سن 14 آگسٽ 1954ع
محترمي ڊاڪٽر نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم: منهنجا قومي زبان نسبت به لکيل مضمون جي الوحيد ۾ نڪتا آهن، اوهان جي نظر مان گذريا هوندا. هي ٽيون مضمون به اخبار ۾ موڪلڻ گهران ٿو. ان بعد ٽنهي مضمونن کي ڪتابي صورت ۾ آڻي سنڌ اندر ورهائبو.
هي مضمون اخبار ۾ موڪلڻ کان اڳ آءُ مناسب ٿو سمجهان ته اوهان جي نظر مان گذري. مهرباني ڪري ان کي از سرِ نو درست ڪري بهترين مضمون ڪري موڪليندا ته شڪر گذار ٿيندس. چاڪاڻ ته هي ايڏو مضمون آهي جنهن جي پنهنجي علمي وسعت موجب آءُ سمجهان ٿو ته باوجود محنت جي به مضمون نامڪمل رهجي ويو آهي، ان کي اوهان جهڙي ماهر جي نظر ئي مڪمل ڪري سگهندي. اميد ته خوش و خورم هوندا.
- زياده خيرو السلام، غلام مرتضيٰ
........2.......
• مورخ 10 جنوري 1960ع سن، دادو
جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اسان جي جد بزرگ سيد حيدر عليه رحمت جو ساليانو ميلو، هن سال 2،3،4 شعبان مطابق30-31 جنوري ۽ پهرين فيبروري روز ڇنڇر- آچر- سومر تي ٿيڻ وارو آهي.

ان موقعي تي صوفي ڪلام جي مجلس ۽ تصوف جي نقطن تي گفتگو ۽ روح رهاڻ ٿيندڙ آهي، ڪن مخصوص دوستن کي به ان موقعي تي مدعو ڪيل آهي، جن جا نالا، جناب مخدوم صاحب، آءِ آءِ قاضي صاحب، ميران محمد شاهه، انصاري، آغا عبدالغني، دادا منگهارام ۽ جويه محمد ابراهيم آهن، مون کي نهايت خوشي ٿيندي جيڪڏهن اوهان پنهنجي ديدار کان مشرف ڪرائي ويندا.
- غلام مرتضيٰ
...3...
برادرم ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: اوهان جو موڪليل دعوت نامو اڄ پهتو. يادگيري لاءِ مهرباني. گذشته دفعي شاهه ڀٽائي جي 14 جمادي الثاني مطابق 1966ع تي سڏايل بزم صوفيائي سنڌ جي مجلس ۾ شايد ڪثرت ڪاروبار ڪري اوهان اچي نه سگهيا. آئون ته واندو ويٺو آهيان پر ”تلڪ الايام نداولها بين الناس“ مطابق تاريخ تي پهچي پنهنجي نامعلوم سيٺ والارڻ لاءِ تيار نه آهيان. بردارم ميران محمد شاهه سان اختيار ڪيل روش سندس هٿ اڪرين مون وٽ موجود آهي. شڪر آهي جو اوهان گاڏو گهليندا اچو.
اسان جي بزم صوفيانه سنڌ سرڪار سان ڪلچرل پروگرامن ۾ تعاون ڪرڻ لاءِ خط لکيو آهي. جواب جي انتظار ۾ آهيون.
- غلام مرتضيٰ
........4.........
مڪرمي ڊاڪٽر صاحب،
ڪالهه شيخ عبدالمجيد ۽ خانصاحب عبدالغفار خان وغيره ڀٽ شاهه تي ويا هواسون، رات هڪ بجه واپس ٿياسون. اڄ خان بادشاهه کي ڪراچي ۾ ضروري ڪم آهي، ان جي همرقاب اچڻ ٿيو آهي تنهن ڪري ان کي ڇڏي نٿو سگهجي. شاهه صاحب جي ميله جي موقعي تي ٻي جاءِ تي مجلس ڪرڻ سندس ميله ۾ رڪاوٽ وجهڻ جي برابر آهي.ا ن ڪري اهڙي بدعت ۾ آءُ شامل ٿي نٿو سگهان. معاف ڪندا. اگر وزيرن جي سهوليت خاطر برادرم ميران محمد شاهه مجسل هتي مقرر ڪئي آهي ته سندس مرضي.
ڪتاب مهرباني ڪري ڏينهن ٻن ۾ درست ڪري موڪليندا. هاڻ صرف 14 صفحه رهيل آهن. هن کي وري ٻي دفعي لکٿو آهي ۽ ڇپائڻو آهي ڪافي دير ٿي ويئي آهي.
- غلام مرتضيٰ

محترم غلام محمد گرامي
حيدرآباد (30-7-1959)
محترم المقام ذوالمجد والڪرم جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: مدعائي گذارش اها آهي ته مهراڻ لاءِ ”سنڌي زبان جي تاريخ“ جي بقايا جي نوازش ٿئي، اهو مضمون، سارو نه پر ان جو انتخاب تازو نئين دنيا، بمبئي ۾ به آيل آهي. هونءَ به علمي ۽ ادبي ۽ تحقيقي مقالات متعلق، اختلافي راءِ جو پيدا ٿيڻ يقيني ۽ لابدي امر آهي. اوهان هن موضوع کي جنهن محققانه انداز ۾ نباهيو آهي. اهو نهايت زوردار ۽ مدلل آهي ۽ هينئر تائين پيدا ٿيل تحقيق ۽ نظريه جو علمي طور رد ڪيو ويو آهي. اهڙيءَ حالت ۾ جيڪڏهن ڪو هڪ اڌ، يا گروهه، اختلاف ڪري ته پلي ڪري. انهن جي مخالفت کي پنهنجي تي چڙڻ ڏيڻ گهرجي.
محترمي، اوهان مهرباني فرمائي ان موضوع کي جيئن شروع ڪري:
حاليا غلغله درگنبذ افلاک انداز
وانگر في الحال ته علمي دنيا ۾ انقلاب انگيز قدم کنيو آهي، تيئن ان جي باقي حصي جي به عنايت فرمائيندا ته موضوع تڪميل تي پهچي. اختلاف، انساني زندگي جي فڪري تعبير ۽ تاويل لاءِ مخلصانه چيز آهي، بيشڪ عناد ۽ مخالفت ئي مذموم آهي، جا هت ته ڪٿي به نظر نه ٿي اچي، اوهان ته پاڻ مبارڪ جي لائق قدم کنيو آهي، ورنه هڙي دور ۾ ڪير ٿو اهو ڪجهه لکي سگهي، جنهن تي مخلصانه ۽ محققانه طور ڪا راءِ قائم ڪيل آهي! اوهان جي خدمت ۾ مودبانه گذارش آهي ته مهرباني فرمائي ان موضوع ڏانهن توجهه فرمائيندا ۽ عنايت ڪندا.
گلهائِي رنگ رنگ سِي هي زينت چمن،
اي ذوق اس چمن مين هي زيب اختلاف سي
”ذوق“
ڪن دوستن کان پتو پيو ته مهراڻ جي ايڊيٽوريل ۾ ڪجهه لغزش واقع ٿي آهي، ان متعلق اوهان فرمايو هو ته به ٿي لفظ لکي موڪليندا. مهرباني فرمائي اهو نوٽ به عنايت فرمائيندا ته شايع ڪري ڇڏجي. اميد ته اوهان خوش بهار هوندا.
- غ. م. گرامي

محترم غلام يحييٰ
درجه چوٿون، هاءِ اسڪول خودن جتوئي (12-12-1958)
سائين جن!

بعد از تلسيم عرض ته ڪارڊ مبارڪ سائين جن جو عطا ٿيو. نهايت نوازش. جواب ۾ ڪارخدمت جي ادائيءَ تاخير سان ٿي آهي معاف فرمائيندا. غريب نواز روشن هجي ته آءُ متعلم آهيان عربي لاءِ تعليم جي فوراً حاصلات نه هئڻ سبب قرآن لغات وغيره تان منوهزار الفاظ الف، ب وار ترتيب وار گڏ ڪري لکيم. بلطف خدا ٽرمينل ۾ چڱو نمبر مليو.
هاڻي وري سنڌي لوڪ ادب لاءِ شب روز مساعي رهندس، وقت تمام ٿورو ٿو ملي پڙهڻ جو ڪم به گهڻو آهي، براه ڪرم هنن ٻن لفظن بابت تمهيد فرمائيندا ته لاجورد ۾ الماس واحد آهن انهن جو جمع مون کي نه ملي سگهيو آهي ته الائي ڪهڙو ٿيندو.
ٻيو ته ملفوظات روضه ڏڻي رحمت الله جي ڪٿان ملي سگهندي، ان بابت اڳي به عرض ڪيو اٿم.
ٿيون ته سنڌي ڪتاب ڇپائڻو آهي جو ڊيپلائي صاحب جي پريس مان واپس آيو آهي ۾ شايد ان بابت به اڳي استدعا ڪيل آهي پر جواب عطا نه شد.
جت زور آور ذات مون کي ساڻ نه نين!
جي گهگهيرين گڏين، ته ٻين کي ٻيڻو ڪريان.
بنده جي خيال ۾ ته اسان جي جماعت ڏاڍي رحم واري هوندي آهي، ازانسواءِ حافظ صاحب فرمايو آهي ته :
نظر کردن بدرويشان منافي و بزرگي نيست،
سليمان با چنان حشمت نظرها بود با مورش.
پته نه آهي ته پُل ۾ آهيان يا صحيح پنهنجي جماعت سڃاتي اٿم! وري ثاني عرض کي دهرائي التجا ٿو ڪريان ته ڪتاب جي ڇپائڻ لاءِ سائين جن مدد ڪري سگهندا. جي برابر ته به اکر ان بابت پڻ انعام فرمائي ممنون فرمائيندا. مزيد ادب.
- غلام يحييٰ

محترم غلام نبي پنگر
جيڪب آباد (29-4-1958)
مڪرمي جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم عرض ته منهنجو خيال آهي ته هن سال پنهنجي ڇوڪري 9 سال ۽ ڇوڪري 11 سال عمر وارن کي حيدرآبادConvent ۾ داخل ڪريان. هت سنڌن تعليم ۽ تربيت جي ستياناس ٿي ٿئي. ٻئي سال جيڪڏهن اسان کي لطيف آباد ۾ پلاٽ ملي ويو ته انشاء الله مان پڻ حيدرآباد لڏي پاڻئي ايندس.

ڪا ماستري وغيره وٺي ڏيندا ته هاڻي هليو اچان. پلائي ڪري مون کي حيدرآباد جي Convent بنسبت پنهنجي نيڪ مشوره کان آگاهه ڪندا ته ڇا ڪجي.
- اوهانجو، غلام نبي پنگر

محترم مولوي غلام مصطفيٰ قاسمي
سنڌ مدرسه گرائونڊ، ڪراچي (28-5-........)
حضرت العلامة الدڪتور نبي بخش،
السلام عليڪم و رحمت الله برڪاته، مزاج گرامي- ”المتانة“ اٽڪل روءِ ڏيڍ مهيني کان ختم ٿي ويو آهي، ليڪن مقدمه جو آخري فارم ۽ فهرست جا به فارم جن جا فائينل پروف به مهينه، ڏيڍ کان ڏنل آهن سي پريس وارن کان هن ڪري رهجي ويا هئا، جو جنهن مشين تي اهو ڪتاب ڇاپيو ويندو هو سا ڪنهن پرزه پڇڻ ڪري خراب ٿي پيئي.20x26 سائيز جي وٽن ٻي ڪابه مشين نه هئي، هاڻي جڏهن پاڻ کي ان حقيقت جي ڄاڻ ٿي تڏهن منهنجي زور پرڻ تي اهي فارم ڏينهن ٻن ۾ ٻي ڪنهن پريس ۾ ڇپائي ڏيندا.
جيڪي ڪجهه ڇپجي چڪو آهي اهي سڀ فارم مسٽر رباني اوهان لاءِ ڪٽي آيو هو، اميد ته پهچي ويا هوندا.
نهج التعلم نهايت بهترين ڪتاب آهي، انهيءَ نهج جا ٻيا به ڪتاب آهن جي اميد ته اوهان جي ذهن ۾ هوندا، جهڙوڪ: تعليم المتعلم طريق التعلم للزر نوجي، رساله دانشمندي شاه ولي الله صاحب رحه، شرح تهذيب تحفه شاهجهاني جي شروع ۾ به رساله انهيءَ موضوع تي آهي، احياء العلوم ۾ به هڪ باب تعليم ۽ تعليم جي آدابن تي آهي.

* پهرئين مسودي جا ٻه جلد مون سيال صاحب ڏانهن راءِ لاءِ موڪليا هئا ۽ پاڻ مهرباني ڪري ڏسي موڪليائين. نبي بخش

اميد ته مون کي جيڪو به انهيءَ موضوع تي مواد هوندو، سو اوهان کي پيش ڪندس. والسلام-
- غلام مصطفيٰ قاسمي.

محترم خليفه غلام محمد
منگهو پير ڪراچي، (11-11-1960)

جناب برادرم ميان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ خان،
السلام عليڪم ورحمت الله وبرڪاته، اوهان صاحبن جي حڪم موجب ڪجهه مواد جمع ڪيو ويو آهي ، جيتوڻيڪ ايترو گهڻو ڪونهي، تاهم طاقت آهر وڌيڪ ڪوشش جاري آهي ۽ جيترو جمع ڪيو اٿم ، هن دفعي ايڏانهن اچڻ تي حاضر خدمت ڪندس.
منهنجو ڪنهن زماني جي ڪم سان جناب جنرل اڪبر خان (رٽائرڊ) سان ملاقات ٿي ڳالهه تان ڳالهه ڪندي چيائون ته سندن ڪو اردو ۾ لکيل ڪتاب جو (اسلام ۽ جنگ) جي نالي سان سنڌي ترجمو ڪري مسٽر وفائي کي ڏنو اٿن جو وفائي پرنٽنگ پريس ۾ پيو آهي، مگر جيئن ته وفائي کي انهيءَ ڪتاب ڇپائڻ جي قوت ڪانهي تنهن ڪري ٿي سگهي ته سنڌي ادبي بورڊ وارا ان ڪتاب کي ڇپائين، اڪثر ڏٺو ويو آهي ته سنڌ ۾ فوج ۾ حصي وٺڻ جو شوق گهٽ آهي، تنهنڪري جنرل صاحب چيو ته ٿي سگهي ٿو ته ان ڪتاب جي پڙهڻ سان سنڌين ۾ به فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جو شوق جاڳي.
دوران گفتگو اوهان جي علم دوستي ۽ شوق جو ذڪر پڻ نڪتو، تنهن تي مون کي چيائون ته ڊاڪٽر صاحب کي انهيءَ ڪتاب ڪان مطالع ڪندا، ٿي سگهي ٿو، ڊاڪٽر صاحب ان ڪتاب کي نظر مان ڪڍي ۽ ڇپائڻ جو اهتمام ٿي سگهي.
اجان ڪالهه ڪن دوستن ڪان معلوم ٿيو ته هو ڪي سگهڙ وٽي ٿي وچي رهيا آهن جت اوهان جي آمد آهي، مان هن وقت زماني جي ڪن مصروفيتن هيٺ آهيان مهلت جو منتظر آهيان. انشاء الله جلد خدمت ۾ حاضر ٿيندس.
جڏهن وري قسمت سانگي ٿي وڃو ته زمان شاهه مرحوم جي ڪلام کي سميٽڻ جي ڪوشش ڪندا. مرحوم زمان شاهه جو ڪلام نهايب مٺو ۽ سهڻو آهي. اوهان جو دعائو و خير انديش.
-خليفه غلام محمد

محترم غلام رسول ڪورائي
(12-3-2004)
عزت مآب، سائين نبي بخش خان بلوچ، شال جڙيا رهو.
السلام عليڪم: محبوب سائين اوهان منهنجي نماڻي عرض جنهن ۾ مون پنهنجي پيڙا ۽ بيوسيءَ کي اوهان اڳيان بيان ڪندي رکيو هوَ. کي فڪر ۽ دانائي جو شرف ڏئي مون کي يقينن وڏو مان بخشيو آهي ته مسرت پڻ، جنهن کي آءُ پنهنجي لاءِ اعزاز سان گڏ بي بها سرمايو ٿو سمجهان...........

اوهان تي ڪن دوستن جا ڪنيل قلم ڪڏهن ڪڏهن نظر مان گذرندا آهن، جيئن تحقيقي جرنل پٽائي ۾ لکيل ڊاڪٽر غلام نبي سڏايو صاحب جو مقالو ” عشق، عورت ۽ لطيف“، يا وري عبرت مئگزين ۾ لکيل سر يمن ڪلياڻ جي مطالعي تي مبني ”آئون حرف نه ڄاڻان هيڪڙو“ جي عنوان سان مسٽر سليم پٺو لطيفي جو نظر مان گذريا. ان لاءِ سواءِ ان جي ٻيو ڇا چئجي، ته هي شاگردن جون استادن سان بيجا حجتون آهن.
آءُ هميشه ان خيال جو رهيو آهيان ته سچ جيئن ۽ جيترو هٿ لڳي ان تي شڪر ڪجي. سچ کي حاصل ڪرڻ يا سچ کي سمجهڻ لاءِ وڏي صبر جي ضرورت هجي ته علم سان گڏ حلم جي پڻ. آءُ اوهان لاءِ ڇا چوان! منهنجي ته نه ذات آهي نه اوقات، تنهن هوندي به اهو ضرور چوندس ته حاضر وقت ۾ اوهان جهڙو ڪو ٻيو اورچ استاد ايڏي محنت سنڌ ۽ سنڌي قوم تي احسان ڪندي نظر نه پيو اچي، ان لاءِ آءُ سمجهان ٿو ته مون سان گڏ سچي سنڌ جون اوهان لاءِ اهي ئي دعائون آهن ته الله پاڪ اوهان کي وڏي ڄمار ۽ صحت عطا ڪري آمين ته جيئن اوهان جي سنڌ سَنڌ مان ڦٽي نڪتل سچ سونهن ۽ پيار جو ٻول ۽ روشنيون پوري سَنڌ کي منور ڪنديون رهن. نيڪ تمنائن سان گڏ عاجز.
-غلام رسول ڪورائي

محترم مخدوم غوث محمد گوهر
ڪونڙي ڪبير، ڪنڊيارو (22-6-1981)
جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله برڪاته، اميد ته بخيريت هوندا ۽ رهندا. رساله مهراڻ 1968ع جو پرچو مطالعه هيٺ آهي. پهريائي اوهان صاحبن جو ڇپيل مضمون، اسان جي خاندان متعلق، بغور ڏٺوسون.
ان ۾ غلطين جي نشان دهي ڪري توجه طلبي ۽ تصحيح خاطر ارسال خدمت ڪريان ٿو. اوهان کي تصحيح واسطي توجه ڪرائڻ لقمان کي حڪمت سيکارڻ برابر آهي تاهم به خلوص ۽ دائره اخلاق جي حد اندر التماس ئي آهي، واڪا ڪرڻ مون وس ۾ڏڻ ڪم ٻروچ جو!
هن طرف دوري جو پروگرام ٿئي ته مطالع ڪري پنهنجي محبت واري ونڊ کان نه وساريندا. اوهان جي صحبت رهبري جون راهون هموار ڪري ٿي، گهڻو درس تدريس کان مستفيد ڪندا ٿا رهو.”هل من مزيد“، جيان اسان جي روز افزون تڙپ

و تشنگي وڌي ٿي. شرف ملاقات چار چشمي واري چوياري ۾ قدري تشفي و قرار اچي ٿو. درمياني عرصه وداع دوران ۾ نامه محبت سان نوازيندا رهندا ته عين عنايت.

رساله مهراڻ صه 47 کان 49-1986ع جي حوالي سان هيٺيون درستيون

صديقي گهراڻي جو سربراهه مخدوم ميان غلام قادر وفات 1389ھ -1969ع

”شيخ ڪبير“ سندس وڏي ڏاڏي مخدوم شيخ اسحاق جي ائين پيڙهي مان هو.

شيخ اسحاق ڏهين صدي هجري ۾ گذريو.

پر سندس ولادت غالبا 9 نائين هجري ۾ ٿي.

مخدوم اسحاق جو پٽ محمد هارون ٿيو، جنهن سنه 971هجري ۾ وفات ڪئي، سندس تربت جو هيٺيون ڪتبو لڳل آهي.

قد توفي هارون بي اسحاق سيد نايوم

السبت في الرابع عشرين ذي القعده 971ھ

شيخ ڪبير ايضا از بزرگان آنجا است، مرقد مرجع اهل الله واقع بهلانو (پهيلاڻي) برابر هالاڻي است. شيخ ڪبير 1181ھ کان گهڻو اڳ ٿي گذريو آهي.

مخدوم يار محمد بن محمد عاقل بن رحمت شاهه بن شيخ محمد ڪبير رحه، جي وفات يوم الاحد 22 ذي القعد 1219هجري آهي.

محمد ڪبير بن محمد بن محمود بن عصمت الله بن محمد تقي بن ابوبڪر بن هارون بن اسحاق رحه صديق قريشي.

(مضمون ۾) مرحوم ميان غلام قادر جي وفات 1389ھ-1969ع مذڪوره سنه غلط ڇپجي ويو آهي، در اصل وفات 1397ھ-1977ع صحيح سنه ٿيندو.

مخدوم يار محمد رحه، مخدوم اسحاق رحه جي يارهين پشت ۾ آهي. جڏهن مخدوم يار محمد جو سنه وفات يوم الاحد ذي القعد 1219ھ مزار جي لوهه تي درج آهي، تڏهن مخدوم هارون بن اسحاق جو سنه وفات يوم السبت و في الرابع عشر من ذي القعد 971ھ جوڙ جڙندو؟

-غوث محمد گوهر

محترم غلام مصطفيٰ بلوچ
ٽنڊو الهيار، مورخ 1973-11-25)
سچڻ سائين، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
گذارش ته: اسان جي ”سنڌي“ جي استاد مختلف ڳالهيون ۽ بحث ڪندي چيو ته ”سنڌي ٻولي جو پنهنجو وجود نه آهي، اها مختلف زبانن جو مرڪب آهي.“
مون ان سلسلي ۾ استاد صاحب کي چيو ته ”جيتوڻيڪ سنڌي زبان ۾ ٻين ڪيترين ئي ٻولين جا لفظ شامل ٿي چڪا آهن، پر تنهن هوندي به سنڌي ٻولي کي پنهنجو ذخيرو آهي. ان وٽ پنهنجا لفظ پڻ آهن.
استاد صاحب ان لاءِ چيو ته ”ان لاءِ تون ثبوت پيش ڪر.“ مان ان کان ڪجھ مهلت ورتي آهي. ان سلسلي ۾ اوهان صاحبن ڏانهن هي خط لکي رهيو آهيان. اوهان صاحبن سنڌي ٻولي ۽ ادب جي باري ۾ ڳچ ڳولا ڪئي آهي، مون کي اميد آهي ته ان سلسلي ۾ اوهين منهنجي مدد ضرور ڪندا.
شايد اوهان ئي پنهنجي هڪ مضمون ۾ ڪنهن انگريز مصنف جو حوالو ڏيندي لکيو هو ته ”سنڌي زبان مان جيڪڏهن ٻين سڀني ٻولين جا لفظ ڪڍي ڇڏيا وڃن، تڏهن به سنڌي جي لغت ۾ ايترا لفظ بچن ٿا جو ان مان ڳالهائي ۽ سمجهي سگهجي. يا ٻين مڙني زبانن جا لفظ سنڌي زبان مان ڪڍي ڇڏجن، ته به ڪيترائي لفظ بچي پون ٿا. اهي لفظ ڪنهن جا آهن؟ ظاهر آهي، ته سنڌي جا ئي هوندا !
آخر ۾ مان عرض ڪندس ته مٿئين مسئلن بابت اوهان پنهنجا خيال ضرور لکي موڪليندا، ۽ ان سان گڏ اهڙا ڪجھ نج سنڌي لفظ پڻ لکي موڪليندا. جن تي نه ٻين ٻولين جو اثر هجي. نه ئي ان مان نڪتل هجن. فقط علم جو ڳولائو
- غلام مصطفيٰ بلوچ

محترم مير غلام الله خان ٽالپور
مورجهنگو (1992-1-7)
مشفق محترم و مهربان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
مان هڪ طرف ته اوهان جو پائيتو به آهيان، ٻي طرف اوهان جي ادبي ڪاوشن کي تمام هڪ عجيب احساس محبت سان جيئن هوش سنڀاليو اٿم ڏسندو اچان. خدا پاڪ توهان کي گهڻي کان گهڻي توفيق عطا فرمائي جيئن علم و ادب جي وڏ ۾ وڏ خدمت ڪندا رهو.

بابا سائين سان جڏهن مون توهان جي خط ( مورخ 1992-1-1) ۾ طالب علمي جي زماني ۾ ملاقاتن جي ڳالھ ڪئي ته پاڻ جام خوش ٿيا ته ڊاڪٽر صاحب کي آئون آڇا ياد آهيان. پاڻ ٻڌايائون ته ڊاڪٽر صاحب کي موٽ لکو ته منهنجا هي الفاظ ضرور کين لکندا سو حڪم جي پيروي ڪري رهيو آهيان.1937ع ۾ مسٽر ڊسوزا پنهنجي ملاقات ڪرائي، اوهان ٽيوشن ڏيندا هئا. آئون شيلا مينشن ۾ رهندو هئس. مون کي ياد آهي پر اوهان جو ياد ڪرڻ ڪمال سمجهان ٿو. ان کان پوءِ پنهنجي ملاقات ناهي ٿي. اڄ ان کي 55 سال ٿيا آهن. دل چوندي آهي ته ملاقات ٿئي. اوهان منهنجا استاد آهيو، الله توهان کي خوش رکي. هاڻ وقت آخري آهي اڳتي پنهنجي دائم گهر هلڻو آهي. هن دنيا مان رٽائر ڪرڻا آهيون. اڳئين گهر کي سينگاريون، اتي لاءِ ڪجھ سامان موڪليون. واقعي 55 سال جي يادگيري توهان جو ڪمال آهي، بس الله پاڪ پنهنجي رضا نصيب فرمائي. دنيا آخرت جي کيتي آهي هتي ڪجھ پوکيون ته اڳتي الھ پاڪ باغ بنگلا نصيب فرمائي. هي الفاظ ڊاڪٽر صاحب کي لکي موڪلجو. اهي لفظ توهان تڪ پهچايان ٿو.
ڊاڪٽر صاحب منهنجي شاعري جو شوق به وٽني وٽني ٿيو آهي ۽ ان سلسلي ۾ اڃا طالب علم آهيان. ڪو استاد ناهي، منهنجي مطالعي ۾ گهڻو ڪري اردو شاعر رهيا. فيض، غالب، فراق گورکپري، شڪيل بدايوني، جگر مرادآبادي، نظام، شيفتہ، داغ وغيره کي ٿورو ٿورو پڙهيو اٿم. سنڌي شاعري سواءِ سائين لطيف جي نه پڙهي اٿم، سانگي جي ديوان لاءِ پريشان هئس ته ڪٿان ملي. مون کي ڪليات سانگي هٿ اچي وئي آهي، جنهن ۾ توهان 3 ديوان ۽ سرائيڪي، فارسي، اردو ڪلام کي ترتيب ڏئي سنڌي ادب تي وڏو احسان ڪيو آهي.
ڊاڪٽر صاحب سانگي کي روحاني استاد وٽي چڪو آهيان ۽ عجيب اتفاق آهي جو مير سانگي ۽ منهنجا گهڻا حالات ۽ واقعات ملندڙ آهن. سانگي سخنوري ۾ ته ڪافي اسان کان مٿانهون آهي. ان دور جا حالات، سندس تجربو، عمر، ماحول ۽ منهنجي هِن دور جي حالات ۽ ماحول ۾ تمام گهڻو فرق آهي.
مان مور جهنگي اچڻ لاءِ دعوت وري به عرض رکان ٿو.
- غلام الله خان ٽالپور

محترم غلام قادر
سيڪنڊري ٽيچر، جهانگارا، دادو (7-3-1941)
بشرف گرامي عاليجناب ميان نبي بخش خان صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، بعد احوال عرض ته طرفين خيريت، الحمدالله، المرام في الاڪرام آنکه توهان جو مدت مديد خط فرحت نمط غلام لاءِ باعث مسرت انبساط ٿيو، اهڙي ياد آوري کان نهايت شڪريه
ادا سائين روشن هجي ته توهان جي يادگيري خود بنده جي يادگيري جو ثبوت آهي، اميد ته هي بنده توهان کان پڻ وسري ويل نه هوندو
تو جني جي تات، تن پڻ آهي تنهنجي
اهو زمانو جنهن ۾ گڏجي نوشهري ۾ گذاريوسون سو بعيد نه آهي. ان زماني جو صورتحال ۽ نقش اکين اڳيان ڦرندو رهي ٿو. ادا سائين مان ته جڏهن ڪنهن کان شعر ٻڌندو آهيان تڏهن توهان کي ياد ڪندو آهيان، جڏهن ظريفانه ڪلام ٻڌان يا ڪنهن هوشيار زبان جي زير صحبت اچان تڏهن توهان جي يادگيري تازي ٿئي ٿي. ليڪن ادا سائين باغ ۾ بهار سدائين پائدار نه آهي. اج جو زمانو گذشته آهي. اهڙي حياتيءَ جي عشرت جي خوشيءَ ۽ لذت فقط ان جي يادگيريءَ تي مبني آهي.
الحمدالله، هن وقت بنده چوڪراٽي حيثيت کان ٻاهر آهي. سچ آهي ته جنهن ڏينهن بنده مئٽرڪ جو امتحان ڏئي ڳوٺ روانو ٿيو ان ڏينهن کان وٺي حياتي علحده ۽ بدل ٿي. هر هڪ گهڙي هڪ قسم جي جديد زماني جو صورتحال پيش ڪيو. گهڻا ٻيا پيي ٻار، ليڪن منهنجي پيشاني تي ڪلمح البرق عجيب غريب اثر چمايو. دل و دماغ تن و جان مبدل ٿي وئي. دنيا اندر البت گهڻو ڪي ڏنم ۽ ٻڌم ۽ متعدد آزموده پاتم، آزادگي پائبندي ۾ مبدل ٿي وئي. اهي غير محدود خوشيون محدود، ۽ غير متحرڪ خيال مغلوب ٿي ويا. گهڻان ئي عزيز و خويش جا ڏڪ لڳا ۽ اهڙا اونها زخم رسيا جي قوت برداشت کان بلڪل بعيد هئا. تن جا داغ ۽ نشان به اجا تائين نه ميٽيا آهن. الحمد الله انسان چا نٿو سهي، ليڪن وقتي صدما هيڪر نااميد ڪيو وجهن.
سيڪنڊري مڊل ڪلاسز ۾ هن وقت مان انگريزي ماستر آهيان. هن وقت عربي خواه پارسي ۾ ورڪ ڪرڻ جي خواهش البت گهڻي آهي. پر اهو وقت گذشته بود، نڪا ته اهڙي سهوليت آهي نه ته وري زمانه جي رسم رواج کان فرصت ئي ملي ٿي.
روشن هجي ته زمانه جي آزموده ۽ واقعات جن منجهان گذر ٿيو تن جو تفصيل وار بيان البت داستان کي طويل ڪري ها تنهن ڪري تمت باالخير والسلام.
- نيامند، غلام قادر

محترم غلام رباني آگرو
حيدرآباد (13-7-2004)
مڪرمي و محترمي ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته سنڌ جي ماڻڪ موتي تنظيم وارن اوهان جي خطن جو ڪتاب ” پيارن جا پيغام“ مهرباني ڪري موڪليو. پڙهي ڏاڍو لطف آيو. جلسو به ڪيو هئائون. پر مان ان ڏينهن ڪراچيءَ ۾ هئس.
چڱو عرصو ٿيو جو خطن جا به سٺا ڪتاب شايع ٿيا: ٻئي سائين جي. ايم. سيد ڇپايا هئا؛ هڪڙي ڪتاب ۾ علامه صاحب جا ڪيس لکيل خط هئا ۽ ٻي ۾ پير علي محمد راشدي صاحب جا ڏانهن لکيل خط هئا. هاڻي، ٻئي گهڻي عرصي کان ناياب آهن. خبر ناهي ته علامه صاحب جي خطن وارو ڪتاب علامه صاحب جي يادگيريءَ ۾ قائم ٿيل چيئر طرفان دوباره شايع ٿي سگهي ٿو يا نه؟ ٿئي ته ڏاڍو سٺو ڪم ٿيندو.
بهرحال، اوهان جي خطن وارو ڪتاب پڙهي اهي ٻئي عمدا ڪتاب ياد آيا. اوهان جي ڪتاب ڇپائي ڏاڍو سهڻو ڪم ڪيو آهي، جيڪڏهن اوهان وٽ ٻيا به ڪي اهڙا خط هجن ۽ هن تنظيم کي ڏيو ته انهن جي اشاعت تحسين جوڳي ڳالهه ٿيندي. خطن ۾ مختلف نوعيت جون ڳالهيون آهن، ڏاڍيون وڻندڙ آهن.
فولاد فقير وارو خط پڙهي هڪ نئين شخصيت نظر آئي. علي احمد بروهيءَ مٿس مضمون لکيو هو. مزاحيه رنگ ۾، ان ۾ فولاد فقير جي شخصيت ٻي هئي. ڪچهريءَ ۾ سندس ڳالهيون به ڪندو هو. هڪ ڳالهه اها به ڪيائين ته مان ڊاڪٽر صاحب ۽ نون صاحب وٽس وياسون ۽ چيوسون ته معجزو ڏيکار. اسان کي هي معجزو ڏيکاريائين. ڳالهه ٻڌي، اسان ته وائڙا ٿي وياسين. اوهان جي ڪتاب ۾ سندس خط پڙهي، صحيح صورت حال معلوم ٿي ته هو ڪهڙي مزاج جو بزرگ هو..........
رب پاڪ اوهان کي عمر دراز ۽ صحت جي نعمت سان نوازي. آمين
وڌي وٽ آهين.ٻاروچا ٻنپور ۾!
- غلام رباني آگرو

محترم سيد غلام محمد شاهه رضوي
محله چانديو، شهر ٺٽو (7-11-1972)
عالي جناب محترم ڊاڪٽر رئيس نبي بخش خان،
السلام عليڪم: احوال خدمت اقدس ۾ عرض آهي ته: اوهان صاحب وقتن به وقتن منهنجي عرض تي منهنجي فرزند نورچشم سيد ديدار حسين شاهه رضوي جي،

شاگردي جي ٽائيم کان وٺي مدد ڪندا رهيا آهيو. جنهن لاءِ هر وقت هميشه آئون اوهان صاحبن جو شڪر گذار آهيان. منهنجي ايهائي هر وقت رب سائين جي درگاهه الاهي ۾ دعا آهي ته الله تبارڪ و تعاليٰ اوهان صاحبن کي بمعه پنهنجي اولاد ۽ خاندان سميت سدائين خوش ۽ وڏيڪ آباد ۽ دل شاد رکي. آمين ثم آمين.
هن وقت وري به اوهان صاحبن کي تڪليف ڏيان ٿو جا براءِ نوازش اسان تي رحم جي نظر رکي. ثواب دارين جو حاصل ڪرڻ فرمائيندا، هي نياز مند تهدل شڪر گذار رهندو.
حقيقت هن ريت آهي ته نورچشم سيد ديدار حسين شاهه رضوي هن وقت سنڌ يونيورسٽي ۾ ايڪنامڪس ڊپارٽمينٽ ۾ ليڪچرار آهي. هن جناب وائيس چانسلر صاحب جن جي خدمت ۾ نوڪري پڪي ٿيڻ لاءِ درخواست پنهنجي هيڊ آف ڊيپارٽمينٽ جي معرفت عرض رکي آهي. اوهان صاحب کي معلوم آهي ته هن وقت اسان غريبن جو سواءِ خدا جي ٻيو ڪو سفارش وغيره نه آهي. فقط اوهان صاحبن ۾ اميد ۽ آسرو آهي، جو اوهان صاحب وقت به وقت، اسان غريبن جي حالت تي رحم جي نظر رکي، هن منزل تي پهچايو آهي، هاڻي به نوازش فرمائي، تڪليف وارا قدم کڻي، نورچشم سيد ديدار حسين شاهه رضوي کي سروس ۾ پڪي نوڪري جو آرڊر جناب وائيس چانسلر صاحب کان ڪرائي ڏيڻ فرمائيندا ته دائما دعاگو رهندس. سندس هيڊ آف ڊيپارٽمينٽ به سفارش ڪئي آهي. بنده هر وقت اوهان جو دعاگو.
-سيد غلام محمد شاهه رضوي

محترم غلام فقير ماڇي
ڳوٺ جعفر خان لغاري، تعلقه سنجهورو، ضلعي سانگهڙ
بخدمت شريف ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: گذارش ته طرفين خيريت مطلوب، عرض ته هن کان اڳ هڪ خط خدمت ۾ عرض رکيو اٿم، اميد ته پهتو هوندو.

اڳئين خط جو ساڳيو احوال هي آهي ته هڪ وقت اوهان فرمايو هو ته ڪنهن به وقت ڪا ضرورت پوي ته هڪل ڪجان. هن وقت حالت سخت سقيم ٿي چڪي آهي قرضين چوطرف گهيري ورتو آهي، ازانسواءِ نياڻي به اٺارڻي آهي. نياڻي تان ڪجهه به وڻڻ ضمير برداشت نٿو ڪري، تنهن ڪري عرض آهي ته هن وقت گهٽي کان گهٽي مدد جيڪا به ٿي سگهي ڪا ڪرايو اميد ته اها اوهان کي وهي پهچائي ڏيندس. اها مدد هٿ پهچڻ گهرجي جو حيدرآباد پهچڻ جي به طاقت ڪانه آهي، هي عرض اميد ته ضرور درجه مقبوليت تي پهچندو.

بيت الهڏنو فقير
دنيا ۽ دولت جو ٻَل نه اٿم پر،
سچ جي صلاح سان هي ترڪ ٿيو تر،
ڀاڳ جي ڀاڙيائي ڏسي، ڀينگ به ڪيو پر،
هي غريب ٿا گهر، انهيءَ طور الهڏنه چوي.
بيت غلام فقير
دنيا ۽ دولت جو اٿم دل مٿي داغ،
سَنت جڏهن سست ٿي، تڏهن ڀاڙي ٿيو ڀاڳ
بخت اچي بي ايمان ٿيو تڏهن نرين پيو نڀاڳ
وڃان جنهن وٽ ڪم لاءِ سو رڳو ٻڌائي راڳ،
سک ۽ سڀاڳ، گسايو وڃن غلام چوي.
- بنده غلام فقير ماڇي.

محترم غلام محمد لاکو
لڳ دولتپور صفن، (25-6-1991)
محترم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: اوهان طرفان مليل 'شاهه جو رسالو' پهتو هو. ان جي رسيد پڻ موڪلي هئم. گڏو گڏ اوهان جي سنڌ جي آبپاشي نظام بابت انگريزي مقالي جي فوٽو اسٽيٽ لاءِ پڻ گذارش ڪئي هئم. ليڪن ڏسجي ٿو ته شايد اهو خط اوهان کي نه پهتو. هن گڏ مان پنهنجي تازه ترين پبليڪيشن موڪلي رهيو آهيان. اميد ته ان کي نظر مان ڪڍي پنهنجي معتبر ۽ مستند راين کان آگاهه ڪندا ته جيئن ايندڙ ايڊيشن ۾ اصلاح ڪري سگهجي.
17آگسٽ تائين يونورسٽي موڪلن سبب بند آهي. انڪري آءُ ڳوٺ هوندس. اوهان جي خط جو پر زور انتظار رهندو.
- مخلص، غلام محمد لاکو
...........2...........
• مورخ 1997-3-2) دولت پور صفن
محترم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
سدا سلامت، مهينو کن ٿيندو ته مون رجسٽرڊ ٽپال ۾ اوهان کي ''سمن جي سلطنت'' (نئون ڇاپو) موڪليو آهي. جيئن ته ان وقت اليڪشن ۽ پوءِ عيد جون موڪلون

هيون، ان ڪري خدشو ٿي پيو آهي ته شايد ٽپال جي ڳڙٻڙ سبب ڪتاب اوهان تائين نه پهتو هجي. ڇو ته ان بابت اوهان جو ڪو اطلاع نه مليو آهي. مهرباني ڪري ڪتاب جي پهچ ۽ پنهنجي علمي راءِ کان آگاهه ڪندا، ته خاص طرح شڪر گذار رهندس.

تازو شاهه جو رسالو جلد ڏهون نظر مان نڪتو. مقدمت ۾ اوهان جنهن ريت ڪيڏاري تي تحقيق ڪئي آهي، منهنجي خيال ۾ هن بابت هي راءِ دنگ آهي. خدا ڪري ته مومن ڪي ان دل سان قبول ڪندا. والسلام.

- مخلص، غلام محمد لاکو

محترم فضل الدين شاهه

شاهه پنجو سلطان (15-11-1972)

مڪرم و محترم جناب بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: معروض آنکه توهان مهربانن جو نوازش نامه مورخ 72-10-3 جو ارسال فرمايل وقت سعيد پهتو. جواب ۾ دير لاءِ معافي طلب آهيان ۽ قصور فقط ان لاءِ ٿيو جو توهان جو فرمان هو ته نورچشم قطب علي شاهه گورنمينٽ کان ايم- ايڊ لاءِ اجازت حاصل ڪري. ڪوشش بعد مهرباني ٿي ۽ گورنمينٽ اجازت فرمائي هينئر قطب علي شاهه توهان جي خدمت ۾ اچي ٿو، اميد ته هن تي پنهنجي اولاد وانگر شفقت ٿيندي رهندي. آخر هڪ شاگرد به اولاد مثال آهي ۽ زياده ته مان توهان جي ياد لاءِ بيحد شڪر گذار آهيان ڇو ته اڄ ڪلهه ورهين جي وڇوڙي بعد ياد فرمائڻ وڏي اخلاق جو باعث آهي، ۽ مون مسڪين ڪي فخر آهي جو وڏي عهدي تي هجڻ بعد به مسڪين فراموش نه ڪيو ويو آهي، اميد ته تمام جلد ملاقات جي مشرف کان بنده شرف ٿيندو، اميد ته تمام جلد ملاقات جي مشرف کان بنده شرف ٿيندو، اميد ته خير و عافيت سان هوندا. السلام عليڪم جملي حاضرين جي خدمت ۾ عرض.

تازو عرض ته: قطب علي شاهه داخلا لاءِ دير سان ٿي آيو ڇو ته سندس نينڍڙيون خوش نه آهن، ڪين نندي ماتا يعني ارڙي نڪتل آهي، مگر مون ڪي تاڪيد ڪيو آهي، ته جلد وڃي داخله وٺي اچ.

دعاگو

- فضل الدين شاهه

.......2........

- مورخ، 3 فيبروري 1973ع، شاهه پنجو سلطان، وايا اسٽيشن راڌڻ، ضلع دادو

محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: واضح ته الحمدالله جو طرفين ڏانهن خيرت مطلوب آهي، مطلب ته توهان جون تمام مهربانيون ٿورا احسان آهن مان تمام هر وقت هر مهربانيءَ جو شڪر گذار آهيان، اميد ته توهان جو هن مسڪين ڏانهن اچڻ جو ارادو هوندو.
زياده عرض ته مان توهان کي زياده تڪليف هن طرف اچڻ جي ڏيندس مگر اهڙو موقعو هجي جو موسم خوش گوار هجي ۽ ڪجھ تحقيقات به ڪري سگهو، اهو موقع اپريل يا مئي جي پهرئين آچر تي ٿيندو، انشاءِ الله انهيءَ موقع تي چڱي طرح ملاقات نصيب ٿيندي.
ٻيو ته نورچشم قطب علي شاھ ڪجھ وقت غير حاضر رهيو آهي، جو سندس طبيعت ناساز آهي، هينئر اميد ته خدمت ۾ حاضر ٿيندو.
- سيد فضل الدين شاھ

محترم سردار فتح علي خان ٻتافي
ڳوٺ فتح علي خان ٻتافي (7-6-1969)
بخدمت عاليٰ درجت جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم ورحمت الله و برڪاته، مزاج گرامي، مودبانه عرض ته، هر سال اسان کي اوهان جي زرين مصروفيات جي باوجود سال ۾ ٻه ڏينهن شرف ڪچهري لاءِ ڏنا ويندا آهن. حسب معمول هن طرف جي پروگرام ٺاهڻ جي يادگيري لاءِ عريضو ارسال خدمت آهي. حڪم احڪام هجن ته ياد فرمائيندا، سڀئي دوست السلام قبول فرمائن. فقط
- سردار فتح علي خان ٻتافي

محترم فولاد علي فقير شر بلوچ
ڳوٺ مينگهو فقير شر مورخ 7 رمضان
جناب فقير روشن ضمير، طالب الحق وعين اليقين، فقير نبي بخش بلوچ صاحب، سدا حق موجود، خيريت بطرفين واضح، احوال ته ڪيتري وقت کان توهان جو حال احوال ڪونه ٿو پهچي، چو ايترو وسارڻ سٺو آهي ڇا؟ هي خط آڻيندڙ فقير رسول بخش کوسو بلوچ اسان جو فقير خاص طرح سان توهان ڏانهن خدمت ۾ روانو ڪجي ٿو. هن فقير ويچاري سان زماني جي ڪن ظالم ماڻهن ظلم ڪيو آهي، هن فقير جو ڪم طالب المولا مخدوم محمد زمان صاحب هٿان ٿي سگهندو.

مخدوم صاحب بادشاھ آھي، اسان فقير ماٺھو آھيون، ۽ اوھان ڏانھن ھن فقير کي روانو ڪيون ٿا. اوھان براھ نوازش ھن فقير کي ھڪ سفارشي خط مخدوم صاحب جن ڏانھن لکي ڏيندا.
قوي اميد ته ھي اسان جو ھڪ عرض قبول ڪندا ھن فقير جو ڪم ھڪدم ڪري ڏيندا ته احسان مند رھنداسون. ٻيو ته ڪتاب ”روح اعظم“ اجا تائين اسان وٽ ڪو نه پھتو آھي. اسان وٽان ڪڏھن واندڪائي ٿئي ته گھمي ڦري ويندا. ٿورو لکڻ گھڻو ڄاڻيندا. سلام مطالع ڪندا. فقير علي گوھر جي موجود نه ھئڻ ڪري ھي خط ٻئي فقير کان لکايو ويو آھي.
- فولاد علي فقير شر
............2..........
• مورخ 1378ھ، مينگھو شر
ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين،
جيڪي چڙھن چت تي متان لھن نه مور،
جيئن چوڙ ڪنڊي جا پور، تيئن دل واراڪي دوست سان.
محب الفقراءُ، مخلص اھل الله ميان نبي بخش فقير،
بعد از حق موجود جي واضح لائح باد، الحمدالله علي کل حال، خيريت طرفين بعافيت باد، مشھود رائي عطر پيرائي مشکه انجلائي باد، المطلب آنکه چند ايام نافر جام مفارقت جا گذريا آھن جو نه اوھان جو پيغام نه خط ڪتابت! ڪھڙو باعث ايتري فراموشي جو آھي.
مدتي شد که ميکشم بچشم، عوض سرمه انتظار بسي،
عام مسلمان عيد الفطر جي ھلال جا منتظر ٿي باقيام تمام نظر جو ملاحظ آسمان طرف ڪري بجذبات شوق و ذوق سان ڏسندا آھن. انھيءَ تمثال موافق اسان فقير به محبت الاھي جي دردمندن ۽ مشتاقان لقاءِ الاھي طالبان توحيد ذوالجلال جي آمدني لاءِ ايتري قدر اشتياق دلي رکندا آھيون.
ڏينھن ڪنھن من ڳلي اساڏي يار دا ٿيوي گذر
حضرت پير صاحب مرحوم روضه عارف روز گار محمد راشد رحمت الله عليه کي ھڪ ملان منش ڏسي پڇيو ته: انت زاھد او عابد؟ ڪين جواب باصواب فرمايائون:
نه تنھا زاھدم نه خشکه عابد- شڪر الله بار ندان رفيقم
ملان نا اميد ٿي ويو.
اي ڪدام آن روز گرددوي کدام آن ساعتي
تاشوم من ھم نشين وھم بھم زانوء تو

درد هجران يار ما بسيار حيران ميكند،
شوق گل را عندليبي ناله افغان ميكند،
اندكه هم بسيار مشتي نمونه خروار
درد هجران بي اختيار ليل النهار مي باشد.
ٻيو خاص طرح احوال هي آهي ته ماستر محبوب علي فقير، جنهن کان بخوبي اوهان به واقف آهيو، جهڙو سندس نالو محبوب آهي، پاڻ به حسن عادات بلند اخلاقي ۾ نالي موافق آهي، ان جي محبت دلي جيڪا اسان سان حصول راهه حق لاءِ آهي، ان جي خبر شاهه اعظم مالڪ الملڪ ذات حق سبحانه تعاليٰ کي آهي، اهو محبوب علي فقير اسان جو نوراني فرزند آهي. ان جي تعارف سفارش ۾ اوهان ڏانهن زياده ڇا لکبو جو اهو ڪافي لکيو ويو آهي. ان جو رزلٽ آئوٽ ايم ايل وارو اوهان جو دوست آهي. الطاف فرمائي هن فقير کي سر بلند ڪري ڇڏڻ فرمائيندا. جهڙي طرح سندس زبان هر وقت اسان وٽ خواه ٻين محفلن ۾ شريڪ ڪندي رهي. اسان پڻ اوهان جي اهڙين عين نوازش مرحمتن کان دعاگو رهون. والسلام.
- فولاد علي فقير

محترم فاضل قائمي
سکر (13 نومبر 1962)
بخدمت عزت مآب جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
العرض، اوهان صاحبن جو جنسي عنايت نامو ۽ فوٽو سردار خدا بخش خان صاحب ۽ برادرم حسن علي خان ڏانهن موڪليو هيم، سندن جواب تائين ترسيل هوس. ان کان سواءِ اوهان صاحب پنهنجي خط ۾ ڏهرڪيءَ جي هنر بابت جيڪي لکيو هو تنهن هڪ عجيب الجهن ۾ وجهي ڇڏيو هو، جواب ئي نه پئي جڙيو.
گستاخي معاف! مان هڪ سوال پڇي سگهان ٿو ته اوهان اڪيلي سر پنهنجي ذاتي ملڪيت مان مهراڻ جي ماٿريءَ جي سموري فنڪاري ۽ هنر محفوظ ڪري سگهندو؟ ڇا اسان سنڌ واسين جو اهو فرض نه آهي ته پنهنجي گرد نواح جي فن جي حفاظت ڪريون ۽ قديمي هنر جيڪي نين هنرن جي ڪري مٽبا ٿا وڃن، تن جا نمونا هڪ مرڪز تي گڏ ڪري آئينده نسلن کي انهن سان روشناس ڪرايون. جيڪڏهن پهرئين سوال جو جواب نفي ۽ پوئين جو اثبات ۾ آهي ته پوءِ اوهان صاحبن کي پنهنجا سوٽي طور موڪليل 1500 روپيا موٽائي وٺڻا پوندا.

اوهان صاحبن کي جيڪي شيون (ڏهرڪيءُ جون نهيل) پنهنجي خواهه دوستن لاءِ ڪپن سي هڪدم گهرائي ونو. ڏهرڪيءَ ۾ صراحيون صرف هڪ ماڻهو ٺاهيندو آهي. ان صاحب وعده خلافيءَ جي ڪنهن عادت سبب اوهان صاحب جي صراحي اجا مڪمل نه ڪئي آهي. تڪميل بعد انشاءَ الله باقي رهيل سوکڙين (ڪهاڙي، چنگ ۽ رڪاب) سميت پهچائي ڏيندس.
سائين منهنجا! اج هڪ نهايت دکدائڪ خبر پهتي آهي ته اوهان صاحبن جو پسنديده ۽ اسان جي تر جو مايه ناز سگهڙ اکين سچو صابر فقير ( شر) اسان کان هميشه لاءِ موڪلائي ويو. هن اڻ پڙهيل عالم جي موت چاڻو طبقي جي دلين کي غم سان پري چڏيو آهي. اج اسان جي دوستن کي اوهان صاحبن جي ڪارڪردگيءَ جي اهميت ۽ شخصيت جو انداز ٿي ويندو. اوهان صاحبن، مرحوم صابر جي ادبي خزاني کي ڪجھ قدر محفوظ ڪري اسان اُترادين تي عظيم احسان ڪيو آهي. اوهان پنهنجي هڙان ڳرا خرچ ڪري، ملهائتو وقت سيڙهائي، اسان جي خطي تي جيڪو ٿڪر جيڏو ٿورو ڪيو آهي، سو درحقيقت ٿورڙو نه آهي. خدا ڪري اسان جي باقي سگهڙن جي ادبي سرمايو ضايع نه ٿئي. مون کي صرف هڪ مهينو اجازت ڏيو ته روهڙي ڊويزن جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ وسيع دورو ڪري سگهڙن جي لسٽ تيار ڪريان ۽ پوءِ اوهان صاحبن کي تڪليف ڏيئي، گهرائي سڀني سگهڙن کي اوهان آڏو پيش ڪريان.
هن کان اڳ مون سوچيو هو ته هڪ به ڏينهن اوهان صاحب کان تربيت وٺي، لوڪ ادب جي مختلف پهلوئن جي واقفيت حاصل ڪري، پنهنجي واندي وقت ۾ سگهڙن جي واهڻن تي وڃي وٺائنن ساهڻ سهيڙيان، پر صابر مرحوم جي اوچتي موت انهيءَ ڳالھ لاءِ مجبور ڪيو آهي ته هن لمبي چوڙي پروگرام کي ترڪ ڪري ترت سڀني سگهڙن جو اڪثر مايو سهيڙي ونجي. ظاهر آهي ته اهڙي تڪڙي ۽ گهڻي سهيڙ جي توقع صرف اوهان صاحبن جي ذات گراميءَ کان ئي ڪري سگهجي ٿي. سردار صاحب ۽ ميان حسن علي خان به منهنجي رٿيل پروگرام سان شامل راءِ آهن. وڌيڪ جيئن حڪم ٿئي، اميد ته بخيريت هوندا. والسلام.
- نياز مند، فاضل قائمي
......2......
• مورخ 30 نومبر 1971ع، سکر
عرض ته، انيس شاهه صاحب توڙي باقي سنگت اوهان جي آمد لاءِ نهايت ئي منتظر آهن. سردي چڙ ته آهي ئي ڪانه، بلڪ ڏينهن جو ته ڪڏهن ڪڏهن گرمي محسوس پيئي ٿئي، اهڙيءَ موسم ۾ پروگرام انشاءِ الله بيحد ڪامياب رهندو. پروگرام کان پنج

چار ڏينهن اڳ اطلاع ڏيڻ فرمايو ته جيئن سچي سنگت کي مطلع ڪري سگهجي. ممتاز مرزا صاحب تي اج ڪله وڏيون ذميداريون آهن، پر جي شيخ صاحب جي همراهيءَ ۾ هن موقعي تي اچي نڪري، ته اتراڏي دوست جيڪر بهار ٿي وڃن.
انيس شاه صاحب اوهان جي شيان شان استقبال ۽ استقباليه لاءِ ڪوشان آهي، سگهڙن لاءِ وٿ پڪڙ هاڻي سان شروع آهي. سيد صالح محمد شاه سان ڳالهه ڪيم ته خوشيءَ کان ٻلهار پيو وڃي. هتي جي ماڻهن کي، اوهان کي ڏني ڏينهن به گهٽا ٿيا آهن. آخر انهن جو به اوهان تي حق آهي، اوهان ته سچي سنڌ جا سائين آهيو، لاڙ ۾ ويهي اتر کي وسارڻ، يا اتر وارن کي نينڊ تائين انتظار ڪرڻ اوهان کي ڪٿي ٿو جڳائي، مان رڳو پنهنجي طرفان يا پنهنجي جذبن جي ترجماني نٿو ڪريان، اها سچي اتر جي خواهشن جي ترجماني آهي. اميد ته هر طرح خوش هوندا.
قلم تازو: انيس شاه صاحب جو رئيس امروهويءَ جي آمد تي لڪيل استقباليه پيش خدمت آهي، انبن جي سڪ انبڙين مان ته نه لهندي آهي، پر پٽ بنياد تي وئي آهي:
والسلام.
- فاضل قائمي

محترم قادر بخش نظاماڻي
بيروت (10-1-1974)
مانوارا ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم ٻه ڏينهن اڳ استنبول ۾ هڪ اتفاقي ملاقات وسيلي خبر پئي ته اوهين اتي آيل هئا. شايد اندازو نه ڪري سگهو ته ڪيڏي نه اداسي ٿي جو ملي نه سگهيس. ڪجه اڳ پهچان ها ته ڪنهن اتفاق سان ملاقات ٿئي ها ۽ ڪجه حال ڪجن ٿا. اتي ئي اوهان جي ان مقالي جو به ٻڌم جنهن ۾ مولاناءِ روم جي پٽائي تي اثر جو احوال هو ۽ اوهان اتي پڙهيو، ڪيترائي عالم جن شاه صاحب جو اڳ نه ٻڌو هو سي پڇائو ٿي پيا هئا.
ڏاڍي سڪ ٿي ته هوند اهو مقالو هجيم ۽ ور وري ڪري پڙهان. ڪو وسيلو ڪو نه ٿو سجهي سواءِ اوهان جي پنهنجي نوازش جي. ڪرم ڪري سگهو ته هڪ ٻه ڪاپيون رجسٽرڊ ڪري موڪليندا، بيحد ٿورائتو ٿيندس. سائين ڪري شال سدائين خوش هجو. و السلام.
قادر بخش نظاماڻي.

استاد محترم قادر بخش جتوئي*
محبت ديرو جتوئي (16-7-1944)
برخوردار نورچشم راحت جان سعادت و اقبال مند شاد باش،
وسلام عليڪم و دعائي خيريت.
بابا سائين شڪر آهي ڏڻي جو مان نهايت مشڪور، مالڪ جو شڪر گذار آهيان، ڪه توهان کي ڏڻي تعاليٰ ڪماليت جي راه ۾ آندو آهي. آمين. اميد ته توهان کي خالق اڪبر پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان پنهنجي الاهي جو صدقو توهان کي فتحياب ڪندو.
هن دنيا ۾ نيڪ پٽ ۽ سعادت مند شاگرد مائٽن ۽ استادن جو مان مٿي ڪندا آهن، انهن مان توهين به هڪ آهيو، الله ۽ رسول صه ڪريم توهان کي خوش و آباد رکندو، ۽ هميشه پنهنجي اولاد ۽ عزيزن سان قائم ۽ قدارا هوندا، بس وڌيڪ توهان کي هدايت ڪهڙي ڪبي جو توهان سائين جي مهر سان سلڇڻا فرزند پنهنجي مائٽن ۽ اسان جا فرمانبردار متعلم آهيو. پنهنجو سٺو ڪم ڪبو ته فائدو پاڻ کي ئي رسندو.
بابا سائين هيءَ املھ وقت اجايو جڻن نه وڃي، ته پوءِ اميد ته ڏڻي تعاليٰ جي فضل ۽ رحم سان دلي نيڪ مطلب پورا ڪندو. منهنجو رب کي رات ڏينهن توهان جي حق ۾ بار بار عرض آهي ته توهان کي فتحياب ڪندو ۽ هن جهان ۾ تمام چڱو ۽ عين درجو حاصل ڪندو. آمين. سدائين خوش هوندا. ڪڏهن به توهان کي ڪا تڪليف پيش نه ايندي. سدائين بلند هوندا. زياده خير.
-قادر بخش

محترم ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهيو
سنڌي لئنگويج اٿارٽي (19-8-2004)
محترم سائين،
السلام عليڪم: حڪومت سنڌ جي فيصلي مطابق انگريزيءَ ٻوليءَ کي سنڌ جي سرڪاري اسڪولن ۾ پرائمري سطح کان لاڳو ڪيو پيو وڃي.
جيئن ته هن وقت تائين سرڪاري اسڪولن ۾ صرف مادري زبان ئي پرائمري کان پڙهائي ويندي هئي، تنهن ڪري ڪجھ ساڃاھ وند ماڻهن ۾ لاڳاپيل ڏرين جو خيال آهي ته انگريزيءَ جي پرائمري سطح کان پڙهائڻ سان سنڌي ۽ ٻين مادري ٻولين جي پڙهائي متاثر ٿيندي.

هي معاملو جيئن ته ٻولي ۽ مادري زبان کان علاوه سنڌ صوبي جي سماجي ۽ علمي ترقيءَ سان لاڳاپيل آهي، تنهن ڪري اسين چاهيون ٿا ته هن مسئلي تي غور ويچار ڪري نتيجي تي پهچي ان کان حڪومتي ذرين کي آگاهه ڪجي ته جيئن کين فيصلي ڪرڻ ۾ آساني ٿئي.

ان سلسلي ۾ 24 آگسٽ 2004ع صبح جو 10 وڳي سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هال ۾ هڪ مذاڪرو منعقد ڪيو ويو آهي. مذاڪري جي صدارت ڊاڪٽر حميده کهڙو، وزير تعليم، حڪومت سنڌ ڪندي. جڏهن ته عالمن اديبن ۽ لاڳاپيل ذرين کي شريڪ ٿيڻ جي ڪوٺ ڏني رهيا آهيون.

اوهان کي هن خط ذريعي هن اهم مذاڪري ۾ شرڪت جي دعوت ڏجي ٿي. اميد ته شريڪ ٿي پنهنجي ويچارن جو اظهار ڪندا ۽ ٻين جي ويچارن کي ٻڌندا ته جيئن ٿيل بحث مباحثي مان مستقبل ۾ تعليم ۽ ٻوليءَ جي ترقيءَ لاءِ ڪي نتيجا ڪڍي سگهجن.

- قاسم ٻگهيو.

محترم سگهڙ قائم الدين سهتو

پوسٽ مدئجي، ڳڙهي ياسين، شڪارپور

بخدمت جناب اعليٰ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

عرض ته وڏيون اوهان جون مهربانيون جو مون ناچيز جا به ٿي سينگار جا بيت اوهان کي پسند آيا. اوهان پنهنجي ڪتاب ۾ شايع ڪرايا. اهو اوهان جو ٿورو لاهڻ جهڙو ناهي. ٻي ڳالهه ته استاد محمد ملوڪ عباسي مون سان احوال ڪيو ته ڊاڪٽر صاحب کي هنر جي بيت جي ڪتاب جو شوق آهي ۽ اوهان طرح به موڪلي آهي، جو حمل فقير جو شعر آهي. ان لاءِ اوهان جي خدمت ۾ هڪ هنر جو بيت موڪليان ٿو جيڪڏهن اوهان کي ٺهڪي ته پوءِ حڪم نامو لکي موڪلجو ته ٻيا به گهٽائي بيت هنر جا اوهان جي خدمت ۾ موڪليندس.

عمر هن نه اهڙا مون کي ساهه ۾ سئا

آءُ ڏهان ٻڪريون ڏوهي ۾ جي سپ هجن سئا،

ڪاڻو ڪاڄ اسان جو آ ساڳ پليون ـــ سئا،

لعل لوئي لڄ اباڻي سانگين جي سئا،

سڏ نه ها سئا، جي ڪيم تن کي قائم چوي.

وڏيڪ مهرباني جي ڪرم ڪريو اسان مسڪينن تي ته هڪ سينگار بيت جو ڪتاب موڪليندا ته لائق پيا ٿيڻ ڳائينداسين.
- قائم الدين سهتو

محترم قادر بخش ڏيٿو
گورمينٽ مدرسه ۽ هاءِ اسڪول نوشهروفيروز(21-4-1984)
سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، اميد ته رب العالمين جي رحم ۽ ڪرم سان خوش خورم هوندا.
قبلا سائين! اوهان جو مهر پريو خط عزيزم محمد سليمان جي واسطي سان مليو، رب العالمين اهڙيون وڏندڙ تڪليفن جو اجر پنهي جهانن ۾ ڏيندو. آمين.
سائين! جيئن اوهان لکيو هيو ته رمضان شريف کان پوءِ جشن ملهايو پيو وڃي ته بهتر ۽ اوهان جي انهيءَ ڏنل رٿ موجب جشن عيد کان پوءِ رکيو ويو آهي ۽ سائين ظفر علي شاه صاحب جن کي آگاده ڪيو ويو آهي.
اسڪول جي پراڻي بلڊنگ جي سهڻي نموني مرامت ٿي رهي آهي ۽ اميد ته مرامت کان پوءِ بلڪل نئين بلڊنگ پئي لڳندي.
جيتري قدر سووينئر جو سوال آهي، تنهن لاءِ عرض آهي ته اهو ڪم اولڊ بواز اسوسيئيشن جي حوالي ڪيو ويو آهي. اسان قرب وارن کي گذارش ڪئي آهي ته اسان کي ائڊورٽائيزمينٽس وٺي ڏين. ڪن احسان ڪيا ۽ بيا به جلد ڪندا. اهڙي طرح سان بي مالي مدد به ملي رهي آهي. سائين مراد علي شاه صاحب جن سان به ملاقات ڪئي اٿئون، ۽ پاڻ پوري پوري مدد ڪرڻ جو انجام ڪيو اٿائون ۽ اهو به چيائون ته هر طرح سان مدد ڪئي ويندي ۽ جشن کي ڪامياب ڪيو ويندو.
قبلا! اوهان خاطري رکو اوهان کي هر ڳالهه کان آگاه رکيو ويندو ۽ اوهان جي دعائن سان هن جشن کي اهڙي شاندار نموني ۾ پيش ڪيو ويندو جو اسڪول جي تاريخ پاڪستان جي تاريخ ۾ پنهنجو مثال پاڻ هوندي
آخر ۾ وري اها گذارش آهي ته دعا ڪندا رهندا ۽ پنهنجي نيڪ مشورن کان آگاه ڪندا رهندا ته اسان جي جيڪي هن ميدان ۾ اڻڄاڻن جي حيثيت رکون ٿا رهبري ٿيندي رهندي.
- قادر بخش ڏيٿو

محترم قائم الدين ڪنڀر
پوسٽ ڪاڻ، وايا ميرپورخاص (20-1-1977)
مڪرمي و محترمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته اوهان جي پراڻي ۽ پياري همدرد ۽ هڏڏوکي ساٿي مرحوم ٻيڙي فقير جو چاليهو 5 فيبروري بروز ڇنڇر شام يعني آچر جي رات فقير سائين جي قربائتن ۽ آسائتن ڪکن تي ٿي رهيو آهي، انهيءَ موقعي تي فقير مرحوم جي زندگي جي هر پهلو تي مختلف مڪتبه فڪر جا صاحب روشني وجهندا، اوهان جهڙن جو هن مجلس ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ فقير مرحوم جي زندگي بابت چند گوهر گفتا چوڻ اسان ۽ آيلن لاءِ تقويت جو باعث بنبا.
سائين، اوهان جيئن فقير مرحوم جي آخري سفر تائين پنهنجي لائق فرزندن سميت ساٿ ڏنو تيئن اميد ته آئنده به احسان سان تعاون ۽ ساٿ رهندو. اسان جون آسائتيون دليون اوهان جي اهڙي قرب لاءِ هميشه واجهائينديون رهنديون.
- قائم الدين ڪنڀر

محترم قيمت سونارو
ڪرمپور، تعلقو سيوهڻ (19-10-1964)
بخدت عظيم القدر محب الفقراء جناب ڊاڪٽر صاحب،
بعد گهڻن نيازن ادبن قدم بوسي جي عرض و ندنا ٿي ڪجي ته اوهان جو لکيل جوابي پريم پتر پهتو. وڏي نوازش. وڌيڪ معلوم هجي ته خانپور مان لکيل استدعا نامون ۽ ان جو جوابي نوازش ٿيل خط بنده کي نه خانپور نه وري هتان واري ائڊريس تي پهتو. بنده وٽ آهر ڏاڍو غرض عرض ۾ پر بيتن جي صورت ۾ پيش ڪيو هيو، يعني جنهن بيماري يا مجبوري ۾ مريض مبتلا هوندو آهي، ڏاهي يا حڪيم و ڊاڪٽر صاحب سان به ان مرض جو بيان ڪرڻ شروع ڪندو آهي، اها استدعا جي صورت ۾ بيت خدمت ۾ ٽپال رستي خانپور مان پيش ڪيم. ان جو جواب ندارد، ضرور پهتو، مون کي چو نه! خير ڪل. هن خط نوازش ۾ ڏاڍو قرب ڪيو اٿو تڪليف به توهان کي نه ڏجي بهتر، جو ڪم جهجها اوهان تي عظيم عظيم قدرتي ڪائناتي مڙهيل آهن. اڳ ۾ به اوهان صاحبن جهوڪ شريف ۾ روبرو فرمايو هوته پلا ٽپال ته لکندو ڪر. پر تڪليف ڏيڻ ادب ۾ گستاخي ۽ حجت جو انديشو ٿي پانيم ان ڪري وري به معافي طلب ٿو ٿيان اوهان کي تڪليف ڏيڻ جو جن و انس فرمان فائق و فرقاڻ موجب واعدي ” الست بريڪم“ جو قول ”قالو بليٰ“ ۾ ويچارا وڪوڙجي ويا. هاڻ ته انجام

شڪني اهانت ويچاري مخلوق مان اهي په جنسون فڪر ۾ مجبور آهن لڪان يا هوندين لڪان، ويتر پيٽ جي پٺيءَ ته حلال حرام جي سنڌي يعني فرق فهم ڪان بيدار ڪن ڪي ڪيو ته سڌ ڪا بي خبر ڪن ڪي ڪيو. اوهان صاحب جي ملاقات واري اشاري مان معلوم ٿو ٿئي ته شايد قلندر لعل شهباز جي ميلي مجمع ۾ ملاقات نصيب ٿيندي يا الائي ڪڏهن. زياده خير، بنده خادم الفقراءَ غلام الاهي
- قيمت سونارو

محترم قليچ بيگ لغاري
ڪراچي ( 3-8-1956)
عزيز المحترم جناب ڊاڪٽر صاحب.
السلام عليڪم جي واصح هجي ته هڪ خط اڳ اوهان ڏانهن لکيو هوم جو اميد ته پهتو هوندو. هن خط رستي ڪتابن جي تفيصل موڪليان ٿو. جيڪڏهن خيال هجي ته پوءِ ڪتاب وٺون، جنهن وٽ ڪتاب آهن سو ٿاڪ سُجو ۽ تمام سست طبيعت جو ماڻهو آهي. هو چوي ٿو ته مون کي صرف پيسا گهرجن. رتبي وغيره جي مون کي ضرورت ناهي. ڪتابن جي ڪل قيمت 5000 هزار روپيه چوي ٿو ته سيئي گڏ وڪڻڻ چاهي ٿو، هاڻي جيئن اوهان جي صلاح هجي. پيو ته مون کي پڪيءَ طرح سان معلوم ٿيو آهي ته سائين شاه نواز '' پير حسن بخش جو ڪلام'' جي نالي سان سنڌي ادبي بورڊ مان ڪتاب شايع ڪرائين ٿا. جنهن ۾ ڪجھ اسان جو به بيان ڪيو اٿن ته بيگ پهريائين گڏا هئا ۽ پوءِ سائين کير پياڪ جي دعا سان سکيا ٿيا ۽ کين بيگن جو لقب ڏنو وغيره'' اوهين پاڻ سمجهي سگهو ٿا ته اها سراسر اسان جي بي عزتي آهي ۽ سائين شاه نواز کي اهڙن الفاظ لکڻ جي ضرورت ته نه هئي. ائين هوند بهتر ٿئي ها جو لکي ها ته سائين کير پياڪ جي دعا سان وڏي وڻ ٿيا وغيره وغيره تنهنڪري اوهان کي پڙ اهو عرض آهي ته سائين شاه نواز کي چئو ته اهڙي ڦير گهير ڪتاب ۾ ڪري ۽ پنهنجي اڳين محبت ۽ دوستي ۾ رخنو نه وجهي وڏيڪ مالڪ آهن.
ڪتابن جو تفصيل هن طرح آهي؛
هنن ڪتابن تي جيڪا پراڻي صورتخطي لکيل آهي سان لکوه نٿا.
هي ڪتاب منج قصو امام حسن حسين جو آهي.

ڪتاب ماينبغي للحمائل من معددة المسائل تصنيف عبدالرحيم گرهوڙي جي (هن ڪتاب جي وچ ۾ هيئن لکيل آهي ته ) ۽ جيڪو پڇي تاريخ ڪاته چئج تهم ڪا، ستن اڳري ستر هئي بارهين سئون ٿا)

هن ڪتاب ۾ حديثون قصا ۽ نصيحتون آهن ( ڪتاب تي مٿان ٽائيٽل نه آهي، هن ۾ نور نامه ابوالحسن آهي.

عهد نامون، رحلت نامون، باب نصيحتون، باب دوزخ جو، باب بهشت جو، باب صدقي جو، باب حج جو.

هن ڪتاب منج پهر ئي هيڪڙو باب، خلقت آپ پُويين آهي تنهن پوءِ قصو حضرت يوسف جو آهي.

”تفسير تبارڪ جي سيپاريجو سنڌي زبانم ملي مهرو جي تصنيفا“.

ڪتاب جن تي تاريخ لڳل آهي.

هن ڪتاب منج پهرئي رسالو شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو آهي، تنهنا پوءِ ليلا مجنو، تنهنا پوءِ ڪينا آهن، شروع مان جمادي الثاني بتاريخ 20 روز جمع 1270.

نورنامه (ڪاتب محمد عارف) بتاريخ 10 رمضان 1202.

هي ڪتاب فرائض الاسلام آهي تصنيف مخدوم صاحب جو آهي، (هن ڪتاب تي هيئن به لکيل آهي) ڪتاب فرائض السلام ملڪ حاجي عيسيٰ، اس پر بيس روپيه خرچ هووي هي. تمت تمام شد ڪتاب مستطاب فراض الاسلام سندهي بدست فقير عبدالله ساڪن باڻوَه بتاريخ نوم ماه ذوالقعد بروز پنجشبند 1278 شهر مبمئي تمام يافت در مسجد ميان اسماعيل حڪيم فقط.

هي ڪتاب عقائد الاسلام بناءُ الاسلام آهي. (ڪتاب عقائد سندي ملڪ حاجي عيسيٰ اس پر نو روپيه خرچ هووي هين. تمت تمام شد اين ڪتاب بناءَ السلام سنڌي از دست خط عاجز عاصي ملان عبدالله بن فتح محمد مرحوم درساڪن قصبه دهوراجي بتاريخ ششم ماه ذي العقد 1278 هجري.

الجزاول من ڪتاب بناء الاسلام سندي عقائد ٻئي سنڌي زاد الفقير جنهنجو نان ئي ٻئي ڪتاب تصنيف مخدوم هاشم جا تمت تمام هون الملڪ العلام بدست خام فقير حاجي رحمت الله سنڌي روز دو شنبه يوم الحج بتاريخ نهم من ذوالحج 1190.

هي ڪتاب زادالنسوان يعني نصيحت عورتن جي تصنيف عبدالرحمان جي آهي. قد واقع الفراغ من نسخته زادالنسوان بيد مولفه في التاريخ تسبح عشر من شهر ربيع الاول در روز دوشبنه بوقت ضحي در 1279 هجرة النبي صلي الله عليه وسلم هن ڪتاب جي آخر ۾ هي بيت لکيل آهي

الهيٰ هر آن ڪس ڪه اين خطه نوشت،
عفوڪن گناهش عطا ڪن بهشت
مقدمة الصلوات سنڌي نالو تنہ رڪيوم الاهي ابوالحسن نڪي تو ملا، هي رسم الخط جيڪي ڪتابن تي لکيل آهن، سي ئي لکيا ويا آهن.
ڇاپي جا ڪتاب:
سير بوستان، قصص الانساءَ، تصنيف ميان محمد حسين سو سعي شاهه قاضي فتح محمد ب حاجي الحرمين الشرفين جناب قاضي نور محمد صاحب مرحوم و جناب شيخ نورالدين جيوا خان مرحوم جي منجهه مطبع حيدري شهر ممبئي جي ڇاپي تيار ڪيو1301 .
هاڻي هي قصو شهادت امير المومنين امان حسن حسين جو جنهن ڪي جنگ نامي مارو (ماڻهو) چون ٿا ۽ مصنف تنهنجي نالو رڪو روضته الشُهدا ۽ سوڀاوا ميان بن حاجي رحمة الله ۽ عبدالصمد بن حاجي محمد مقيم ۽ محمد صديق بن مرحوم عبدالرحمان جي ڪنا اولاد زبدة الاولياءِ مرحوم مخدوم نورنگ رحمت الله عليه جي آهين، مطبع حيدري ممبئيءَ جي ۾ بتاريخ 12 ذيقعد 1280.
هاڻي هي سنڌي دوزخ جي تصنيف مخدوم مرحوم سلطان العلماءُ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي جنهنجو نالو نادالفقير سو سعبي سان جناب قاضي ابراهيم بن قاضي نور محمد پلنبدري جي منجهه مهني جمادي الاول1282 مطبع محمد ممبئي هن ۾ ٻه پارٿ آهين.
راحة المومنين2. مطلوب المومنين، تصنيف مخدوم مرحوم ميان عبدالخالق ٺٽئي جي.
ڪل ڪتاب سورهن آهن ۽ تمام سٺي ڪنڊيشن ۾ آهن اڪر تمام عمدا ۽ تعريف جي قابل آهن. اوهين صلاح مشوره ڏيندا ته ڪتاب وٺون يا نه ۽ ڪهڙي طرح وٺون وغيره. ٻيو ڪل خير.
- قليچ بيگ لغاري

محترم سيد قطب علي شاهه
شاهه پنجو سلطان، ضلعو دادو (24-7-1972)
بخدمت فيض درجت ابر رحمت عاليشان جناب استاد سائين،
السلام عليڪم، نيازن بعد عرض ته مون ڪي سائينجن جي اچڻ جي پروگرام واري يادگيري هر وقت آهي. بابا سائينءَ ڪي به توهان جا سلام ۽ اچڻ واري ڳالهه ٻڌايم. ڏايا خوش ٿيا ۽ فرمايائون ته سنڌن وڏا احسان آهن جو هيتري ڪري سائينجن ڪي

مدعو ڪري نه سگهياسين. هاڻي سائينجن جڏهن به ارادو ڪن ته سندن دل ۾ جان سان خدمت ڪيئي ويندي.

2. اسان وٽ حضرت شاه پنجو سلطان جو ميلو هر مهيني جي پهرين آچر يعني سومر جي رات سميت ٿيندو آهي، جنهن ۾ جنات وغيره ( ڪنڌ هڻڻ) شامل هوندو آهي. مطلب ته دل وندرائڻ جهڙي ڪافي شغل ٿيندا آهن. سو جيڪڏهن هن صفر مهيني جي پهرين آچر تي ايندا ۽ اسان غريب ساداتن کي خدمت جو موقعو ڏيندا ته بيحد مسرت ٿيندي. پاڻ سان پنهنجي دل وارا دوست به آڻيندا ته اجا به وڌيڪ خوشي ٿيندي. هتي سيدن جو ننگر آهي کڻڻ جي ڳالهه نه آهي ۽ اوهان استادن جون دعائون به شامل حال آهن ته اسان کي ڪوبه فڪر نه آهي. اچڻ کان اڳ ۾ به اکر نوازش ڪندا ته خاص احسان سمجهيو ويندو. نه ته به اسان هر وقت تيار آهيون بلوچن ۽ سيدن جي عقيدن ۾ جدائي نه آهي. السلام عليڪم بابا سائين جا مطالعه ڪندا.
- سيد قطب علي شاه

محترم قربان علي قربان خاصخيلي
بوزدار وڏا، ضلعو خيرپور (8-2-1982)
قبلا سائين!
فارم پهتو. مون پري موڪليو. رجسٽر رسيد عرض آهي ۽ مون کي رسيد به پهتي آهي. مون چاتو ته اها ڪرم نوازي سائين جن کان ٿي آهي.
اهڙيءَ ڪير ڪري، ساميءَ بنا ستگرو
عالي جاه! آءُ هفته کن ٻاهر ويو هوس، جو جواب ڏيڻ ۾ دير ٿي آهي.
جنهن آهي لڄ کنئي، اسين آهيون ان جي آسري
سائين علي گوهر فقير شاد آهي، شيطان هٽيڪو ڪيو اٿن. هاڻي سپڪو بي ڊپو ٿي رب سائين کي ياد ڪري ۽ زندگي جون گهڙيون گهاري حياتي تي پروسو ڪونهي. اهي صُحبتون ۽ صيقل اڪيلائپ ۾ عجيب ٿينديون. ڪڏهن به ڪرم نوازي ٿئي ته ياد فرمائجو. آمين. آءُ ڏانهن اوهان صاحبن جي احسان ۽ ياد جا قرب موڪلي رهيو آهيان ٻڌڻ ۾ آيو آهي ته عثمان فقير سانگي جو رسالو ڇاپي ۾ آيو آهي، تلاش ۾ آهيان هٿ آيو ته خدمت ۾ پيش رکبو. دعائن جو طالب

[*] مون کي پرائمري اسڪول ۾ استاد پڙهايو. شاگردن تي مهربان هوندو هو. رحمت الله عليه- نبي بخش

قربان علي قربان

محترم استاد قادر بخش ميمڻ
ميمڻ محله سيتا روڊ، دادو (10-2-2003)
لائق صد احترام ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب،
السلام عليڪم و رحمت و برڪاته، سائين منهنجا اخبارن جي حوالي سان اها معلومات ملي ته وس وارن واسطيدارن صاحبان شاهه لطيف ايوارڊ جو اوهان جي حق ۾ فيصلو صادر فرمايو آهي، جنهن جي اسان کي به دلي خوشي نصيب ٿي آهي. اسان جون الفتون عقيدتون اوهان صاحبن سان آهن، اوهان جون مثالي محنتون ۽ محبتون آهن.
منهنجا سائين! اسان جي طرفان عيدالاضحيٰ جون ۽ ايوارڊ ملڻ جون لک لک مبارڪون.
- استاد قادر بخش ميمڻ

محترم ڪيهر خان لغاري
ڳوٺ پليو خان لغاري (29-12-1971)
برادرم پيارا ڀاءُ ڊاڪٽر نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم جي عرض ته هت سڀ خير آهي. اوهان صاحبن ڏانهن به ڌڻي تعاليٰ جي درگاهه الاهي مان دعا گهرندڙ آهيان. آمين.جناب اعليٰ، عرض ته گرلس اسڪول تاريخ 22-10-1971ع تي کليو آهي مگر اڃا تائين ماسترياڻيءَ جو پگهار ڪونه پريو اٿن سو اوهان صاحبن کي عرض ٿو ڪريان ته مهرباني ڪري هن خط پڙهڻ شرط صاحبياڻيءَ کي فون ڪندا ۽ ڪيس تاڪيد ڪندا ته پگهار پري ته اوهان صاحبن جو احسانمند رهندس.*
سائين هن ۾ سستي نه ڪندا، وڏيڪ رحم جي نظر ڪندا. اميد ته خوش خورم هوندا. اسان اوهان کي هر وقت دعا ڪري رهيا آهيون ٻيو سائين استاد ويچارا مورين تي پيا آهن. اوهان انهن لاءِ ڪو بلو ڪندا. ڊائريڪٽر صاحب کي چوندا. استادن کي ڏاڍي تڪليف آهي.
- فقير ڪيهر خان لغاري

محترم سيد گل محمد شاھ
شھدادڪوٽ ضلع لاڙڪاڻو(1990-12-7)
عزت مآب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم: اميد ته خيرت سان هوندا.
سائين، اوهان جي خدمت ۾ جڏهن کان وٺي خط جي ذريعي رابطو شروع ٿيو آهي، تڏهن کان وٺي اوهان سان محبت ۾ نهايت اضافو ٿيو آهي.
هن خط ۾ اوهان جي خدمت ۾ هڪ خوشخبري رکڻي آهي, اها هيءَ ته، سنڌي حروف لهجي مطابق 52 اکرن تي مشتمل هڪ نعتيه ديوان 17 نومبر 1990 تي لکي پورو ڪيو اٿم. ڪجھ اهل علم حضرات جو خيال آهي ته سنڌي 52 اکرن تي مشتمل نعتيه ڪلام جو ديوان، پهريون ڪم آهي. اوهان کان رهنمائي حاصل ڪرڻي آهي ته ڇا واقعي هي پهريون ڪم آهي. ان کان علاوه انهيءَ ديوان جو مختصر يا مفصل مقدمو به جيڪڏهن اوهان لکو ته اهڙو احسان ڪڏهن به وساري نه سگهندس. پورو مواد فوٽو اسٽيٽ ڪري موڪلي سگهان ٿو. اميد آهي ته اوهان خط جي ذريعي آگاھ ڪري منهنجي خوشين ۾ اضافو ڪندا ته مان اوهان جو هميشه احسان مند رهندس.
- سيد گل محمد شاھ

محترم نواب گل محمد خان
ڪوٽ لاشاري (1972-6-9)
برادرم محترم عالي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم و بعد: اوهان جو خط مليو ۽ اڪرين رپيا پنج سئو پهتا. توهان جي عنايت جي مهرباني ۽ اسان انهيءَ مٺائي ۾ خوش آهيون. بئي ڪنهن به هنڌ قلمي ذخيرا ڏيڻ نٿو چاهيان ڇو جو توهان منهنجا عزيزن وانگر مٺ آهيو ۽ پراڻا دوست به ٿيو. هن وقت توهان جيڪي پئسا موڪليا انهن مان گھر جو خرچ ۽ اناج وغيره ورتو سون ۽ باقي بچت پئسا بابا سائين علاج لاءِ دادو اسپتال ۾ داخلا لاءِ ڪڍي ويو آهي، ۽ اسپتال ۾ بابا سائين داخل ٿيل آهي. توهان پڪين جي ڪتابن جي باري ۾ لکيو آهي ۽ اميد آهي ته بابا سائين چيو آهي ته مان علاج ڪرائڻ بعد مان پاڻ به ڪتاب ڪڻي توهان سان ملي ويندس. پيو ته بابا سائين اميد ساري وري به هن ماڻهو جي هٿان به قلمي قرآن شريف موڪلن ٿا هي قرآن شريف اندر ڪوٽ جي مائي صاحبن جي پڙهڻ جا هئا پر غريبي حال جي ڪري وري به هن ماڻهو جي هٿان موڪلجن ٿا ۽ مائي صاحبن جو چوڻ آهي ته اسان جي غريبي کي ڏسي اسان ڏي چڱي مٺائي موڪليندا جو اسان جي ڪوٽ ۾ پاڻيءَ جي تنگي آهي. انهيءَ مٺائي مان ڪوٽ ۾

نلڪو لڳرائينداسين. بابا سائين جي چوڻ سان توهان ڏي هن ماڻهوءَ جي هٿان قلمي قرآن شريف ۽ خط لکي موڪليون ٿا، مهرباني.
- نواب گل محمد خان

محترم گل محمد ڪنيار
ڪاري موري حيدرآباد، مؤرخ 17 جنوري 1977ع
بخدمت جناب محترم قبله سائين نبي بخش خان صاحب،
السلام عليڪم گهڻن نيازن ادبن بعد عرض ته قبله سائين اوهان صاحبن جو وڏيون همدرديون جيڪي هن ناچيز سان ڏک واري موقعي تي اوهان ڪيون. سائين، چوويهن پهر لاءِ به اوهان صاحبن کي تمام ياد ڪيو ويو پر پڇا ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته اوهان صاحب واپس هليا ويا. دلي آرزو اها هئي ته ماني (چاليهي) جي تاريخ به اوهان صاحبن جي صلاح سان مقرر ڪجي ها قبلا سائين والد مرحوم جي ماني ( چاليهي) جي تاريخ فيبروري 1977ع مطابق 1397ھ 16 آچر رات پائرن مقرر ڪئي آهي، هن خادم کي اميد آهي ته اوهان صاحب هي پنهنجو موقعو ڄاڻي ضرور شريڪ ٿيندا.*
چاڪاڻ ته اوهان صاحبن جو هجڻ تمام ضروري آهي، جيئن پهاڪو آهي ته هڪ رانجهو لکان دا مٹ. اوهان صاحبن جي اچڻ سان ائين سمجهندس ته اسان وٹ ڪل پائر ۽ دوست آيا. اوهان صاحبن جي صلاح مشوري جي به سخت ضرورت آهي مگر ٿوري پري ( اسلام آباد) ٿي پيا آهيو، هن ناچيز جو پهچڻ مشڪل آهي. اچڻ جي عنايت ڪندا.
- خادم گل محمد ۽ صابر علي

محترم گل محمد شيخ
24اپريل 1946ع
برادرم عزيز نبي بخش،
بعد از اسلام عليڪم عرض ته توهان جو نوازش نامو گهڻن ڏينهن کان پهتل آهي پر جواب پيش رکڻ ۾ فقط انڪري دير ٿي جو امتحان بلڪل نزديڪ ۽ ڪتابن کان سواءِ ٻي ڪم تي دل ئي نٿي لڳي ۽ وقت به نٿي مليو. هاڻ الله الله ڪري گذريل خميس

تي امتحان خير جو پورو ڪري آيا آهيون ۽ وڃي ڪجھ پيٽ ۾ ساھ پيو آهي. امتحان ۾ بفضل باري تعاليٰ چڱو ڪيو آهي ۽ اميد ته ڪاميابي حاصل ٿيندي. انشاءَ الله.
گڏھ پٽاري جي ته ڪابه خبر ئي ڪانھي، روز ان طرف ڪن آهي ته ڪڏهن ٿو محترم (مولابخش) سانگي وٽان ڪو اهڙو نياپو اچي. هتي اسان ته ان لاءِ اڳ ۾ ئي ڪافي بندوبست ڪري ڇڏيو آهي. پروپاگنڊا کي ڪٽي پڪڙيون اٿئون جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته گهڻن جي دلين ۾ ان ڪارگر پر بدنام جانور جي ديدار جو اشتياق آهي. هتي به ٿورن ڏينهن کان گرمي وڌندي رهي ٿي. ان طرف (علي ڳڙھ) ته سخت گرمي هوندي ۽ ان سان گڏ وري مڇرن جي پون پون. توهان به شايد جون ڏاري ڪراچي واپس ايندا ۽ پنهنجو به اتي ملڻ ٿيندو. سرمي جي يادگيري لاءِ توهان جو شڪريه.*
اها شيشي اچا مولابخش وٽ آهي جا هاڻ آئون ڪٽي ايندس يا ان کان گهرائي وٺندس.
مهرباني. سلام ساري سنگت جا رسن.
- خاڪسار، گل محمد
.........2..........
•خط مؤرخ 5 مئي 1968ع، ڊپٽي ڪمشنر ضلعو ٺٽو،
ادا سائين،
اسلام عليڪم عرض ته گهڻن ڏينهن کان پوءِ اوهان جي اڌ ملاقات (خط ذريعي) نصيب ٿي، واقعي ورهين جا وڇوڙا لحظي ۾ لهي ويا. اميد دل کي سرهائي بخشي ته هاڻي جلد روبرو ملاقات ٿيندي ۽ ويهي چار چونڪ ڳالهين جا ڪري دل کي وندرائبو. اوهان سچ لکيو آهي ته دل ۾ اهي ساڳيا پيار ۽ محبت جا جذبا آهن پر ڪجھ زماني جي گردش ۽ ڪجھ پنهنجن خفن کان فرصت ئي نٿي ملي جو ڪٽي ڪاغذ ۽ قلم رستي ئي ٻه چار ڳالهيون ڪجن. حيدرآباد جي قيام جي دوران به ڏاڍو عجب ۽ حسرت ٿيندي هئي ته ايترو وقت نٿو ملي سگهي جو رڳو ڪٽي فون تي گهڙين کن لاءِ روح رهاڻ ڪجي. فون تي به تڏهن ڳالهائڻ ۽ خوش خير عافيت جو موقعو وٺبو هو جڏهن ڪنهن ڪم جي ڳالھ ڪرڻي پوندي هئي. نه رڳو اهڙو حال پنهنجو ٿي ڏنم پر سپني سان اهائي ويڌن پي محسوس ڪيم. خبر ناهي ته ڪهڙي ڪوريئڙي جي ڄار ۾ سڀ ڦاسي ويا آهيون. الله جا لک احسان آهن جو هن گنهگار کي صبر نصيب ٿيو ۽ وري هتي سهولت واري جاءِ به ملي. اهي سڀ اوهان دوستن جون دعائون آهن. اوهان کي موقعي جو انتظار آهي، اسان کي وري اوهان جو انتظار آهي ته ڪڏهن ٿا اسان جي اڱڻين اچو.

- نياز مند، گل محمد
محترم لال سنگھ اجواڻي
مهيم، ممبئي، 1963-7-8ع
دوست مهربان سدائين خوش هجو،
اڄ اوهان جو پارسل مليو، جنهن ۾ ٻه ڪتاب سوکڙي طور موڪليا اٿو. هڪ شاهه عنايت جو ڪلام ٻيو سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ. ٻيئي ڪتاب اڳيئي منهنجو ڌڻ آهي، انهيءَ جي جواب ۾ هڪ ڪتاب ڪنهن نوجوان جو لکيل به پڙهيو اٿم.
اوهان کي جيڪا لگن آهي، سنڌي ادب جي شيوا ڪرڻ جي، تنهن لاءِ جيتري به مبارڪ ڏجيوَ سا ٿوري آهي. مون کي به فخر آهي ته ٽيهه سال اڳ اوهان جهڙي وفادار شاگرد سان ميلو ٿيو.*
شاگرد اوهين به استاد کان اڳ ۾ قدم وڌائيندو ويندو ۽ اوهان جهڙي رفتار سان وڌي رهيا آهيو سا تحسين جوڳي آهي. اوهان جي سوکڙيءَ لاءِ تهه دل شڪر گذار آهيان.
ٻيو ڇا چوان؟
- بنده، لال سنگھ اجواڻي

محترم لطف الله بدوي
شڪارپور (20-10-1958)
محترم مڪرم،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، ڪيترن ڏينهن کان خيال هو ته اوهان کي پنهنجي متعلق ڪجهه عرض ڪريان، پر انديشو پئي ٿيم ته شايد منهنجو عرض گران نه گذري. پر اوهان جي علم نوازي ۽ ادب دوستي همت ڏياري اٿم ته پنهنجي ڪيفيت اوهان کي گوشگذار ڪريان. مان 4 جولاءِ تي رٽائر ٿي پنهنجي گهر ۾ مقيم آهيان. الحمدالله انساني حيات پنهنجي منزلن تان نهايت خاموشي سان گذرندي رهندي آهي. هڪ پاڙهڻ واري جي زندگي جون گهرجون نهايت ساديون ٿين ٿيون، نه اڳ عيش جي حياتي گذاري هيم، نه وري هاڻي گذارڻ ٿو گهران. مگر مسلسل ڇئن مهينن کان، عسرت تڪليف ڏهه ٿي پئي آهي. خبر نه آهي ته پينشن ڪڏهن ملي. انڪري مجبوري، هن ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو آهي ته توهان ڏي رجوع ٿيان. يونيورسٽي جي سنڌي ڊپارٽمينٽ ۾، جيڪڏهن مون کي خدمت ڪرڻ جو موقعو ملي وڃي ته مان پنهنجي پورهئي سان جيڪر فراغي حاصل ڪريان. مگر هي منهنجي منزل، اوهان جي مهرباني ۽ ڪرم نوازي بغير ملي ئي نه سگهندي.

ڪجھ عرصو اڳ، محترمہ حسام الدين شاھ کي مون عرض ڪيو ھو تہ اوھان کي منھنجي عرض بابت آگاھ ڪري. مون کي خبر نہ آھي تہ ھُن مونتي اھا مھرباني ڪئي آھي يا نہ؟
بھرحال، مان پنھنجي حاجت روائي لاءِ اوھان کي لکڻ ئي بھتر سمجھيو آھي ۽ ھن اميد سان تہ اوھان جي قدر داني ۽ علم نوازي اوھان کي متاثر ڪري تہ منھنجي خدمتن کي قبول ڪريو، چو تہ  ھي سڀ خدا ڪارڻ آھي ۽ لايضيع الله في الدارين  اجرالمحسنين جي فرمودي موجب، اوھان من ڪرم فرمائي جي ڪارنامي سبب پنھنجي آرزوئن ۽ تمنائن ۾ زيادہ شگفتہ ۽ شاداب بڻجي وجو. مون کي اھا تہ دعويٰ نہ آھي تہ اوھان جي علمي ڪارنامن ۽ ادبي ڪاوشن ۾ مان رفيق ڪار رھي سگھان، مگر مقلد ڪار رھي سگھندس. منھنجي ڪوشش اھا رھندي تہ مان پنھنجي محنت لاءِ اوھان کان تحسين حاصل ڪندو رھان، مون کي اوھان جي ذات حميدہ ۾ اميد آھي تہ منھنجو عرض رايگان نہ ويندو.
-لطف الله بدوي
.......2.......
•مورخ 20 مئي 1964ع، شڪارپور
بخدمت مخدوم مڪرم من،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاتہ، ھن کان اڳ لفافو عرض رکي چُڪو آھين، مگر ان جو جواب نہ مليو آھي. جنھن جو انتظار اٿم. اميد تہ خدا جي فضل سان خوش ۽ خورم ھوندا. تازو شيخ اياز جو ڪتاب ’ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي‘ کي پڙھيم، جنھن ۾ اوھان لاءِ ڪي گستاخا نہ لفظ لکي ويو آھي، سندس ديوانگي، سندس بيوقوفي سان گڏ روز افزون ٿيندي ٿي وڃي. افسوس جو سندس ساٿين جي بيوقوفي جھڙي ساراھ ڪيس ھن منزل تي پھچائڻ جي مجرم آھي.
مون کي اڃا تائين يونيورسٽي کان ڊسمبر 63ع جو معاوضو نہ مليو آھي. اميد تہ جواب کان ياد ڪندا. والسلام.
- لطف الله بدوي

محترم خاڪسار لعل بن يوسف
سالار شھر حيدرآباد (12 جون 1946)
جناب محترم بلوچ نبي بخش خان،

السلام عليڪم و رحمت الله، عرض ته هت سڀ خير آهي خداوند و الجلال توهان ڏي به خير ڪيو هوندو، ديگر حال ته توهان جي خدمت ۾ محترم علي محمد خان کي موڪلي رهيو آهيان، محترم مذڪور منهنجو عزيز آهي هن سال مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيو اٿس، هن جو خيال آهي ته هو اين. اي ڊي ڪاليج ۾ داخل ٿئي، هي هڪ هوئڻ هار چوڪر آهي، توهان جو فرض آهي ته توهان هن جي هر ڪا جائز مدد ڪريو هن کي پهرين صرف لاجنگ بورڊنگ جو انتظام عمده نموني ڪري ڏيندا، خرچ هي برداشت ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

- لعل بن يوسف

محترم لچمڻ خوبچنداڻي

ڊيڪن ڪاليج پونا، انڊيا (13-12-1958)

پريه ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب،

هتي پوني ۾ مسٽر هري دلگير وٽان اوهان جي واقفيت مليم ۽ معلوم ٿيو ته اوهين اتي سنڌ ۾ سنڌي ٻوليءَ جي کوجنا جي ڪم ۾ ڪافي دلچسپي وٺي رهيا آهيو. ان ڏس ۾ اوهان سان ضروري صلاح مصلحت ڪرڻ جي خواهش اٿم. اميد ته تڪليف وٺي ان ڪاريه بابت گهربل احوال مٿين ائڊريس تي موڪلڻ جي مهرباني ڪندا.

مان هتي راڪفيلر فائونڊيشن جي Language Project جي سايع (سايه) هيٺ ڊيڪن ڪاليج ريسرچ انسٽيٽيوٽ پوني ۾ Modern Descriptive Linguistic Scince جي آڌار تي سنڌي ٻوليءَ جي کوجنا ڪرڻ لاءِ ٽريننگ وٺي رهيو آهيان، ۽ هتي مشهور آمريڪن ڀاشا وگياني...... ڊاڪٽر فيئر بئنڪنس جي هدايت هيٺ پونا يونيورسٽيءَ مان Ph.D ڪرڻ لاءِ Descriptive Analysis of Standerd Colloqual SINDHوشيه تي کوجنا ڪري رهيو آهيان. ايندڙ سال جولاءِ مهيني ۾ مان پنهنجي ريسرچ انسٽيٽيوٽ طرفان ان وشيه بابت ٻن سالن جي وڌيڪ ٽريننگ حاصل ڪرڻ جي مقصد سان آمريڪا وڃي رهيو آهيان.

Ph.D in linguiticsجي وشيه موجب پڙهيل ڳڙهيل سنڌين جي عام ڳالهه ٻولهه ۾ ڪتب ايندڙ سنڌي ٻولي (Spoken language) وچولي اپ ڀاشا (Vicholi Dialect) جو لنگئسٽڪ سٽڪ گرامر لکڻ جي ويچار اٿم. اميد ته خط جو جواب جلدي ڏيندا.

- لچمڻ خوبچنداڻي

محترم حاجي محمد عالم خاصخيلي
ڪريانه مرچنٽ سرهاري (3 آگسٽ 1977)
بخدمت عاليشان جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
بعد السلام عليڪم جي عرض ته بنده طرف سڀ خيرت آهي اميد ته ايڏانهن به الله تبارڪ تعاليٰ جي مهرباني سان سڀ خير هوندو. سائين جن جا ٻه خط مليا، پڙهي احوال کان واقف ٿياسون. سائين توهان سڪن جي باري ۾ پڇيو آهي ته سڪن جو خاص خيال رکندا. انهيءَ جي لاءِ هي عرض ته جيڪي سڪا ۽ زيور هئا سي مون سائين جي آڏو اچي حاضر ڪيا ۽ باقي صرف چار داڻا مون پاڻ وٽ رکيا آهن. اهي هڪ فيروز شاهه ۽ هڪ محمد شاهه باقي ٻه آهن، جن جا اکر شايد هندي ۾ آهن. اهي تحفه طور مون پاڻ وٽ رکيا آهن. جيڪڏهن انهن جي ضرورت پوي ته مان خوش ٿي ڪلي سائين جن جي قدمن ۾ اچي اهي حاضر ڪندس ۽ جيڪي مٽيا مون توهان کي ڏنا هئا انهن جي باري ۾ سائين جن مون کي ڪين ٻڌايو ته اهي ڪهڙي ڪم ۾ اچي ايندا هئا. سڪن جي لاءِ سائين جن کي عرض ته ان ساڳئي ٻني ۾ همراهه هر ڪاهي رهيا آهن اميد ته وڌيڪ سڪا اتان هٿ ايندا. چو جو ٺڪرات گهڻو نڪري ٿو باقي هڪ مٽ مون وٽ رکيل آهي اهو به سائين جن کي ڏيکاريو هوسون.
- حاجي محمد عالم خاصخيلي
.........2.........
•خط مؤرخ 10 فيبروري 1974ع
بخدمت جناب بلوچ صاحب سدا سلامت خوش هجو
اسلام عليڪم: اميد ته باري تعاليٰ جي رحم و ڪرم سان خيريت سان هوندا.
مطلب ته اسان کي نهايت گهڻي خوشي ٿي. جو توهان کي سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسلر مقرر ڪيو ويو آهي. اسين ننڍڙا ۽ اپرڙا دوست توهان جي لاءِ هميشه دعاگو آهيون، توهان کي لک لک مبارڪو هجن.
اسين انهي خوشي جي موقعي تي توهان سائين جن لاءِ سنڌ جي پراڻي تهذيب جا چند سوکڙيون پيش ڪنداسون اسان کي توهان سان ديدار ڪرڻ جو ڏاڍو شوق آهي.
توهان جو دعاگو
- حاجي محمد عالم خاصخيلي

محترم حڪيم مولوي محمد معاذ
نواب شاهه، خط مؤرخ 8 جنوري 1946ع
محترم اسلام عليڪم
خط لکيو اٿم ته اميد ته مليو هوندو. جان محمد خان گوٺ روانو ٿي ويو، هن کي خيال هو ته موٽر لاري هجي، پر اسان جي حالت جي خبر اٿوَ، مون هن کي هڪ سئو رپيا ڏنا آهن هن کي چيم ته ٽانگو ملي ته ڪندا، هن به چيو ته ٽانگو ڪندس. ڏهه رپيا روزانو جي حساب سان ٽانگو ڪيو اٿس. ان لاءِ عرض آهي ته فقط به ڏينهن لاءِ اوهان اچي ڪم سنڀالي ويندا ته مهرباني ۽ جان محمد خان کي به چوندا ته آئون غريب آهيان ان آهر خرچ ڪرائي. پر اوهان جو اچڻ ضروري آهي.*
- معاذ
.......2......
• مؤرخ41-7-24نوابشاهه
محترم اسلام عليڪم
اوهان جو لفافو اڳ ۾ 19 جولاءِ مليو ۽ 19 جولاءِ تي پير صاحب هٽ هو. اوهان جي درخواست 41-7-22 جي پهتي. اڄ ڪاغذ نوشهري پير صاحب وٽ ويندا. اسڪالرشپ ضرور منظور ٿيندي. پير صاحب کي پاڻ گهڻو خيال هو. مون کي پاڻ چيائين ته تار ڪر ته پاڻ ئي درخواست موڪلي ڏي جيڪڏهن يونيورسٽي بند آهي. پر خير اوهان دلجاءِ ڪندا. ڪم ٿي ويندو. طبيه ڪاليج ۾ اوهان حڪيم عبداللطيف صاحب وائيس پرنسپال سان ملي دريافت ڪندا ته ڪيترو ڪورس آهي. مون حڪيم عبدالمعيد صاحب پرنسپال تڪميل الطب ڪاليج لکنؤ کي لکيو هو ته انور لاءِ حڪيم عبداللطيف صاحب کي سفارش ڪري. شايد هنن صاحب به چيو هوندو، منهنجي نالي به ڪيس چوندا ته تڪميل الطب جو سند يافته آهيان، ڪانئس صلاح پڇندا ته ڪيترو خرچ آهي ۽ قوائد ڪاپي هجي ته موڪليندا. – معاذ
.........3..........
• خط مؤرخ 8- آڪٽوبر 1934ع
مڪرمي اسلام عليڪم گرامي نامه مليو ياد آوريءَ لاءِ شڪريه هٽ به عيد 2- آڪٽوبر ڇنڇر ڏينهن ٿي آهي، اوهان جي همت تي مون کي خوشي ٿي آهي. الله تعالیٰ اوهان جي مدد ڪندو. سنڌ عربن جي ماتحت ان جو مواد جڏهن ( علي ڳڙهه مان)هٽ اچو ته پوءِ پير صاحب جهنڊهه واري کي ڪتبخانه ۾ ڏسنداسون. تاريخ خطيب بغدادي ۾ ڏسجو. ان جو نسخو طبع ٿي ويو آهي پير صاحب جي ڪتب خانه ۾ پروفيسر ڪرنڪو جو فوٽو بلاڪ نسخه ۾ مصر ۾ طبع ٿيل بئي موجود آهن.

- معاذ

..........4.........

• مؤرخ 22 آڪٽوبر 1943ع، نوابشاهه

مڪرمي اسلام عليڪم خط پهتو ياد آوري لاءِ شڪريه

انور طبيه ڪاليج لاهور ۾ ٻئي سال ۾ پڙهندو آهي، مگر هن وقت هت آهي. 2 طبيه ڪاليج لاهور ۾ طبيه ڪاليج دهلي چڱا آهن. دهلي ۾ هڪ ڪاليج جامع طبيه آهي ان جي تعليم ٻه سال آهي باقي ٻين سڀني ۾ لاهور ۾ 3 سال، دهلي ۾ 4 سال، علگڙهه سڀني کان بهتر آهي. پر عرصه تعليم زياده آهي، لاهور جي تعليم ٻه چڱي آهي. خرچ ماهوار پنجاهه رپيا ايندو. پر جيڪڏهن شاگرد ميٽرڪ پاس هوندو ته هٿ پير هٽندو ته خانگي وقتن ۾ روزگار ٻه ڪري سگهندو. اوهان چڱي صلاح ڏني آهي چو ته سنڌ ۾ طبي ايڪٽ پاس ٿي چڪو آهي جلد عمل ۾ ايندو. ان جون ٻه ميٽنگون ٿي چڪيون آهن. جيڪڏهن سنڌي طب پڙهيل هوندا ته آئينده هو پاڻ لاءِ روزگار چڱو حاصل ڪري سگهندا ۽ طب جي خدمت ٻه ڪري سگهندا.

- معاذ

محترم مختيار قاضي

سنڌي شاگرد تنظيم، ڪراچي يونيورسٽي (10 جون 1969ع)

جناب محترم ڊاڪٽر صاحب،

سنڌي ادبي سوسائيٽي ڪراچي يونيورسٽي طرفان حسب المعمول هن سال ٻه هڪ ادبي ۽ علمي ميگزين شايع ڪيو وڃي رهيو آهي ڏيڍ سئو صفحن تي مشتمل هي ميگزين سنڌي ۽ انگريزي ۾ هوندو. اسان جي انتهائي ڪوشش آهي ته ميگزين جو ادبي معيا اعليٰ ترين هجي ۽ هن ۾ بهترين مقالا، مضمون، ڪهاڻيون، بيت ۽ شعر هجن، ان ڏس ۾ اوهان کي عرض آهي ته پنهنجو تازو ترين مقالو يا مضمون موڪلي اسان کي شڪريه ادا ڪرڻ جو موقعو ڏيندا.*

- مختار قاضي

محترم محمد رحيم مهر
ايڊيٽر الفقراءَ، سانگهڙ (31 آگسٽ 1968)
بخدمت عالي جاه ڊاڪٽر نبي بخش صاحب سلامت
اسلام عليڪم: احوال خيريت، عرض ته اسان پنهنجي عقيدت ۽ دلي محبت سبب حضرت قبله مرشدنا پير سائين علي گوهر شاه المعروف اصغر بادشاه جي ڪلام جو ڏينهن مورخه 68-9-2 تي شهر سانگهڙ ۾ ملهائي رهيا آهيون جيئن ته انهيءَ مجلس ۾ سائين جن جو هئڻ ضروري سمجهون ٿا براءِ ڪرم سرداري ڪري ان موقعي تي اچڻ فرمائيندا ۽ مجلس کي پنهنجي اعليٰ عقل ادب ۽ فيض سان سرفراز ڪندا ته جماعت اوهان جو دعاگو رهندي. اميد ته هي دعوت نامو درجه قبوليت حاصل ڪندو. پروگرام وقت رات 8 بجي رکيل آهي. پر اوهان اڳ ۾ ايندا ته باعث خوشي جو ٿيندو اميد ته آمد جو اطلاع ڏيندا.*
- محمد رحيم مهر

محترم مفتي محمد رحيم صاحب
مهتمم جامعه راشديه، درگاهه پاڳارا
مخدومي استاد مڪرم سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب
اسلام عليڪم
عاگو ٿي عافيت طلبي ۽ التماس دعا سان گڏ مودبانه گذارش ته محترم عبدالرحمان هٿان ڪتاب ”پيارن جا پيغام“ پهتو، اوهان اسان جهڙن ڪجهه به نه لائق کي علم ۽ پيار جي عزت سان سرفراز فرمائي ڪرم ڪيو. ڪريم ائين ئي ڪندا آهن. مان ڪهڙن عنايتن جو شڪر ادا ڪيان! رهاڻ هيرن ڪاڻ، گوشه بلوچ، حر تحريڪ، پيارن جا پيغام پهتا، اوهان عبدالجبار صاحب جي تصنيف ” ڊاڪٽر بلوچ“ دستخط ڪري موڪليو.
”پيارن جا پيغام“ ۾ اوهان جي خطن واري حصي ۾ علمي دنيا جي هڪ عظيم ڪهاڻي آهي. ’انزالو الناس عليٰ منازهم‘ جو انداز، عالمن سان گڏ، فولاد فقير ۽ علي گوهر فقير به ماشاءَ الله اوهان جا گرويدا ۽ مخاطب آهن.
منهنجا سائين! اوهان جي علمي شخصيت تي علم وارو ئي لکي، راقم ته په جملا به صحيح نه لکي سگهندو آهي. عالم ته پنهنجي علمي خدمات سان تا قيامت زنده آهن ۽ زنده رهندا. انتهائي تشڪر سان.
- محمد رحيم

محترم استاد محمد بخش سومرو ۽ خادم حسين عباسي
خانقاهه فقير محمد يوسف، شهر اڳڙا (25 جنوري 1976ع)
بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سدا سلامت
اسلام عليڪم: اوهان جو رجسٽرڊ پارسل پهتو، اسان ڏاڍا خوش ٿياسون ۽ آئنده به اهڙي عنايت جو اوسيئڙو رهندو.
سائين منهنجا اسان جيڪو (يوسف فقير جي ڪلام جو) متن تيار ڪري رهيا آهين، ان ۾ اسان مختلف پڙهڻيون ڏئي رهيا آهيون ۽ نسخن جي ليکڪن جا پڻ مخفف نالا ڏنا آهن.
اسان چاهيون ٿا ته سرڪاري نوڪري اوهان کان پنهنجو وقت طلب ڪري رهي آهي تنهن هوندي به آس اٿئون ته اوهان ڪجهه نه ڪجهه وقت بچائي اسان کي رهيل مواد پنهنجي ڪتابن ۽ نوٽ بڪن تان اتاري ڏيندا اهڙي عنايت کان اسان اوهان جا نهايت شڪر گذار رهنداسون.
اسان جو خيال ۽ ڪوشش اها آهي ته جيئن فقير صاحب جو ڪلام وقت سر سموهي سيڙهي اشاعت هيٺ آڻيون. سائين جن سدا سرها هوندا.
- محمد بخش سومرو ۽ خادم حسين عباسي

محترم محمد صديق ميمڻ
ٽريننگ ڪاليج فار مين، حيدرآباد (6جون 1938)
محبيم ميان نبي بخش صاحب
توهان جو خط پهتو، خوشي جي ڳالهه آهي جو اوهين سنڌي ادب سان ايتري دلچسپي ڏيکاريو ٿا نه ته منهنجو آزموده آهي ته ڪن جزوي دوستن کان سواءِ ٻيا سڀ بي پرواهه آهن.
توهان جي خيالن سان آئون بلڪل متفق آهيان، پر موجوده حالتن کي به منهن ڏيڻو آهي. خالص علم ادب جا ڪتاب ٿورن ميمبرن کي پسند اچن ٿا نه ته گهڻي گهر مذهبي ڪتابن جي آهي. تنهن ڪري هر هڪ اڌ علم ادب تي ڪتاب شايع ڪجي ٿو. خاص ننڍن ٻارن ۽ زالن لاءِ لکيل آهن، چاڪاڻ ته انهن لاءِ ڪوبه لٽريچر ڪونهي جهونا ابوالحسن جي سنڌي وارا ڪتاب هن وقت پڙهڻ ۾ نه اچن تنهنڪري موجوده ڇاپي ۾ شايع ڪرائجن ٿا.

ادبي تاريخ ۾ جيڪي ڪتاب ڇاپايل آهن تن مان گهڻا ليٿو ۾ ڇپيل آهن ۽ ملي سگهن ٿا. توهان جي اها صلاح آهي ته انهن کي موجوده ڇاپي ۾ آڻجي. سمجهو ته بازار ۾ اهي هلندا؟
مهرباني ڪري اوهي به پنهنجي ڪا تصنيف هن غريب انجمن کي بخش ڪندا ۽ تنهن کان سواءِ حلقي ۾ هن کي مشتهر ڪندا.
- محمد صديق

محترم محمد صالح ميمڻ
سپروائيزر پرائمري ايجوڪيشن، سيوهڻ
استاد محترم بلوچ صاحب الله سائين خوش رکيوَ. آمين
بعد قدم بوسيءَ جي عرض ته اج اوهان جي ڪيل تقرير جيڪا اوهان سنڌ يونيورسٽي شاگرد سنگت جي قسم کٽڻ واري تقريب ۾ ڪئي، اخبار ۾ ڏٺم.
سائين منهنجا اخبارن ۾ اوهان جي تقرير جو هوبهو لفظ به لفظ ڏنو ويو آهي. ڪافي زمانو ٿي ويو آهي جو اوهان کي روبرو ٻڌڻ جو موقعو نه مليو آهي، بهرحال گهڙي کن لاءِ تصور ۾ اوهان کي سامهون سمجهيم ۽ ائين محسوس ڪري رهيو هوس ته ڄڻ اوهان روبرو تقرير ڪري رهيا آهيو، سچ ته ڏاڍو محو ٿي ويس، ڇو ته اوهان جي تقرير هميشه وانگر ساده ۽ محبت ڀريل هئي. پڙهندي پڙهندي هڪ هنڌ ائين سمجهو ته دل کي ڄڻ ڌڪ لڳو!! اکين ۾ پاڻي ڀرجي آيو. جڏهن اوهان جي هي ڇيل لفظ نظر کان گذريا ته:
”جڏهن مري وينداسين، تڏهن محسوس ڪندؤ“ سائين منهنجا سنڌ ۾ اڳ ئي قحط الرجال لڳو پيو آهي ۽ چڱن جي چونڊ ٿيندي رهي ٿي. اسان جا مهربان سائين اسان نه رڳو اوهان کي هڪ استاد مگر هڪ شفيق رهبر، سنڌي ثقافت ۽ ادب جو سينگاريندڙ، ايڪڙ ايندڙ، محقق ۽ علم و ادب جو هڪ روشن مينار سمجهون ٿا، جنهن جي تجليات کان اميد ته سنڌ جا ڪيترائي نوجوان علم جي روشني حاصل ڪندا رهندا.
سائين منهنجا انهن لفظن سچ ته تمام گهڻو غم ڏنو. آئينده اهڙا لفظ اگر نه چوڻ پسند فرمايو ته اوهان جي اسان معتقدين تي خاص مهرباني ٿيندي.

* ڳوٺ جعفر خان لغاري ۽ آسپاس جي ڳوٺن ۾ اسڪول کولائڻ (خاص طرح نياڻين جا اسڪول) ۾ ڪيهر خان منهنجو سڄڻ ۽ ساٿي هو. مون کي سندس ڳڻ ڳالهيون اڄ تائين ياد آهن. نبي بخش

* پيڙو فقير سچاڻ سگهڙ ۽ سالن جو ساٿي هو، بيماري ۾ وفات وقت تائين به حيدرآباد آيس ۽ خدمت ڪيم ۽ ماني تي به آيس- نبي بخش

* پڪين ڇالين (Trachoma) جي علاج لاءِ وڏي حڪيم فقير حاجي ڄام لغاري سرمو ٺاهيو هو جنهن جي آڌار تي آءُ انٽر ڪان ايم اي تائين پڙهي سگهيس. دوست محترم شيخ گل محمد ۽ ٻين کي وڏو فائدو ٿيو. آخري علاج منهنجو نيويارڪ ۾ سلفا ڊرگ ذريعي ٿيو- نبي بخش

* 1936ع ۾ جڏهن آءُ ڊي. جي سنڌ ڪاليج ۾ پهريون سال پڙهڻ ويس تڏهن پروفيسر اجواڻي صاحب اتي انگريزي جو پروفيسر هو ۽ انگريزي پڙهائيندو هو. انگريزي تيز تکي ڳالهائيندو هو، جيڪا مون کي ايترو سمجهه ۾ ڪانه ايندي هُئي، پر سندس قابليت جي هاڪ هئي.... سنه 1963ع ۾ کيس ياد ڪندي ڏانهس به ڪتاب موڪليم. بني بخش

*حڪيم صاحب چوندن ۾ ٻيٺو هو ۽ مدد گهريائين- نبي بخش

*جواب ڏنو ويو ۽ مضمون"سنڌ جا سورهيه، حرن جا انگريزن سان مقابلا" ( مشتمل برابيات شادمان مري شاعر) موڪليو ويو. نبي بخش

* *محفل "جماعت جي راڳ" جي سچي رات هلي، فقيرن جي ڇهن ٻارين راڳ ڪيو. مرحوم محمد حيات جوڻيجو ۽ ٻيا گهڻا فقير هن محفل ۾ شريڪ ٿيا. مون کي پهريون ڀيرو جماعت جي راڳ، جي ماهيت معلوم ٿي.- نبي بخش

دعا آهي ته الله سائين اوهان کي عمر خضري فرمائي ۽ هميشه خوش رکي، جيئن اوهان جي شخصيت پنهنجي هن ڏتڙيل قوم جي گهڻي کان گهڻي خدمت ڪري سگهي. جنهن لاءِ اسان جون دعائون اوهان سان هميشه گڏ آهن ۽ رهنديون. اوهان لاءِ هميشه دعاگو.

-محمد صالح ميمڻ

محترم حاجي محمد سوڍو ٻگهياڙ ڪلمتي

ميرپورساڪرو ضلعو ٺٽو

برادرم جناب ڊاڪٽر صاحب سدا سلامت خوش هجو شال

اسلام عليڪم بعد خيريت جي احوال عرض ته توهان جا موڪليل به نوازش ناما پهتا پڙهي ڏاڍو خوش ٿياسين. توهان جا قرب آهن جنهن لاءِ مهرباني. ناٿي خشڪ ۽ تلسيءَ جا بيت ۽ ڪافيون ترت هٿ ڪري موڪليندسون. توهان جيڪا سٽ بيت جي موڪلي آهي ان ۾ اسان جي ماڻهن ۾ به سٽون آهن وڌيڪ ٿي سٽ اسان جي ڪنهن به ماڻهو نه ٻڌي آهي نه سئي آهي. انهن سٽن ۾ فقط ڄام ندي جي وقت ۾ سنڌ جي بلوچن، سومرن ۽ سمن جا وڏا لقب ڄاڻايل آهن. يعني؛

ميري ملڪي ڪم بلوچڪو، اڳيان نيڪ ندام

همير ڇايو سومري، سمي ڇايو ڄام.*

نياز مند، حاجي محمد سوڍو
.......2........
خدمت ۾ برادرم جناب ڊاڪٽر صاحب سدا خوش هجو شال
اسلام عليڪم، بعد احوال عرض ته هڪ خط اڳ ۾ موڪليو اٿم جنهن جو جواب نه مليو آهي. حقيقت هن ريت آهي ته حضرت پير آدم رحمت الله عليه وارو ڪم توهان جي ٽيبل تي آهي، منهنجي خيال ۾ تمام پراڻو ڪم آهي ۽ ان جو بنياد به توهان ئي رکيو آهي ۽ اميد ته پايه تڪميل تائين به توهان پهچائيندا ته مهرباني. منهنجي راءِ مطابق بگهياڙ قوم (ڪلمتي) جو سچو شجرو ۽ ولين جون جيڪي ڪرامتون وغيره آهن جيڪي مون توهان کي لکي موڪليون آهن. هن ڪتاب ۾ ڇپائيندا. ٻئي حالت ۾ جيڪڏهن ڪتاب مختصر آهي ته پوءِ به جيڪي وقت جا خليفا جيڪي حضرت پير آدم رحه صاحب جي والد مان ٿيندا آيا آهن گهٽ ۾ گهٽ به اول کان آخرين خليفن جي نالن متعلق ننڍڙو شجرو هن ڪتاب ۾ ڇپائيندا ته جيئن اهو ڪتاب وقت جي اڄڻ وارن حڪمرانن کي ڏيکاري کائنئن اهو مسئلو حل ڪرايون. اميد ته توهان پنهنجو ڪم سمجهي وڏ ۾ وڏ ڪوشش ڪندا ته مهرباني ٿيندي.
حضرت پير آدم رحه صاحب جي جاگير واري سند جو پڻ فڪر ڪندا ان جون فوٽون ڪاپيون به ڪتاب ۾ ڇپائيندا ته مهرباني.
- نياز مند محمد سوڍر بگهياڙ

محترم محمد عمر چنڊ
سروري اسلاميه ڪاليج، هالا (28 آگسٽ 66ع)
مڪرمي قبله ڊاڪٽر بلوچ صاحب دائم اقبالڪم
اسلام عليڪم و رحمته و برڪاته!
ڀٽ شاهه ادبي ڪانفرنس ۾ جنهن خلوص، محبت ۽ شفقت سان اوهان نوزايو هو اهو هن احساس دل تي نقش آهي. ڪيترائي ڀيرا دل گهريو ته اوهان جي تخاطب جو شرف حاصل ڪيان، پر خط لکڻ جو ڪو ظاهري جواز نه ڏسي همت نه ڪري سگهيس. مبادا بي ادبي ٿئي. پر حيله جو طبيعت نيٺ هڪ بهانو ڳولي لڌو تا ته اوهان کي ان بهاني خط لکڻ تي مجبور ڪيو وڃي.
آئون هن کان اڳ زرعي ڪاليج ٽنڊو ڄام ۾ پڙهندو هوس پر جيئن ته طبيعت جو رجحان زراعت کان وڌيڪ علم ادب ڏانهن مائل هو، ان ڪري اهو ڪوڙ جو محل، گهڻو وقت جٽاءُ نه ڪري سگهيو ۽ آئون زراعت ڇڏي سروري اسلاميه ڪاليج هالا

۾ لسانيت گروپ سان انٽر ۾ داخلا وٺڻ تي مجبور ٿيس. خدا جو فضل و ڪرم شامل حال رهيو ۽ هن سال جي انٽر آرٽس جي چوڪرن ۾ اول نمبر هن هيچمدان جي پلئه پيو. هن وقت منهنجي آڏو آئنده جي متعلق سوچڻ جو مسئلو آهي. افلاس ۽ زندگي جي ناڪامين خود اعتمادي جي پاڙن کي لوڏي ڇڏيو آهي. انهي ڪري مون ضروري ڄاتو ته اوهان جهڙي تعليم جي ماهر ۽ هن علائقي جي عوام ۽ زبان جي گهڻگهري جي رهبري حاصل ڪيان توهان هونئن به هن خاڪسار کي نوازيندا رهيا آهيون. – نياز مند، محمد عمر چند

..........2.........

•خط مؤرخ اصفهان ايران، آڪٽوبر 4، 1978ع

بخدمت عاليجناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

اسلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته ! اوهان جو نوازش نامو ڪافي ڏينهن اڳ پهتو هو، ٽپالي فوٽو اسلام آباد تائين نه آٽي سگهيو، مڙئي خير آهي. اسان ٻيا ٺهرائي ورتا آهن، جيڪي انشاءَ الله روبرو هٿو هٿ پيش ڪبا. حالانڪ پهرين ڪاپي هن ڪاپيءَ کان بهتر هئي.

جيڪڏهن هتي اسان وٽ ۽ اتي اوهان وٽ حالتون گهٽيون خراب نه هونديون ته نومبر جي پهرئين تاريخ پاڪستان اچڻ جو پروگرام اسان رٿي ڇڏيو آهي ۽ هڪ مهيني لاءِ يا پنجن هفتن لاءِ انهيءَ زماني ۾ جيڪڏهن اوهان اسلام آباد هوندؤ ته اتي حاضر ٿبو، جيڪڏهن سنڌ ۾ هوندؤ ته بنهه پلو.

جناب حسن ڪسائي سان روبرو ملاقات ڪانه ٿي سگهي آهي پر ٻه دفعا ريڊيو تائين سندس انٽرويو ٻڌڻ جو اتفاق ٿيو آهي. ٻئي دفعا مون انٽرويو ٽيپ ڪري ورتا، پر اڌو گابرا، ڌناسري، رامڪلي، راگ هندي ۽ حسيني جي متعلق اچا وڌيڪ معلومات حاصل نه ٿي سگهي آهي. جڏهن ڪا خبر پئي ته اوهان کي آگاهه ڪبو. سنڌي موسيقي تي اوهان جو ڪتاب هيستائين ڇپجي ويو هوندو. اميد ته پاڪستان پهچڻ وقت ان جو مطالعو ڪري سگهبو.

روح الله خالقيءَ جي سرگزشت موسيقي ايران جو پهريون جلد اوهان کي اڳي ڏياري موڪليو هوم. ان جو ٻيو جلد هينئر ڇپجي ويو آهي جيڪو اوهان لاءِ کنيو ايندس. هندوستاني موسيقي جي متعلق هڪ نئون ڪتاب به هٿ آيو آهي جيڪو اوهان جي ذهن ۾ هجي ته لکجو ته وٺيو اچون.

آپا، ٻيبي آمنه، ٻيبي ٽينا ۽ فريدم ۽ اوهان جي خدمت ۾ دعائون پيار ۽ سلام زهره ، ۽ ايرج جي طرفان.

– نياز مند، محمد عمر

.........3.........

• خط مؤرخ بروناٸي دارالسلام آڪٽوبر 22، 1990ع

بخدمت فيضد رجت سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

السلام عليڪم و رحمت الله برڪاته، سائين منهنجا، عرض هي آهي ته رانيري ۽ فنصوري جي تلاش ۾ پهريون قدم کنيو اٿون، تلاش اڃا غير مڪمل آهي، پر هيستائين جيڪو ڪڙتيل نڪتو آهي سو هن ريت آهي؛

1- سيد محمد نقيب العطاس جو ڪتاب ”مسٽسزم آو حمزه فنصوري“ 1970، چيپل يونيورسٽي آو ملايا، ڪوالالمپور (انگريزي ۾) هٿ ڪيو اٿئون.

2- 2- احمد دائود جو ملائي ٻولي ۾ ”شيخ نور الدين الرانيري (رومن سڪرپٽ ۾ لکيل).

3. بجدر اکن رسالي ۾ انگريزي ٻولي ۾ مضمون Access ”ايڪسيس ٽو ملائي مينسڪرپٽس“ ٽنهي ڪتابن ۾ پنهنجون پنهنجون ببليوگرافيون آهن. ٽئي پاڻ وٽ آهن.

4- ڪوننڪلجڪ انسٽيٽيوٽ جي رسالي ”اسلام ان انڊونيشا“ ببليوگرافيڪل سروي 1600- 1942ع وٽ پوسٽ 945 ايڊنڊا، ليڪڪ بي جي بلند ۽ آو فرجون 1983ع ۾ ڏنل ببليو گرافي ۾ رانيري ۽ فنصوري بابت ڪتابن ۽ مضمونن جا نالا جيڪي 22،23 ٿين ٿا

.5- سي ڊي گرجنس ۽ ايس او رابسن جي ڪتاب ”ڪلچرل ڪانٽيڪٽ اينڊ ٽيڪسچول انٽرپريٽيشن ۾ ڊرويوويس جا مضمون ۽ هڪر جي ڪتاب ”اسلام ان سائوٿ ايسٽ ايشيا ۾ رانيري ۽ فنصوري متعلق مضمون ( پنجين نمبر جا مضمون فوٽو ڪاپي ڪرڻا آهن جيڪي جلدي ٿي ويندا. پهريون چار ئي شيون منهنجي هٿن ۾ آهن ۽ اوهان جي طرفان اٿلايان پٿلايان پيو.

العطاس جو ڪتاب فنصوري متعلق منهنجي هٿن ۾ آهي. هي ڪتاب ٻه ٽي سال اڳ مون هڪڙي بڪسٽور تي ڏٺو هو، سو اڃان تائين جو ائين پيو هو. ڪنهن شريف ماڻهو بندر سري بگاوان جي ڪي همٿ ڪانه ٿي آهي انهن ٻن ٽن سالن ۾ جو ڪٽي ههڙي ڪتاب کي خريد ڪري، پڙهي يا نه پڙهي، رڳو ڪٻٽن جي زينت لاءِ ئي ڪٽي وٺي. مون کي ان وقت شيءِ تي سٺي لڳي هئي پر هرويرو اهڙي همت مون ۾ به ڪانه هئي جو اهو اهڙو وکر رهايان ها.

بهرحال، العطاس جي هن ڪتاب جا ٻه حصا آهن جن ۾ ڇهه باب آهن. پهرئين باب ۾ حمزه فنصوري جي زندگي بابت احوال آهي جنهن ۾ اول ته بحث ٿو ڪري ته فنصوري اصل ڪٿي جو هو. بروس ڪٿي هو. شهر نوي ڪٿي هو جنهن ۾ اصلي چاول ٿو معلوم ٿئي. العطاس سکي انهي ڳالهه تي به حيرت ٿي ٿئي ته فنصوري فارسي

ڪٿي سکي هوندي. جيڪو بحث العطاس ڪري ٿو ان ۾ فخر سان چوي ٿو ته جن سٺي ملائي ۾ تصوف جا ڪتاب لکيا شمس الدين پاسائي، رانيري، عبدالرئوف سنگڪيل وارا ان سڀني جي پيٺ ۾ فنصوري بهتر ملائي ٻولي لکي آهي ۽ ان جو سبب اهو ڄاڻايو اٿس ته هو هڪڙو ئي اصلي ملائي هو. پوءِ ٻڌائي ٿو ته فنصوري حضرت عبدالقادر گيلاني جو مريد، خليفو هو، پوءِ ڄم ۽ موت جي تاريخن تي بحث ڪندي ڄاڻائي ٿو ته سندس ذڪر بادشاهن جي سرڪاري ڪتابن ۾ ڪونهي حالانڪ پاڻ بادشاهن جي تعريف ۾ شعر چيا اٿس وڏا ماڻهو منجهائس خوش ڪونه هوندا جو پنهنجي شاعري ۾ ظالمن جي محبت کان پرهيز جو پرچار ڪيو اٿس. هن ماڻهو جو ذڪر بادشاهي ڪتابن ۾ نه هئڻ جو سبب ٿي سگهي ٿو ته اهو به هجي جو هو اتي ڌاريو ماڻهو هو، اتي اوپرو هو. هن باب جي آخر ۾ العطاس چوي ٿو ته حمزي کي پوين غلط سمجهيو ۽ غلط پيش ڪيو. ويندي رانيري به کيس غلط سمجهيو. ان جو هڪڙو سبب اهو ڄاڻايو اٿس ته رانيري جي سچي تنقيد فنصوري جي ڪتاب ”منتهي“ تي ٻڌل آهي جيڪو در اصل فنصوري جي صحيح خيالن جي عڪاسي نٿو ڪري. اهو ڪتاب ٽڪڙ ۾ لکيل معلوم ٿو ٿئي. جنهن ۾ مختلف خيالن جي روح ۾ وجڻ بدران ”منتهي“ (پهتل) صوفي جي لاءِ خيالات ڄاڻايل آهن.
ٻئي باب ۾ فنصوري تي رانيري جي تنقيد جو چڱي طرح جائزو ورتي ٿو. ايندڙ ٽن بابن ۾ حمزي جي مابعد الطبعياتي ٿيچنگز تي حمزي جي الاهي ارادي بابت خيالات تي ۽ حمزي جي صوفياڻن خيالن ۾ استعمال ٿيل لفظن ۽ اصطلاحن جي معنوي اپٽار ڪئي اٿس ۽ آخر ۾ نتيجا ڄاڻايا اٿس.
ڪتاب جي ٻئي حصي ۾ فنصوري جي ٽن ڪتابن جو متن رومن سڪرپٽ ۾ ۽ ترجمي سان ڏنل آهي. اسرار العارفين، شراب العاشقين ۽ المنتهي، اپينڊائسز ۾ رانيري ۽ فنصوري جي ڪن ٻين اصل ڪتابن مان ڪي ٽڪرا ڄاڻايا ويا آهن ۽ آخر ۾ ببليو گرافي آهي. ڪتاب جي آخر ۾ منتهي جي اصل جو جاوي سڪرپٽ ۾ فيڪسميل به آهي.
احمد دائود جو جاڪارتا مان 1978 ۾ ڇپيل ڪتاب ”شيخ نور الدين الرانيري“ ملائي ٻولي ( رومن سڪرپٽ) ۾ لکيل آهي. پهريئن باب ۾ تعارف، ٻئي ۾ رانيري جي زندگي جي احوال کان پوءِ سندس 92 ڪتابن (يا رسالن) جو مختصر احوال ڄاڻايل آهي. ٽئين باب ۾ آچيه ۾ وجوديت جي اثر جو احوال ڄاڻايو ويو آهي ۽ چوٿين باب ۾ رانيري جي هڪڙي رسالي يا ڪتابڙي ”ماءِ الحيات لاهل الممات“ جو متن (رومن سڪرپٽ) ڏنو ويو آهي. هن رسالي جا پهريان ٻارنهن پئرا گراف ته عربي ۽ ملائي ٻنهي ۾ آهن، ان ڪري خبر پوندي رهي ٿي ته بحث ڪهڙو رخ اختيار ڪري رهيو

آهي. هن ڪتابڙي جي آخر ۾ به ببليو گرافي آهي. ٻيا ڪي مضمون اجا مليا ڪونه آهن پر ملڻا ٿيا آهن. ببليو گرافين ۾ گھڻا نالا ڊچ يا جرمن ٻولي جا آهن. ڊسمبر تائين جيترو مواد هٿ آيو سوڪٽي اچبو ۽ اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪبو. اوهان جي نظر ۾ ٻيو ڪو خاص سرچشمو هجي ته حڪم ڪجو، پر بروناي دارالسلام ۾ معاملو محدود آهي ته گھٽيون شيون ڇپجن ٿيون ملائيشيا ۽ انڊونيشيا ۾ هتي نه ايتري خلق آهي نه ايترو شوق آهي جو ڇاپين يا ٻاهريان ڇاپيل شيون آڻين.......

- محمد عمر چنڊ

.........4............

• مؤرخ بروناءِ دارلسلام، نومبر 16، 1990ع

سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب، دام الطافڪم

اسلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته، هن کان اڳ هڪ خط اوهان کي موڪليو اٿم جنهن ۾ سيد محمد نقيب العطاس جي هڪڙي ڪتاب متعلق ڪجھ احوال عرض ڪيو هوم. اهو ڪتاب ۽ ٻيا ڪاغذ ڪتابڙا جيڪي هٿ آيا آهن سي آئون پاڻ سان کنيو ايندس پر انهي وچ ۾ العطاس جو ٻيو هڪڙو ڪتاب هٿ آيو آهي. 1986ع ۾ ڇپيل، جنهن جي فوٽو ڪاپي ڪئي اٿم ۽ اهو به انشاءَ الله پاڻ سان کنيو ايندس. پر ڇيم ته اوهان کي مختصر طور ٻڌايان ته انهي ڪتاب ۾ ڇا آهي. هن ڪتاب جو نالو آهي”ڪمنٽري آن حجت الصديق آو نور الدين الرانيري، رانيري جي ڪتاب جو پورو نالو آهي؛ حجت الصديق لدفع الزنديق، العطاس جي هن 517 صفحن جي ڪتاب ۾ ٻڌايو اٿس ”ٽن عبدالرزاق ڊسٽنگئشٽ چيئر آو سائوٿ ايسٽ ايشين سٽيڊيز“ جي عهدي تي فائز ٿيڻ وقت ڪيئن فيصلو ڪيائين ته اهڙو ڪو ڪم ڪري جيڪو حڪومت جي بدلجڻ سجلڻ جي ناپائداري جي بدران پائداري جو نشان هجي. ننڍڙن ماڻهن کي وڏو ڪري ڏيکارڻ بدران واقعي اهڙن ماڻهن جي ڪمن کي اجاگر ڪري جيڪي واقعي مليشيا جي زندگي کي متاثر ڪرڻ ۾ اڳرا هجن، فنصوري ۽ رانيري. جهڙا ان ڪري فيصلو ڪيائين ته رانيري جي هن ڪتاب کي عوام جي آڏو پيش ڪري. ياد رهي ته حجت الصديق- العطاس اڳ ۾ مونوگراف فارم ۾ 1966ع ۾ ڇپرائي چڪو هو. هن ڪتاب ۾ اصل ڪتاب جو متن65 صفحن جو، ان جو ترجمو 22 صفحن جو ۽ اصل ڪتاب جي شرح 460 صفحن جي آهي. آخر ۾ ٽي انڊائز آهن. پهرين ۾ انهن ماڻهن جا نالا آهن جن جو ذڪر هن ڪتاب جي مقدمي، اصل ڪتاب جي ترجمي شرح ۽ پڇاڙي (اپيلاگ) ۾ آيو آهي. ٻي انڊيڪس ۾ نالا آهن سڪولز، سڪنس ۽ گروپس (مڪتب، مذهبن ۾ فرق ۽ گروهن) جا، ٽي انڊيڪس ۾ انهن لفظن جي تشريح ڪئي وئي آهي جيڪي عربي، ملائي، لاطيني يا يوناني ٻولين

تان ورتا ويا آهن ۽ آخر ۾ 11 صفحن تي مشتمل ”لسٽ آو بڪس ائنڊ آرٽيڪلز سائٽيڊ“ ڏني وئي آهي.
هن ڪتاب مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته العطاس رانيري جي هڪڙي ٻئي ڪتاب تي ڪم ڪري رهيو آهي. ان ساڳئي نهج تي جنهن تي الحجت الصديق... تي ڪم ڪيو اٿس. هن ٻئي ڪتاب جو نالو ”جواهر العلوم في ڪشف المعلوم“ آهي. هن ڪتاب ۾ وجود حقيقي، الاهي صفات، اسماءِ الحسنيٰ ۽ صفات وغيره جهڙن صوفي تصورن جو ذڪر آهي. انهن ڪتابن مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته بستان السلاطين ۾ پيغمبرن، اصحابن، مسلمانن بادشاهن ۽ خصوصاً ملئي بادشاهن جو ذڪر آهي. رانيري جا تصوف تي ڪتاب اڃا ٻيا آهن. مثلاً ”الحجت....ماءِ الحيات...، جواهر.... وغيره. هن ڪتاب ۾ تقريبن 25 ڪتابن جو مختصر احوال ڇاٽايل آهي. پوليٽيڪل ۽ تاريخي احوال جيڪو مونو گراف ۾ ڇاٽايو هئائين سو هتي ڪو نه ورجايو اٿس. ان ڪري اهي ڀنا به هٿ ڪرڻا پوندا.
انهن ڪتابن کان سواءِ ٻيا به ڪي ڪتاب آهن جيڪي اوهان جي ڪم جا ٿي سگهن ٿا. انهي ڪيت کان ٻاهر، بقول اوهان جي، مائي شمل ( آيني ميري شميل) جو ڪتاب ”پين آئنڊ گريس“ مير درد ۽ شاه عبدالطيف جي باري ۾ ڏنو اٿم، پر اڃا پڙهيو ڪونه اٿم. ٻيا ڪتاب به هوندا پر اڃا مون ايڏو ووڙيو ناهي. (هيءُ ڪتاب فوٽوڪاپي ڪري ڪٽي آيس.)
- نياز مند، محمد عمر چنڊ

محترم استاد محبت علي لغاري
ڳوٺ جعفر خان لغاري ،(2 اپريل 1990)
محترمي و مڪرمي جناب قبله سائين ڊاڪٽر صاحب،
اسلام عليڪم عرض ته خيريت مطلوب آهيان. رمضان المبارڪ جي آمد شريف ۽ سندس لازوال نعمتن لاءِ توهان صاحبن کي مبارڪ پيش خدمت آهي. باري تعاليٰ تمام عالم اسلام کي بابرڪت مهيني مبارڪ جي برڪتن ۽ انعامات سان مستفيض فرمائي. آمين.
قبله سائين! ماه پهرين اپريل ( هن مهيني کان ) مدرسه مبارڪ ۽ مسجد شريف جي صدر مدرس ۽ مؤذن صاحب جي پگهار ۾ جهڙو حال حبيبان اهڙوپيش پريان مطابق ميمبر صاحبان جي اتفاق راءِ سان اضافو ڪيو ويندو. ڪتبه خانه سڪندريه عاليه لاءِ 12 لوهي آرام زده ڪرسيون في ڪرسي 170 رپيا ۽ 3 عدد ميزون، في ميز 5

فوٽ ٻگهي ۽ 3 فوٽ ويڪري في ميز 500 رپيا، 3 عدد لوهي چادرن سان الماريون ۽ سامهون خصوصي شيشي جي ريلنگ نموني سان بهترين الماريون، في الماري 1850 خريد ڪري، هڪ ٽائيپ پيس اليڪٽران ب ته جيئن هر اهل ذوق وارو پنهنجي قيمتي وقت ڏئي سگهي ته جيئن تيز رفتار سان گذرندو وڃي ٿو رکيو اٿئون، اميد ته سدا مهربان ۽ مخلص جلدي هن مبارڪ مهيني ۾ امداد فرمائيندو. روزاني شام جو 5 بجي کان سواء 6 تائين لائبريري کليل هوندي آهي. اسلامي، ادبي ڪتاب ۽ رسالا وغيره ميزن تي رکيل هوندا آهن. هر هڪ شخص جي ذوق مطابق پڙهڻ جي دعوت عام به ڏنل آهي. شاگردن کي به اهڙي هدايت آهي. رمضان المبارڪ کان پوءِ توهان پيارن جي ڪتابن جو مطالعو ڪيو ويندو. اندازً 40 شاگرد قرآن ڪريم ناظران پورو ڪيو اٿن. شاگردن جي سند به 500 ڪاپيون ٺهرايون اٿئون. جلدي توهان صاحبن جي صحيح لاءِ موڪليندا سون. سند جو هڪ سيمپل پيش خدمت آهي. فقط دعا جو طلب.

- فقير محبت علي مسافر

محترم ماستر محمد خان مصروف
ڳوٺ گولو منڊرو، ضلعو بدين (1990- 1- 1)
محترم سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب السلام عليڪم
تمام ادبن کان پوءِ عرض ته توهان جو مؤرخ 89-12-16 وارو نوازش نامو موصول ٿيو. نوازش! سائين ڏينهن کي ڏينهن چوڻ ۾ ڪو به ڏوهه ناهي!

مان شاعر آهيان شاعر آهيان
ڪندو حقيقي حقيقيت جو اظهار آهيان

اظهار حقيقت هڪ وڏي بردبادي آهي، واقعي سهڻي سنڌ جي سونهن، ثقافت ۽ سچي سچائيءَ لاءِ اڃا ڪافي ڪجهه ڪرڻ جي ضرورت آهي. ڌڻي تعاليٰ ڌات ڌڻين جي ذات ۾ اڃا اضافو ڪري جو هو حقيقتن جا قائل بنجي توهان جي مشاهدي واري نظريي مطابق ڳولي ڳولي ڳيهي ڳوڏا بنجي ماڻڪ هٿ ڪن. توهان جي قول موجب رڳو ڪتابن تي ڪين پاڙين پر ڪراڙن جي قلبن جي ڪوٺائي به ڪن! انهي لاءِ هر ذات ڌڻي کي ڏور ڏور وڃي ڏيهه ۾ ڳولڻو ۽ ڏسڻو پوندو! سچ ۽ سچائي سان لکڻ گهرجي.

”سچ چوندي ڪير رُسي ته رُسي وڃي
ڦٽي ڏيندي وار ڪسي ته ڪسي وڃي“

سائين انشاءَ الله ”مانڊر“ ۽ ”شاخ تنهن شجر جي“ ڪتاب ترت تيار ڪري توهان کي عرض ڪندس ته پيش لفظ لکي ڏيڻ جي عنايت ڪريو. اوهان سان ڪچهريون

انشاءَ الله تا حيات ڪري پنهنجي چاڻ ۾ اضافو آڻبو رهبو ۽ اوهان اهو اعزاز بخشيندا رهندا. اوهان جي نظر شفقت جو مشتاق
- ماستر محمد خان

محترم مولا بخش سانگي
ڳوٺ سچڻ سانگي، ضلعو لاڙڪاڻو (23 مارچ 1942ع)
بعد اسلام عليڪم و شوق ملاقات جي عرض ته توهان صاحبن جو نوازش نامو موصول ٿيو. احوال معلوم ٿيو. دل کي بي حد مسرت حاصل ٿي. جناب من ڳڏھ مون کان وسري ڪين ويو آهي هميشه ياد آهي. اچڻ سان ڳڏھ جي رهائش وغيره جو بندوبست ڪيوسين. پر جواب البت منجهيل ميلو، ان ڪري خط لکڻ کان مجبوراً محروم رهڻو پيو. هاڻ اچي منزل تي رسايو اٿؤنس، خط آڻيندڙ مسٽر قادري الطاف حسين منهنجو تمام گهرو دوست آهي، مئٽرڪ لاءِ اچي ٿو. ڳڏھ جو بار به ان جي ڪلهن تي اچليل آهي. هاڻ تازو نئين پرنٽ آڻائي آئن، مون پاڻ به ڏٺي آهي ڏاڍي سٺي آهي. سندس پدر بزرگوار صاحب ميان غلام عباس قادري جو پريس جو مالڪ آهي، سو خود پبلشر به آهي ۽ پرنٽ وٺڻ جو ڪم به پاڻ ڪنيو اٿن.
”خيرخواه“ ۽ ٻين پريسن ٿين ئي ڪڙڪائي ڇڏيا. ”شيام پريس“ وارن جا به ابا لڳن! ٻيون ڳالهيون ته نهيو پر چوڻ لڳا ته پرمٽ به پاڻ وٺو ۽ پنو به پاڻ وٺو! مون پيسا به ميان صاحب کي ڏنا آهن. اجا 25 رپيا پائوءَ ڪونه موڪليا آهن. توهان ڪانئس لکي پڇندا ته موڪليا اٿس يا نه.
الطاف حسن عليگڙھ ۾ نئون ٿو اچي ساڻس ڳڏ ٻيا به ڪي سنگتي آهن. اميد ته توهان سندن هر طرح مدد ڪندا. الطاف مون کي جان کان وڌيڪ عزيز آهي. سو مهرباني ڪري وس آهر سندس مدد ۾ ڪوتاهي نه ڪندا. آئون توهان جو بي حد شڪر گذار رهندس. اميد ته عرض ضرور قبول فرمائيندا.*

* نئي ضلعي ۾ لوڪ ادب ۽ تاريخ بابت تحقيق ڪندي معلوم ٿيو ته سلطان چام نظام الدين جي وقت ۾ سمن اميرن کي چام، سومرن اميرن کي همير ۽ بلوچن اميرن کي ملڪ يا مير جا خطاب ملندا هئا. هو پاڻ انهن لقبن سان چوائيندو هئا. نبي بخش
* مولابخش سانگي ان وقت بي اي جو شاگرد هو (پوءِ جج ٿيو) مون سان سندس رغبت هئي ۽ مون ”ڳڏھ“ ڪتابڙي جي ڇپائي جو ڪم مٿس رکيو هو“ نبي بخش

- مولابخش سانگي

محترم محب الله شاھ
پير جھنڊو، تعلقو ھالا (24 جنوري 1945ع)
جامع الفضائل خاص دوست با اخلاص ميان نبي بخش صاحب
بعد السلام عليڪم و رحمته الله و برڪاته خيريت طرفين من جانب الله تعاليٰ مدام مطلوب، مقصد ته توھان جو مڪتوب محبت اسلوب مليو دل کي از حد مسرت حاصل ٿي ياد آوري لاءِ بيحد شڪريه. مون کي پاڻ توھان جي خط جو گھڻو اشتياق ۽ انتظار ھو مگر ان ڳالھ جو پتو بلڪل نه ٿي پئجي سگھيو ته چو الائجي اجا تائين ڪوبه خط نه آيو آھي مگر الحمد الله خط ملڻ کان بعد سڀ انتظاري دور ٿي وئي.
توھان لکيو آھي ته مون اخبار adiance وي پي ڪري موڪلي آھي. اھا ڳالھ به بلڪل گھڻي باعث مسرت جي آھي مگر افسوس جو وي پي مون کي اجا تائين موصول نه ٿي آھي. ڇا سبب آھي؟ غالباً توھان ايبريس ۾ ضلعو نوابشاھ وڌو ھوندو خط ان ڪري مون کي دير سان مليو آھي. ايڊريس اھا صحيح آھي جو مون چوٺي تي لکي آھي، اميد ته اڳتي ان ئي ايڊريس تي لک پڙھ ڪندا. اخبار جي پڇا ڳاڇا ڪندا ۽ پوءِ وري مون ڏي ارسال ڪندا. مون کي تمام گھڻو انتظار ٿي بيٺو آھي ته متان رلي رلي وري توھان ڏي واپس آئي ھجي ۽ توھان اھو انومان ڪڍيو ھجي ته شايد اھا وي پي مون وصول نه ڪئي. اميد ته ورندڙ ٽپال ۾ تفيصل احوال کان واقف ڪندا ۽ پنھنجي خيريت جو احوال به ڏيندا جيڪڏھن ڪو ڪتاب قابل مطالع نظر اچي ته ان بابت به مطلع ڪندا.
والسلام خير الختام
- محب الله شاھ عفي عنه

محترم مظھر قاضي
3 جنوري 1967ع، لنڊن
بخدمت ڊاڪٽر بلوچ صاحب آداب،
اسلام عليڪم،اميد ته سائين جن خير سان حيدرآباد پھچي ويا ھوندا ۽ ھاڻ ڪجھ موڪل وٺي آرام ڪندا جو ڪافي پيچ ڊڪ ڪئي آھي اوھان گذشته ٽن مھينن ۾.
فرانس، ترڪي، عراق، ايران ۽ افغانستان جو سير ڪيئن رھيو ۽ اوھان جنيوا ۾ ڪيترو وقت رھيا ۽ ڪھڙي شخصيتن سان مليا؟ اميد ته اوھان کي سير ۽ گشت جي دوران ڪا به تڪليف درپيش نه آئي ھوندي.

مان په هفتا کن ٿيا جو جاءِ بدلائي آهي ۽ هاڻ nw ڪالوني ۾ آيو آهيان. ڪمرو مليو آهي. فليٽ تمام مهانگا آهن. لهذا في الحال گذر ننيڙي ڪمري ۾ ڪبو. ڪمري ۾ ئي ڪُڪر ۽ سِنڪ وغيره آهن! ڪاليج ڪرسمس جي ڪري بند آهي ۽ هاڻ سومر 9 جنوري تي کلندو.

جناب صوفي صاحب سان اجا تائين ملاقات نه ٿي آهي جو سفارتي تعلقات عارضي طور تي ختم ڪيا ويا آهن. ڊاڪٽر روهيءَ جي بيگم صاحبه شايد وچ ۾ اچي صلح ڪرائي. خير اميد ته صوفي صاحب جن بلڪل خوش هوندا.

هت سردي شروع ٿي وئي آهي ليڪن اجا برف نه وسي آهي ۽ نه ئي امڪان آهي. ويجهڙائي ۾ ڏينهن ۽ رات هڪ برابر آهن جو انڌيرو ئي انڌيرو چانيل رهي ٿو.

محبوب وطن جي باري ۾ ڪجھ لکندا اميد ته سنڌڙي شاد ۽ آباد هوندي ۽ سنڌي پائرن ۽ پاڪستاني پائر سڀ سڪون ۽ آرام ۾ هوندا. منهنجي لائق ڪا خدمت هجي ته ضرور حڪم ڪندا.

ادا فضل الحق صاحب سان اگر ملاقات ٿئي ته کيس منهنجا آداب ڏيندا، از انسواءِ منهنجي بابت سربستو احوال نه ڏيندا جيئن سندن الڪو دور ٿئي. آخر ۾ سڀن دوستن لاءِ ۽ اوهان سڀن لاءِ دعا، سلام ۽ آداب صرف حب سان.

- مظهر قاضي

محترم حڪيم پيرمعين الدين خياروي

شهر نوابشاهه (مؤرخ 7 آڪٽوبر 1965ع)

سائين ڊاڪٽر ميان نبي بخش خان صاحب،

بعد سلام سنت سيد الانام عليه الصلوات والسلام عنايت نامو نامي صحفيه گرامي ڪه ازروءِ شفقت مهرباني بمع ڪتاب فتحنامه سنڌ عرف چچنامه پهتو. هڪ طرف خوشي بيحد حاصل ٿي ۽ ٻئي طرف نهايت شرمساري ۽ بيحد پيشماني حاصل ٿي. شرمساري هن سبب جو اهو ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ ۾ موجود هو، مون بار بار پئي پڇا ڪئي، مون کي جيڪڏهن خبر هجي ها ته ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ مان ملندو ۽ هڪ سو رپيا ملي ها تڏهن به سائين جن کي ڪڏهن به تڪليف نه ڏيان ها. اميد ته اوهان دل و جان سان معافي ڏيندا.

اميد ته ميان غلام محمد بگائي وارو قلمي نسخي وارو بيت خدمت ۾ پهچي ويو هوندو. جيڪو محمد طالب اوهان ڏانهن خدمت ۾ پيش ڪري ڇڏيو آهي. خاص ۽ پرزور التجا آهي ته محمد طالب جي ڪم جي ڪيل وعده موجب يادگيري ڪرڻ فرمائيندا

۽براهِ ڪرم هر طرح ڪوشش فرمائي ماستريءَ جو آرڊر ونرائي ڏيڻ فرمائيندا ته شڪريه. درخواست حضور ۾ اميد ته ضرور پهتي هوندي. ٿي سگهي ٿي ٻه اکر لکندا ته بيت پهتو ته دلجاءِ ٿئي.
- حيڪم پير محمد معين الدين

محترم ڊاڪٽر محمد حسين مگسي
المهراڻ هاسپيٽل ميهڙ
خدمت ۾ جناب عاليشان مسٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب
اسلام عليڪم جي گذارش ته توهان جي قومي خدمت ڪرڻ جي ساراهه هر ماڻهوءَ ڪان ٻڌي آهي ۽ هاڻي سائين جن کي آگاهه ٿا ڪريون جيڪو اسان ڪم ڪنيو آهي مهرباني ڪري وڌ ۾ وڌ اسان جي مدد ڪندا ۽ لکيل مضمون توهان ڏانهن پوسٽ ڪري موڪليون ٿا ۽ هن قومي ڪم کان واقف ڪريون ٿا ته سائين جي ڪڏهن اها هل اسٽيشن گورک تي ناهين ٿا ته سچي ٿڌي لٺ ڪيرٿر جي آباد ٿي ويندي جيڪا 150 ڪلوميٽر ڊگهي آهي ۽ 5 ميل کن ويڪري، پر هتان پاڻ ويو آهيان ۽ زبردست ٿڌي آهي. 20 کان 25 ميل اها جابلو سنڌ جي پٽي ٿڌي 5 ميل ويڪري باقي گرم آهي. هي ٽڪري وڏي اهميت رکي ٿي، رڳو روڊ مٿي تائين نهي وجي. يونيورسٽيون، ڪاليج، اسڪول، شهر، اسپتالون ڊولپمينٽ ٿي سگهن ٿيون ۽ وڏي ايراضي آهي. انڊس هاءِ وي کان 30 ميلن تي شهدادڪوٽ کان ويندي جوهي تائين اها ساڳئي مفاصلي تي آهي جنهن ۾ قدرتي طرح پاڻي جا وڏا ذخيرا، معدنيات ۽ وڏيون بوٽيون اٿس. خوش قسمتي سان 7000 هزار فوٽ اوچائي اٿس. گرمي جي موسم ۾ اسان سنڌ واسين لاءِ اهڙي ٿڌي جڳهه واري ايراضي وڏي اهميت رکي ٿي. اسان هڪ ٽيم ناهي، هڪ پروپوزل تيار ڪري، وزيراعظم محترمه بينظير ڀٽو کي پيش ڪرڻ گهرون ٿا.
اسان گورک ڪيرٿر ويل فيئر ايسوسيئيشن ناهيون ٿا ۽ ڪو آپريٽو سوسائيٽي ناهيون ٿا جنهن ۾ ماڻهو ڪافي ڪوآپريٽ ڪن پيا. مهرباني ڪري توهان به پنهنجي نالي سان سنڌ جي اخبارن ۾ ڪو بيان شايع ڪرائيندا. مطلب ته جهڙي به نموني ۽ هر حال ۾ جيتري به توهان کان اسان جي مدد پڄي اوتري اسان جي مدد ڪندا ۽ وڌيڪ توهان پاڻ چاڻو ٿا اميد ته سائين جن وڌيڪ پنهنجي خيالن کان اسان کي آگاهه ڪندا ته مهرباني ۽ سائين جن جواب جي عنايت ڪندا.*
- ڊاڪٽر محمد حسين مگسي

محترم محمد عثمان ڏيپلائي
20 جنوري 1967ع، حيدرآباد
بخدمت عالي جناب ڊاڪٽر صاحب،
اسلام عليڪم: عرض ته ذڪر ڪيل غزل هٿ ڪرڻ لاءِ ڏيپله خطه لکيل آهي، پر خط لکڻ وقت ساڳين زمانن ۾ پڪڙيل هڪڙي ٻئي غزل جو ٿلهه به ياد آيو.
چل چل چنبيلي باغ ۾، خوشبوءَ اڙائينگي
خبر ناهي ته اهو غزل ڪنهن جو آهي، پر انداز ساڳيو خيلفي صاحب جي غزلن جو آهي.
جنهن وقت ماستر رامجي مل صاحب مرحوم کان اهي غزل ڏيپلي ۾ پڪڙندا هئا اهو سال 1912ع جي قريب هو ۽ ان وقت منهنجي عمر نو سال هئي، يعني هيءَ نياز نامو به رڪارڊ تي رکڻ لاءِ آهي.
- ڏيپلائي
.....2.....
• مورخ 16 جنوري 1968ع، حيدرآباد
بخدمت عاليجناب ڊاڪٽر صاحب
السلام عليڪم: عرض ته سائين جن جي ملاقات بعد مون پوري غور بعد اهو خيال ڪيو آهي، ته اوهان جي ڪتابي سلسلي جو نالو ”ڪچهري سلسلو“ رکيو وڃي ۽ هر ڪنهن نمبر جو نالو عليحده رکجي. مثلاً ڪچهري سلسلي جو پهرين نمبر ”پارس ڪاڻ“ ٿئي جنهن ۾ اوهان جي اڳ لکيل ”پارس ڪاڻ“ کي ڪجهه وڌائي لکيو وڃي ۽ پوءِ ٻيا به ڪچهري جا ننڍا وڏا مضمون هجن.
اهڙي طرح هڪ ڪتاب ٿئي هن جي قيمت هڪ رپيو هجي ۽ منجهس 52 صفحا هجن، ڪور ڪارٽيج، پيپر جو هجي، ڪل چار سوخرچ ٿين. ان طرح سال ۾ پنج هزار خرچ ٿيندا ۽ ٻارهن هزارن رپين جا ڪتاب تيار ٿيندا. جيي سانه سَتيءَ سان نيڪال ڪبا رهبا ته اٺ هزار پيدا ٿيندا نه ته جيتري جلدي ڪبي اوترا پئسا گهٽ ملندا. مگر هيءَ ڪتاب کي آخري ڇاپا نه هوندا پر دراصل ڪتابن جا خاڪا هوندا جن مان وقت به وقت مڪمل ڪتاب ازسر نو تيار ٿيندا ويندا.
اوهان شايد ساڌو واسواڻي جا ڪتابڙا ڏٺا هوندا جي بلڪل ان طرح ادائي سو کن جي تعداد ۾ نڪتا آهن. هڪ ضروري ڳالهه آهي ته ڪتابن جي ٻولي بلڪل سليس هجي.جهڙي چڻ ته ڳوٺاڻين ڪهچرين جي آهي، دقيق مواد خواهه لفظن کان هنن کي پاسي رکجي.

اڳتي هلي مون کي اميد آهي ته هي ڪتاب به به هزار ڇپبا، ان وقت مٿن ڇهه ڇهه سو لاڳت ايندي ۽ هزار ٻارهن سو پيدا ڪندا رهندا ان طرح ان مان فائدو به ٿيندو رهندو ۽ علمي خدمت به ٿيندي رهندي.
آئون اڄ سنڌي ادبي بورڊ ۾ ويو هئس ۽ محسوس ڪيم ته هنن کي هاڻي لوڪ ادب کي وڌيڪ فروغ ڏيڻ جو ارادو ئي ڪونهي جو ڪن هستين کي ذاتي ضد به پيا ڏسجن، خير جيئن هنن اڄ ڊڪشنري جاري ڪئي آهي تيئن نيٺ ڪڏهن لوڪ ادب به جاري ٿيندو، پر انهي انتظار ۾ ٻانهون ٻڌي ويهڻ نه گهرجي، پنهنجي ڪم کي جاري رکجي ته بهتر ٿيندو. آئون سمجهان ٿو ته ”ڪچهري“ نالو موزون آهي وڌيڪ سائين جن مرضي وارا آهن.
- نياز مند ، ڏيپلائي
....3....
• مورخ 23 فيبروري 1969ع، ايڊيٽر ”انسان“ قرآن پريس، حيدرآباد
بخدمت رفيع منزلت عاليجناب ڊاڪٽر دام الطافه
اسلام عليڪم جيئي سنڌ
معروض ته هونئن ته اوهان جو عطا ڪيل رسالو قادري اڳ به مطالع ڪيو هئم پر اڄ وري به عرساڻي صاحب جي هڪ ڪتاب مرتب ڪرڻ وقت کيس وڌيڪ مطالعو ڪيم ۽ مطالعو ڪندي هڪ خيال دل تي آيو جيڪو عرض رکان ٿو.
سنڌي اشاعتن ۾ ڊرائنگ يا ڪارٽيج سپر جو استعمال ڪرڻ جو انوکو ۽ عمدو رواج سائين جن شروع ڪري هڪ نهايت مفيد ايجاد ڪئي آهي. مگر جيئن ته انهي ڪري ڪتاب مهانگو ٿئي ٿو ۽ غريبن لاءِ سندس وٺڻ مشڪل ٿي پوي ٿو. ان ڪري منهنجو عرض آهي ته سائين جن هر ڪتاب جا به ايڊيشن ڪرائين. هڪ اڇو ٻيو سادو، اڇو اميرن ۽ لائبريرين لاءِ ۽ سادو غريب عوام لاءِ. هنن جي قيمت هڪ ٻئي کان اڌ يعني ٻيڻي هجي ۽ اهو ايڊيشن مجلد هجي. سادو ڪارڊ بورڊ جي جلد سان. ان طرح سان هيءَ رسالو جيڪر اڇو ايڊيشن بجاءِ 5،5 جي 6 رپيا ٿئي ها ۽ سادو ٿي رپيا جي ٻنهي ڌرين لاءِ وڌيڪ مفيد ٿئي ها. بلڪ آئون جيڪر ائين به چوان ته سادو اڍائي رپيا ۽ اڇو ساڍا ست رپيا ٿئي ۽ سندس جلد اڇا به سنو ٿئي.
اها ڳالهه ته اوهان جي سانپر کان اڳ جي هوندي ته مرحيات هندو پبلشر هڪ ”سستو ساهتيه“ نالي سلسلو به شروع ڪيو هو جنهن ۾ ڪتاب بنه سستا ڏيندا هوا. اگرچه سنڌي پبلشر تي ”پيئي ڪٽي پساه“ واري دور ۾ مس ان ڪري کين ڪجهه به چوڻ بدران مورڳو چڙي ڏيڻ ئي مناسب آهي ته ڪجهه نه ڪجهه ڪندا رهن، پر انهي هوندي به دل کين صلاح ڏيڻ چاهي ٿي ته هرڪو ايڊيشن به بلڪه ٽي ايڊيشن ڇپين

ته چڱو، جن ۾ عليٰ الترتيب1-2 ۽ 3 رپيا قيمت ٿئي ۽ قيمت رکڻ جي اسڪيل به هن طرح رٿي وڃي.
سادو ايڊيشن لاڳت کان ٻيڻي1000 عدد 1 رپيو
وچولو ايڊيشن لاڳت کان ٽيڻي 500 عدد 2 رپيا
اچو ايڊيشن لاڳت کان چوڻي 500 عدد 4 رپيا
جيڪڏهن ان طرح ڪجي ها ته رسالي قادريءَ جي قيمت هيئن بيهي ها؛
سادو ايڊيشن 2 رپيا - وچولو 4 رپيا - اوچو 8 رپيا
ان طرح سان به هزار ڇپجن ها ۽ کپڻ ۾ به آساني ٿئي ها. هيءَ رٿائون آهن جيڪڏهن موزون هجن ته خيال رکندا نه ته بس..
- ڏيپلائي

محترم منظور حسين ڪالرو
ٽنڊو الهيار، خط مؤرخ 11 ڊسمبر 1982ع
محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
اسلام عليڪم: گذارش ته توهان جتي سر زمين سنڌجي تاريخ تي تحقيق ڪئي آهي، اُتي هن عظيم ڌرتيءَ جي ماڻهن جي رهڻي ڪهڻي، رسم و رواج ۽ انهن ”ذاتين“ جي تي پڻ معلومات حاصل ڪري قلمبند ڪندا رهيا آهيو، جنهن لاءِ توهان صاحبن کي جس هجي.
ذاتين متعلق توهان جا ڪجھ ليک نظر مان گذريا پر انهن ۾ ”ڪالرو“ ذات جي باري ۾ ڪوبه ذڪر نه ڏسي، حيرانگي ۽ سخت ڏک ٿيو!! اسان (ڪالرو) خاص طرح سان تعلقي ٽنڊوالهيار ۾ ڪيتري ئي عرصي کان گهڻي اڪثريت سان آباد آهيون، ڪامارو شريف (ميرپورخاص روڊ) جي اولھ طرف ڳوٺ ڏنو ڪالرو تعلقي ٽنڊوالهيار جو (آبادي توڙي معاشي حالتن کان) وڏي ۾ وڏو ڳوٺ آهي ۽ شايد پوري سنڌ ۾ ڪالرو برادريءَ جو وڏي ۾ وڏو ڳوٺ به آهي. ان کان سواءِ ضلعي ٿرپارڪر ۾ ڪيترائي ڳوٺ ڪالرو ذات وارن جا آهن، تعلقي سامارو ۾ هڪ جهوني ريلوي اسٽيشن ” محمد رحيم ڪالرو“ جي نالي سان پڻ آهي ۽ تعلقي جيمس آباد ۾ هڪ يونين ڪائونسل جو چيئرمين (محمد رمضان ڪالرو) پڻ ڪالرو آهي. ضلعي نوابشاھ ۾ ڪافي وقت کان ڪالرو برادري مختلف ڳوٺن ۾ رهائش پذير آهي. ضلعي بدين ۾ به ڪيترائي ڳوٺ ڪالرو برادري جي مختلف بزرگن جي نالن سان مشهور آهن. ان سان گڏو گڏ ملتان ۾ پڻ ڪافي تعداد ۾ ڪالرو آباد آهن، جن ۾ ملڪ حاجي

نور محمد ڪالرو (نواب پور) وڏي حيثيت وارو ليکيو وڃي ٿو. جيتوڻيڪ سندن گھڻو واسطو سرائيڪي ٻولي سان پوڻ ڪري لهجو ۽ ٻولي به سرائيڪي بنجي وئي آهي...
ڪالرو ذات جي باري ۾ پنهنجي ڄاڻ، ڪنهن ڪتاب ۾ ان جو ذڪر يا اهڙي معلومات ڪٿان حاصل ٿي سگھندي وغيره ته ان کان مهرباني فرمائي پنهنجي محققانه جواب کان مطلع ڪرڻ فرمائيندا ته اسان توهان جا نهايت شڪر گذار رهنداسين.
- منظور حسين ڪالرو

محترم سگھڙ محمد ملوڪ عباسي
ڳوٺ محمد خان ڪلهوڙو، ڏوڪري (84- 12-19)
عزت ماب مهربان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب
اسلام عليڪم جناب عاليٰ بادِهه ۾ پير تقي شاه رحمت الله جو ميڙو هو ربيع الاول جي 12 تاريخ، چاليهه کن سگھڙ ڪٺا هئاسون، ڪچهري کان بعد ۾ اوهان جي قربن جو ذڪر هليو، سڀن دوستن اوهان کي دعائون ڪيون، آئون دعا سان گڏ هڪ پلائي سگھڙ سنگت تنظيم جي ڪوشش ۾ آهيان ته جيئن دکي سکي ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪري سگھجي. ان لاءِ هن جماعت جو سرپرست هڏ ڏوکي اوهان کي رکون ٿا. سائين اها پاڇهه شفقت اسان تي ضرور ڪندا.اوطاق ۾ هڪ ڪوٺي جنهن ۾ به ڪپڙي جا بورڊ لڳايا اٿم جنهن ۾ اوهان جي امر ڪچهري جا فوٽو لڳايا اٿم. مهرباني حجت معاف ڪندا.
تون سچڻ آهين سهڻو ڪيم تاڪ تڏان
مون تي ماڙ ملوڪ چئي ڪيئي هوت هڏان
بلوچ قسم باريءَ جو اوهان ٿپايون اڏان
توتي پرين پڏان ٿو سچڻ پنهنجي ساٿ ۾
- دعاگو. فقير محمد ملوڪ عباسي

محترمه مهتاب اڪبر راشدي
ڊائريڪٽر انچارج سنڌالاجي (27 نومبر 1987ع)
مان وارا سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،

اسلام عليڪم: گذارش آهي ته انسٽيٽيوٽ سنڌالاجي جي قيام جا 25 سال پورا ٿيڻ جي خوشيءَ جي موقعي تي مؤرخ 27 ۽ 28 ڊسمبر 1987ع تي شاندار نموني سان سلور جوبلي ملهائي پئي وڃي
انهيءَ سلسلي ۾ مؤرخ 27 ڊسمبر 1987ع تي افتتاحي اجلاس ٿيندو، جنهن ۾ اوهان کي اجلاس جي صدارت ڪرڻ لاءِ گذارش ڪجي ٿي. اوهان مهرباني فرمائي ڪيل عرض کي قبول ڪندي اجلاس جي صدارت ڪرڻ فرمائيندا. اوهان جي آمد اسان لاءِ باعث مسرت ٿيندي.مهرباني فرمائي پنهنجي منظوريءَ کان جلد آگاهه ڪندا ته جيئن دعوت نامي ۾ نالو لکي ڪارڊ موڪلي سگهجي.
- مهتاب اڪبر راشدي

محترم محمد حنيف عاقلاڻي
نيوگوليمار، معرفت محمد صديق جنرل اسٽور، ڪراچي
محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
اميد آهي ته الله تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان مڪمل طور خيريت سان هوندا. آمين.ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته سائين جن سنڌي ادب توڙي تاريخ کي سنڌي قوم جي سامهون پنهنجي قابل ستائش ڪوشش ۽ اڻٿڪ محنت سان پيش ڪيو آهي جنهن جي هڪ سنڌي پڙهيل لکيل فرد جي حيثيت سان جيتري به تعريف ڪجي سا گهٽ آهي. اسان کي پنهنجي پياري ڌرتي سنڌ جي تاريخ، فارسي ڪتاب، تحفته الڪرام جنهن جو سنڌي ترجمو سائين مخدوم امير احمد صاحب ڪيو آهي ۽ جنهن کي مرتب سائين جن ڪيو، گهڻي تفصيل سان ملي ٿي، ان ڪتاب جي ترتيب ۽ حاشين جي سمجهاڻي به قابل قدر آهي. ان کان علاوه سنڌي لوڪ ادب جي تصنيف عمر مارئي لاءِ ڳوٺ ڳوٺ وڃي داستان گو ماڻهن کان عمر مارئي جو قصو ٻڌڻ، ڪتابن ۽ بيتن مان حواله ڳولهي انهن کي پيش ڪرڻ ڏاڍي محنت جو ڪم آهي ۽ اهڙي ئي محنت جا شاهڪار ڪتاب، دودو چنيسر ۽ سومرن جو دؤر آهن جنهن کي سنڌي قوم جو پڙهيو لکيو طبقو ڪڏهن به فراموش نه ڪندو ۽ سائين جن جي محنت جو دل سان قدر ڪندو. ان کان علاوه ڊڪشنري کي مرتب ڪرڻ ته ڏاڍو ئي مشڪل ڪم هو جيڪو پاڻ سائين جن سنڌي قوم جي حقيقي علمي خدمت ڪندي جامع سنڌي لغات جي شڪل ۾ ڪري ڏنو. ديگر احوال جنهن جي ڪري سائين جن کي تڪليف ڏني هن ريت آهي ته سائين پنهنجي ذاتي اثر رسوخ کي استعمال ڪندي سنڌي ادبي بورڊ کي (پيلاين جا پول) ۽ ٻين ڪتابن جي دوباره اشاعت لاءِ شفارش ڪندا.

* ڊاڪٽر بلوچ جو هن خط تي نوٽ”صحيح نالو گورغ ۽ نه گورک؛ ڪين همتايم ته ڪوشش جاري رکن ۽ آئون به ساڻن گڏ آهيان.“
[1] . ڊاڪٽر بلوچ جو نوٽ ’ڪالرو‘ ترڪ آهن. اصل ڪارلوخ آهي.

- محمد حنيف عاقلاڻي

محترم مختيار احمد لاشاري
ڪراچي، خط مؤرخ 10 جولاءِ1998ع
بخدمت گرامي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
اسلام عليڪم، اميد ته اوهان خوش هوندا،عرض ته والد محترم رشيد احمد لاشاري جو هڪ ڪتاب”ڪلام رشيد“گهڻي جاکوڙ کانپوءِ شايع ٿي چڪو آهي ۽ خدمت گرامي ۾ حاضر آهي. قبول ڪندا.
ٻيو ڪتاب ”لڙڪ ۽ مرڪ“ ( جنهن ۾ اوهان جا تاثرات به شامل آهن) والد محترم متعلق اديبن ۽ شاعرن جا تاثرات گڏ ڪرڻ، ضخيم هجڻ ۽ ٻين ڪيترن مختلف مسائل سبب ٿوري تاخير سان شايع ٿيندو پر انشاءَ الله جلد شايع ٿيندو ضرور. اهو منهنجو مقصد حيات ۽ Commitment آهي.
ڪتاب جي پهچڻ جو اطلاع ضرور ڏيندا ۽ ٻئي مجموعه ڪلام ”لڙڪ ۽ مرڪ“ لاءِ پنهنجي هڪ ننڍي تصوير موڪلي ڏيندا ته مهرباني.
سدائين آباد هوندا.
- مختيار احمد لاشاري

محترم خليفو محمود نوحاڻي
گولاڙچي
خدمت ۾ عاليجناب برادرم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
بعد السلام عليڪم جي عرض ته هت سڀ خير آهي اميد ته توهان صاحبن ڏانهن به رب پاڪ جي فضل و ڪرم سان خير هوندو. آمين مطلب ته ڪيترا روز گذري چڪا آهن ته توهان صاحبن جي طرف کان ڪابه خوشخبري ڪونه آئي آهي. پيارا سائين اوهان اتي خوش آهيو، پنهنجي عهدي ۾ پرپور آهيو پر ڪجھ غريب فقراء

ڏانهن ڏيان آڻي يادگيري ڪندا وجو. ڀٽائي صاحب جن فرمائين ٿا، سرمارويءَ جو بيت آهي ته:

ڪڪر ڪاري ريهه، مٿان ماروئڙن جي
پسائيندم پڪڙا، وسائيندم ڏيهه
سڄڻ ۽ ساڻيهه، ڪنهن اڻاسي وسري
-
آيس اڳئين هير، ڳالهڙين ڳاٽ پري
پڙ ۾ پسان نه پير، ويون ڪٿڻ واريون
-
مٿُ مٿُ سورن سيڻ ڪنهن مون وٽ وٿاڻان
پريو ڪريون پوٺان، ويا وِهائو نڪري
-
وڏي وڻ ٿيون، ڳالهيون پيٽ ورَن ۾
پر سان مون نه ڪيو، گوشي پرين نه گڏيا

ادا سائين هي ڳالهه ڪٿڻ جي ڪونهي پر اهڙي پَهرَ ڪونهي جنهن سان ويهي رهاڻ ڪري دل جا ڪس لاهيون.

نيل سلامن سڄڻين لک سلامن لوءِ
پهرين چئج پرين کي پرکي چئج پوءِ
هي جوڳڻ ساڻ ڳڏوءِ، تنهن بندي ٿي بندگيون چيون.

هت اسان به دعا گهرندا ٿا رهون ۽ اوهان به ڀٽي صاحب جي حق ۾ دعا گهرندا رهو.

- نياز مند خليفه حاجي محمود نوحاڻي

محترم مير حسن نون
نهٽه، تعلقو عمر ڪوٽ

محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بزرگوار،

السلام عليڪم، جي واضح هجي ته منهنجي والد مرحوم خانصاحب حاجي محمد اسماعيل خان نون ڳوٺ نهٽه ۾ تاريخ 23 جنوري 1974ع جي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويو آهي. خدا ڪارڻ سندن فاتحه خواني جي ماني تاريخ 31 جنوري 1974ع خميس ڏينهن12 بجه منجهند جو مقرر ڪئي آهي. اوهان صاحبن کي دعوت عرض آهي.*

- مخلص، ميرحسن

محترم شاعر محمد خان گڏاٽي
خانپور مهر، تعلقو ميرپور ماٿيلو (20 آگسٽ 1980ع)
خدمت ۾ فيض واري مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
اسلام عليڪم:عرض ته هت سڀ خير آهي اوهان ڏانهن به الله تعاليٰ خير ڪيو هوندو. مطلب احوال هن ريت آهي.
جنوري ۾ اوهان صاحبن سان حيدرآباد ۾ ملاقات ٿي. اوهان صاحبن مون کي حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحه جي مزار به گهمائي هئي. اوهان جي وڏي مهرباني. ان کانپوءِ اوهان جو ڪوبه خط وغيره ڪونه آيو آهي. اڄ اوهان سان مخاطب آهيان.
ملاقات کان پوءِ اوهان جي مهرباني سان مون مسڪين کي 7 مهينا وظيفو 500 رپيا ماهوار جي حساب سان 3500 رپيا برابر مليا جولائي کان وٺي يعني جولائي ۽ آگسٽ به مهينا انتظار ۾ گذري رهيا آهن. اگر اهو وظيفو بند ٿي ويو ته شايد منهنجو بچڻ مشڪل آهي. اگر وظيفو شروع ٿي ويو ته پوءِ گيهل ڪري ڪجهه وقت زنده رهنداسين.
- محمد خان گڏاٽي

محترم محمد عمر مجاهد
قائد اعظم روڊ، جيڪب آباد (18 سيپٽمبر 1974ع)

محترم جناب بلوچ صاحب،
اسلام عليڪم: اوهان جي سنڌي علمي ميدان ۾ جدوجهد کان نهايت متاثر آهيان ۽ دعا ٿو ڪريان ته اهڙا مانجهي مرد سنڌ جي سرزمين ۾ پيدا ٿين ۽ سنڌ جي غريب، مهمان نواز، رحم دل، ابوجهه ۽غيرتمند سنڌ ننڊ غفلت کان بيدار ڪري علم جي نور سان روشن ڪن. رب جا لک لک شڪرانا آهن جو هن وقت سنڌي رفتار سان هي ٻيڙو منزل مقصود ڏانهن روان آهي.
عرض ته اسان جا سنڌي جوان هيئين ڳالهين ۾ پوئتي پيل آهن، تن جي برابري ۾ آڻڻ لاءِ هن وقت سڀ کان وڌيڪ پرچار لاءِ ريڊيو، ٽيليويزن، اخبار، رساله ۽ ناٽڪ وغيره آهن تن ذريعي سنڌي نوجوانن ۾ فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جو شعور پيدا ڪيو وڃي. جيئن اسان جا سنڌي ڀائر ٻين پاڪستاني ڀائرن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي وطن دشمن جي لاءِ آهني ديوار ٿي بيهن ۽ اسان جو هن ڏس ۾ ڪنڌ مٿي ٿئي. اسان هن ۾ تمام پوئتي پيل آهيون.

پيو ڳوٺ يا شهر ڇڏي نوڪري يا واپار ڪرڻ، علم پرائڻ لاءِ ڪين سهولتون ڳوٺن ۾ مهيا ڪرڻ ۽ ان تي نظر داري ڪرڻ هن ميدان ۾ اسان جا وڏيرا ڪڏهن به نٿا چاهين ته هو علم حاصل ڪري نوڪري ۾ يا لياقت سبب هنن جي روبرو مٿي ويهن، هو ڪين هيٺ ويٺل پسند ڪن ٿا ۽ اڻ سڌي طرح هنن کي ناڪام بڻائين ٿا. سو وڌيڪ اوهان خود داناءَ آهيو اسان جو فرض عرض ڪرڻ.

- محمد عمر مجاهد

محترم محمد صديق سومرو ميهڙائي
گهوٽڪي (3 ڊسمبر 1974ع)
محترم جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب

اسلام عليڪم: اوهان جو نوازشنامو پهتو. اوهان صاحبن تي الله پاڪ جي رحمت هجي جو اوهان سنڌي معاشري جي عزت کي وڌائي هن ”ساٽيهه جي سينگار“ واري پروگرام کي ريڊيوپاڪستان حيدرآباد مان 9 بجي کان 10 بجي تائين آندو آهي. سنڌ جي سگهڙن، اديبن، بهترين شاعرن، دانشورن کان سنڌ جي ثقافت کي زور وٺايو آهي. جنهن ۾ سنڌ جا نامور سگهڙ ان کان سينگار حضرت رسول ڪريم صه جي شان ۾ ڏور جا بيت، ڳجهارتون ۽ مولود خواني ڪرائي سنڌ جو نانءَ نشان بلند ڪيو آهي. اوهان جي انهي هلايل هلچل مان ڪيترا بهترين فنڪار، راڳيندڙ، سگهڙ، اديب اڇي انهيءَ رٿيل پروگرام کي وقت جي نزاڪت آهر تمام ڪامياب بڻايو آهي.

هاڻي اوهان مرد مجاهد کي عرض آهي ته اهڙيو ڪچهريون ساٽيهه جو سينگار واري وقت ۾ بهترين فنڪار ۽ راڳيندڙ کي پهرين فرست ۾ ڳائڻ وڄائڻ جو موقعو ڏيندا. درويشن جي درگاهن تان ڪيترا پانڌيئڙا هٿ ڪري سندن فن جو مظاهرو ڪرايو. جهڙوڪ شاهه عنايت جهوڪ شريف جي متولي صاحب جي مدد سان، سيد چيزل شاهه جي فقيرن کان صوفياڻه ڪلام، انور سائين جهانپور تعلقي گهوٽڪيءَ مان صوفياڻه ڪلام جا بهترين ڳائيندڙن کي دعوت ڏئي پروگرام کي ڪامياب بڻايو. ان کانسواءِ مولوي سڳورن کي اسان پاران التجا ڪريو ته هو اسان جي ڪيل فرمائش مطابق مولود شريف پڙهن. مولوي صاحبن کان اوٺاٽيون چوائجن، جيڪو سنڌ ۾ بهترين فن سماع بابت آهي. ان کانسواءِ آئون عرض ڪندس ته اوهان جي لکيت مطابق گهوٽڪي تعلقي ۾ سگهڙن مان هڪ ماڻڪ گڏاڻي آهي جو بهترين سگهڙ پڻ آهي ۽ باگو ڊهو مان هڪ صوفي فقير سومرو صاحب آهي، ان کي انهيءَ پروگرام ۾ پڻ شامل ڪرڻ لاءِ عرض رکجي ٿو. اوهان جو دعاگو.

- محمد صديق سومرو ميهڙائي.

محترم آخوند محمد حسين
مختيارڪار سنجهورو (1مارچ 1947ع)
منهنجا پيار مسٽر نبي بخش خان،
اسلام عليڪم: اوهان صاحبن جا ٻئي خط پهتا ( نيويارڪ مان) اهي ٻئي خط ته نه هوا مگر هڪڙو هڪڙو سبق هو. انهن مان پهريون خط ته مسٽر مولابخش ڪٽي ويو، باقي ٻيو خط اخبار ۾ شايع ٿيڻ لاءِ ڏئي ڇڏيو اٿم، سواءِ خانگي احوال جي اميد ته اوهان صاحب خوش خورم هوندا. سانگهڙ ضلعي جي تعمير خواه جدا ٿيڻ جو ڪم زور شور سان چالو آهي. مسٽر جي ٿامڪنس ان جو ايڊيشنل ڊسٽرڪٽ رجسٽرار ۽ ڪليڪٽر صاحب مقرر ٿيو آهي، جدا ڊي ايس پي ، مقرر ٿيو آهي. اميد ته پهرين اپريل 1947ع اهو مڪمل ٿي ويندو ۽ پوءِ اوهان صاحبن لاءِ وڌيڪ احوال عرض رکيو ويندو. هت مسلم ليگ زور آهي، سڀ بل بنا مخالفت جي پاس ٿي رهيا آهن، سنڌ يونيورسٽي بل به پاس ٿي ويو، ڪانگريس ميمبر واڪ آئوٽ ڪري ويا. اهڙي طرح لئنڊ ائلينيشن بل به اميد ته پاس ٿي ويندو. پوءِ ته ويتر حشر ڪندا اخبارن ۽ ٻين طريقن ذريعي، مگر مڪمل پاڪستان سنڌ ئي پهريان هٿ ڪيو آهي، جو اميد ته چالو رهندو. الله سائين جل شانه شل حياتي ڏئي اسان جي سر صاحب ۽ ٻين جي طمع ميمبرن صاحبن کي ته پوءِ وڌيڪ سڌارا ٿيندا. پر ڪهڙا ويهي سور روئجن پنهنجن پائرن جا جن کي سواءِ ڪافرن جي ڪوبه رزاق ڪونه ٿو سُجهي ۽ نه ستار ئي مٿن ڪو رحم جو ڦيرو ڪري ٿو. هن وقت اوهان ۾ اسان جون اکيون آهن ته اچي ڪا علم جي شروعات ڪيو ۽ وساٽل ڏيئو وري ٻاري مُئل روح تي ڪو ڦيٽو پڙهي بجليءَ جي وسيلي منجهس روح ڦوڪي وري جياريو.
- بنده، محمد حسين.

محترم آغا محمد اسماعيل
جيڪب آباد، خط مؤرخ 1- 2004ع
مانوارا سائين جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
بعد گهڻن نياز ۽ سلامن جي ڪتابڙو ”سنڌوءَ جو عقيدو ۽ قديم سنڌ جي ڪوشاني حڪمرانن جي ڪارگذاري“ خدمت ۾ ادب ۽ احترام سان، سندن رهنمائيءَ جي لاءِ درخواست سان گڏ پيش ڪري رهيو آهيا.

جيئن جو سائين جن کي نيڪ روشن آهي ته سنڌ جي تاريخ جون ابتدائي ڇھ صديون تاريڪ رهيون آهن، تنهن دور جون ڪي ڳالهيون خادم جي مطالعي ۾ آيون تن کي هن ڪتابڙي جي صورت ڏني وئي آهي. حالانڪ سنڌ جي تاريخ جي ان دور جي ڳولا ڪرڻ هر هڪ سنڌي خواندھ فرد جي مادري وطني فرض آهي. پر اهو ڪم ڪنهن به هڪ انسان جي اڪيلي سر وس جي ڳالھ ئي نه آهي. تنهن ڳنڀيرتا جي پيش نظر سائين جن کي برک عالم ڄاڻندي سهڪار لاءِ درخواست گذار آهيان. تنهن قديم دور جو احوال لکڻ جي ڪوشش ورتي اٿم. تنهن کي تاريخ ته  چئي نه ٿو سگهان البته تاريخ نويسن کي مواد ميسر ڪرڻ چاهيان ٿو. مطالعو جاري اٿم. اميد ته اوهان جي گران قدر رهنمائيءَ سان ان ڪم کي صحيح ڏس ۾ اڳتي وڌائي سگهبو.از راھ ڪرم ان موضوع تي ڪو ڪتاب يا ليک تجويز ڪري يا پنهنجي ڄاڻ کان آگاھ فرمائي حوصله افزائي فرمائيندا. اوهان جو موڪليل احوال اوهان جي نالي سان ڪتاب ۾ شامل ڪيو ويندو.

* مرحوم نون منهنجو پيارو دوست ۽ منهنجو محسن هو. هي خبر مون لاءِ هڪ وڏو صدمو هئي. آئون ويس پر اتي به ڏک جهلي نه سگهيس ۽ راڇن آڏو اوڇنگارون ڏئي رنس. بي وس هوس! بس بي وس هوس! نبي  بخش

نياز مند، آغا محمد اسماعيل

محترم محمد صديق محمد صالح ڪلر
ڏيپلو (4 اپريل 1969ع)
بخدمت جناب و اعليٰ شان ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب
اسلام عليڪم عرض ته هي حقير، خير عافيت صاحبن جي لاءِ درگاھ باري تعاليٰ مان شب روز جو گهرندڙ آهي. مطلب عرض ته شامل بادشاھ جسونت جي ڪهاڻي لکي عرض رکجي ٿي. چاڻايل اخبار عبرت پرچي ۾ 1969ع واري ۾ بين مذڪوره افرادن جي حقيقت به لکي عرض رکندس جو اسان وٽ الهرکيو مڱڻهار وڏيءَ عمر جو ۽ ڪوتي ماڻهو آهي پر ان کي به جمعو مڱڻهار سان شامل ويهاري لکندس. ارشاد ڪرڻ فرمائيندا ته عيد بعد احوال ڏيان. ديگر عرض ته اسان وٽ هن وقت جناب خان صاحب مسٽر الهه بچايو خان جاکرو مختيارڪار صاحب ڏيپلي جا آهن، جنهن صاحب پڻ مون کي چيو آهي ته احوال وٺي ڊاڪٽر صاحب جن کي موڪل ۽ سندس چوڻ مطابق ڊاڪٽر صاحب کي منهنجا سلام عليڪم لکج سو خان صاحب جا سلام مطالع ڪرڻ فرمائيندا.
محمد صديق محمد صالح ڪالر

محترم محمد بخش ڏاهري
ٽنڊو جان محمد خط مورخ 10 مئي 2004ع
بيحد قابل احترام ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب
اسلام عليڪم: اڄ مورخه 25 مئي 2002 تي اخبار ۾ پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي ته توهان جي صدارت ۾ سنڌي لينگئيج اٿارٽي فيصلو ڪيو آهي ته سنڌي لغت بابت اٿارٽي نئون ڪتاب ڇپائيندي. جناب بلوچ صاحب، اسان کي وڏيڪ خوشي ٿي ته هڪ دفعو رب تعاليٰ توهان کي توفيق ڏني آهي ته توهان پنهنجي مٺڙي ٻولي جي وڏيڪ خدمت ڪريو. آمين.
اوهان مان اڃا به وڏيڪ اميد هيءَ ٿو ڪريان ته سنڌي ادبي بورڊ طرفان اڳ وانگر مولانا قاسمي صاحب جي زير نگراني ۾ ڇپائي ڪري جلد ٽيون ۾ صفحه 1207 تي ڏاهري لفظ جون غليظ بي ادبي جا گٿا لفظ ڇاپي پنهنجي هم وطنن جي بيعزتي جهڙي حرڪت هن دفعي ڪنهن به ذات يا نالي سان زيادتي نه ٿئي. جنهن جو مون توهان کي پنهنجي هڪ خط ۾ لکي عرض ڪيو هو. توهان به افسوس ڪندي وضاحت به فرمائي هئي. رب تعاليٰ در دعا آهي ته توهان کي وڏي حياتي ۽ صحت عطا فرمائي ته ادب جي خدمت ڪندا رهو. آمين.
- ڊاڪٽر محمد بخش ڏاهري

محترم سگهڙ محمد شريف ڏاهري
ڳوٺ امان الله ڏاهري، تعلقو شهدادپور
خدمت ۾ جناب سائين نبي بخش صاحب
اسلام عليڪم جي عرض ته سائين سينگارن جو ڪتاب پڙهيوسين پڙهي ڏاڍا خوش ٿياسون ۽ اسان سگهڙن توهان جي لاءِ دعا گهري، الله تعاليٰ اوان کي ججهي حياتي ڏيندو ۽ جو باقي رهيل لوڪ ادب جي ڪتابن کي توهان ڇپرائيندا. اسان پنهنجا سينگار پڙهي ڏاڍا خوش ٿياسون جو اسان غريبن جا ڇيل سينگار ڪتاب ۾ ڇپجي ويا، اسان وٽ پيو به مواد جام آهي پر هتي سانگهڙ جي سگهڙن وٽ رڳو ڏور ڳجهارت هئي ۽ ڪچهرين ۾ سينگار وغيره گهٽ هوندا هئا تڏهن اسين به هنن سان ڏور ئي پيا ڏيون. سائين ٻڌائيندا ته هي بندو ڪهڙي خدمت ڪري. مون عبدالله خان ورياه کي ڪافي سڪا هٿ ڪري ڏنا. توهان ادب جي تمام خدمت ٿا ڪريو ته اسان

تي به فرض آهي ته دوستن وٽان اهڙيون شيون وٺون جيڪي سائين جن کي پيش ڪري سگهون.
- بنده محمد شريف ڏاهري

محترم محمد عاقب پلي
21 جنوري 1965ع، ميرپورخاص
بخدمت جناب ڊاڪٽر صاحب خان نبي بخش خان،
اسلام عليڪم بعد عرض ته، فوتي محمد سگهو ولد قاسم پلي جنهن جي ملڪيت بئنڪن ۾ هڪ لک کان وڌيڪ هئي. ان کان سواءِ مشينري جهڙوڪ موٽرون، جيپون، ٽريڪٽر وغيره، پوکيل فصل به فوتي جي فوت ٿيڻ بعد سندس زال ۽ مدد علي وڪرو ڪري کاڌو جو پڻ اٽڪل لک کن رپين جو هوندو.
چوپايو مال جنهن ۾ 80 ڳئون، 200 ٻڪريون، ڍڳا، بيل گاڏيون، ٽانگا وغيره ان سواءِ گهرو فرنيچر ميرپورخاص ۾ 2 جايون جنهن ۾ گلم غاليچه ڪرسيون ڪوچه وغيره جملي ملڪيت زمين کان سواءِ اٽڪل 5 لک رپين جي مدد علي پلي ۽ فوتيءَ جي زال جو پائيٽو غلام محمد گڏجي کائي ويا.
ملڪيت جي K. S محمد اسماعيل نون ايڊينشنل ڪمشنر صاحب حيدرآباد ڊويزن جن کي خبر آهي جو محمد سگهو سندس دوست هو ۽ نون صاحب ان وقت اسسٽنٽ ڪلڪٽر پڻ هو ۽ جنازي سان گڏجي ڳوٺ ويو هو.
مختيار ڪار صاحب مون کي حقي وارث ٺهرائي، 12 آنا حصه مونکي ۽ 4 آنا فوتي جي زال کي ڏياريا.
اسسٽنٽ ڪليڪٽر تڪرار ٽارڻ لاءِ 6 آنا مون کي ۽ 6 آنا مدد علي کي ڏنا آهن اهو فقط تڪرار ٽارڻ لاءِ آرڊر هو منهنجا 6 آنا حصه ڪورٽ آف وارڊس جي سنڀال ۾ آهن.
مون پاران حمزه خان صاحب کي امين مقرر ڪريان ٿو جيڪو به راجوڻي فيصلو ڪندو ان موجب حصه ۾ متحرڪ ۽ غير متحرڪ ملڪيت جيڪا به ڏياريندو سا وٺندس. جيڪو حصه ڏياري اوتري متحرڪه ملڪيت به ملي، جي متحرڪ ملڪيت کاڄي ويئي آهي ته اوتري رقم پري ڏين.
اسٽيٽ وارين زمين جي مخالف ذر ڏانهن 6 آنه حصه جي بقايا 200000 رپين کان وڌيڪ آهي، اها سرڪار وٺي سگهي ٿي جنهن ۾ منهنجو واسطو نه آهي، صلح ۾ نٿي اچي سگهجي.
- محمد عاقب پلي

.........2.........

• مورخ 25 فيبروري 1967ع

جناب ڊاڪٽر صاحب نبي بخش خان،

بعد السلام عليڪم و عليٰ من لديڪم شوق ملاقات آرزو اقدام بوسي جي عرض ته، توهان جو آئون نهايت شڪر گذار آهيان، جناب ايس اي صاحب توهان جي چٺي تي تمام چڱو رخ ڏيکاريو ۽ واعدو ڪيائين ته تون هفته بعد ماڻهو پنهنجو ڪمدار موڪل ان کي تنهنجو ڪم پورو ڪري ڏيندس. اميد آهي ته توهان جي مهربانيءَ سان ڪم منهنجو ٿي ويندو. وڏيڪ به جيڪا حقيقت هوندي سان توهان کي پيش ڪنداسين. لائق ڪار خدمت لاءِ غلام حاضر آهي.

- محمد عاقب پلي

محترم ابوجهه محمد مٺل جتوئي

تعلقه نوشهرفيروز ضلع نوابشاه (1974- 10-23)

محترم ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم: عرض ته آئون تعليم سان واسطو رکندڙ هڪ ملازمن آهيان منهنجي تعليم بلڪل ٿوري آهي، پر سنڌي علم و ادب سان خاص دلچسپي اٿم. مون ڪجهه مضمون به لکيا آهن، مگر اهي اجا ڪچن بوڪن جي صورت ۾ ڪٻٽ جي سونهن بنيا پيا آهن.

المختصر، اردو دان اردو کي رواني سان پڙهي ٿا وجن چو ته لفظ جي آخر وارا ”ي“ لفظ آسان اچار سان ملن ٿا مثلاً: ڪي، ۽ ڪِي وغيره، مگر سنڌي ۾ جي، جي ساڳي صورت ۾ هئڻ ڪري کهڙي خبر ته جي آهي يا جي. اها هڪ وڏي رڪاوٽ آهي ۽ ان ڪري جملو بي مزه ٿيو پوي ۽ ڪڏهن ڪڏهن ته انجو مطلب ئي ڦريو وڃي.

ان سلسلي ۾ منهنجو رايو آهي ته ضرورت وارين جاين تي زير کي عملي جامون پهرايو وڃي. پر اها پراڻي ڳالهه آهي تنهن ڪري لکندڙ ان تي عمل ڪرڻ ۾ دلچسپي ڪانه ڏيکاريندا. ٿي سگهي ته ان جاءِ تي ڪا نئين نشاني ايجاد ڪئي وڃي. اميد ته خوش و خورم هوندا.

- ابوجهه محمد مٺل جتوئي

محترم محمد علي ڪلمتي بلوچ
پراڻو ٺاٺو ملير، ڪراچي (10-3-1973)
محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سدا جيئو شال،
السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته. هن وقت مان سائين جن لاءِ ان ڏٺل شخص آهيان ۽ نه ئي مون ڪي ڪڏهن اوهان بزرگن سان ملڻ جو شرف حاصل ٿيو آهي، مگر مان توهان جي تصانيف مان ۽ اوهان جي سماجي تحريڪن مان ڪجھ قدر واقف آهيان ۽ هينئر تازو داؤد انجنيئرنگ ڪاليج ۾ 25 ۽ 26 فيبروري 1973ع تي سنڌ سائنس ڪانفرنس ٿي هئي ۽ توهان صاحبن جيڪا ولوله انگيز تقرير واديءَ مهراڻ ۽ واديءَ بولان متعلق ڪئي هئي. تنهن مان منهنجا ڪي دوست، جيڪي ان وقت توهان جي محفل ۾ موجود هئا، تمام گهڻي قدر متاثر ٿيا.
سائين جن ڪي ڪيترن القابن سان نوازيان ۽ ايترا لفظ ڪٿان آڻيان؟ هن بي زبان قلم ڪي ايتري طاقت ئي نه آهي، جو ڪجھ لکي، بهرحال سائين منهنجا! هاڻي مان اچا ٿو پنهنجي اصل مقصد ڏانهن. سو اهو ته مان پنهنجي هن خط سان روزنامه امن اخبار جو اهو ٽڪرو موڪلي رهيو آهيان جو هن اخبار ۾ ڪنهن اڻ چاتل شخص بلوچ جي تاريخ کي مسخ ڪري پيش ڪيو آهي. مان اها اخبار ڪٿي ڪن بزرگن ۽ ڪن دوستن وٽ ويس ته خدارا! هن جو جواب ڏيو! مگر هنن صاحبن مون کي اهو مشورو ڏنو ته مان هن سلسلي ۾ توهان صاحبن ڏانهن رجوع ٿيان، جو توهان صاحب تاريخ جا عظيم ڄاڻو آهيو ۽ خاص ڪري بلوچستان جي تاريخ جا.
سائين جن سان ڇا عرض ڪيان، ٻيو ڪو رستو ئي ڏسڻ ۾ نه آيو سوچيم ته پوسٽ ذريعي موڪليان. انهيءَ لاءِ اوهان صاحبن کي زحمت ڏئي رهيو آهيا، اميد ته جواب کان نوازيندا.
- محمد علي ڪلمتي بلوچ

محترم محمد امين جسڪاڻي
ٽنڊو محمد خان، سنڌ حيدرآباد
خدمت ۾ جناب مسٽر نبي بخش بلوچ صاحب،
جناب اعليٰ جيئن ته اوهان صاحب اسلام جي لاءِ وڏي جاکوڙ ڪري رهيا آهيو ۽ هر مسلمان جي ڀلائي جون ڪوششون ڪري رهيا آهيو اوهان صاحبن کي نيڪ روشن هجي ته مولود شريف ۽ غزل شريف به سنڌ جي هڪ پراڻي ثقافت آهي، جنهن جي اوهان صاحبن کي پوري ۽ تمام سٺي نموني جي ڄاڻ آهي جيئن ته هيءَ

هڪ اسلامي سنڌ جي ثقافت آهي، ان هوندي ته هن سنڌ جي ثقافت کي چو پوئتي رکيو ويو آهي. ذريع البلاغ هن فن کي ذڪار جي نظر سان چو ٺڪرايو آهي، غير معياري کي اڳيان آڻي سڄي ۽ سنڌ جي مجيل فنڪارن جو پنهنجو حق چو کسيو ويو آهي.
جناب اعليٰ! گذارش آهي ته ريڊيو ۽ ٽيليوزن وارن کي هدايت ڪئي وڃي ته اسان کي پنهنجو حق ڏين جيئن هي فن صدين کان هلندو اچي ٿو سو زنده ۽ آباد رهي. انهيءَ ۾ اسلام جي هڪ نموني جي پڻ وڏيڪ خدمت تصور ڪئي ويندي. اوهان کي اپيل آهي ته اسان جي هن آواز ۽ غريباني پڪار کي هائي ڪمان تائين پهچائيندا ته شڪر گذار رهنداسين.
-محمد امين جسڪاڻي

محترم محمد صالح سمون
لالو کيت، ڪراچي ( مورخ 6 ڊسمبر 1976)
بخدمت جناب برادرم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم گذارش آهي ته گذريل مهيني جي شايد ڳالهه آهي. مون کي اسلام آباد مان اسان جي چوڪري مظفر احمد جيڪو نيوي ۾ آهي خط لکيو ته اربع ڏينهن جناب ڊاڪٽر صاحب ڪراچي اچڻا آهن توهان ڪيس آثار قديم هاسٽل گارڊن روڊن تي ملو پر ملاقات نه ٿي سگهي.
مون کي 2 مهينا 6 ڏينهن ٿيا آهن، آفيس ۾ پروف ريڊريءَ جو ڪم ڪندي. درخواست بروقت ڊپٽي ڊائريڪٽر مسٽر ڪفيل صاحب ۽ شمشي صاحب جي چڱن ريمارڪن سان اسلام آباد موڪليل آهي مگر هن وقت تائين نه نوڪري ۾ رکڻ جو ڪو آرڊر آيو آهي نه وري ڪو پگهار ۽ الائونس وغيره موڪليو آهي.!
اوهان کي ياد هوندو ته توهان ۽ نون صاحب ۽ سردار علي شاهه اسان جي اوطاق تي محمد امين سان مارڪو ڪرڻ آيا هئا. پوءِ توهان نون صاحب کي چيو ته صالح محمد کي زمين ملي آهي، مگر بنا پاڻي واري! سو نوڪري ملي اٿم پر بنا پگهار واري! مون به انهيءَ نوڪري جي آسري راچ ڦريا آهن ۽ هاڻي دڪاندار اڌو به ڪونه ٿو ڏئي!
ٽي وي تي به هڪ دفعو محترم مرزا صاحب وٽ ويو هوس. هن صاحب صرف ايڊريس وغيره لکي ڇڏي، وري ڪو حال احوال ڪو نه ٿيو. نڪو آئون پاڻ ويو آهيان نڪي ڪو هنن طرفان نياپو آيو! ٽي وي تي به آئون وڃي ڪهڙا ڪيچ ڪندس،

پر هن نوڪري کان سواءِ ٽي وي تي ڪو سنڌي ۾ ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ ملي ته اهو چڱو آهي.
اوهان مهرباني ڪري مون واري نوڪري جو آرڊر ڪرائيندا بقول ڪنڌي پالاريءَ جي ”ايءَ جو بندوبست چندو يا ڪونه ڇَندو!“ جيئن وروءَ لوري بئنسري جي ڦوڪ ڏيندي چيو ته: ” آڻ هاڻ گم چي ويو آهين!“ تنهن وانگر آڻ به هاڻي گم چي ويو آهين!
هڪ ڪئسٽ موڪلجي ٿي. جنهن ۾ ڪنڌي خان ۽ ڪانڌيري خان جي ڪچهري ۽ سائينداد ۽ سوچي جي گفتگو ٽيپ ٿيل آهي. توهان جي وندر لاءِ اميد ته واندڪائي جي وقت ٽيپ ڪنهن ريڊيو تي لڳائي نوان سيل وجهي ٻڌندا جئن اوهان کي اسلام آباد ۾ جبل جي ڪچهري ٻڌڻ ۾ اچي.
- محمد صالح

محترم محمد طالب لوهار
ٽنڊو باگو سنڌ (25-5-1975)
بخدمت شريف جناب ڊاڪٽر سائين سلامت سدائين،
سال 1950ع ۾ سائل ڪلاسيفيڪيشن ڪاتي ۾ سپروائيزر هوس. ڪيمپ ميرپور بٺوري لڳ هئي. معلوم ٿيو ته بٺوري شهر کان ڏکڻ طرف ڪجھ ميلن پنڌ تي حاجي عبدالله لاکو هڪ زميندار آهي جنهن وٽ قلمي پُراڻا نسخا ڪتابن جا آهن. وٽس ويس مگر نسخن ڏسڻ ۽ ڏسڻ کان نٽائي ويو فقط هڪ نسخو قلمي فارسي ”منهاج المعرفت“ فقير لطف الله قادري جو لکيل 1078ھ وارو ڏيکاريائين، جيڪو شايد تصوف تي لکيل هو. انهيءَ ڪتاب ۾ ان وقت جي سنڌي اکرن جي سٽاءُ مطابق ڪٿي ڪٿي سنڌي بيت لکيل هئا، جيڪي پڙهڻ ڏاڍا ڏکيا هئا. مون ٽڪڙ فڪڙ ۾ اهي تيرهن ئي بيت اتاريا. اها تاريخ 22- ماھ جنوري سال 1950ع هئي مون کان اهو پنو وڃائجي ويو جيڪو فقط ڪالھ ڪتابن مان لڌو اٿم ۽ اڄ اوهان ڏانهن بيت لکي ڏياري موڪلي رهيو آهيان.
ڊاڪٽر سائين! اهو بلڪل سچ آهي ته بيتن جي صحت ناهڻ ۾ مون کان غلطيون ٿي ويون آهن، تنهن ڪري ئي ڪنهن حاذق حڪيم (ڊاڪٽر) ڏانهن رجوع ٿيو آهيان ته از راھ ڪرم انهن بيتن جي صحت سالم ڪري ڏيڻ جي تڪليف وٺڻ فرمائيندا ته احسان.*

ها سائين! هڪ ٻي ڳالھ به ياد ٿي اچيم ته، مرحوم ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب پڻ ساڳيا بيت"نيئن زندگي" جي ڪنهن پرچي ۾ ڏنا هئا، مگر مون وٽ ان وقت لکيل پنو ڪو نه هو نه ته هوند ڪر پيڻا ٿي وڃي ها. اميد ته خوش خورم هوندا.

*بعد ۾ مون کي حاجي عبدالله لاکي جي فرزند حاجي احمد سان ملڻ ٿيو، جنهن مهرباني ڪري ڪتاب "منهاج المعرفت" ڏنو. ان مان اهي بيت صحيح طور پڙهي شاه لطف الله قادري جي رسالي ۾ شامل ڪيا ويا . نبي بخش

- محمد طالب

.......2.........

• مورخ 30 جنوري 1947ع، رام روڊ ڪراچي

عزيز محترم رئيس نبي بخش خان،

السلام عليڪم: پلا مان خط شروع ڪيئن ڪريان؟ ايئن ٿو ڪٿي لکا ته افسوس جو مان توهان سان (آمريڪا وڃڻ وقت) پڇاڙي واري ملاقات نه پر موڪلاڻي به نه ڪئي! ان وقت توهان جي چهري تي جيڪي خوشي جون لهرون هجن ها سي ڏسي مان به خوش ٿيان ها چو ته هڪ عزيز جي خوشي جو اثر ٻئي عزيز تي ضرور ٿئي ٿو. خير چند ڏينهن بعد اخبار الوحيد توهان سان ملاقات ڪرائڻ جي مهرباني ڪئي. تحقيق اخبار الوحيد هڪ مهرباني پاڻ تي ۽ هڪ اسان تي به ڪئي، بس توهان جو شاه صاحب ڏي لکيل خط هو بهو اخبار ڇپيو. پر ڇپي به چو نه! مان خط پڙهندو ويس ۽ خوش ٿيندو ويس چو ته انهي خط ۾ منهنجي لاءِ خوشين جو هڪ وڏو سامان موجود هو.

توهان جي وڃڻ کانپوءِ سنڌ جون نيون چونڊيون ٿيون جنهن ۾ مسلم ليگ سواءِ هڪ جاءِ جي ٻين سمورين تي قبضو ڪيو. هن وقت سنڌ ۾ هڪ پڪي ليگي وزارت قائم آهي. ماڻهن کان ايهو پڳو، هاڻي عيوضي چاڻن ته سندن قيام چاڻي! پر قيام تائين هاڻ سنڌ جا ماڻهو ڪونه ڇڏيندن، چو ته وزارتن جي گهڙ پڄ ماڻهن کي ڪافي سيکاريو آهي. چڱي پيماني تي ماڻهن کي تعليم ملي چڪي آهي. سياست جي سين کان مڙئي واقف ٿي چڪا آهن. باقي جڏهن اوهان جهڙا اڪابر نئين روشني آڻي سنڌ ۾ پلٽائيندا تڏهن ته سنڌ ستاره صبوح جيان چمڪندي، انشاءَ الله تعالىٰ.

سنڌ ۾ تعليم جيڪا آهي ان جي توهان کي خبر آهي پر مس مس هاڻ يونيورسٽي بل پاس ٿا ڪن. پوءِ اميد ته ڪجھ مڙئي غريبن لاءِ ٿيندو. ايتري ۾ اوهان صاحب به ڪامياب ٿي موٽندا.سنڌ ۾ هڪ نئون روح ڦوڪيندا. ادا سائين مون کي ته ڪو توهان ۾ اهڙو اعتقاد ويهي ويو آهي جو ايهو يقين اٿم ته اوهان سنڌ جي تعيلم ۾ هڪ عظيم الشان انقلاب آڻيندا. انشاءَ الله تعالىٰ. خدا گهريو آهي ته توهان جي واپس اچڻ

تائين بي ٻن وارو چاچو علي خان ڪورائي زنده رهندو. پوءِ ان سان اوهان صاحب جي ملاقات ضرور ڪرائبي.
- نياز مند، محمد طالب لوهار

محترم محمد سومار شيخ
بدين (13 مئي 1971)
بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب،
السلام عليڪم: عرض ته فقير لونگ جي خدمت ۾ عرض پيش ڪيو ويو.24- تاريخ ڪي شاديون آهن، انهن ۾ فقير صاحب جو هجڻ ضروري آهي. ان ڪري پاڻ 25 يا 26 تاريخ اوهان جي خدمت ۾ ايندو. خود سندس لکيل خط هن عرض نامه سان گڏ پيش ڪري رهيو آهيان. جيئن ته فقير اڪيلو اچڻ لاءِ آماده نه آهي، تنهن ڪري آءُ ڪيس 25يا 26 تاريخ تي وٺي ايندس.وڌيڪ خبرون فقير اوهان جي روبرو ڪندو.
پريو فقير سولنگي واقعي گذاري ويو آهي. اوهان درست فرمايو هو، اها تصديق لونگ فقير به ڪئي.
- محمد سومار شيخ
....2....
• مورخ بدين 6 نومبر 1982
عزت ماب سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب،
السلام عليڪم: سائين، 1 سيپٽمبر 1982ع جو لکيل خط اڄ 5-10-1982ع تي مليو جو اکين تي رکيم. اوهان جا هٿ اکر توشه ۾ بي بها اضافي جو ڪارڻ آهن. اسان غريبن اپالڙن ۽ اپرن کي ياد ڪريو ٿا. انهيءَ لاءِ ته دل سان حضور جن جو ٿورائتو آهيان.
رمضان جت جي ڳوٺ ۾ لاڙ ادبي سوسائٽيءَ طرفان ضلعي ڪائونسل جي سهاري سان، اديبن کي سندون ۽ تحسين نامه ورهائي ڏيڻ لاءِ ارادو رکون ٿا ۽ يقين آهي ته اهو ڪم حضور جن هٿ سان ادا ڪندا. انهيءَ لاءِ مناسب تاريخ ڏيو ته سرهائي ٿيندي. اوهان جڏهن حيدرآباد اچو تڏهن انهيءَ سلسلي ۾ روبرو اچي حاضر ٿيڻ سعادت حاصل ڪريان، هٿ پير چمڻ لاءِ ڪافي ڏينهن کان تمنا روح ۾ رهندي ٿي اچي.

امید اٿم ته، از حد ڪرم فرمائي، پنهنجي بي حد مصروفيت جي وچان وقت ڪڍي ٻه اکر آڻت جا لکندا ته روح کي راحت ۽ اندر کي آٿت ايندي. اميد ته سائين جن عافيت ۽ خيريت سان هوندا.
- محمد سومار شيخ

محترم مير محمد بخش ٽالپر
ميرپور، 20 آڪٽوبر 1974ع
بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب،
السلام عليڪم تازو روزانه عبرت ۾ ميان غلام مصطفيٰ شاهه جو سنڌ جي معاشره جي تاريخ تي مضمون پڙهيوسين، سيد خبر نه آهي ته ڇو بلوچن کان الرجڪ ٿيو آهي. ڇريائي ۾ وي. سي جي پوسٽ تان لهڻ بعد ڪافي اضافو ٿي پيو اٿس، اسان جواب تيار ڪرايو هو جو نورچشم مير شير محمد خان ايم اي مسلم هسٽري لکيو آهي، مگر اوهان جي تقرير جيڪا ان ئي ڪانفرنس ۾ ڪئي هئو، ريڊيو تان ٻڌيسين ان البت ٿڌ ڪيو. پر اوهان جو انداز عالمانو ۽ جواب خانداني نموني ڏنل هئو ۽ اسان جو جواب ڪافي تلخ آهي. خدا جو شان آهي جو جنهن وقت سنڌ انگريزن کان بچائڻ خاطر مجاهد سر ڌڙ جي بازي لڳائي پروانه وار قربان ٿي رهيا هئا. ان وقت سائين جا بزرگ ته ڪنهن ختمي جي ماني جي انتظار ۾ هئا يا وري کري جي ٻنٽي جي ديدار ۾: هي ٿا مجاهدن تي حمله ڪن! مير انسان هئا، فرشته ڪونه هئا، مگر سائين جو مدار ڇپلاٽيءَ جي سنڌجي اقتصادي تاريخ تي زيادهه آهي، يعني سنڌ جي دشمنن ۽ انهن جي پرور دهن تي
سندس وي سي تان هٽڻ بعد ، اوهان جي مقرري ۽ غلام مصطفيٰ خان جتوئي جي وزيراعظمي ميرن کي گاريون ڏياريون آهن.
- محمد بخش ٽالپور
...........2...........
• مورخ 29 مارچ 1967ع، ڊسٽرڪٽ ڪائونسل ٿرپارڪر
جناب ڊاڪٽر صاحب،
اسلام عليڪم اوهان کي معلوم هوندو ته ضلعي ڪائونسل ٿرپارڪر سنڌ سورهيه مرد شير سنڌ مير شير محمد خان جي ورسي ملهائڻ لاءِ 1000 رپيا منظور ڪيا آهن. توڙي اها رقم بلڪل ناڪافي آهي، مگر وڌيڪ رقم لاءِ سندس اولاد کي اپيل ڪئي وئي آهي. اميد ته اتان پڻ ڪجهه امداد ملي ويندي. ورسي ڪهڙي نموني

ملهائجي، ان ۾ اوهان جي صلاح مشوري جي اشد ضرورت آهي مگر ورسي ملهائڻ کان اڳ هڪ ننڍڙو پمفليٽ ڊائجسٽ سائيز جو 30 صفحن تي مشتمل ڪيڻ جو خيال آهي جنهن ۾ بلڪل مختصر طور مير صاحب جو احوال هجي ۽ ٽن ٻولين ۾ آرٽيڪل هوندا. سنڌي، انگلش ۽ اردو. ان ۾ انگلش جو مضمون اوهان کي لکڻو آهي. سنڌيءَ ۾ آئون لکندس. اردو واري لاءِ مشورو
ڏيندا ته ڪنهن کان لکايو وڃي. هي اوهان جو پنهنجو ڪم آهي ۽ هن ۾ ڪوبه عذر نه ٻڌو ويندو. والسلام.
- ميرحاجي محمد بخش ٽالپر
محترم منظور سومرو
(ايڊيٽر ماهوار ”تلاش“ اسلام آباد (15-11-1990)
بيحد محترم استادي جناب ڊاڪٽر صاحب،
سائين جن جي نئين اعزاز ۽ عهدي (چيئرمين سنڌي لئنگويج اٿارٽي) جو پڙهي بيحد خوشي ٿي. انهيءَ عهدي لاءِ اوهان کان وڌيڪ لائق ۽ سنڌي ٻولي جو عاشق ملڻ مشڪل آهي. خدا ٿو ڄاڻي ته مان هميشه چوندو آهيان ته نه فقط پنهنجي هم عصرن ۾ پر هن وقت تائين توهان کان وڌو سنڌي جو عالم پيدا ڪو نه ٿيو آهي، خدا توهان کي سلامت رکي.
مان اڄ ڪالهه O.G.D.C اسلام آباد اداري طرفان نڪرندڙ رسالي ”تلاش“ جي جز وقتي ايڊيٽر جا فرائض انجام ڏئي رهيو آهيان. دعا جو طالب.
- منظور سومرو

محترم استاد منظور علي خان
ٽنڊو آدم (10-1-1977)
بخدمت جناب ڊاڪٽر صاحب نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم: احوال ته روبرو ٽيلي ويزن جي پروگرام لاءِ چيو ويو هو ته ڪلاسيڪل چئن پنجن سالن کان ڪونه ٿا ڏين ۽ نا اهل ماڻهن کي پيا ڏين، توهان چيو هو ته مان اسلام آباد ۾ انهيءَ ڪم جي پوئواري ڪندس. سو مهرباني ڪري انهيءَ ڪم جو تدارڪ ڪرڻ فرمائيندا ته شڪر گذار رهندس. بنده دعاگو
- منظور علي
محترم جناب سيد موٽيل شاهه سبز واري
خادم درگاهه قلندري، سيوهڻ شريف (9-1-1959)

محترم محب الفقراءُ خانصاحب مسٽر نبي بخش خان،
دعا خيرت کان پوءِ واضح هجي ته حضرت سائين جو عرس مبارڪ يعني ميلو 28 فيبروري يعني جمع کان آچر تي ختم ٿيندو، يعني شعبان المعظم جي 18-19-20 تاريخ. حضرت سائين جي عرس مبارڪ يعني بزم الفقراءُ جي مجلس ۾ شريڪ ٿيڻ جي دعوت ڏجي ٿي. اميد ته مجلس ۾ شريڪ ٿي دنيا و دين جو فيض حاصل ڪندا ۽ اسان کي پڻ پنهنجي ديدار کان مشرف ڪندا ته دعاگو رهنداسون.
دعاگو فقير موٿيل شاهه
(درگاهه قلندري)
........2.........
• مورخ 13 سيمپٽر 1976ع، سيوهڻ شريف
محب يم و محب الفقراءُ و الانسان جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، بعد واضح هجي ته مدت مديد کان خيريت جي خبر کان غير واقف رهيا آهيون. تازه معلوم ڪري نهايت خوشي ٿي ته اوهان کي محترم صدر پاڪستان ”تمغه پاڪستان“ جو خطاب ڏنو آهي. اسان جي طرفان دلي مبارڪ باد مطالع ڪندا. اسين دعاگو آهيون ته ايزدي تعاليٰ اوهان جي عزت اجا به اعليٰ تر ڪري .(آمين).
نورچشم غلام حيدر شاهه کي روبرو موڪلجي ٿو، سندس احوال کان واقف ٿي نوازش لاءِ سندس مدد ڪندا ته دعاگو رهنداسون. مزيد خيريت.
- دعاگو فقير موٿيل شاهه
(درگاهه قلندر عليه الرحمته)
محترم قاضي مقصود گل
رتوديرو (ڊسمبر 2004)
بخدمت محترم سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
سچ موجود، سنڌ موجود!
السلام عليڪم! گذارش ته سڀ کان پهريائين اوهان کي سالگرهه جي موقعي تي اسان جي سموري ڪهول طرفان جنم ڏڻ جون مبارڪون هجن.
انهيءَ ئي سڀاڳي موقعي تي اوهان جي خدمت ۾ منهنجي ننڍي ڀاءُ ”ڊاڪٽر قاضي منظر حيات“ جو ٿاهيل اسڪيچ پيش ڪريون ٿا.
ان کان سواءِ گلدستي جو تازو شمارو جيڪو سچل سائين جي حوالي سان پيش ڪيل آهي، ان ۾ اوهان جي ٻالجتيءَ جو احوال ۾ سالگرهه جي موقعي تي پيش ڪريون ٿا.

امید ته اسان جي طرفان هي نماڻيون عقيدتون ۽ محبتون ۽ انهن سان گڏ هي ننڍڙا تحفا ضرور قبول پوندا.
محترم سائين! سالگره جي موقعي تي منهنجو ٻيو نمبر پٽ ناصر قاضي، پنهنجي اداري ”گلدستو سرمنڊل رتوديرو“ طرفان پڌري ڪيل وريل فقير ابڙي (ڏتل ابڙي واري) جي ڪلامن جي ڪيسٽ ”عشق سلامت“ به تحفي طور پيش ڪري ٿو، هيءَ ڪيسٽ غمدل فقير دائي جي پوٽي ۽ نوجوان راڳي مظفر علي دائي جي آواز ۾ رڪارڊ ٿيل آهي. محترم دوست مختيار گهمري جا آداب قبوليو.
- قاضي مقصود گل

محترم محمد يوسف ميمڻ
جوائنٽ سيڪريٽري، اسلام آباد (3-10-2004)
سائين،
السلام عليڪم، سائين توهان جي شاگردي ته ان ڏينهن کان ورتم جنهن ڏينهن توهان جو ڪتاب ڪاليج جي زماني ۾ هٿ لڳو ۽ پڙهيم، ان ڏينهن کان وٺي توهان جي علم جي ايثار جي حيثيت آهر فائدو وٺندو رهيس. اسلام آباد ۾ توهان جي رهائش واري زماني ۾ پڻ توهان جا پير چهندا رهياسين. توهان اڻ ڳڻت ماڻهن جي عملي رهنمائي ڪئي آهي. توهان جا ڪتاب هميشه ايندڙ نسلن جي به رهنمائي ڪندا. دل گهريو ته اڄ توهان کي سلام ڪجي ۽ پيرن تي هٿ رکجن. قبول پون. دعائن ۾ ياد رکجو.
توهان جو.
- محمد يوسف ميمڻ

محترم مدد علي شاهه
(ڪليڪٽر رٽائرڊ)، هالاڻي (16 مارچ 1954ع)
وعليڪم السلام و رحمت الله و برڪاته، نوازش نامه مورخه 2/15 پهتم. عين شفقت، ”ٻيلاين جا ٻول“ مليم، ڪيڏو نه قرب! سنڌي ادبي بورڊ جا ڪتاب وي پي رستي گهرايا اٿم. شڪر رب جو هاڻي اسان جا اديب سنڌيءَ ڏانهن متوجه ٿيندا ٿا وڃن شل اسان کي هوش اچي ته پنهنجن کي همٿائيندا رهيون.
ڪي ڪجهه خوش اسلوبيءَ سان نوڪري ڪرڻ ڏانهن اشارو ڪيو اٿو سا اوهان صاحب جي ذري نوازي آهي، ورنه ”من آنم که من دانم“ جيڪي اوهان صاحب

ڪري رهيا آهيو، اها ئي سچي ۽ فائديمند خدمت قوم ۽ ملڪ جي آهي. ان سان گڏ تواضع ۽ زبان جي شيري خدا وند ڪريم عطا ڪئي اٿو سان ته نور ۾ نور آهي. سنڌ کي فخر ۽ ناز آهي تو جهڙي فرزند تي. اها خوشامد ناهي بلڪ هڪ حقيقت آهي. سنڌيءَ کي قومي زبان ڪرڻ لاءِ جدوجهد جاري آهي، شال سائين اسان جي سپوتن کي سگهه ڏئي ته هاڻي کان ئي سندرو ٻڌن.

تانگهيءَ ۾ تاڻي، ٻڌ پانهنجو ترهو،

انهيءَ ۾ آڻي، ڪو نه ڏيندءِ ڪو ٻيو.

ڪوٺڙيءَ ۾ رهڻ لاءِ دل گهڻو ئي تانگهي ٿي جو هن ننڍڙي ڳوٺ (هالاڻي) ۾ عالمن ۽ اديبن جي مغارقت کان بلڪل محروم آهيان، پر قياس ائين ٿو پوي ته قسمت اتي ئي قيد ڪري رکندي، وري به جيئن آبدانه.

ڪڏهن ڪڏهن تحريري صحبتن کان ته نه وساريو چاڪاڻ ته هڪ عاليٰ اديب جو هر هڪ اکر لطف اندوز آهي. زياده خير والسلام.

زمانو بي قدر برابر آهي، بمصداق حافظ:

اسپ تازي شد مجروح بزير پالان،

طوق زرين همه درگردن خر مي بينم.

آخر سُٺ سُٺ ٿيندو ۽ پَٽُ پَٽُ ٿيندو.تون به دلشڪسته ٿئن ته سنڌڙي جو واهي الله! خاص ڪري هن وقت ۾ جڏهن اسان جي منڑي ٻولي غوطن ۾ آهي، تون سنڌڙيءَ جو تابنده ستارو آهين ۽ اسان جهڙا ڪيئي تنهنجا ثنا خوان ۽ مداح موجود آهن. سنڌي لغت کي اڄ ۾ نه ڇڏيو. سنڌي اسان جي جهوني ۽ پڪي زبان مگر مڪمل ۽ محقق لغت نهي ئي ڪانه! ان کي ڪنهن به صورت ۾ پايه تڪميل تي پهچائڻ گهرجي، ۽ اهڙو نازڪ ڪم تو جهڙي عالي اديب کان سواءِ ٻيو مشڪل سرانجام ڏئي سگهندو. همت مردان مدد خدا، آمين. ڪوبه ڪار خدمت لائق هن بنده جي هجي ته بلا حجاب ارشاد فرمائيندا. اوهان جو مخلص مداح.

محمد علي شاه

...........2............

خط مورخ 18 جون 1980ع رٽائرڊ ڪليڪٽر هالاڻي

اسلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته،

آنحضرت جي خط 24 مارچ جو جواب 6/5 تي (44 ڏينهن بعد) عرض رکيو ۽ حضرت شاه صدر نيڪ نظر رح جي مدح پڻ نقل ڪرائي موڪليم، رجسٽر ٿپال رستي، جي اوهان صاحب کي 10/5 تي پهتا.ليڪن 48 ڏينهن گذري چڪا آهن، پر جواب! کان ئي جواب. شايد مصروفيات سبب وقت نه ملندو هوندو. مون کي ڪيترن

دوستن کان خط مليا آهن ته مدح سگهوري موڪلي وجي. پير محمد اڪمل الدين صاحب راشدي ساڪن لاڙڪاڻو ضلعو به مدح لاءِ خواهان آهي، هو صاحب حيدرآباد علاج لاءِ آيل آهي. شايد اوهان صاحبن سان روبرو ملي جو مون کيس اهڙو عرض ڪيو آهي. سندس رهائش جي خبر اوهان کي ڊاڪٽر عالم شاهه لڪياري (مهاجر) کان پوندي. پير صاحب ممدوح وڏو اديب آهي. خط لکڻ جو خاص مقصد اهو آهي ته نوازش ڪري اها مدح جلد ڇپرائيندا. نئين زندگي ۾ يا مهراڻ ۾. موزون سمجهو ته جدا به ڇپرايو جو اها مدح مقبول عام آهي. ٻيو عرض ته مون وٽ حضرت با برڪت ميان غلام محمد صاحب بگائي رحه جي مدح آهي، جنهن ۾ ڪل 15 بند آهن. سنڌي جو هڪ شاهڪار آهي. مرحوم لنگڙو هو. نماز به کٽ تي ادا ڪندو هو ۽ اها مدح ورد زبان هوس. هڪ بزرگ مرحوم کيس هدايت ڪئي ته نماز جماعت سان پڙهه پوءِ کٽي ويٺي ئي ادا ڪر. ان بزرگ کي خواب ۾ اشارو ٿيو ته غلام محمد عاشق رسول صه آهي ۽ حضور جن کي سندس کٽ تي ويهي مدح پڙهڻ ۽ نماز ادا ڪرڻ پسند آهي جو هو لنگڙو آهي. هن تي ڪابه پابندي عائد نه ڪئي وڃي. والسلام
- مدد علي شاهه

محترم محمد حسين ڪاشف
چنبڙ، تعلقو ٽنڊو الهيار ( 21 مئي 2004)
مشفق مهربان اعلي شان جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
سلام و رحمت، آداب تسليم ۽ پاءِ بوسي جي هي احقر حقير بي نام نمو، تخليق تراب، صفات گلال معروف بنام ڪاشف آنجناب جي ستايش عنايت جي عرض گذار آهي ته:
قبله محترم جن هن ناچيز تي پنهنجي لازوال شفقت ۽ بي انت محبت سان مزاج پرسيءَ لاءِ جيڪا وک وک ڪنئي ان تان آئون قربان وڃان. توهان جي بلند اخلاقي ’اعلي! حوصلي‘، انسان دوستي ۽ دلي محبت جو ڪهڙن لفظن ۾ نبيان ڪريان. هن فقير جي غريباڻي اجهي تي اچي جنهن دلداري، دلبري ۽ حوصلي ڏيارڻ جو سائين جن جيڪو اظهار فرمايو، انهيءَ آٿت مون کي جهڙوڪ نئين حياتي عطا ڪئي، ان جي شڪريه ۽ احسان مندي لاءِ مون کي ڪي لفظ ئي هٿ نٿا اچن، سواءَ ڪنهن سگهڙ جي ته ”عضوي جي آڻيان ته پکي ٿي پوان“ (عضوي جي زبان پکي شڪرو“، اها زبان ڪٿان آڻيان جو شڪريو بجا آڻيان. توهان جهڙي محسن مدبر، بلند اخلاق نظر شناس عالم ۽ فاصل لاءِ جو ڪجهه چوان، ٿورو آهي. هيڏي وڏي

عمر ۾، هيتري ساري تڪليف وٺي پنهنجي دعائن ۽ شفقتن سان جيڪو نوازيو آهي، ان لاءِ لطيف رحه جي لفظن ۾ ته:

ٿورا نه ٿورا مون تي ماروئڙن جا

قبلا عالي! اوهان غريب خاني تي اچي منهنجي حياتي جي پوئواري ڪئي ۽ پرندڙ ديوار کي وڏي ٽيڪ ڏيئي وڌي! هونئن ته موت ۽ حيات قدرت جي اختيار ۾ آهي. انسان جيترو حياتي کي عزيز ٿو تصور ڪري ۽ موت کا جيترو خائف ٿو رهي اها هن جي ڀل آهي. موت ته خود زندگي جي ضمانت آهي ڇو ته هن جو تعلق معين آهي، نه پل گهٽ نه پل وڌ، پوءِ به انسان پنهنجي نا سمجهي سبب ان کان ايترو خائف آهي، جو نالو ٻڌندي ڇرڪي پوي ٿو. قوت عزرائيله ڪائنات اندر انفصال جو فرض انجام ڏئي ٿي، جتي اها انفصالي صورت رکي ٿي اتي ان جي پوئتان توصل ڪارفرما آهي، جنهن لاءِ انهيءَ قدرت جي قوت جي آجيان ۾ انسان لاءِ هرج ڪونه آهي، ڇو ته هي هڪ لنگهه آهي ٻي حقيقت کي پسڻ جو.

توهان جي تشريف آوري اهو محسوس ڪرايو ته، ڪاشف تون اڪيلو ڪونه آهين تنهنجا واهرو ۽ واهپي وارا ويٺا آهن. دلگير ۽ دل شڪسته نه ٿيءُ انهيءَ رج مان اجا رڄ اچي پئي. مور سارا مري نه ويا آهن، اهي ڪونڌر ۽ مهيسر اجا موجود آهن، اهي اهل دل ۽ اهل ذوق وقت جي وڏي وڻ آهن. اهي محسن ۽ موبي شال جڳ جڳ جيئن! آئون هي رسمي ڪلمات ڪونه لکي رهيو آهيان پر اهي منهنجي اندر واري جي ترجماني آهن. جيڪر پيالو اوهان جي اچڻ سان خوشيءَ وچان ڇلڪي پيو ۽ اجا تائين اندر ۾ انهيءَ جي اورڪ موجود آهي! سوچيان ٿو ته ڪٿي آئون ڪنيار جو ٻار هڪڙو ننڍڙو ماڻهو جيڪو علم ۽ فهم کا ڪورو، ۽ ڪٿي جناب جن جهڙو متبحر عالم ۽ جوياءِ راز، اسرار و معاني جو مالڪ تڪليف وٺي اچي، هن ناچيز تي پنهنجي شفقت جو هٿ رکي ۽ دلداري ڏي ته:

متان ٿئين ملور.................................!

توهان جي عمر، ان جي تقاضا ۽ سائين جن جي نحيفي انهن سڀني ڳالهين کي ذنم، نظر ۾ رکيم ۽ چوڻو پيم ته: دل جوان آهي. عزم ۾ پختگي آهي، ذهن ۾ ان جي رَويَن تي جناب جن جي جيڪا گرفت آهي اها قابل داد ۽ متحير ڪن آهي. اهو سڀو ڪرشمو قوت ارادي ۽ خود ضابطگي جو آهي جنهن کي منهنجو سلام آهي، تمام ٿورا ماڻهو آهن، جن وٽ اها نظر شناسي نظر نواز ۽ ذهني باليدگي ۽ زرف نگاهي جو مادو آهي. جيڪو بيمارن لاءِ مسيحائي ابوجهن لاءِ سڀوجهائي جو سامان بنجي وايوڙين کي جيئڻ جي ڍنگ تي آماده ڪري ٿو.

قابل محترم! دلبري ڪندي مون لاءِ سائين جن جيڪي لفظ فرمايا انهن جي پوئتان جناب جن جيڪو مفهوم رکيو، آئون انهيءَ ويا ڪاڻ جي بنهه قابل نه آهيان. لطيف رحه چواڻي ته:
پلئه پايو پونيون در در پيرا ڏي
انهيءَ جي مصداق آهيان. ڏاهي ۽ ڏانو جو، فهم ۽ تفهيم جو، عرفان ۽ بصيرت جو متلاشي رهيو آهيان. اوهان جي آستاني جو هي فدوي سالن کان سلامي رهيو آهي. محض ان لاءِ من علم جي اورڪ جي چوهي چولي جا ڪي چنبا، هن موچڻي من تي پون ۽ انهن سان ڪا سڌير ۽ سمهت پيدا ٿئي.آئون ڪي ڪين آهيان. هي جو ڪجهه آهي اهو توهان جهڙن عالمن جي علمي توجهه ۽ نظر هدايت جي عنايت جو عطيو آهي.
ڊاڪٽر صاحب! منهنجي دل ڏاڍو چاهيو ۽ تمام گهڻو ان سلسلي سان بيتاب رهي ته جناب جن جي ذات گرامي ۽ علم سان گڏ عرفان سان به سينگاريل هجي ته ڪهڙو نه چڱو! پر چا ڪجي قلم وس ڪريم جي آهي. آئون ته اپاڳو رهيس ۽ انهيءَ رمز آفريني جو ڪو قرينو پلئه نه پيم. هڪ ته علم کان وانجيل پيو زماني سان سلهاڙيل. انهن لاڳاپن جا ٽڳا ٽوڙي توڪل جو ترهو اختيار ڪري پاڻ کي سهڻيءَ جيئن سير جي حوالي ڪري نه سگهيس. انهيءَ سچي ماجرا جو نتيجو دل نادان جي هي دل آزاري ۽ آشفته سري پلئه پئي، هاڻي ڪاشف ۽ وره جو وڻاه، سسئي ۽ سور ويا پٽيندا پاڻ ۾. جيان آخر دم تائين رهندو، ڪٿن پاڳ! ”جي قيام مڙن ته هوند اوڏا سپرين“.
وري به انهن بزرگن ۽ عارفن جا احسان جن جي توجهه ۽ القاءِ کي بارگاهه خداوندي ۾ قبوليت جو شرف جو حاصل ٿيو. هن گنهگار ۽ ڪني ڪاشف کي بيحالي مان ڪڍي، هن حال ۾ آندائون، ان لاءِ بارگاهه الاهيءَ ۾ جيتري به سجده ريزي ڪيان اها ٿوري آهي.
منهنجا محسن، منهنجا سائين! آئون نهايت شرمنده آهيان جو ڪنهن به طرف کان زندگي جا ڪا حاصلات نصيب نه ٿي جا خوشبوءِ آڻي: ان چرخ چاڙهي چڙيا، ۽ انهيءَ واس وياڪل ڪري وماس ۾ وجهي چڙيو”لچان ڦٽڪان، لوچيان پچان مر پيئي“ ڪا ڳالهه نٿي هلي. قسمت جي ڳالهه آهي. ”اٿاري اٿي ويا، منهنجان مون آزار“ هاڻي جوڳ پوري ڪرڻي آهي.
اي سنڌ جا عظيم عالم! اي سنڌي زبان جي سونهن!! مون کي انهيءِ ڳالهه جو احساس آهي ۽ ان جو مون کي اندازو آهي ته ڊاڪٽر بلوچ جي فڪري پرواز ڪيتري آهي ۽ ڪيئن آهي. هن يگانه روزگار علم جي شهباز جي پرواز کي اهي چڙيون ڪٿي پهچي سگهنديون، جن جي حيثيت منڊي ماڪوڙي جيان آهن. اسان جي صاحب علم

جي فطري بساط ايترو ته مضبوط ۽ سوچ جو انداز ايترو ته وسيع آهي جو بقول لطيف جي ته:”هي چاڙهون ۽ ڇڇ، اوڙاهه اڳي ٿيو“!
توهان جي ذهن جي رسائي جي منزل نهايت مثاهين آهي. فڪر ۾ وسعت، لفظن جي گرفت، بيان ۾ پختگي، ڪيترين خوبين جو ذڪر ڪريان! اختلاف راءِ به اتفاق راءِ جي زمري ۾ وڃيو داخل ٿئي. سچڻ سچا سون آهن. اهو سون ڪنهن صراف جي قرب جي ڪوٺاري ۾ هجي ۽ پيو اجري ۽ رنگ رچي. اڄ بلوچ صاحب جو ڪجهه آهي ان کان ڪئين هزارين ڀيرا سندس اڏام اوچي هجي ۽ رومي رحه ۽ حموي رحه جون سڪون لاهي!
قبله عالي! هي هڪ رمز آهي جنهن کي اوهان جي ذات گرامي بخوبي محسوس ڪري سگهي ٿي. اهو احساس انڪشاف جي حد ٿي نٿو پهچي سگهي. ڇاڪاڻ ته نفس ناطقه جا پردا ان ۾ حائل آهن جيڪي ذات جي اصليت واري جلوي ۽ جمال کي جيڪا ذات حق جو مظهر بصورت امر جي آهي، ان کي آڏو آهن. ٿي سگهي ٿو ته قدرت وارو ذات جي گهرائي ۽ گيرائي ان جي ڪشش بي لوث سبب انهن پردن کي پاڻان پري ڪري پاڻ پسائي وجهي. عشق جي انهيءَ اولانڀي کي رد ڪري نٿو سگهجي. توهان جي ذات گرامي اڪيلائي ۽ خاموشي ۾ انهيءَ طرف سفر ڪري ٿي ليڪن اهو سفر آنجناب جن جي علمي بصيرت جو ڪرشمو آهي. جنهن کي اڳتي اجازت لاءِ اجابت جي درڪار آهي. توهان کي انهيءَ حد اڪارڻ لاءِ ڪنهن قائم باالزمان ابوالوقت اوڪار جي هٿ ۾ هٿ ڏيڻ جي درڪار آهي. اتي ٻئي ڪنهن جي حاجت نه آهي. اتي وارا پاڻ محتاج نظر ۾ جذب آهن، انهن اوڪارو ڪاپڙين جا قدم ئي ڀيا آهن. اهي بقول لطيف جي:
جن وڃايو وجود، فاني ٿيا في الله ۾،
نه تن قيام نه قعود، نڪو ڪن سُجود،
جيلاه ٿيا نابود، تيلاه گڏيا بود کي......“
منهنجا سائين،منهنجا محترم! معافي طلبگار آهيان، جهنگ جهڙي بيهي رهيس. پنهنجي ناداني ۽ نااهلي لاءِ معاف فرمائيندا. ان کي عفو سان درگذر ڪندا، توهان کي خدوند تعاليٰ علم ۽ حلم سان نوازيو آهي، وڏي ڪميا ۽ ڪيجپ ڏني آهي. توهان وٽ تنز لاقي (؟) سلسلي سان بي بها دولت آهي. باقي رهي ڳالهه پرين جي پار جي ته اهي صاحب لولاڪ آهن. پنهنجن کي ولهو ڪونه ڇڏيندا، ڏان ڏيندا، جي هينئر هنيون سڌير نه آهي ته ڪا وڏي ڳالهه نه آهي، ٻئي بار ڳورا آهن. شايد ان ڪري احتراز ڪيو ويو. جو ڪجهه هن وقت عنايات بي غايات جي صورت ۾ آهي، انهيءَ جي اوهان جي ذات گرامي کان ضرورت هئي ۽ ان جو صدور ٿيڻو هو. قلم جي قوت

عنايت اوليٰ جو پرتو آهي. قلب صيقل ۽ دامن صاف آهي ته پرين ضرور پاڻ پسائيندا. ان جو مون کي يقين آهي. علم جي امانت به عرفان جو اولڙو ۽ عڪس آهي. آئون پورو بي عقل بي عمل نه هڙ ۾ نه هٿ ۾، ڪاشي ڪانه اٿم. خالي ڪنيارڪو ڪچو ٿانو آهيان جيڪو ڪنهن کي ڪم نه اچڻ جهڙو؛ نه ڪو خريدار آهي نه وري ڪو طلبگار آهي. جي نينهن جي نهائين ۾ پچي پوان ها ته چڱو، من ڪنهن جي پلئه پوان ها! پر ائين نه ٿيو پر جي رَءِ پڪل هجان ها ته پوءِ ڳالهه ئي ٻي هئي! پر قسمت جا ڪم، ات اچي چڏيائين جت ناه جاءِ جانارن........!
منهنجا محسن، منهنجا سائين! ڪهڙا ڳڻ ڳايان، ڪهڙا حال اوريان، اوهان جا وڏا وڙ ۽ ڪرم جو هن ناچيز کي پنهنجي پاٺاري آڏو ويهڻ جي لائق سمجهيو. قبله محترم! دوائون هلندڙ آهن دعا جي ضرورت وڌيڪ آهي. هي به هڪ امتحان آهي، صبر جو پيمانو ڏنو ويو آهي ته نه ڪچان نه لچان، بس ماٺ ئي ماٺ آهي. توهان پنهنجا محبت پريا هٿڙا منهنجي پٺيءَ تي ڦيري جيڪو آٿت ڏنو، ان مون ۾ جيئڻ جي سگهه پيدا ڪئي آهي ۽ اهو به احساس پختو ٿيو آهي ته وقت کي اجايو ڪونه وڃائبو، پاڻ کي بيمار تصور نه ڪبو، ڪابه ڳالهه نه آهي. عزيز گرامي! وقت ۽ علم به متضاد ۽ مقتضيات سان وابسته رهن ٿا.نص ۽ فروعات ۾ هڪ جي حيثيت دائمي ۽ احساسي ته ٻئي جي حواسي ۽ شعوري؛ سفر ۾ هڪ ٻئي جا ساٿي ، معروضات ۽ قضايا ۾ ڪڏهن مدمقابل ته ڪڏهن متصل، متواتر ۽ متوازن ته ڪڏهين وري متبائن ۽ متجاوز. اهو احساس ٿيندو اٿم ته ماٺهوءَ کي پاڻ سمجهڻ واري ساڃاهه پلئه چو نٿي پوي. اي علم جا گوهر ۽ جوياءِ راز تنهنجي ته هر گفتي ۽ نڪتي تان قربان وڃجي. توهان جي ذات گرامي تاريخ جي هن دور کي سنڌي سماج کي علمي ۽ ذهني طور تي جو ڪجھ ڏنو آهي، ان کي رڳو سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ته خبر نه آهي،ته علم ۽ فڪر جا ڪهڙا ۽ ڪيترا موتي ۽ لال جواهر نڪري نروار ٿيندا. اتفاق ۽ اختلاف پنهنجي جاءِ تي، ليڪن سچائي کي قبولڻ اسان جو فرض آهي. مون توهان جي ڪافي سمع خراشي ڪئي آهي. موڪلاڻي ڪانهي، الله اوهان کي سلامت رکي،حياتي رهي ته پاءِ بوسي لاءِ اچي حاضر ٿيندس. خدا حافظ والسلام. نيازمند – محمد حسين ڪاشف

• مورخ 4 جون 2004ع

عالي محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب.

السلام عليڪم ادب ۽ تسليمات جي فدوي عرض گذار آهي ته ڪالهه آجناب جن جي خدمت ۾ حاضر ٿي شرف بارياني جي سعادت حاصل ٿي، دل کي نهايت سڪون ۽ قلب کي تقويت حاصل ٿي، چو ته عالم ۽ اهل دل جي صحبت جي هڪ گهڙي به

سئو سالن جي عبادت جي برابر آهي، چاڪاڻ ته اهي مئل دلين کي جيارڻ وارا آهن.''ولاتموتن الا وانتم مسلمون'' جي ستي انهن کان ئي نصيب ٿئي ٿي. آن ڪريمن جي شيرين گفتار ۽ خلايق بيسار جي الحافي ڪيفيت روح کي راحت ڏني ۽ طبع نارسا کي گنجينه مخمور عطا ڪيو. بقول لطيف ته ''قدر ڪيف ڪلال جو، پياڪن پيو.'' سو سائين انهن چئن گهڙين جي رفاقت جي ڪهڙي حقيقت بيان ڪريان.

پيش ڪيل ڪاغذن جي سلسلي سان جيڪي ڳالهيون هن ناچيز جي گوشه گذار ڪيون ويئون اهي جناب جن جي علمي تبحر ۽ ذهني ڪمال جون آئيندار ۽ مون لاءِ سونهپ جو سامان آهن. پاڻ کي چيم ته ''ڪاشف'' اجا تون اروٺ....''

عالي محترم پنهنجي ڪم علمي جو پلنده حضور والاجي خدمت ۾ پيش ڪري وڏي سعادت حاصل ڪئي اٿم. ان سان گڏ منهنجي عقل جي نقل جي رهنمائي ٿي ۽ نفس نادان جيڪو بود ۾ پريل هو پاڻي جي قوتي جي مثل نظر ۾ آيم. چيومانس ته ڏٺئي، هام ٿو هڻين! تنهنجو علم ان ڏيئي مثال آهي، جيڪو شمع فروزان اڏو ماند آهي. منهنجي ڪم علمي ۽ بي بضاعتي جو مون کي احساس آهي ڪچهري هلندي منهنجي ڪچي ڦڪي ۽ ناپخته گفتگو ڪنهن موڙ تي آن ڪريمن تي بار خاطر ٿي هجي ته ان لاءِ هن حقير تي عفو جي نظر ڪندا ۽ پنهنجي شفقت سان نوازيندا.

جناب جن ڪتاب جي سچي سلسلي ۾ پاڻ تي هموار ڪري مون کي شرمنده ڪري وڌو آهي. آئون ايترو لهان ئي ڪين. جيترو جناب جن ڪرم فرمائي ڪرڻ لاءِ ڪوشان آهن، الاحسان و جزاءُ الحسان) خداوند تعاليٰ توهان کي ان جو اجر عظيم عطا ڪندو. آمين.

سائين جن ڪتاب جي اشاعت لاءِ تجويز ڏني ته چمبڙ مان شايع ڪجي. آئون سوبر دست ڪوبه مناسب جواب ڏئي نه سگهيس. ان لاءِ معافي خواستگار آهيان ۽ ان سان گڏ عرضگذار پڻ ته هتي چمبڙ ۾ اسان جو هڪ دوست نالي حاجي انور حسين مغل هو جيڪو نهايت سخي ۽ غريب پرور هو غريبن کان علاج جو پسئو نه ورتائين، خانه خدا جي تعمير خبر نه آهي، ڪيترن هنڌ ڪيائين ۽ اسڪولي ٻارن لاءِ ڪتاب ۽ اسڪالرشپ، بي وس فردن جي نياڻين جي بار لاهڻ ۽ مريضن جي ڪراچي تائين مدد سندس شيوو هو. هن پنهنجي انهيءَ ڪم کي ڪڏهن به جتايو نه، چندو بي حساب ڏيندو پر شرط اهو ته منهنجو نالو نه ٻڌائيندا. اهي سندس خوبيون هيون. هو هڪ مسيحا هو. دل چيو ته چو نه اهڙي سخي ۽ نيڪ انسان دوست جي نالي سوسائيٽي يا سٿ ٺاهي ڪتاب جي اشاعت ان پاران ڪجي.

فقط اوهان جو عرض گذار.

- محمد حسين ڪاشف

............3..........

• مورخ 18 آڪٽوبر 2004ع، چمبڙ

عالي محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،

سلام و رحمت، ادب و تسليمات جي عرض ته؛ طرفين ڏانهن هر طرح سان خير خيريت ۽ عافيت رب تعاليٰ جي طرف کان هوندي جنهن جو هر وقت آن ڪريمن لاءِ بنده درگاه ايزديءَ ۾ تمنائي ۽ خواهان آهي.

جناب والا جن جو شفقت ۽ محبت پريو عنايت نامو، بصورت خط جي پهتو، احوال کان آگاهي ٿي. جناب عالي! پنهنجي ڪوتاهي ۽ نااهلي تي زود پشيمان آهيان چو ته 26-7-04 تي اماڻيل خط بعد ڪنهن به احوال جي اورڪ ڪري نه سگهيس. ان لاءِ معافي طلب اميد ته نظر عفو سان نوازيندا.

عالي محترم! سائين جن جا محبت ۽ قرب پريا سلام ٿي چار ڏينهن ٿيندا ته رئيس ميان ٻڍي خان، هن ناچيز کي پهچايا جنهن پنهنجي برادر ميان علي محمد سان گڏ سائين جن جي خدمت ۾ حاضري پري. ميان ٻڍي خان ملاقات جو سچو حال بيان ڪيو، سائين جن جي سادگيءَ، حسن اخلاق ۽ قومي محبت جي اظهار جو جنهن احترام ۽ التزام سان ٻڍي خان بيان ڪيو ان مان اهو محسوس ٿيو ته سائين جن جي بلند اخلاقي دوستن کي مسحور ڪري وڌو. ”چيائون ته اسان سڄي عمر ائين وچائي ڇڏي“ اسان کي ته ڊاڪٽر صاحب جن جي خدمت ۾ گهڻو گهڻو اڳ حاضر ٿيڻ کپندو هو. ڊاڪٽر صاحب اسان جو قومي هيرو آهي. دوست نهايت ئي متاثر هئا ۽ توهان جي ذات گرامي تي کين فخر آهي.

منهنجا محسن! منهنجا سائين! غائبانه طور تي انهن آيل دوستن آڏو هن هيچمدان جي سلسلي ۾ جيڪي تعريفي ڪلمات اوهان ارشاد فرمايا آئون انهن جي بنهه لائق نه آهيان، مون کين چيو ته ادا! جناب ڊاڪٽر صاحب جن جو اهو چوڻ ته ”ڪاشف“ اهو هڪڙو ئي ٿيو آهي:”اها مون تي ڪرم گستري ۽ نوازش ۽ سندس علم ۽ حلم جي فيض پروري آهي. آئون انهي جي لائق نه آهيان ڪاشف ٻيا پيدا ٿيندا رهندا پر تاريخ ۾”ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ“ وري ٻيو پيدا نه ٿيندو. اهو ئي آهي ۽ تاريخ جي صفحن تي ان جو ئي نالو هوندو ۽ رهندو. رب سائين کين ست چماروُن ڏئي جيڪو سچو سون آهي. باقي مون جهڙي جاهل ۽ نااهل لاءِ ڊاڪٽر صاحب جن جا اهي ڪلمات سندن بلند اخلاقي شرف نگاهي جو دليل آهن. آئون ڪي ڪين لهان، ڪچو ڪنپارڪو ٻار آهيان، اهو سندن لائق ۽ وڏو وڙ آهي، جو ان محبت واري نظر سان ڏسن ٿا.

سائن جن جي وقت سان گڏ مصروفيت بجا آهي، زماني ۾ اٿي ويٺي جي تقاضائن کي به پورو ڪرڻو پوي ٿو ڇو ته وقت جي اها هلي چلي آهي. سائين جن جي پيرانه سالي، علمي مصروفيت جي مدنظر زماني سان نباهه جي صورت لائق تحسين آهي ۽ اسان ٻارن لاءِ هڪ سبق: جيڪي ٿوري ڳالهه ۽ وقت جي سختي تي نالان ۽ مايوسي جي عالم ۾ اچي ويندا آهيون ۽ صبر جو پيمانو ڇلڪي پوندو آهي. بقول لطيف سائين جي ويڇن مان ته اهوئي فائدو آهي، جو گس ملي پوي ٿو، پر ساڃاهه وند ماڻهن جي صحبت گهڻو ڪجهه سيکاري ٿي. اسان ته عمر ائين وڃائي ڇڏي؛ نه اڏيو نه مڏيو، نه رکيو نه چکيو، نه سانديو نه سانديوريو. وجود ۾ ڪا سرت ۽ سمڪ ئي پيدا نه ٿي.توهان جي انهن لفظن سان ساڃاهه ۽ سرت ڏانهن اشارو مليو ته:
اڳين عادت مٺ، ته اگها عاجز نه ٿئين
جناب جن جي دلبري ۽ توجه شامل حال رهيو ته اميد اٿم ته ماڻهپي پيڙو ٿي پوندس.7-26 وارو خط غالباً سائين جن کي نه پهتو آهي، ان لاءِ اهو خط فوٽو اسٽيٽ ڪرائي ۽ پنا وغيره دوباره عرض آهن. ان سان گڏ ڊاڪٽر اينمري شمل تي جيڪو مضمون شايع ٿيو آهي، ان جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي پڻ عرض آهي.
سائين جن 04-10-12 واري خط ۾ ڪتاب جي باري ۾ راءِ ته مضمونن جي مجموعي بجاءِ هڪ سلسله ڪتاب جي صورت ۾ ڏيئي شايع ڪجي.* جناب جن جي راءِ تمام بهتر ۽ سهڻي آهي. ڇو ته اڃا ڪجهه سر رهيل آهن، ان لاءِ سلسلي وارو خيال بهتر رهندو. مون کي جناب جن جي راءِ سان ڪلي اتفاق آهي، محترمي جڏهين انسان پنهنجو پاڻ کي ٻئي جي سپرد ڪري ٿو. تڏهين پويان مُڙي ڪونه ڏسبو ته ڪيڏهن ٿو ڪوٺيو وڃي ۽ ڪٿي ٿو ٻيهاري. اها اڳلي جي مرضي. اتباع جو اهو اصول آهي، شينهن سان ياري رکبي ڪانه آهي جي رکبي ته ڪنڌ ڪونه ڪڍائبو اهو اصول رهيو آهي. درويشن سان به ائين رهيو آهيان عالمن سان به ايئن رهڻ کپي ڇو ته اهي مدينته العلم آهن. ٻڃان ٿو ته ڪٿي ڪا لغزش نه پيدا ٿئي جيڪا منهنجي عقيدت ۽ حسن ظن کي آخر عمر ۾ لوڏي نه وجهي وما توفيق الاباالله جو متمني آهيان.
عالي محترم! علاج جي سلسلي ۾ مليل هدايتن تي ڪاربند آهيان پرهيز ۽ دوائن جي استعمال ۾ ڪا ڪمي ڪانه ٿي رهي. باوجود ان جي ڪڏهن سير ۽ ڪڏهن پاءُ ڏيکاريندو رهان ٿو. سڀ ڳالهه مالڪ الملڪ جي اختيار ۾ آهي”هلايو ته هلي وڃان، ٻيهاريو ته بس، آئون ڪا پاڻ وهيٽي.“ اوءَ مالڪ شافع ۽ نافع حافظ ۽ ناصر غفور رحيم آهي. ڪهڙين ڪيفيتن مان گذرڻو پوي ٿو ان لاءِ اظهار کان قاصر آهيان توهان بزرگن جي دعا گهرجي. حال سارو لکڻ پڙهڻ جو ڪم به ٺيندو رهي ٿو. سائين جن جي طرف کان منهنجي مزاج پرسي مون لاءِ غنيمت ۽ قلبي طمانيت جو باعث آهي.

الله اوهان کي سلامت رکي. پنهنجي شفقت ۽ پاجھ پرين لفظن سان نوازيندا رهندا ته عنايت ٿيندي. و السلام.

* محمد حسين ڪاشف، شاھ جي رسالي جي مستند متن تي مختلف مقالا لکيا، جيڪي گهڻي ڀاڱي علمي تنقيد تي مبني هئا. مون چاهيو ته کيس ترغيب ڏجي ته هن مواد کي ايڊٽ ڪري، جدا جدا مقالن جي مجموعي بدران ڪتاب جي صورت ۾ مرتب ڪجي. غير ضروري عبارتون حذف ڪيون وڃن. معلوم ٿيو ته محترم ڪاشف دل جي بيماري سببان صاحب فراش آهي، آءُ به ٿي پيرا کيس ڏسڻ لاءِ چنبڙ ويس، ساڻس مليس ۽ کيس پنهنجي راءِ کان واقف ڪيم ۽ کيس تڪليف ڏيڻ بدران مسوده کي مون ايڊٽ ڪرڻ قبوليو ۽ پڻ ڇپائي جي خرچ جو انتظام سوچيم. نظرثاني ڪرڻ بعد هي مواد اهو آهي جنهن کي مون ڪمپوز ڪرائڻ شروع ڪيو. پر پوءِ ڪاشف صاحب پنهنجو فيصلو پڪو ڪري نه سگهيو ۽ افسوس جو ڳالهيون ڪندي ڳالھ رهجي وئي. نبي بخش

- محمد حسين ڪاشف

• مورخ 7 فيبروري 2004ع چنبڙ، تعلقو ٽنڊو الهيار

جناب سائين ڊاڪٽر بني بخش خان صاحب،

سلام و رحمت ۽ پاءِ بوسي جي عرض ته قبله عالي جن هن حقير ۽ فقير ناقص ۽ نااهل جي مزاج پرسيءَ لاءِ تشريف فرما ٿيا زهي نصيب! ملاقات ته ٿي پر آن ڪريمن جي هت ڪا سربرائي ۽ پنيرائي نه ٿي سگهي. ان لاءِ نهايت شرمنده آهيان قبله عالي! دل نادان يا ائين چوان ته دل ناتوان جي اصلاح و احوال لاءِ ڪراچي ويل هوس، توهان جا لک ٿورا ۽ قرب. آئون ايترو لهائي ئي ڪين، ايءَ اوهان جو وڏ جو پاڻ سجاڻي اچي نالائق نوازيوَ. آئون ته هونءَ به شرمنده آهيان، جو امان جان جن جي سانح ارتحال تي جناب جن جي خدمت ۾ عذر خواهي لاءِ حاضر نه ٿي سگهيس، ان جو ڪارڻ به بيماري آهي. ”واڳ ڌڻين وس آئون ڪا پاڻ وهيڻي“

عالي محترم! حقيقت هن ريت آهي ته 7 سيپٽمبر جي رات جو چئين بجي ڌاري دل نادان بيوفائي جي صورت ڏيکاري پوءِ جي ڪا خبر نه آهي، 8 جي رات اجو اک پٽيم ته ديوان مشتاق ۾ پيو آهيان. 12 ڏينهن اتي هوس پوءِ ڪراچي نيشنل لياقت ۽ نيشنل ڪارڊيو ۾ جڏهن ڪجھ سرت پئي ته پوءِ مون کي ٻڌايو ويو ته لاڳيتا 3 حملا ٿيا.8/2 تي وقت مليل هو ان لاءِ ويس ڪراچي ۽ اتي منهنجي پنڙي سليم جو گهر آهي. ننڍو ڪڪو به اتي آهي، نياڻيون به اتي شادي ڪرايل آهن. ڀاڻيجا ۽ سالا وغيره پڻ اتي مقيم آهن. منهنجو رهڻ منهنجي فرزند جي گهر ٿيو.24-2-04ع تي اتان واپسي تي ڳوٺ آن جناب جن جو خط ڏٺم، حال حقيقت معلوم ٿي. پنهنجي غير حاضري تي افسوس ڪيم، توهان صاحبن جي ورتل تڪليف لاءِ نهايت احسان مند

آهيان. اوهان صاحبن جي محبت ۽ نظر شناسي جو نهايت ممنون آهيان. الله اوهان کي سلامت رکي. دعائن ۾ ياد ڪندا. واسلام.
- ناچيز محمد حسين ڪاشف

محترم مولوي محمد عظيم شيدا
نصير آباد ضلع لاڙڪاڻو
جناب محب مڪرم وائيس، چانسلر نبي بخش خان بلوچ،
وائيس چانسلر ٿيو آ نبي بخش، سالم رکي انهين کي خدا شل عن بطش
ماڀن خوشي ۾ ڪين سندس دوست دلربا، دشمن سندس جي منهن تي لڳي وئي ڪفش
گلشن عجيب علم جو اجڙي ويو هو اڳ، شاداب آبدار ٿي وئي آ سندس عطش
آيو نئون بهار خزان جهل جي وئي، غنچه کلي سي گل ٿيا مرجهن جي وئي خلش
لک لک مبارڪن جا نبي بخش کي ڏيان، دائم هجي انهين جي ان رتبه تي رهس
شيدا ڪيو شڪر جو نبن ڪامياب ٿيو، هن جي به دوستن سان سدا آ سٺي روش
تسليم و شوق ملاقات واضح باد ته توهان جي اعليٰ منصب تي فائض هجڻ جي خبر اخبارن ۾ پڙهي ڏادي مسرت حاصل ٿي. الله تعاليٰ جا لک لک شڪرانا جو جنهن عهدي جا توهان مستحق هوا، انهين مرتبه تي الله تعاليٰ توهان کي پنهنجي فضل و ڪرم سان فائض ڪيو. توهان تي به لازم آهي ته تعليم کي اوج اقبال تي پهچايو، خاص ڪري عربي مذهبي تعليم تي خاص ڌيان ڏيندا، شاگردن کي مهذب خدا ترس بڻائيندا.
فدوي جو خاص عرض آ ته حضور عليه الصلواة و السلام جي سوانح وغيره تي جو مون ڪتاب لکي، المصطفيٰ يعني رهبر علم جو ادبي سوسائيٽي کي ڏنو هو، جنهن کي ڪيئي سال گذري ويا آهن ان جي تصحيح به توهان جي نگراني ۾ ٿي ۽ ڪتابت به توهان جي نظرداري هيٺ هئي، مگر خبر ناهي ته اهو ڪاڏي ويو، ڇپائي ۾ آيو يا سندس وجود ئي محروم ٿي ويو. جي مرحمت فرمائي آگاهي بخشيندا ته نهايت شڪر گذار رهندس اميد ته توهان صاحب خوش و خرم هوندا.*
- دعاگو محمد عظيم شيدا
محترم فقير مير محمد هيسباڻي
لڳ دوڙ، نوابشاه،25 فيبروري 1944ع
برادرم صاحب عاليشان مسٽر نبي بخش خان صاحب،

بعد السلام عليڪم جي احوال ته ڪراچيءَ کان موڪلائڻ بعد شايد خط و ڪتابت جي رستي کان به فراموش ڪري ڇڏيو اٿو. مون کي جڏهن اوهان صاحبن جي يادگيري پوندي آهي تڏهن ويتر وڌيڪ ڏکارو ٿيندو آهيان، ڇاڪاڻ ته مون کي ته اوهان جي  ائڊريس جي خبر نه آهي، ته نئين سر وچي رهڻ ۾ ضرور روم نمبر وغيره جون تبديليون ٿيون هونديون. باقي اوهان ڇو ايتري قدر وساريو آهي، منهنجي ائڊريس ته هميشه دوڙ اسٽيشن مير محمد کي ملي (مٿجي نٿي سگهي) هينئر تازو سانگهڙ ويس ته اتي نورچشمن کان ائڊريس وٺي اچ ڳوٺ پهچڻ شرط نياز نامه عرض رکان ٿو ته پنهنجي تندرستي و تنومنديءَ جي احوال کان واقف ڪندا ته نهايت خوشي جو باعث ٿيندو.

گهڻو افسوس، ظاهر ڪرڻو پوي ٿو ته اسان وٽ جيڪو جناب قاضي صاحب رهندو هو (جو اوهان کي معلوم هوندو) سو هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي، داراالبقا روانو ٿيو (انالله و انا اليه راجعون). ادا سائين قاضي جن اسان لاءِ ڪيميا هئا. هينئر ته ڏاڍي اداسائي آهي، ڌڻي شال سندن روح کي آرام بخشيندو ۽ جنت الفردوس ۾ داخل فرمائيندو آمين.

برادرم صاحب امير علي به اميد ته ڪامياب ٿيندو ۽ ان بعد علي ڳڙهه ۾ اچڻ جو ارادو ڪيو اٿس، خير وڌيڪ روبرو. گهڻو ڪري اوهان کي به هن دفعي مسڪن جي خسخانه تي پير پرڻ لاءِ پوري تياري هوندي

- نيازمند مير محمد

محترم محمد پنهل ڏهر

ڏهرڪي، ضلعو گهوٽڪي(2004-12-13)

محترم مڪرم قبلا ڊاڪٽر بني بخش خان بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: اميد ته سائين جن هر طرح خيريت سان هوندا.

سائين! سڀ کان پهريائين اهو عرض ته مان اوهان مهربانن جو تمام گهڻو ٿورائتو آهيان جو اوهان منهنجي استدعا تي مون ڏانهن گهربل ڪتابن مان ڪجهه ڪتاب موڪلي ڏنا. سائين اهي سب ڪتاب، اوهان جي قرب نامي سميت ملي ويا آهن جنهن لاءِ راقم هڪ دفعو وري اوهان مهربانن جا ٿورا مڃي ٿو. انهيءَ لاءِ مهربانن جا لک لائق ۽ قرب. اميد ته اهڙيون عنايتون هميشه جاري رکندا. مهرباني.

سائين! عرض ته اوهان پنهنجي هنن تصنيفن متعلق ٻڌائيندا ته اهي ڪٿي ڇپيون آهن ۽ ڪهڙي طرح ملي سگهنديون.

مولانا آزاد سبحاني
طلبه اور تعليم
عربن جي جهاز راني (جيڪو مضمون شايد انگريزي ۾ آهي)
سائين! پيو عرض ته (اوهان جن) هيٺين ڪتابن موڪلڻ لاءِ مون ڪيترا ڀيرا اسلام آباد متعلقه اٿارٽي (اداري) وارن ڏانهن خط لکيا آهن. ليڪن هن وقت تائين انهن طرفان ڪوبه جواب نه آيو آهي. تنهن ڪري اوهان مهربانن کي هڪ دفعو وري تڪليف ڏجي ٿي. براءِ مهرباني اوهان پاڻ انهن ڏانهن پنهنجي طرفان ڪو ليٽر لکي موڪليندا ته جيئن اهي سڀ ڪتاب اداري وارا مون ڏانهن بذريعه پوسٽ وي پي ڪري منهنجي ائڊريس تي موڪلي ڏين. اميد ته عرض قبول پوندو ۽ منهنجي انهيءَ گستاخيءَ تي اوهان مهربان ناراض به نه ٿيندا. گهربل ڪتاب هي آهن.

1. Great Book of Islamic Civilization
2. 100 great books of Islamic thought, culture and civilizataion a brief statement of the project.(44 pages)
3.الجبر و المقابله ( الخوارزمي)
4. الجامع بين العلم و العمل النافع في صناعة الحيل (الجزري)
5. كتاب الجماهر في معرفت الجواهر ( البيروني)
واسلام. فقط اوهان جو شيدائي.
-محمد پنهل ڏهر
• مورخ 15 جنوري 2005ع، ڏهرڪي
محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: اميد ته الله پاڪ اوهان مهربانن ڏانهن هر طرح خير ڪيو هوندو.
عرض ته اوهان مهربانن جي سفارش تي اسلام آباد وارن راقم ڏانهن گهربل سمورا ڪتاب سواءِ هڪ ڪتاب
” 100 Great Books of Islamic Civilization “ وي پي ڪري موڪليا هئا. جيڪي راقم ڇڏائي ورتا آهن، انهيءَ سفارش لاءِ راقم اوهان مهربانن جو تمام گهڻو ٿورائتو ۽ دعاگو آهي. اميد ته آئينده به هميشه لاءِ اهڙيون عنايتون جاري رکندا ايندا.
سائين، هِن خط ۾ ادبي معلومات لاءِ چند سوال اوهان مهربانن کان پُڇي رهيو آهيان، براءِ مهرباني منهنجي تشفي لاءِ انهن جا تفصيلي جواب فرهم ڪندا ته مهرباني ٿيندي. اميد ته عرض ضرور قبول فرمائيندا.

سائين هي به ڪتاب به ڇپا اوهان جا لکيل آهن، (1) عربن جي جهاز راني ( انگريزي ۾) ۽ (2) طلبه اور تعليم. انهي لاءِ عرض آهي ته اگر اهي ڪتاب اوهان جا لکيل آهن ته پوءِ ٻڌائيندا ته اهي ڪڏهن ۽ ڪٿان ڇپيا آهن. راقم ڪهڙي طرح گهرائي سگهي ٿو.
هيٺيان ٻه ڪتاب به اوهان جا لکيل آهن،باوجود تمام گهڻي ڪوشش جي، اهي ٻئي ڪتاب هِن وقت تائين مون کي هٿ نه اچي سگهيا آهن، تنهن ڪري اوهان مهربانن جي خدمت ۾ عرض آهي ته اهي ٻئي ڪتاب ۽ مٿيان ٻيئي ڪتاب اصل يا فوٽو اسٽيٽ جي صورت ۾ راقم ڏانهن ضرور موڪلي ڏيندا، ڇاڪاڻ ته ڪنهن تحقيق سلسلي ۾ راقم کي انهن ڪتابن جي تمام سخت ضرورت آهي.
100 Great Book of Islamic Civilization (1)
(2) فتوح السند يعني ڇچه نامه، عربي ترجمو، جيڪو تازو دمشق (شام) مان ڇپيو آهي.
- محمد پنهل ڏهر

محترم محمد يوسف ڏاهري
نيويارڪ (2-6-1964)
محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم: اميد ته اوهان صاحب خيريت سان هوندا. مون کي نهايت خوشي ٿي آهي جو اوهان پنهنجو سفر خيريت سان ختم ڪري ڳوٺ پهتا آهيو.
آئون هن وقت ورلڊس فيئر ۾ Pakistan Pavilion تي نوڪري ڪري رهيو آهيان ۽ اها اوهان جي ڪيل مهرباني جو نتيجو آهي. جنهن لاءِ آئون اوهان جو دل سان شڪر گذار آهيان. وڌيڪ قدرت جي اها مهرباني ٿي جو منهنجي ويزا جو فيصلو اڃا نه ٿيو آهي پر هاڻ مون کي گهڻي اميد آهي ته انهيءَ ڪري جو پيٽي صاحب سان هتي منهنجي ملاقات ٿي جنهن کي مون سڀ ڪجهه ٻڌايو ۽ پيٽي صاحب نهايت وڏي همت سان ڪائونسل جنرل ۽ پاڪستان سفير کي گهرائي منهنجي روبرو منهنجي لاءِ چيو ۽ وڌيڪ ايترو به چيائين ته هي ڪم هر صورت ۾ ڪندا. هاڻ پاڪستان جو سفير پاڪستان گورنمينٽ جي طرف کان اسٽيٽ گورنمينٽ کي لکيو آهي ته هن ماڻهوءَ کي اسان پاڪستانPavilion تي رکيو آهي ۽ هن جي ويزا بدلائي ڏيندا. اميد ته ڪم جلد ٿي ويندو،

وڏيڪ سڀ خير سڄي سنگت خوش آهي، اوهان هر وقت ياد ايندا رهندا آهيو. زندگي رهي ته هڪ ڏينهن اچي خدمت ۾ حاضر ٿيندس.
مير مبارڪ خان ۽ نظاماڻي جا سلام قبول ڪندا. محمد راول صاحب سان جيڪر ملاقات ٿئي ته منهنجا سلام پيش ڪندا. مهرباني. وڌيڪ ڪم ڪار هجي ته بنده حاضر آهي.
- محمد يوسف ڏاهري

محترم قاضي محمد هاشم
روهڙي (1990-9-25)
جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب
السلام عليڪم و رحمت الله، عرض ته اوهان صاحب موصوف ڪان سمورا ڪاغذات سوانح، بياض آخوند فيض محمد وغيره بذريعي رجسٽرڊ پارسل موصول ٿيا. مهرباني.
آخوند فيض محمد مرحوم جي احوال زندگي بابت ڇپايل ڪتابچه جون ڪاپيون به بوڪ پوسٽ ذريعي عنايت ٿيون، جزا ڪم الله، خدا وند ڪريم اوهان صاحبن کي برڪت عطا فرمائي. آمين.
مون کي از حد خوشي ۽ مسرت محسوس ٿي آهي جو اوهان صاحب گهڻي محنت ۽ تحقيق بعد آخوند صاحب جي زندگي جو احوال ترتيبوار سهڻي نموني ۾ ’مهراڻ‘ رساله ۾ شايع ڪريو آهي. مضمون قابل قدر آهي، آخوند صاحب مرحوم جي زندگي جي هر شعبه ۽ پهلوءَ کي چٽيءَ طرح روشني وڌي وئي آهي. سندس شاعريءَ بابت تجزيه ڪيو ويو آهي. سندس شعر، غزلن بابت نمايان اپٽار ڪئي وئي آهي. شاعري ۾ آخوند فيض محمد کي قابل قدر حيثيت سان ياد ڪيو ويو آهي.
قاضي محمد مراد صاحب ( آخوند فيض محمد جو ڏوهٽو) تحرير شده مضمون کان ڪافي متاثر ٿيو ۽ اوهان صاحبن کي دعائون پئي ڪيائين. سندس دلي تمنا هئي ته سندس حياتيءَ ۾ سندس ناني سائين مرحوم جي سوانح حيات، اشعار ۽ اقدار بابت مضمون ڪنهن رساله ۾ شايع ٿئي ۽ اهو مضمون هو خود مطالع ڪري آخر اها سند دل جي آس، الله تعاليٰ جي فضل سان پوري ٿي.
- قاضي محمد هاشم

محترم ماستر محمد پنهل
تعلقو سيوهڻ، ڪرمپور (21-9-1964)
جناب محترم المقام ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم: جي واضح رهي ته ڪيتري عرصه کان اوهان صاحبن جي علم جي شهرت ۽ نيڪنامي ٻڌندو رهان ٿو. ان ڪري هيءَ نياز نامو بنا ڪنهن تعارف جي اوهان صاحبن جي خدمت ۾ ارسال ڪيان ٿو جو اميد ته شرف قبوليت جو لهندو.
هن نياز نامه ڏسڻ شرط بنده نحيف سان خط و ڪتابت جو سلسله قائم ڪرڻ رکندا ته اوهان صاحبن جو نهايت تا دم زندگي مرهون منت شڪر گذار رهندس.
حضور اعليٰ، منهنجي نياز نامه موڪلڻ جو سبب هي آهي ته اوهان جهڙيءَ سنڌ جي مايه ناز هستيءَ وٽان علم و ادب بابت ڪجھ مزيد ماهيت حاصل ڪيان ۽ جي مهمات درپيش اٿم تن جي عقده ڪشائي ڪرايان. لمصداق هن چوٽي جي ته ”پڇڻا نه منجهڻا“ تنهن کانسواءِ جوينده پابنده جي اصول مطابق جيڪي طلب سوالات اٿم تن جو پوريءَ ريت اصح ترين نموذج صحيح حل حاصل ڪيان ۽ بهره مند ٿيان. راجا کي ڪيل عرض رايگان نه ويندو.
بنده احقر جو سنڌي ادب سان بي تحاشا اتساهه ۽ پريم آهي. مدت مديد کان دل ۾ اها مدعا رهندي هئي ته اوهان صاحبن سان خط و ڪتابت ڪريان ليڪن ”ومن جدوجد“ جي معنيٰ مطابق منهنجي خط و ڪتابت جو سهارو ۽ واحد وسيلو اسان جي وطن مالوفه جو متوطن قيمت مل آسي منگلاٽي ٻٽيو جنهن سان منهنجو ڪهنه پريم ۽ پيار آهي، جنهن صاحب سان ڳالهه ڪيم ته ڊاڪٽر صاحبن جن سان ڪيئن لکپڙه جو سلسلو رکان. موصوف في الفور هيءَ جواب باصواب عطا ڪيو ته ڊاڪٽر صاحب جي ائڊريس مون وٽ آهي. ان ڪري شانتي نه آيم ۽ وينتي ڪئي مانس ته ائڊريس ڏيو. ان ڪري موقعه مناسب سمجهي ۽ وقت کي غنيمت ڄاڻي هي چند الفاظ هن قرطاس ابيض تي مرقوم ڪيم جي اڄ اوهان صاحبن جي مهدا حاضر آهن.
عاليجاه! بنده جنهن ڳوٺ ۾ رهي ٿو قيمت مل صاحب به اتي آهي ۽ فارغ الباليءَ وقت سائنس وديارٿيءَ جي حيثيت ۾ سنسڪرت ۽ هنديءَ ٻوليءَ بابت اکرن جي معنيٰ پڇندو ڳچندو آهي ۽ وسيع واقفيت پراپت ڪندو آهي.
مون مسڪين جو سنڌي ٻوليءَ ۾ مرتب ٿيل پستڪن سان جن ۾ ساهتيه، پرچار، فسلفه ۽ حڪمت وغيره جا لولو پر آهن تن جو گهرو مطالع ڪندو رهان ٿو. علاوه ازين هيءُ به آرزو اٿم ته آءُ پنهنجي مطالعات خواه علم ۾ مزيد معلومات ٻولين جي ڄاڻ جو وسيع دائرو حاصل ڪيان، ان ڪري مون محنت ڪري قدري فارسي ٻوليءَ جو ڇڳو اڀياس حاصل ڪيو آهي، ۽سنڌيءَ سونهاري پنهنجي لسان الامهات (ام

لسان) سان نينهن اٿم، تنهن ڪانسواءِ عربيءَ ٻوليءَ ۽ اردوءَ ۾ پڻ چڱو محاوره رکندڙ آهيان. ازانسواءِ هندي ۽ سنسڪرت ۽ انگريزيءَ جي واقفيت حاصل ڪندو رهان ٿو. جو اميد اٿم ته قليل عرصه ۾ هنن پوين ٽن ٻولين جي مها ساگر جيتري نماءُ نمودار ڪيو بيٺيون آهن، تن ۾ پڻ بيحد ۽ بيشمار معلومات حاصل ڪري وٺندس.
احوال صاحبا! اجا به گهڻو هو جو اوهان صاحب جي آڏو پيش ڪريان ها ليڪن طوالت جي خوف سببان مسدود ڪيو وجي ٿو ته مبادا اوهان جهڙن علم جي يم العميق ۽ گهواره علم ادب جي بيزاري ۽ وقت جو باعث بنجي ۽ اوهان صاحبن جي اڳيان متان مدهوشيءَ جي مايه ميسر ٿئي.ان ڪري ديگر احوال ٻئي دفعه جواب ملڻ شرط فوراً پيش دانايان ڪيو ويندو.
وقت تنگ قلم بند، ٿورو لکيو گهڻو ڄاڻندا، هن نياز نامه ڏسڻ شرط احوال جي عنايت ڪندا ته احسان مند رهندس.
- محمد پنهل

محترم حڪيم سيد پير محمد شاهه
لکي غلام شاهه (11 نومبر 1972)
عزيز محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم و رحمته الله و برڪاته، احوال عرض ته توهان کان رخصت ٿي لواري شريف پهتس، رات اتي گذري صبح جو اتان روانه ٿي شام گهر پهچي ويس، مگر رستي ۾ اوهان جي مهربانين خوش خلقي ۽ فياضي جي تعريف ٿيندي رهي يا دعا ڪندرهياسون ته خدا تعاليٰ هن هڙي سوڙهي بي وفا دور ۾ اوهان جهڙي همدرد انسانن کي سلامت رکي ۽ هر مقصد ۾ ڪامياب ڪري. آمين.
2. توهان مهرباني ڪري ڏنل دوا بابت احوال ضرور ڏيندا.
3. هي پرزه آٽيندڙ ڳوٺ ۾ ماسٽر صاحب آهي، هن جي جيڪڏهن، امداد پڇي سگهي اها عنايت ڪندا.
4. مسٽر احمد شيخ کي به آرڊر موڪلڻ فرمائيندا ته هتان کيس رليف ڪرايو وڃي.
- پير محمد شاهه
.........2.........
• مورخ 9 ڊسمبر 1972ع
محترم و مڪرم جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته. اوهان جو محبت پريو خط مليو ڏاڍي خوشي ٿي. وڏي مهرباني جو هي مسڪين ايڏين مهربانين جي لائق ئي نه آهي. مڪرم هميشه لائق ڪرڻ ۾ تورتڪ نه ڪندا آهن، مان ته هر وقت دعاگو آهيان ته هتي سڀ خير آهي.

1. ته دوائون طبيعت مطابق عرض آهن. اوچتو هڪ دوست ميان غلام رسول صاحب چام شوري وجي رهيو هو، ان هٿان عرض رکان ٿو ترتيب استعمال ڪرڻ جي پڻ هيٺ عرض آهي.

2. ماستر بشير احمد شيخ لاءِ بئي مڪرم صاحب جي معرفت ۾ ڪوشش ڪيل هئي، اوهان جي همدردي ۽ فياضي ايڏو ته ڪم ڪيو جو بلڪل تيار ٿيل ڪي اوچتو سنڌ سيڪريٽري صاحب وٽان ڊپٽي انسپيڪٽر آف اسڪولس جو آرڊر اچي نڪتو آهي ۽ آرڊر جيڪب آباد ضلع جو اٿس. ڪيس ڪالهه ڪراچي سندس سرٽيفڪٽ ۽ ڪاغذات ڏيڻ لاءِ موڪليو اٿم، اميد ته سومر ڏينهن جيڪب آباد چارج وٺندو.

هي سڀ توهان جي سچائي جي همدردي جا تاثرات آهن. مون ڪيس تاڪيد ڪيو آهي ته ڪراچيءَ کان واپس چنچر يا آچر تي توهان جو سلام ضرور ڪري.

- پير محمد شاهه

.........3.........

• مورخ پهرين اپريل 1973ع، لکي غلام شاھ سکر

جناب محترم قبله جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

وعليڪم السلام و رحمة الله و برڪاته،

اوهان جي گرامي نامون موصول ٿيو. ڏاڍي دل کي خوشي حاصل ٿي. عرض ڪندس ته مان 20 تاريخ شام جو گهر واري سميت حيدرآباد کان ٿنڊي چام عزيزن وٽ پهتس ۽ موٽر تي هوس جو 21 کان وٺي حيدرآباد سول اسپتال ۽ چام شوري اسپتال ۾ ڊاڪٽر موورياڻي ۽ ڊاڪٽر صديقي جي مشوره موجب گهرجي بيماري جي چيڪنگ ڪرائي سون.

مان 27 تاريخ خدمت ۾ زيارت ڪرڻ آيس مگر اوهان ڪنهن طرف ويل هئا مان ڪو پرزو توهان جي ملازمن کي ڏيئي ويس جو شايد توهان وٽ ڪونه پهتو. ان کان اڳ به هڪ دفعي آيو هوس جو سڏو جاءِ تي پهتس، خبر ملي ته توهان ڪونه آهيو تڏهن به آفيس ۾ پرزو عرض رکي ويو هوس. سڪ ملاقات جي ڏاڍي رهي ٿي ۽ اميد ته 14 يا 15 جي اندر اندر حيدرآباد ايندس ته ضرور زيارت کان مشرف ٿيندس.

اميد ته موزون شيون طبيعت جي سڌارڻ لاءِ به يا ڪنهن دوست هٿان عرض رکندس يا ته پاڻ خدمت ۾ پيش ڪندس. پهرين دفعي اچڻ سان هڪ ڪتاب به عرض رکي ويو هوس. خير – وڌيڪ خير و گذارش ڪندس.

- پير محمد شاھ

..........4........

جناب عالي محترم ڊاڪٽر صاحب،

السلام عليڪم و رحمة الله و برڪاته، واضح باد ته توهان جو لکيل محبت پريو خط مليو، وڏي مهرباني،مان اوچتو 25 تاريخ حيدرآباد پهتس، 26 صبح جو اوهان جي زيارت لاءِ جاءِ تي آيس، مگر اتفاق ملاقات نه ٿي. هڪ ڪتاب دل وٽندڙ آفيس ۾ نذرانه طور ڏيئي واپس آيس. شام جو ڪراچي پهتس بئي ڏينهن واپس ڳوٺ پهتس. وقت خير جو گذري ٿو، دوائون پارسل ڪيل هيون انهن جو احوال ڪونه مليو. براھ ڪرم اهڙو احوال ڏيندا ته انهن دوائن ڇا ڪيو! هن وقت طبيعت ڇا ٿي گهري ته وري خدمت ڪريان. شامل ڪاغذات هڪ دوست جا آهن، انهن کي فراغت سان ڏسي ان بعد خاص مدد ڪندا ته نهايت شڪر گذار رهندس ۽ گواره ڪري سگهو ته مون کي به اهڙو احوال ڏيندا ته هن غريب جو ڇا ٿيندو.

- پير محمد شاھ

.......5......

•حال ٽنڊو جان محمد ، ضلعو، ٿرپاڪر(2-10-1974)

جناب قبله محترم بلوچ صاحب،

سلام لازمي، عرض ته هي ٻيو دفعو آهي جو ملاقات ڪانسواءِ واپس ٿو وڃان، خير حياتي باقي آهي ته ملاقات ٿيندي.

عرض تازو ته اسان ڪي 27- رمضان المبارڪ رات جو قرآن پاڪ جو ختم ڪيائڻو آهي، ان ۾ محفل مولود خواني بعد، ٻيڙي فقير ڪنيار جي ضرورت آهي، جو محفل ٻڌائي ان لاءِ ڪيس سفارش ڪندا، مگر اسان ڪي به اطلاع ملي ته فقير صاحب اسان وٽ اچڻ قبول ڪيو آهي. آءُ هن وقت ٽنڊو جان محمد ۾ آهيان هي ڪم تمام ضروري آهي ۽ آسرو اوهان جو آهي.

-پير محمد شاهه

محترم محمد بچل ملاح

مداحي فقير، مڇي مارڪيٽ خيرپور ناٿن شاهه، ضلع دادو

پڙهي بسم الله ڪي شروع خط ڪيان ٿو،
مان واقف توهان جو مٺا محب ٿيان ٿو،
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ بهادر،
تنهنجي سڀ سٺائي ڪندو شال قادر،
بخدمت ۾ اعلي درجي سهڻا جناب،
خدا توتي رحمت ڪري بي حساب،
ٻڌم نام تنهنجو ته مشهور ملڪين،
پري ۽ پرانهون گهڻون دور ملڪين،
اوشاڪن جو عاشق ۽ پروانو آهين،
سگهڙ شاعرن لاءِ ديوانو آهين،
ٻڌي خاص تعريف تنهنجي تڪي،
تڏهن نياز واري مون چٺڪي لکي،
توهان جي ملاقات ٿيندي ڪڏهن،
سا ساعت صدوري ته ايندي ڪڏهن،
پنهنجي حال کان هاڻي واقف ڪيان ٿو،
سمورو حوالو توهان کي ڏيان ٿو،
اصل ملڪ منهنجو آ منڇر مياڻي،
۽ تعلقه آ سيوهڻ سڄڻ سو سڃاڻي،

ضلع دادو منهنجو آ دلبر دلارا،
سٺج حال سارو سچڻ تون سوپارا،
عمر منهنجي آهي ته انٺيهه ورهيه،
شاعريءَ کي گذريا ته اٺويهه ورهيه،
سمجهان ٿو ته هاڻي ڏهون سال آ،
چڏيم مياڻي منچر اهو حال آ،
خيرپور ناٿن شاهه رهان ٿو ته هاڻي،
ڏهون سال آ جو چڏي مون مياڻي،
مداحي محمد مٺي جو مان آهيان،
ملاح بچل هي اسم ٿو سڏايان،
آهيان ذات جو مان مٺا ميربحر،
نندي کان سڏايان سيد جو ثناگر،
آهيان شاعرن ۾ ته شاعر نڪو،
رڳو نام مدنيءَ جي ۾ آهيان لڪو،
خطا ڪا به ٿي وئي ته معافي ڪجو،
پوري سمجهه ناهي ڍڪڻ پوءِ ٿجو،
قافئه رديف جو ته ناهيان پڪو،
بحر ۽ وزن ۾ مان بلڪل جهڪو،
آهيان مان مهاڻو مهاڻن جي ليکي،
پر سچاڻي ٿو سيڪو محمد جي صدقي،
اوهان جون اميدون پڇائي خدا،
جايون شال جنت ۾ ٿيندوَ عطا،
اهو خيال دل تي سدا ياد آهي،
ريڊيو اسٽيشن جا حيدرآباد آهي،
اچان مان به جيڪر ته ايڏانهن ڪاهي،
پڙهان شعر ريڊئي تي دل ساڻ ٺاهي،
غزلن مولودن جا منهن جا مٺا،
تيرهن پاڱان چيچي ٿيا ڪل ڪٺا،
چوڏهون پاڱو هاڻي ڪيئون تيار ٿا،
لکئون نياز نامون تو ڏي يار ٿيا،
اوهان جي وسيلي اتي چاڻ ٿيندي،

ڪچهري فتح خان سان هاڻ ٿيندي،
مٺا نياز نامي جو جلدي جواب،
ملاح بچل، ڪي ڏيو من شتاب،
اسان جو اوهان ڏي انتظار آهي،
متان محب منٺڙا چڏيو دل لاهي،
محمد بچل آ توهان جو غلام،
پڙهي پاڪ ڪلمون ڏيان سو سلام.
-محمد بچل ملاح
محترم مولوي محمد صادق
راڻيپور، ضلعو خيرپور (1955-9-14)
خان صاحب مڪرمي ڊاڪٽر صاحب سلمه،
السلام عليڪم: عرصي دراز کان صاحب جن فراموش ڪري ڇڏيو. واضح هجي ته مرحوم لطف علي شاعر جو مولد ممڪن بهادرپور آهي جو اسٽيشن ادم صحابه ۽ رحيم يار خان کان اٽڪل ڏهاڪو ڪلو ميٽر سفر تي واقعي آهي، پر جيئن صاحب جن لکيو آهي سندن قبر ماؤ (مئو) ۾ آهي جو هڪ تاريخي جهونو شهر آهي ۽ جتي بلند قلعه جوڙايل هئو جو شهيد ٿي چڪو آهي ۽ ڪوٽ سمابه جي اسٽيشن کان اثناءَ سفر ريل ۾ ڏسجڻ ۾ اچي ٿو اولھ طرف کان. صاحب جن سيف الملوڪ جي تصحيح جي ڪم لاءِ مون کي حڪم ڪيو هو ان بابت ڪهڙو دارو مدار ڪيو ويو آهي؟
علامه غلام رسول صاحب مهر سان منهنجي عرصه کان خط و ڪتابت رهي آهي، خصوصاً جڏهن هو ڪلهوڙا خاندان جي تاريخ جي تدوين ۽ تاليف ۾ منهمڪ هو. عاجز راقم به نسبتاً ڪلهوڙو (عباسي) آهي ۽ مون وٽ جيڪو مواد ان لاءِ موجود هو ڪيس وقت بوقت سندن ارشاد بمطابق لکندو رهيس ۽ انهي سلسله ۾ مون پنهنجو شجره نسب به سندن خدمت ۾ عرض رکيو هو ۽ پاڻ ڪيترا دفعه لکيو هوائون ته عاجز راقم جي شجره نسب ۽ موڪليل مواد کي بطور يادگار انهيءَ تاريخ ۾ مناسب مواقع تي داخل فرمايو اٿن. سموري خط و ڪتابت موجود آهي. جيئن ته تازو هڪ خط ۾ تحرير فرمايو اٿس ته سندس مسوده تاريخ کي ڊاڪٽر صاحب نبي بخش خان مطالعه ڪندا، ان بابت تصحيح ۽ ترميم جو ڪم پورو ڪري ڇڏيو آهي ۽ جلد طباعت ٿيندي، براه نوازش مون کي لکڻ فرمائيندا ته علامه صاحب موصوف جن منهنجي شجره نسب ۽ بئي مواد ۽ معلومات بابت انهيءَ تاريخ جي مسوده ۾ ڪٿي ذڪر ڪيو آهي يا نه؟ هان ته ڪهڙو؟

* مولوي صاحب سان راقم جون رهاڻيون ٿيون، سندس لکيل نبي صلعم جي سوانح وارو ڪتاب مسودي جي صورت ۾ هو. مون خدمت خاطر ڪافي محنت سان ان کي سوڌي سنواري مڪمل ڪيو،جيڪو سنڌي ادبي بورڊ وارن منهنجي حوالي ڪان سواءِ شايع ڪيو ۽ دير سان شايع ڪيو. نبي بخش

سنه 1944ع ۾ عاجز راقم پنهنجي نسب وغيره ۽ تعليم ۽ شعر شاعري متعلق صاحب جن کي جيڪي لکايو هو سو تعجيل جي صورت ۾ لکايو ويو هو. براه نوازش اهو مسوده مون کي رجسٽري ڪري موڪلڻ فرمائيندا ته ان جي تڪميل ۽ تصحيح ڪري پوءِ خدمت ۾ موڪليان. اڳ به عرض ڪيو اٿم ۽ دوباره مستدعي ٿيان ٿو. آءُ صاحب جن جي تعديم خدمت ۽ ڪثرت امور منصبه کان بي خبر نه آهيان. صاحب جن احسان فرمائي جواب کان مسرور الوقت فرمائيندا.

- محمد صادق

............2............

•مورخ 4 آگسٽ 1952ع، راڻيپور

حضرت الفاضل الجليل الدڪتور نبي بخش،

السلام عليڪم و رحمته الله و برڪاته، هن کان اڳ به هڪ خط ارسال خدمت ڪيو ويو ۽ جواب لاءِ منتظر رهيس براه مهرباني حالت خيريت کان مسرور الوقت فرمائيندا. مون کي مولوي لطف علي مرحوم جي تصنيف سيف الملوڪ جي تصحيح لاءِ ڪابه خواهش نه هئي صرف اوهان صاحبن جي حڪم جي تعميل لاءِ خواهش مند هيس ۽ آهيان جنهن لاءِ مون پنهنجي وطن طرف مولوي مرحوم جي سوانح حيات بابت سندس مولد ۽ وطن بهادرپور طرف تحرڪ ورتو هو. صاحب جن طرفان خاموشي سبب خاموش رهيس. الخير فيما وقع.

جيڪڏهن تڪليف فرمائي منهنجي هيٺين گذارش بابت تسلي بخشي جواب مرحمت فرمائيندا ته ممنون ٿيندس.

آءُ ڪو شاعر نه آهيان ليڪن شعر و سخن جي قدري سڃاڻ ضرور آهي. مون کي حيراني آهي ته سچل سائين جهڙي شاعر قادر الڪلام جي لاءِ سنڌ جي اهل قلم حضرات کي ڪابه قدرداني نه آهي جنهن کي پوري قدر شناسي چئجي- حالانڪ سنڌي زبان ۾ هن سسئي، ماروي، مومل، نوري تماچي وغيره تي حضرت بادشاه ڀٽائي عليه الرحمة جي طرز تي بيت چيا آهن ۽ وايون جنهن کي پوءِ ڪافيون ڪوٺيون وڃي ٿو، طرحين طرحين اوزان ۽ ٽي ٽي مصرعن واريون، چومصرون وغيره. سوز فراق، عشق مجازي، سسئي، مومل ماروي وغيره جي مضمون تي ۽ تصوف جي اسرار ۽ رموز تي تحير العقول وايون چيون اٿس ۽ بيتن ۽ واين کان اڳتي وڌي هن بي نظير شاعر سنڌي ۾ شعر جي اصناف تي عجيب شعر چيا آهن، مثلاً مداحون، سي حرفيون، مرثيه، جهولڻا وغيره. هن شاعر باوجود بسيارگوئي جي

حضرت بادشاهه پٽائي عليه الرحمة کان پوءِ سنڌي کي اوپرن لفظن کان پاڪ صاف ڪري اهڙو سينگاريو آهي جو ڪنهن به فرهنگ جو ضرور ڪونه آهي. وڌيڪ هي ته هن شاعر بي نظر سنڌ ۾ چالو سرائيڪي ۾ اهڙيون ڪافيون، ڏوهيڙا، سي حرفيون چيون آهن جن کي بڏي ملتان، بهاولپور، پنجاب جا ماڻهو حيران ٿيو وڃن. وري مزيد هيءَ ته سچل جي زمانه جي جيڪا اردو هندوستان ۾ چالو هئي انهيءَ ۾ پخته چيا اٿس جو غالباً هن کان اڳ ۾ ڪنهن سنڌي شاعر ڪونه چيا آهن. وري اچو فارسي تي جا زبان حضرت پٽائي بادشاهه عليه الرحمة ۽ سچل جي زماني ۾ سرڪاري ۽ دفتري زبان هئي انهيءَ ۾ هن سنڌ جي مايه ناز فقيد المثال شاعر جو هڪ ديوان آشڪار آهي. ان کان سواءِ سوز نامه، گداز نامه، تاو نامه، عشق نامه، رحلت نامه، وغيره اهڙا آهن جو پڙهڻ ساڻ متعلق ٿا رکن.
ازانسواءِ قرآن شريف جو قاري حافظ هو ۽ جيد عالم هو ۽ اهڙو متشرع هو جو عمر پر ۾ رڳو حقو يا چلم به ڪونه چڪيو هوائين. باوجود حسن پرستي جي ڪڏهن به غير عورت کي هٿ به ڪونه لاتو هوائين ۽ سندس طالبن سندس اشعار جا ڪيترا بياض پيش ڪري هڪ دفعي چيائونس ته هي اوهان جا شعر آهن اهي وٺي باه ۾ ساڙائي ڇڏيائين ڪجھ پاڻي ۾ لوڙهي ڇڏيائين ۽ چيائين ته متان ماڻهو پڙهي شريعت جي راهه کان ڀلجي گمراهه ٿين. تن تنها خلوت ۾ ڪاٺ جي صندلي يا زمين تي هميشه مراقبه ۾ اونڌي ڪنڌ ويٺو هوندو هو ۽ رات جو ڪائندو هو ڏينهن جو هميشه روزه ۾ رهندو هو. جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن روزو نه هوندو هيس ته وات ۾ ڳاڙها مرچ وجهي جوئر جي ماني پوري ڪائيندو هو. مريد ڪنهن کي به نه ڪندو هو. اوائل ۾ بزرگن ساڻ مسجد ۾ باجماعت نماز جو پابندو هو پوءِ استغراق جي حالت ۾ اڪيلو مراقبي ۾ ويٺو هوندو هو شايد خلوت ۾ ادا ياقضا ڪندو هوندو ته عجب نه آهي. جيئن علامه اقبال، مولوي عبدالغفور همايوني عليه الرحمة جي حالت آخر عمر ۾ هئي.
سچل وڏو عارف ۽ ولي ڪامل صاحب ڪشف ڪرامات جو هو هن حد تائين جو وقت جا واليان رياست باوجود شيعه هوڻ جي سندس نهايت معتقد ها جنهن جو باعث سندس ڪرامات ڏيکارڻ هو.ڪيترائي اهڙا واقعات تذڪره نويس لکيا آهن ۽ ڪيترا تواتر ساڻ عوام خواص ۾ متعارف بين الناس آهن. ازانسواءِ سندس طالبن ۾ ڪيترائي شاعر ۽ صاحب ولايت جا ٿيا جنهن نانڪ يوسف، گهرام فقير جتوئي، خير شاهه درقدس(؟) وارو ۽ عثمان فقير چاڪي لاڙڪاڻه وارو، محمد صلاح پٺو، جنهن لاءِ سچل چيو هو ته جاڏي محمد صلاح تاڏي الله. نانڪ يوسف وڏو شاعر ۽ وڏو صاحب ولايت صاحب ڪرامات جو ٿيو. سندس ڪم ۾ شڪايت گهٽي آهي پر سندس وفات وقت 9 لک ستر هزار شعر هئا. حتمي نظر ساڻ شخصيات انٽي ۾ وار برابر آهن.

جنهن تي مون هڪ مضمون مولوي سنڌي صاحب ايڊيٽر نئين زندگي کي مڪو آهي پر نه ان کي رساله ۾ شايع ڪو اٿس، حضرت بادشاه ڀٽائي ساڻ سچل جو موازنو صرف شعر و سخن ۾ ڪرڻ اهل قلم جو فرض هو پر نه معلوم ڪهڙو سبب سچل پنهنجي جاءِ ته نه ٿو بيهاريو وڃي، جنهن لاءِهو مسستحق آهي. مون کي موجوده اهل قلم ۾ ۽ باالله صرف اوهان ۾ اها علمي ادبي لياقت سخن فهمي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. پر سنڌي شاعرن کان باوجود ان فضيلت ۽ فوقيت جي سچل کي ڇو ڪڍايو ٿو وڃي ۽ ڇو ڪيس قرينا مرفوع القلم ڪيو ٿو وڃي. فيا للعجب! بعضي نظر ۾ حضرت بادشاه ڀٽائي عليه الرحمة جي طرفداري ٿي نه ٿي سگهي ڇو ته سچل جي ڪلام سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي کي لڪائي نه ٿو سگهجي. انهي ڪري شايد ان جو هڪ سبب ته سندس زندگي جي وقت کان رهندو اچي ٿو جو شخصيات سبب علماءَ مخاديم مٿس ڪفر جون فتوائون ڏنيون هيون. ٻيو سبب سچل کانپوءِ پوين جاهل فقيرن صوفين سچل جي مسلڪ خلاف ظاهر ظهور شريعت خلاف نشو وغيره واپرائڻ شروع ڪيو ۽ علم جي جاءِ تي جهل ٿي ويو، ورنه سچل جي وقت تائين درازن ۾ علم جو دور دورو هو.

ان بابت مون جناب پير صاحب سائين حسام الدين شاه صاحب راشدي کي به لکيو آهي، پر منهنجو عرض آهي ته اوهان شاه درازن ۾ تشريف فرمائي سچل جي شعر و سخن سنڌي، سرائڪي، اردو فارسي جو غور ساڻ مطالعه ڪريو ۽ سندس غير مطبوع ڪلام کي درازن ۾ شڪارپور مان دستياب ڪرڻ لاءِ اپاءَ وٺو ۽ ان تي هڪ مبسوط رساله تاليف تصنيف ڪيو. به خدا مون کي اوهان جي مضامين ۽ تاليف جي مطالعه کان يقين آهي ته جڏهن اوهان سچل جي ڪلام کي مطالعه ڪندا ته اوهان تي وجد طاري ٿيندو. في الجملة سچل از روئي انصاف سيني شاعرن تي غالب آهي، ليڪن ان کي گرده غبار مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ نه ڏکڻ سنڌ کان ڪو اهل قلم پيدا ٿيو ۽ نه اتر سنڌ ۾.

آءُ درازن جو مريد ڪونه آهيان، منهنجي بيعت حضرت خواجه غلام فريد عليه الرحمة سان آهي جيئن اوهان کي سنه 44 ۾ معلوم ٿيو. صرف سچل ساڻ اهل سنڌ جي اديبن وغيره جي بي انصافي تي فرياد و فغان ڪريان ٿو.

- محمد صادق

..........3..........

• مورخ 30 جنوري 1957ع، راڻيپور

حضرت الفاضل الجليل مخدومي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: هن ڪان اڳ ۾ نياز نامه لکيا اٿم. مگر جواب ڪان مسرور الوقت نه فرمايو ويو آهي. سبب موصول نه آهي براه مهرباني حالات خيريت ڪان مطلع فرمائيندا. ٻيو ته براه نوازش لکندا ته سرائيڪي ٻولي جي وجه تسميه ڇا آهي ۽ سنڌ جي تاريخ مان سرو ڪهڙي علائقه جو نالو آهي؟
مون ڪي سچل سائين جي سرائڪي ڪلام جي تاليف لاءِ سنڌي ادبي بورڊ طرفان آرڊر ڏنو ويو آهي جنهن لاءِ آئون سرائڪي ٻولي بابت مطالعه ڪرڻ ٿو چاهيان. صاحب جن وسيع النظر مورخ آهن ان بابت منهنجي مدد فرمائيندا ته ممنون ٿيندس. باقي خيريت آهي.
- محمد صادق
.............4..............
• مورخ15 فيبروري 1957ع، راڻيپور
حضرت الفاضل الجليل مخدومي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
وعليڪم السلام: سيف الملوڪ جا ٽي نسخه مطبوعه ۽ جي، ايم سيد صاحب جو ڪتاب ۽ صاحب جن جو عنايت نامه هن عاجز کي پهتا. انهيءَ خيال ۾ رهيو آهيان ته ڪهڙن جملن ۽ لفظن ۾ صاحب جن جي همدري، شريف نفسي، ذره نوازي، رهنمائي جو شڪريو ادا ڪريان. اها آرزو پوري ڪرڻ جي لاءِ صاحب جن جي حق ۾ اڪثر اوقات ۾ دعا خير گهرندو آهيان. الله تعاليٰ صاحب جن کي دارين ۾ سرفراز ممتاز رکندو ۽ هم قلمي محبت ۽ همدردي جو اجر وغيره محدود عطا فرمائيندو. آمين. آءُ قلمي سيف الملوڪ جي لاءِ کوجنا ڪندي ڪاميابي دستيابي ڏانهن ڪوشان آهيان. البت سواءِ صاحب جن جي ڪنهن به طرفان مون کي سيف الملوڪ جي تصحيح بابت اطلاع نه لکيو آهي. ادبي بورڊ وارن کي ته اطلاع ڏيڻو هو. معلوم ناهي ته ڇو اطلاع نه ڏنو ويو آهي،البت مولوي حافظ عبدالوهاب سچل عليه الرحمة جي سرائڪي ڪلام بابت اطلاع پهتو آهي. اميد ته صاحب جن بخير عافيت هوندا.
- محمد صادق

محترم محمد حسن رند
مبارڪ جو تڙ تعلقو، چاچرو (1980-8-10)
جناب عاليشان ڊاڪٽر صاحب،
وعليڪم السلام، سائين جن جو 6/8 وارو نوازش نامون اڄ مليو اٿم. وڏي مهرباني جو واعده مطابق ياد فرمايو اٿو. هن ڪان اڳ رئيس محمد شريف سان تاريخ 7-29 جي ميرپورخاص ملڻ ٿيو هو، جنهن صاحب ٻڌايو ته عيد بعد ترت ڪچهريون ٿينديون.
ٿر ته تمام سڻو آباد آهي مگر ٿر کي برسات جي تمام گهڻي ضرورت آهي جو جولاءِ سڄو خالي ويو آهي. ڏٺي سپ موچاري ڪرڻ فرمائيندو
خاص عرض ته ڪچهرين جو تاريخون مقرر ٿي وڃن ته جيئن اسان به دوستن کي ان بابت اڳواٽ اطلاع ڪري سگهون. بهرحال جيئن ئي سائين جن جو پروگرام چٽو ٿي وڃي تيئن احوال ڏيڻ جي نوازش ڪرڻ فرمائيندا. بابا سائين اوهان جي ملاقات لاءِ تمام گهڻو آتا آهن. وڌيڪ روبرو خير والسلام. دعاگو.
- محمد حسن رند

محترم محمد اسماعيل عرساڻي
هيڊ ماستر، مخدوم غلام حيدر هاءِ اسڪول، هالا
بوئي گل ناله دل دود چراغ محفل،
جو تري بزم سي نڪلا وه پريشان نڪلا.
پيارا نبي بخش،
السلام عليڪم: اوهان جو نوازش نامو پهتو، يادگيري لاءِ نهايت احسان، دل ڏاڍي خوش ٿي. الله تعاليٰ اوهان محبن کي حياتيءِ جي هر شعبه ۾ ڪامياب ۽ نامياب فرمائيندا. آمين.
برادرم مراد علي البته هالن ۾ مغموم هو. پڙهڻ تي هن جو ڪوبه چاهه ڪونه آهي مون کيس پنهنجي نوع ۾ نصيحتون گهڻيون ڪيون آهن، اميد اٿم ته اسان سان بلڪل ٺهي ويندو ۽ هن سال انشاءَ الله عزيز ته ڪاميابي سندس پير چمندي. سندس في پوئر فنڊ مان ڏيڻ جو ارادو ڪيو اٿم. مال ٽڪي جو انتظام مخدوم صاحب وٽ آهي، اوهان ڪنهن به قسم جو انتظار نه ڪندا. رب کي چڱي منظور آهي ته ڏکي وقت نه ڏسندو.
اوهان کي ياد هوندو ته مون اوهان کي صلاح ڏني هئي ته علي ڳڙهه جي ايم. اي ڏئي ڇڏيان. مون ارادو ڪيو آهي ته پرشن ۾ ايم. اي ڏيان. اوهان علي ڳڙهه ڇڏي آيا ته

پوءِ ڪنهن کي لکندس. تنهن ڪري هي تڪليف به اوهان کي ڏيان ٿو. مون عليگڙهه مان ريگيولر اسٽوڊنٽ ٿي سال 1967ع جي اپريل ۾ انٽر ميڊيٽ پاس ڪيو آهي، هينئر هڪ هاءِ اسڪول جو پرنسپال آهيان. مسٽر اوپل لاڙڪاڻه مدرسه هاءِ اسڪول جي عارضي پرنسپال کي به انهيءَ آڌار تي ايم. اي ۾ اپيئر ٿيڻ جي اجازت مسلم يونيورسٽي ڏني هئي.

اميد ته مون کي به ملڻ ۾ بندش نه پوندي. شامل درخواست به عرض رکان ٿو. ڪوشش ڪري اجازت به وٺي ڏيندا ۽ اهو به لکي موڪليندا ته ايم. اي ۾ جيڪڏهن پرشن کٽجي ته فقط هڪ سبجيڪٽ ۾ ئي امتحان ڏيڻو پوندو يا ان سان گڏ پيو به ڪم ٿيندو. پرشن جا ڪتاب ڪهڙا آهن ۽ انهن جي قيمت ڇا آهي.اها لسٽ به موڪليندا ته مان اوهان کي پئسا بذريعي مني آرڊر روانه ڪريان يا مون کي اهي ڪتاب وي پي ٿين. يعني جيئن به مشورو ڏيو. جيڪڏهن ڪٿان سيڪنڊ هئنڊ ڪتاب هٿ ڪري سگهو ته گهٽي خرچ کان بچي پوندس.نوٽس جي ضرورت هر حال ۾ پوندي. اهي سڀ ڳالهيون ويچار ۾ رکي هدايت بخشيندا. هينئر مون کي وئڪيشن آهي. حيدرآباد ۾ آهيان ائڊريس لکان ٿو. جواب باصواب جي عنايت ڪندا. برادرم.......... جا نهايت گهڻا سلام مطالع ڪندا. مراد علي کي چئي آيو هوس ته وئڪيشن ۾ ڳوٺ نه وڃي جي سندن ڪورسز ٿيندا رهندا جن لاءِ انتظام ڪري آيو آهيان. انجام ڪيائين ته ڪو نه ويندس. اميد ته ڪونه ويو هوندو، جيڪڏهن ويو ته به پن ٽن ڏينهن لاءِ اجازت ڏني هئي مانس.*

وڌيڪ احوال ٻئي خط ۾. اوهان جي ديدار فرحت آثار جو شوق آهي اميد ته جلد ملنداسين. خدا ڪري ته مدرسه ڪاليج ۾ اسسٽنٽ پروفيسري ملي وڃي. اسان لاءِ فخر ٿيندو.

- محمد اسماعيل عرساڻي

محترم محمد اسماعيل شيخ
ڊڪشنري آفيس حيدرآباد
قبله ڊاڪٽر سائين،
السلام عليڪم: احوال عرض ته هت سڀ خير-

1- اوهان جو خط مورخه 13-10-1963ع تي انڊيانا (آمريڪا) مان لکيل19-10-1963ع تي مليو. نهايت خوشي ٿي. شامل چٺي مسٽر مراد علي خان کي ڏني وئي. حڪيم صاحب ۽ سعيد کي اوهان جا سلام پهچايا ويا، تمام خوش ٿيا ۽ سلامن ۽

يادگيريءَ جو شڪريو ادا ڪيائون. ڊڪشنري آفيس جي سنگت اوهان لاءِ سلام چيا آهن ۽ اوهان جي عافيت جا متمني آهن. حبيب الله جا خاص سلام رسن.
2- اوهانجي حڪم موجب ”ٻاهريان عشقيه قصا“ ۽ ”ڳاهن سان ڳالهيون“ ڪتابن جو ٻميون ۽ انهن جا نوٽس 19-9-1963ع تي ڊاڪٽر رالف جي معرفت روانا ڪيا ويا. چيائون ٿي ته رواجي ٽپال آگبوٽ ذريعي ويندي ۽ ٻاويهين ڏينهن اتي پهچندي. هن وقت تائين ٽپال اوهان تائين پهچي وئي هوندي.
3- شاهه عنايت جو انگريزي مقدمو پهتو. مسٽر اڪرام علي جي نظرثاني بعد پريس ۾ موڪليو ويو. ان جا پروف جويي صاحب به پڙهيا. اهو حصو ڇپجي ويو آهي. ازانسواءِ اوهان شاهه عنايت جي مقدمي جا سنڌي پيج پروف پڙهي موڪليا، اهي پڻ پيٽي ڇپايا ويا آهن. اهڙيءَ طرح ڪتاب گهڻي ڀاڱي مڪمل ٿي چڪو آهي. ڪتاب ۾ اچڻ جوڳيون تصويرون، تن جا بلاڪ ٺهي آيا آهن. اهي اجا ڇپيا نه آهن، باقي اوهان وٽان مقدمي جي باقي حصي ملڻ جو انتظار آهي.
4- جويي صاحب سان اڄ ڏينهن تائين مون نهايت گهڻي نموني ۾ نباهيو آهي، اميد ته ڪيس مون کان ڪابه شڪايت ڪانه هوندي.
5- ديوان سانگي جي ٽئين جلد جي ڪاپي ڪي قدر تصحيح ڪرائي وئي هئي. ان ۾ ٿيل ڦير گهير ڏانهن جويي صاحب جو زوردار نموني ڌيان ڇڪايم، مون اصل لفظن قائم رکڻ تي زور ڏنو ۽ ڦير گهير وارن لفظن تي بحث ڪيو. تقريباً ڇهه سيڪڙو منهنجي ڳالهه کي وزن مليو. پروفن پڙهڻ ۾ مون کي ڪيترين جاين تي تصحيح لاءِ اٺ اٺ ڏهه ڏهه سلپون ڪري موڪلي ويندي هئي ۽ مون تصحيح کي رد ڪري اصل لفظ قائم رکيا. جيئن ته ڪاپي کان مطمئن نه هئس. تنهن ڪري فقط 32 پيجن جي ڪاپي تصحيح لاءِ موڪلي وئي، ان بعد مون ڪاپي موڪلڻ بند ڪري ڇڏي.
6- سانگي جو اردو ۽ فارسي ڪالم مير حاجي علي احمد صاحب کي نظر ثاني لاءِ ڏنل هو. ڪافي ڪوشش جي باوجود مير صاحب سان ملاقات نه ٿي سگهي آهي.
7- سائين جن سنڌ جي ماڻهن جي مزاج ۽ نفسيات کان چڱيءَ طرح واقف آهن. ”جيئرن سان جهيڙو، مُئن سان محبت“ اسان جو بنيادي اصول ٿي چڪو آهي. بزرگن ۽ عالمن جي بيقدري، علمي جستجو کان بيزاري ۽ نيڪيءَ کان حسد پڻ چوٽ چڙهي چڪا آهن. حيرت ۽ ارمان ان وقت ٿئي ٿو جڏهن جويو صاحب ۽ رباني ۽ ٻيا ويهي ”ٻين متعلق تنقيدي جائزو“ ٿا وٺن. مون کي وٽن هڪ اهڙيءَ ڪچهري ۾ ويهڻ جو موقعو مليو. لوڪ ادب سلسلو ۽ ڊڪشنري بحث هيٺ گهٽ هئا. پر اوهان جي ذات جو جائزو گهڻو ورتو ٿي ويو، در اصل اهي ئي نادان دوست آهن، جي پاڻ سان گڏ ٻين لاءِ به کڏو کوٽين ٿا. گذريل هفتو سڄو ادبي بورڊ جي اڪائونٽ ۽ عمل جي آبٽ

هلي، آبڻ پارٽي ايڊيوڪيشن ڊپارٽمينٽ وارن جي مقرر ڪيل آهي. پارٽيءَ ۾ ميمبر مسٽر غلام رضا پٽو، مولانا غلام اصغر ونڊير ۽ ايڊوڪيشن ڊپارٽمينٽ جو اڪائونٽنٽ آهن. اسان جي آفيس جا ڪيش بوڪ ۽ ووچر فائيل به چڪاسڻ لاءِ گهرايا اٿن.

8- سردار علي شاهه اڳي ته فقط مسٽر جويي خلاف اخبار ۾ لکندو هو، پر هاڻي جملي بورڊ سندس تنقيد جي زد ۾ آهي. هڪڙي خبر سان آغاز ڪيو اٿس ته ”ادبي بورڊ ۾ گهوٽيون ۽ سيڪريٽري جو آبڻ ڪرائڻ کان انڪار“ ڪڏهن ڪڏهن سردار علي شاهه سان ملاقات ٿيندي آهي. غالباً هاڻي مخالفت مٿاهين ليول تي ٿي رهي آهي.

9- اڄ اوهان جي آفيس جو ٽيليفون ڊاڪٽر هاليپوٽي صاحب ڏانهن ٽرانسفر ٿيو.

انشاء الله وڌيڪ احوال ٻئي خط ۾ عرض رکبو. ائڊريس مولانا صاحب نقل ڪري روانگي رجسٽر ۾ محفوظ ڪئي هئي. جيئن ائڊريس لکي، ائين اسين به لکندا رهياسين.هاڻي درست ائڊريس ڪئي وئي آهي. مزار صاحب اوهان ڏانهن جدا خط لکڻ جي سانباهي ۾ آهي.

- محمد اسماعيل شيخ

.........2.......

• مورخ حيدآباد سنڌ (25-5-1977)، بطرف اسلام آباد

قبله ڊاڪٽر سائين،

السلام عليڪم: عرض ته موسيقي واري ڪتاب جا پروف موڪلجن ٿا. احمد کي جيترو چوڻو هو يا تاڪيد ڪرڻو هو، شايد ان کان وڌيڪ چوڻ جي گنجائش ٿي سگهي. آهيون ته سڀ ڏٺئي، پر احمد اسان جو اڳواڻ سونهي، پنهنجي مرضي سان ڪجهه ڪمپوزنگ ڏني اٿس. هلندڙ سال 1977ع جي اها پهرين ڪمپوزنگ آهي.

ممتاز جي اوهان سان گفتگو ٿيندي رهندي آهي، ان جي وسيلي سان مون تائين پيغام ۽ سلام اوهان جا پهچندا آهن، مهرباني.

شاهه جو رسالو پڻ اتيئي آهي، ٽيڪسٽ پورو ٿي ويو آهي. پٽي هلندڙ آهي.

2- لوڪ ادب جا ٻه ڪتاب، دودو چنيسر ۽ريتون رسمون ڇپائي هيٺ آهن. مولابخش ميراثي واري ڳالهه ختم ٿي آهي.

3- صادق فقير جو راڳ نامو، بورڊ جي پريس ۾ موڪلڻ کان اڳ اوهان کان رهنمائي وٺڻ ضروري آهي.

شاهه جي رسالي جا بيت، جيڪي راڳ نامي ۾ آيل آهن، اهي جيئن لکيل آهن تيئن رهڻ ڏجن يا انهن کي (1229-1270ه) واري رسالي سان پيٽي اها پڙهڻي لکجي.

- محمد اسماعيل شيخ

..........3............

• مورخ 25 جولاءِ 1989ع

قبله ڊاڪٽر سائين،

السلام عليڪم عرض ته اوهان جي اسلام آباد ڇڏي اچڻ تي مون ڪي توڙي گهڻن دوستن کي خوشي ٿي آهي. اڪثر دوست اوهان جي پڇا ڪندا رهن ٿا ته ڊاڪٽر صاحب جن ڪڏهن ٿا موٽي اچن انهن کي اوهان جي لکئي موجب ايندڙ مهيني جو ٻڌائبو آهي. ڌڻي خير ڪندو. اوهان جي صحت سلامتي جا گهورا آهيون.

عيد ۽ ان کان يڪدم پوءِ حيدرآباد شهر جون حالتون صحيح نه رهيون آهن، سنڌين تي حملن جو سلسلو ختم نه ٿيندو، ٻئي چوٿين ڏينهن هنگامو ٿيندو ئي رهندو، شهر جي ڪنهن نه ڪنهن حصي ۾ هڪ اڌ فائر سان ماڻهو زخمي ٿيندا رهن ٿا هاڻي ته شهري ماڻهو قدري ٺڪاڻوڪي کي پيٽاريي ته ويا آهن، پر تڏهن به جيئرو ساهه ٻچي ٿو. ٺڪاءَ ٿيو ناهي ته ڀڄ ڀڄان شروع، دڪان بند ٿيو وڃن، ماڻهو سِر لڪائڻ ۾ حيران. سنڄن ڪنڄن گهٽو ڪري ٻهراڙي يا ٻين شهرن مان آيل سنڌي ٿا جن کي پڇڻ جون گهٽيون ڪٽيو وڃن. مقامي ماڻهو به حادثن جو شڪار ٿيندا رهن ٿا. ڪنهن کي به ڪا سلامتي جي خاطري ڪانهي، پوليس ۽ فوج نالي ماتر آهي، جيڪي ڪن خاص هنڌن تي چونڪيون ٺاهيون ويٺا آهن يا گاڏين ۾ ويهي گشت ڪندا رهن ٿا.

* مراد علي خان منهنجو ننڍو ڀاءُ (مائيتو) هو. ڪيس پڙهائڻ جي ڪوشش ڪيم ۽ نيٺ وٺي وڃي علي ڳڙهه مان مئٽرڪ جو امتحان ڏياريم. ڪامياب ٿيو پوءِ وڏو سمجهدار ٿيو. سنڌ يونيورسٽي ۾ ڪلارڪ طور ڀرتي ٿيو ۽ پنهنجي چاڻ ۽ ايمانداري سان يونيورسٽي جي خزانچي جي اعليٰ عهدي تي پهتو. رحمه الله. نبي بخش

سنڌ ۾ بيچيني چو آهي، ان جا اسباب معلوم هوندي به سڀ سياسي يا سماجي تنظيمون مصلحتن ڪري ماٺ آهن. اميد ته اوهان خوش باش هوندا.

- محمد اسماعيل شيخ

........4.......

• مورخ ڊڪشنري آفيس، حيدرآباد سنڌ (25-1-1964)

قبله ڊاڪٽر سائين،

السلام عليڪم: احوال هن ريت آهي ته هت سڀ خيريت آهي، اميد ته سائين جن به خيريت سان هوندا، سياري جو سيءُ پنهنجي جوڀن تي آهي. چون ٿا ته هن سال جهڙي سردي گذريل 35 سالن ۾ نه ٿي آهي. هن سال حيدرآباد کان سواءِ سنڌ ۾ نوابشاهه ۽ سکر ۾ سخت سيءُ ٿيو آهي. اخباري اطلاع موجب سکر ۽ ان جي آسپاس برف پئي آهي. پائنجي ٿو ته اهو پارو آهي، جنهن کي همراهن برف وسڻ جو نالو ڏنو آهي. بهرحال سيءُ سخت آهي.

اڄ يونيورسٽي ۾ ڪا ميٽنگ هئي، جنهن ۾ پير حسام الدين راشدي صاحب به آيل هو. دستور موجب هن آفيس ۾ آيو ۽ اوهان جي خيريت معلوم ڪيائين. منهنجي آڏو ان وقت اوهان جا خط، مقدمن جون ڪاپيون ۽ به چار ڪتابن جون ڊميون رکيل هيون، جن جا مقدما ڇپجي رهيا آهن. اهي ڏسي نهايت خوش ٿيو، ۽ چيائين ته ڊاڪٽر صاحب جن کي منهنجي طرفان مبارڪ لکي ڇڏيو، وڌيڪ چيائين ته اوهان مهرباني ڪري نيويارڪ مان جيڪو محبت ڀريو خط لکيو آهي، ان جو جواب لکندس، پر تنهن کان اڳ وصيت وري به ياد ڏياريان ٿو.

1- سائين جن جا جملي خط پهتا، عشقيه داستان جو مقدمو پهتو، ڳيچن جي انگريزي مقدمي جا پروف هدايتن موجب مسٽر اڪرام علي ۽ جويو صاحب کان پڙهائي، ڇپائيءَ لاءِ ڏنا ويا آهن، ڳيچن جو سنڌي مقدمو ڇپجي ويو آهي، اوهان جي موڪليل صحت نامي مطابق درستيون ڪيون ويون آهن.

2- عشقيه داستانن جو صحت نامو نهيل ناهي، اوهان مهرباني ڪري صحت نامو موڪليندا، نه ته مقدمي واريون غلطيون، ۽ متن کي پڙهي ان مان اسين صحت نامو ٺاهي ڇپائي ڇڏيون.

3- عشقيه داستان جو جملي انگريزي مقدمو(ٽن قسطن ۾) مليو. جناب نون صاحب جن کي اوهان جو خط بذريعه ٽپال روانو ڪيو ويو. ٻئي ڏينهن مون سان ٽيليفون تي خط جي پهچ ڏنائين ۽ اوهان جي انگريزي لکيل مقدمي ۾ خصوصاً لاکي ڦلاڻي واري حصي پڙهڻ جي خواهش ڏيکاريائين. مون لاکي ڦلاڻي وارا ٽائيپ ٿيل پيج مولانا صاحب جي هٿان ڪيس پهچايا، جي وري پاڻ موڪلي ڏنائون.

4- اميد ته اوهان کي ايڊيوڪيشنل جرنل ( ٽي ڪاپيون)، ۽ ٻيو هڪ اوهان جو لکيل مضمون (ٽي ڪاپيون) پهتيون هونديون. اوهان جي ڏنل ائڊريسن تي لوڪ ڪهاڻيون، ۽ جرنل جون ڪاپيون موڪليون ويون آهن. اميد ته انهن صاحبن کي مليون هونديون.

5- اوهان جي حڪم موجب هرنام سنگھ ”شان“ کي لنڊن ۾ ڇپيل بيلاين جا ٻول جي هڪ ڪاپي موڪلي وئي آهي. پهچ ڏني اٿس، ۽ ڪن لوڪ گيتن ۽ ٻئي مواد جي گهر ڪئي اٿس، اسان ڪيس ڪو جواب ڪونه ڏنو آهي. اوهان جي ائڊريس به گهري اٿس.

6- شاهه عنايت جي رسالي جا 28 پيج سائين جن ڏانهن موڪليا ويا آهن. نصر پور وارو شاهه صاحب آيل هو. مراد علي خان سان گڏجي آيو، ان وٽان به اوهان کي خط ۾ احوال ملندو. شاهه صاحب مارچ ۾ حج تي ويندو، سندن چوڻ آهي ته رسالي جون به ڪاپيون ملن ته مديني پاڪ جي لئبريري ۾ تحفي طور ڏنيون وڃن. اوهان جو

جيئن حڪم هجي، تيئن ڪجي، مون کين اهو ٻڌايو آهي ته ڊاڪٽر صاحب جن مارچ ۾ اچي ويندا. ٻيءَ صورت ۾ مارچ تائين رسالو مڪمل ٿي ويندو.
7- عشقيه قصن جي ڊسٽ ڪور جي ڊزاين ۾ ڇا رکجي، شايد مرزا صاحب کي اوهان جو فيصلو معلوم هجي. منهنجي خيال ۾ ساڳي لوڪ ڪهاڻين واري ماڻهن جي پٺي هلندي ۽ مٿان پرين واري پٺي ڪڍي ڇڏجي.
8- ڳاهن سان ڳالهين جي مقدمي جون به سليون مليون. مهرباني هدايتن موجب درست ڪري مهاڳ سميت پريس کي موڪليون ويون آهن. مهرباني ڪري تصديق ڪندا ته ڪتاب ۾ بنا ڳاهن ڳالهين جو تعداد (10) ڏهه آهي ۽ نه ست- انشاالله پروفن جي بار کي ڪٽي ذميداريءَ سان منزل تي پهچائبو.
9- لوڪ ڪهاڻين جي مقدمي ۾ ڪهاڻين ۽ آکاڻين جو مجموعي تعداد ڇاڻائبو آهي.
ڳاهن سان ڳالهين جي مقدمي جي بالڪل آخر ۾ پئرا هن طرح ٿيندي؛
”هن سلسلي ۾ پهرين ڇهه جلدن ۾ ٻه سئو ڇهانوي (296) ڪهاڻيون ۽ ڳالهيون ۽ آکاڻيون متن جي تحقيق ۽ تصحيح سان پڙهندڙن جي آڏو اچي وينديون ۽ سنڌي لوڪ ادب جي سرمايي جو هيءُ قيمتي حصو هميشه لاءِ محفوظ ٿي ويندو“
10- بيتن جي ڪتاب ۾ سانوڻ ڇيڇي ڇڪو آهي. لوڪ گيت ڪتاب ڇيڇي ڇڪو آهي. هڪ خط ۾ اوهان جي پڇيل سوالن جا جواب هن طرح آهن:
لوڪ ڪهاڻين جي سلسلي ۾ ڪتاب (1) بادشاهن ۽ راڻين، شهزادن ۽ شهزادين جون ڳالهيون (2) بادشاهن، وزيرن ۽ سوداگرن جون ڳالهيون (3)پرين، ديون، جادوگرن ۽ ڏائڻن جون ڳالهيون (4) بادشاهن، شاهوڪارن، ڏاهن، ٺڳن ۽ ٻين جون ڳالهيون، (5)ٻاراڻيون آکاڻيون (6) جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون (7) ڳاهن سان ڳالهيون.
11- ڳاهن سان ڳالهيون جو مهاڳ دوباره ڇپبو ته مهاڳ جي آخر ۾ لکيو ويندو آهي ته ”سنڌ يونيورسٽي، حيدرآباد سنڌ“ ۽ تاريخ پوءِ هن مهاڳ جي آخر ۾ ”نيويارڪ“ لکيو ويو آهي، ۽ بهتر به ائين ٿيندو.
12-يونيسڪو وارن بورڊ کان ڪو ڪتاب ترجمي ۽ اشاعت لاءِ گهريو. بورڊ وارن کين پيرومل جي تاريخ موڪلي ڏني هئي. يونيوسڪو وارن اها نامنظور ڪئي آهي. وري بورڊ وارن طرفان کين لوڪ ڪهاڻيون-1 موڪليو ويو آهي.
- شيخ محمد اسماعيل
......5.......
• مورخ 7 فيبروري 1964ع، ڊڪشنري آفيس، حيدرآباد
قبله سائين،

السلام عليڪم: احوال عرض ته هتي ڪل خير آهي، جملي سنگت کي اوهان جي خيريت ڏٺي جي درگاهه مان مطلوب آهي.
اوهان جو خط مورخ 30 جنوري، ڳاهن سان ڳالهين جي مقدمي سميت مليو، هن مقدمي جون ڀه سلپون اڳ ۾ ئي ملي چڪيون هيون، باقي چار سلپون ٻيءَ قسط ۾ مليون ۽ ڳاهن سان ڳالهين جو سنڌي مقدمو مڪمل ٿيو. باقي انگريزي پيجن جو انتظار آهي، مقدمو ڏسڻ ۾ ڇهه سلپون آهي، پر واقعي ماڻ پڪو آهي. ٻن سلپن مان ست پيج ڪمپوز ٿيا. سو ڀه پريس وارن.12 پائنٽ ۾ ڪمپوزنگ ڪئي، تڏهن ست پيج ٿيا، نه ته اٺ يا نو پيج هروپرو ٿين ها. ساڳي حالت انگريزي مقدمه جي آهي.
اوهان جي لکيل ڪاپي مسٽر عبدالحڪيم تي ڏينهن ٽائيپ ڪئي. اوهان ڪنهن گذريل خط ۾ اهو لکيو هو ته جڏهن مقدمه رف لکي، وري فيئر ڪرڻا ٿا پون تڏهن عبدالحڪيم ۽ ممتاز مرزا ياد ٿا اچن. حقيقت اها آهي ته اسان کي پڻ اهو ئي خيال ايندو هو ته ڊاڪٽر صاحب جن کي ڪيڏي نه تڪليف ٿيندي هوندي، ۽ ان کان پوءِ پهتل مواد مان پڻ تمام گهٽي محنت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو.
”عشقيه داستانن“ جي سنڌي مقدمي ۾ ”سنڌ راڻيءَ جي قبر جو بلاڪ ڇپايو ويو آهي. ڳاهن سان ڳالهيون جو جملي مقدمو ڪمپوزنگ لاءِ ڏنو ويو آهي، جاڙو پيمجي ۽ غلام شاهه ڪلهوڙي بابت اوهان جو نوٽ موجود هو. اهو پڻ مقدمي سان گڏ ڪمپوزنگ لاءِ ڏنو ويو آهي. اهو ساڳيو نوٽ منهنجي خيال ۾ تصحيح لائق آهي، ڇاڪاڻ ته اڳ ۾ اهو متن ۾ ڇاپڻ لاءِ لکيو ويو هو، پر هينئر مقدمي ۾ شامل ٿيندو. تنهن ڪري اهو جنسي نقل ڪري هن خط سان گڏ عرض رکان ٿو، مهرباني ڪري تصحيح ڪري موڪليندا ته ان مطابق پروفن ۾ درستيون ڪيون وڃن.
ڳاهن سان ڳالهين جي مقدمي بابت اوهان جون هدايتون آڏو آهن، انهن مطابق عمل ڪيو ويندو. انشاالله ذميداريءَ سان پوئواري ڪئي ويندي.
شاهه عنايت جي مقدمي وارا پيج بورڊ وارن کان معلوم ٿيو ته انهن هوائي ٽپال ذريعي موڪليا آهن، اميد ته پهتا هوندا.
شاهه صاحب (نصرپور وارو) دوباره ايندو ته کيس رسالي جي هڪڙي ڪاپي ڏبي.
حافظ صاحب کي اوهان جا سلام پهچايا ويا. هيلوڪي رمضان شريف ملڪ ۾ ڪجهه تپ تاءُ ڪيو، اَسُر جو اُٺڻ، ٿڌي پاڻيءَ سان واهپو، مراد علي خان به زڪام ۾ ورتو پيو هو. هينئر ڪجهه فرحت اٿس، مرزا صاحب روزا ڪونه رکيا، پر روائتن جي تپ ۾ وچڙي پيو. ٻه چار ڏينهن ڊاڪٽر جو در پيٽيائين. اجا به رات جو تپ ڦيرو ڪيس ٿو.

پنهنجي آفيس جي همراهن محمد يوسف ۽ محمد بچل رڱ ڪڏائي روزن سان هٿ ڳنڍيا، پر ٽن ٽن روزن کان پوءِ، رمضان سان سلام اليڪي به ڇڏي ڏنائون، ڪنگهه ۽ زڪام مان اجا تائين جند نه ڇٽي اٿن، اوهان جا سلام کين رسايا ويا هئا، موٽ ۾ سلام عرض رکن ٿا.
منهنجي طبيعت ٺيڪ آهي، هر سال هڪڙو روزو رکبو آهي، هن رمضان ۾ به آخر جمعي جي روزي جي تياري آهي، مرزا صاحب به اوهان جي خط لکڻ لاءِ لفافو گهرائي رکيو آهي، پر پائنجي ٿو ته اجا ايتريون ڳالهيون وٽس گڏ نه ٿيون آهن.
”عشقيه داستان“ جي ٻمي اسان وٽ آهي، ان تان صحت نامو ٺاهي پريس کي ڏنو ويو آهي.
تازو عرض- سائين جن وٽ به رمضان شريف آهي يا نه؟ پيو ته عيد ويجهي آهي، عيد مبارڪون اڳواٽ موڪلجن ٿيون.........*
- شيخ محمد اسماعيل
..........6........
• مورخ حيدرآباد سنڌ (5-12-1963)
قبله سائين،
احوال عرض ته اوهان جو خط مراد علي خان جي معرفت مليو، ۽ ٻئي خط ۾ سلام پهتا. ياد آوري جو شڪريو. اوهان جي خط جو گهڻي کان گهڻو انتظار رهندو آهي. مون کان گهڻا ماڻهو اوهان جي ائڊريس وٺندا آهن، ٿي سگهي ٿو ته اوهان ڏانهن خط لکندا هجن، اوهان ڏانهن سلام به گهڻئي دوست ۽ اوهان جا نياز مند چوندا آهن. هن وقت ياد فقط حسين فقير هگوري جو نالو آهي، جنهن باربار يادگيري پئي ڏياري آهي، مسٽر عبدالحڪيم ۽ مسٽر سعيد کي سائين جن جا سلام پهچايا ويا، تمام خوش ٿيا ۽ موٽ ۾ سلام عرض رکن ٿا.
-1 سائين جن جي موٽڻ بابت ماڻهن جي پڇا شدت اختيار ڪندي وڃي. اسين به ڪوڙ هٽي هٽي هاڻي صفا ڪوڙا ٿي پيا آهيون ساڳئي ماڻهو کي ڪڏهن ائين ٿا ٻڌايون ته ڊاڪٽر صاحب جن اچڻ وارا آهن، ته ڪڏهن ائين ٿا ٻڌايون ته ٻن مهينن بعد- آخرين جواب اهو ئي بهتر ثابت ٿئي ٿو ته خدا بهتر ٿو ڄاڻي ته ڊاڪٽر صاحب جن ڪڏهن موٽندا. البته ماڻهو ماڻهو ڏسي جواب ڏيڻو ٿو پوي. مثلاً، سنڌي ادبي بورڊ سان واسطو رکندڙ ماڻهن کي ايندڙ مهيني جو ٻڌائبو آهي، هينئر کين ڊسمبر مهيني جو ٻڌايل آهي ته ڊاڪٽر صاحب جن ڊسمبر مهيني ۾ موٽي ايندا.
2- لوڪ ڪهاڻيون-6، جانورن ۽ پکين جون آکاڻيون جو متن ڇپجي چڪو آهي. ان جو مقدمو هفتي کن ۾ اتاري اوهان کي درستين لاءِ عرض رکبو.

3- لوڪ ڪهاڻيون 2 ۽ 3 ڪتاب، جيڪي بائيڊنگ ۾ هئا شايع ٿي چڪا آهن.
4- اوهان جي ڏنل ائڊريسن تي لوڪ ڪهاڻين-1، جون ڪاپيون روانيون ڪيون ويون آهن.
5- ڪتابن جي ڇپائيءَ جي رفتار سراسري چڱيري آهي.
6-سنڌي ائڪيڊمي ۾ مقرر ٿيل به ريسرچ اسسٽنٽ روانا ٿي ويا. لغاري ته پين جي مرضيءَ سان ۽ محرم خان پنهنجي گهريءَ ويو. محرم خان سنڌي ڊپارٽمينٽ ۾ ٽيوٽر آهي.
7- خاص عرض هن ريت آهي: اوهان جي وڃڻ کان پوءِ ادبي بورڊ (سيڪريٽري) وارن هن آفيس کي بورڊ جي هيڊ آفيس ۾ منتقل ڪرڻ جو پختو ارادو ڪيو. انهيءَ رٿ کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڇهن ايڊيٽرن تي مشتمل بيورو قائم ڪرڻ جي تجويز بورڊ بحال ڪئي. هڪڙو ايڊيٽر لغت لاءِ ۽ ٻيو ايڊيٽر لوڪ ادب جي ڪم هلائڻ لاءِ، به ايڊيٽر پير حسام الدين جي ماتحت ڪم ڪندا ۽ به ايڊيٽر بورڊ جي متفرقه ڪم لاءِ اهي ڇهيئي ايڊيٽر سيڪريٽري جي زير نگراني ڪم ڪندا. لوڪ ادب ۽ لغت جو ڪم بدستور ڊاڪٽر بلوچ جي هدايتن ۽ نگرني هيٺ هلندو، پر ان جي آفيس بورڊ جي هيڊ آفيس ۾ رهندي ( سيڪريٽري کان روبرو خبرن چارن ڪندي معلوم ٿيو ته ڊاڪٽر صاحب جن بورڊ جي هيڊ آفيس ۾ اچي ڪم سنڀاليند، چو ته يونيورسٽي ۽ بورڊ جي آفيس ۾ گهڻو پنڌ ڪونهي. منهنجي متعلق اڻ سڌي طرح معلوم ٿيو ته جيڪڏهن سليڪشن ڪميٽي مون کي بطور ايڊيٽر چونڊيو ته 250 رپين پگهار سان مقرر ڪيو ويندس. ٻي صورت ۾ جيڪو پگهار ڪٽان ٿو، يعني 150 رپيا، ان تي ڪونه ڪو ڪم منهنجي حوالي ڪيو ويندو. لوڪ ادب آفيس ۾ في الوقت پارٽ ٽائيم طور ڪم ڪندڙ ورڪر ختم ڪيا ويندا. مون کي جيڪڏهن ساڳيو پگهار قبول نه ڪرڻو هوندو ته واپس ماستريءَ ۾ وڃڻو پوندم) ڏنگين ۾ آيل احوال جويي صاحب سان مختلف ملاقاتن ۾ ٿيل خبرن چارن جو اختصار آهي.
جناب اعليٰ، عرض هن ريت آهي ته اوهان کي هن سيڪريٽري صاحب انهيءَ بابت لکي (۽ ضرور لکندو، چاڪاڻ ته اوهان کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ هيءَ آفيس بند نه ڪندا، تنهن کان سواءِ مون به کيس انهيءَ ڳالهه تي آندو ته اوهان کي خط لکي) ته اوهان مهرباني ڪري انهيءَ تجويز کي عمل ۾ نه آڻڻ لاءِ مشورو ڏيندا، جيستائين ڪ اوهين خير سان موٽي اچو.
آءُ هتي کين اوهان جي اچڻ تائين ترسائيندس. اوهان جي حڪم کان سواءِ هي آفيس نه بند ٿيندي ۽ نه وري هتان ڪو پنو ئي بورڊ کي ملندو پوءِ کڻي اسان کي پگهار نه ڏين. اسين پاڻهي ماريو ڪُٽيون کائڻ پگهار وٺيو ويٺا هونداسين. جيئڻ دير تيئڻ خير.

8- مهرباني ڪري انهيءَ معاملي جو زياده خيال نه ڪندا، اهي لفظ فقط اوهان جي اطلاع لاءِ عرض رکيا ويا آهن، نه ته جيڪر اهو احوال ڪونه لکان ها. اهو احساس اٿم ته هڪوار هتان آفيس کنئي ته پوءِ اهو مزو نه رهندو.
9- مون اڳ ۾ رهيل مقدمن جي لکڻ لاءِ عرض ڪيو هو. جيڪڏهن اهو ڪم سائين جن جي ٻئي ڪم ۾ هرج وجهي ته پوءِ جلدي ڪانهي، وڏيڪ سائين جن مرضي جا مالڪ آهن. سلام آفيس جي دوستن جا مطالع ڪندا.
- شيخ محمد اسماعيل

محترم سائين محمد اسماعيل نون
لاڙڪاڻه (..........4-8)
برادرم ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: شڪر ٿيو: ڪري جيڪي قدرت انسان جي وس ۾ ڪجھ نه آهي.
مان انشا الله چنچر ڏينهن 3 بجي شام واري مهراڻ ۾ خيرپور کان روانو ٿيندس ۽ اٽڪل 7 بجه شام حيدرآباد پهچندس. منهنجي لاءِ چاچي در محمد خان واري هوٽل يٽرب ۾ سنگل روم رزرو ڪرائي ڇڏيندا. چاچي کي احوال ڏيندا ته هو به بندوبست ڪندو. وڌيڪ احوال روبرو. تاريخ 15 کان ڳڙهي خيري منزل آهي، ڪچهري هڪ چاچي وٽ ۽ هڪ شهنواز خان وٽ ٿئي ته چڱو اهو فيصلو روبرو ڪبو. آءُ انشاالله مهراڻ ۾ ايندس، ڪو اتفاق ٿيو ته وري ڪنهن ٻئي گاڏي ۾ ايندس. بهرحال سيئي سهنج ٿيندا، واٽين واري مهورت ته ٿي. - اسماعيل نون
...........2............
• مورخ 3 جولاءِ 1965
برادرم ڊاڪٽر صاحب،
هتي سگهڙن جو ساٿ توهان جو تمام گهڻو پڇي رهيو آهي. دلاسا ته مون کين گهڻائي ڏنا آهن. پتافي به آيا هئا. مير شاهنواز خان وارا به ڪچهري لاءِ سنبريل آهن، بهرحال ٻه چار ڏينهن رکو ته ڪچهريون ڪريون. احوال ڏيندا. علي محمد خان جي شادي جي تاريخ به مقرر ڪري احوال لکندا.
طرف هن ڪل خير آهي، سلام مامي، مراد علي خان ڊاڪٽر شريف (لکپڙھ هٿيڪي آهي) اسماعيل مرزا ۽ طالب وارن کي عرض رکندا.
- اسماعيل نون
.........3.........

مورخ 1963-12-22ع، ايڊيشنل ڪمشنر حيدرآباد
ڊيئر برادر،
السلام عليڪم: نوازش نامو پهتو، ڏاڍي خوشي ٿي اوهان جا سلام سنگت کي ڏجن پيا، حسن علي خان، پير ملوڪ شاهه، رئيس ڪريمداد خان مري، عبدالله خان وغيره دوستن خاص طرح توهان کي سلام عرض رکيا آهن، بيڙو فقير انهيءَ ارمان ۾ آهي ته ڊاڪٽر صاحب کي سندس لکيل خط مليا يا نه- بهرحال سڀئي دوست دل سان ياد ڪن ٿا. نواب صاحب سان خاص طرح احوال ٿيا. پهريائين ته طهران لاءِ تيار ٿيو، بعد ۾ وري صلاح ڪئي اٿس ته مڪي شريف هلي عمره ڪريون. سڀني ڳالهين ۾ مون ”ها“ ڪئي ٿي مانس. هاڻي ڏسجي ته نواب صاحب اهو وقت ماڳهين حيدرآباد اچي ٿو يا نه، حاجي محمد سوڍو ويجهڙائي ۾ اصل نه مليو آهي، نياپا سندس ايندا رهن ٿا. ڪَندلا بنسبت اسان سڀني سوالن جا جواب ناهي لکيا هئا. ڪَندلا کي هتي ڪجھ ٻئي نالي سان سڏين ٿا. سمنڊ جي ڪناري ته ڊورن واري زمين ۾ ٿئي ٿو. انهيءَ وڻ جي چوڏن مان ميربحر رڇ وغيره رڱيندا آهن. ڪڇ جي طرف به چون ٿا ته آهي. واپار وغيره ۾ ڪونه ٿو هلي. تِمر کان البت قد ۾ ننڍو ٿئي ٿو. وڌيڪ احوال حاجي سوڍي جي ملڻ تي ڏيڻ جي ڪوشش وٺندس. پير صاحب بادشاهه ۽ وساڻ ڪافي بندوبست رکيو هو. اوهان کان جدا ٿي، وساڻ کي مون به ٻه ٽي دفعا تلقين ڏني ۽ مونسان انجام ڪيائين ته آءُ موقعو ڏسي اهو ڪم ڪندس، انهيءَ ناهه ۾ جزوي زميندار ۽ ڪافي ڪامورا شايد ناراض هجن. باقي عام پبلڪ ۽ خير خواهه طبقو سڀيئي راضي آهن. مخالف طبقي جو وس نٿو هلي چاڪاڻ ته پير صاحب بادشاهه هڪ دفعو فيصلو ڪيو ته بس باقي وساڻ به سياسي آدمي ٿي ڪري انجام جو بلڪل پڪو آهي.
الله پاڪ اوهان کي شاد ۽ آباد رکي، سردين ۽ گرمين جا پاڻ هيراڪ آهيون، موقعو قدرت ڏياري ٿي. توهان وقت جو پورو پورو فائدو وٺندا. انهيءَ ملڪ (آمريڪا) ۾ ماڻهو ماڻهو جو قدر آهي. هتي ته ريون سڀ ڪار ڀوڻيون. اهي ماڻهو ته قدر شناسي ڪري خطاب به ڏيندا، جائز ورڪا به ڪندا مگر اسان جا ماڻهو حاسد پنهنجي کي اصل نه سهن، بهرحال اپني توڙ نباهوڻي اسڪي او جاني، اوهان جا پنري وارا پيغام ته پهتا مگر جنهن ۾ خير.
هن طرف بلڪل خير آهي. توريو تباهه ٿي ويو آهي مرض سبب ڪٽڪ پلي آهي، تپاولي ڪانهي، شهدادپور ۾ ڊپٽي مير اعجاز، مختيارڪار سنجهوري به موڪل جي درخواست ڪئي آهي، ڏيپله جو ميمڻ هو. الاهي بخش خان شهدادپور مان بدلي ٿي ٽنڊو آدم ميونسپل جو چيئرمن ٿيو آهي. بيڙو ٿيئن شادي جي تياري ۾ آهي. مامو

ويجهڙائي ۾ ڪونه مليو آهي، جيپ نئين مون وڪٽي ڇڏي آهي، هاڻي هڪ ڪٽارو آهي. بهرحال پنهنجي نوڪري اهو ڪٽارو به سٺي ڏيندو. پنگر صاحب به پنهنجي غلطاني ۾ آهي. چاچو در محمد ڪونه مليو آهي. اهي احوال. اوهين اميد ته مارچ جي پهرين هفته ۾ موٽڻ وارا ٿيندا. آءُ ۽ نواب صاحب به ٽيسٽائين پروگرام ٺاهيندا رهنداسون. ڏسجي ڪو پروگرام شايد بيهي. مير حسن ۽ ملان اچ ڪلهه موڪل تي آهن. اوهان کي سلام عرض رکن ٿا.

- اسماعيل نون

....4...

• مورخ 17 سيپٽمبر 1963ع

عزيزم،

السلام عليڪم: انهيءَ وڻ کي سنڌ جي ايراضي اندر چانئر يا چئونري سڏين، ڪچ جي حدن اندر خبر نه آهي ته ڇا سڏجي ٿو. 2- ساڪري ۽ ڪيٽي بندر وارين ايراضين ۾ ٿئي ٿو. 3- هي وڻ کاري جي درياهن جي ريلن تي، پلن ۾ ۽ ڍورن ۽ پيٽن ۾ ٿئي، 4- تمر کان پن ٿورو وڏا ۽ بگها، تمر جي پن جي پوڇڙي سنهي پر هن جو پن سڄو هڪجهڙو ۽ اچائي ۾ تمر کان ننڍو، تصوير گهڻو ڪري ساڳي، ڪاٺي تمر کان سنهي، رنگ ۾ ڳاڙهي، ٿولهه ۾ ٻانهن جهڙي مضبوط، تمر کي سرو لڳي هن کي نه لڳي. قد ڇهه ست فوٽ ، گهٽ ۾ گهٽ قد اڍائي فوٽ، 5- ٻارنهن ئي مهينا بيٺو آهي. باقي ڦريون سانوڻ جي مند ۾ وجهندو آهي. ڦريون ٻه اڍائي انچ ٿورو ونگيون، ٿولهه ۾ مڱن جي ڦرين کان ڪجهه وڌيڪ رنگ جون ڳاڙهيون. 6- هي وڻ سدائين پيو وڌجي. ڪو خاص وقت ڪونهي. 7- کلن رنگڻ جي ڪم کانسواءِ هن کي اٺ مينهون به کائين، ٻارڻ ۽ اڌاوت ۾ به ڪم اچي ٿو. لوڙها به ٺاهين. ڪاٺي سڌي ۽ مضبوط ٿورا چل ٿيندا اٿس. ڪجهه ائين پيو معلوم ٿئي ڇڻ ٻُل يعني گرين جو نمونه اٿس.

8- هن جو ڇوڏو رنگڻ جي ڪم اچي ٿو. هن وقت به ماڻهو ڪپڙا ۽ مڇين جا رڇ ان مان رنگين، حاجي محمد سوڍي مهرباني ڪري هي سڄو مواد روبرو جاچ بعد لکائڏنو. انهي وڻ کان سواءِ ۽ تمر کان سواءِ کاري ۾ به ڪوبه وڻ نه ٿئي ۽ نه ٿيندا. البت گاهه ٿورو گهڻو ٿئي. وڻ پڪ اهو. هن وقت ٻاهر موڪلڻ وغيره جي ڪم ڪونه ٿو ٿئي. هي وڻ تمر سان گڏ به ٿيندو آهي.جهڳٽن ۾ گهٽي انداز ۾ به ٿئي، احمد فقيراڻي جت جو چوڻ آهي ته بهاول سنجراڻي ويٺل لڳ ڇوهڙ جمالي کي سجاول جي ڊاڪٽر کان ڏس مليو ته ٽي بي لاءِ چانئر جون ڦريون ڪاڙهي پيئجن. احمد فقير ڦريون بهاول کي موڪليون. بهاول کي ٽي بي هئي. ڦرين ڪاهڙي پيئڻ سان هن کي ٽي بي ڇڏي وئي. اهي احوال. هاڻي وري زمانه جو احوال. احمد ميان ۽ چام انور ڪٽيو،

ناري واري سيٽ تي هاڻي سندرا پيا ڪن. علي خان هڪ طرف، ٻئي طرف فتح الدين شاھ يا محمد عثمان يا محمد هاشم. اڄ علڻ خان مليو. سلام عرض رکي ٿو. رات وٽس ماني آهي. همراھ زور آهي، آخوند به گهڻا سلام چوي ٿو. روبرو ويٺو آهي، ڏاڙهي اچي ٿيندي وڃيس ٿي. حاجي محمد سوڍي جا سلام. پونگر بادشاھ (پنگر) به زور آهي. ٿر ۾ بارش مڙيئي ڪجھ نه ڪجھ ڪري وڌو آهي. باقي جبل تي الله جو نالو آهي. پيڙو فقير توهان ڏي خط لکڻ جا خيال پيو ڪري، فصل سٺا آهن، ٿپاولي ملڪ ۾ ڪانهي، موسم بدلجي پيئي. جرمن ڊاڪٽر مسٽر ويسٽ فال ڪراچي پهتل آهي. نٿي وڃڻ ٿيو مگر حسن علي خان هٿ نه آيو. شايد ڳالھ وسري ويس. اوهان جو غاليچو اڃا هٿ نه آيو. مغل هٽي ٿو هيڊ منشي تي هيڊ منشي وٽ خاص ماڻهو موڪليل آهي. حاجي سوڍو به 26 تاريخ سيپٽمبر تي حيدرآباد احوال آڻيندو، هاڻي احوال ڏيو ته توهان ڪڏهن موٽندا. حيدرآباد ۾ سنگت ڪانهي. نئين سنگت جو زمانو ڪونهي.
چاچي در محمد اُڏي جي گهر واري فوت ٿي ويئي آهي. اڄ خط لکانس ٿو. اوهان جا سلام لکندس. محمد خان جوڻيجو وزير هتي آيو هو. چڱي خلق سان مليو. ڊاڪٽر هاليپوٽو نٿه واري پير صاحب بادشاھ جي مهرباني سان خيرپور بدلي ٿيو، مامون يا مراد علي خان نه مليا آهن. اوهان اميد ته بلڪل خوش هوندا. اوهان جي طبيعت انهيءَ ملڪ ۾ ضرور خوش هوندي جو ٿڌو ملڪ آهي. محمد فقير واري ڳالھ، احوال ته گهڻا آهن پر في الحال دعا خير ٿا پڙهون.- اسماعيل
........5.......
• مورخ 10 آڪٽوبر 1964ع
برادرم ڊاڪٽر صاحب،
السلام عليڪم: مامون ڪالھ ڪورٽ ۾ مليو. ڪنهن ڪيس ۾ آيو هو. اوهان جو احوال ڏنائين. مون اوهان صاحبن کي خط اڳيئي لکيو آهي، مگر اها حرڪت شايد اسان جي پاپي پٽيوالن جي ٿي ڏسجي جو خط ٽپال ۾ نٿا وجهن.
• مورخ (22-10-1964) السلام عليڪم : ڏهين تاريخ جو اڏ ۾ چڏيل مٿيون خط اڄ هٿ اچي ويو. هاڻي محمد اسماعيل کان توهان جو خط مليو. ڏاڍي خوشي ٿي، حاجي محمد سوڍو خان به ڪالھ آيو هو، طرف هن ڪل خير آهي. ايران جو پروگرام اسانجو بلڪل پڪو سمجهندا مگر موڪل ملندي صرف 7- 8 ڏينهن. انهيءَ عرصه ۾ جيڪي پهچي سگهيو اهو ڪبو. بهرحال اوهان جي بنسبت وري به وڌيڪ گهمڻ بنست (نواب) حاجي محمد علي خان سان صلاح ڪري احوال ڪندس. پنگر صاحب کي تاريخ 20 جنوري فجر واري گاڏي ۾ ڪراچي اماڻيو اٿم. اڄ تائين احوال نه ڏنو

اٿس. سپاٽي ڪيس ڳولي هٿ ڪري سمورو احوال(Car) بنسبت لکندس. هي خط في الحال هٿ چڙهيو آهي ته لکي چڏيان ٿو. حاجي محمد سوڍو، حسن علي خان، محمد صديق، آچار مستري وغيره سڀيئي خوش آهن. اوهان جي اچڻ لاءِ واجهائن پيا جو ڪين ڪچهري جي ٻاڙ لڳي آهي. پيڙي فقير جو حُليو ڦري ويو آهي. سڄي ڊويزن جو بار مٿس آهي، اوهان کي وقت به وقت ياد ڪندو آهي. ڊپيوٽي ڪليڪٽر توهان وٽ غوث بخش ميمڻ ۽ مختيار ڪار مسٽر سهاڳ نٿه وارو آيل آهن، وقت پيو گذري مگر دل خوش نه آهي. روزا رکون پيا. سردي هن سال تمام گهٽي پيئي آهي. فصل سٺا آهن، ڪيلن جي پوک جي پٺيان ماڻهو ڪاهي پيا آهن، اوهان سيڪنڊ هينڊ جيپ لاءِ به ويچار ڪجو. چاڪاڻ جو انهيءَ ملڪ جي سيڪنڊ هيند اسان جي فرسٽ هيندن کان بهتر هوندي. بهرحال، سال چڱو آهي، ڪو نه ڪو خفو ضرور ڪٽندا، گهڙيا سي چڙهيا ائين اٿيئي.
پنگر صاحب کان اڄ احوال وٺي خط لکندس، پنگر به بادشاهه ماڻهو آهي، خشڪ صاحب قلعي آفيس ۾ براجمان آهي. توهان جو پڇندو آهي ۽ سلام به چوندو آهي، اهي احوال سائين کي ڏيون هاڻي جيءَ اوهان جا سلام.
لاکي برابر مونجهارو پيدا ڪيو هو. لاکو ۽ پيا جيڪي به شاهه صاحب ياد ڪيا آهن، انهن بنسبت ڪڇ جي سرزمين تي وڃڻ به واجب ٿيندو. ڪجهه نه ڪجهه لوڪ ڪهاڻيون به ظاهر ڪنديون. ڪچهرين جو سلسلو ڪي نه ڪي همراهه رکڻ جي ڪوشش پيا ڪن مگر نه ڪين طريقو ٿو اچي ۽ نڪو حِس آهي. بهرحال اچا هنن کي اڳتي ڪرڻ جي ضرورت آهي. صادق صاحب دادو جو ڊپيوٽي ڪمشنر ٿي پهتو آهي. پٺائي ڪميٽي ۾ اوهان جو نالو به آيو آهي.
- اسماعيل
..........6..........
• مورخ 4 فيبروري 1964ع
عزيزم،
السلام عليڪم: چٺي مير سهراب واري هن طرح ٿي شروع ٿئي ته هت ڪل خير آهي. خط پڙهي دل بيحد خوش ٿي. اڄ پورل شاهه مليو. حال احوال ڪياسون. پيا ته همراهه امام علي خان وارا وغيره مليا. ڏاڍيون دعوتون چيون اٿن. بخش علي شاهه به مليو. همراهه حج تي وڃي ٿو. مطلب ته دوست ملندا رهن ٿا ۽ اوهان جو پڇندا رهن ٿا. شئاق به بلڪل اُپاڻڪا ۽ ٻاڙيل آهن. ڪچهرين وغيره جو سلسلو ملڪ ۾ ڍرو ٿي ويو آهي. ايڪڙ ٻيڪڙ ڪا ڪچهري ٻڌجي ٿي ته اها به بي رس ۽ بي چس لڳي ٿي.

صرف ڏيکاءُ طور ڪاپي ٿئي ٿي. انهن ڳالهين کي نئين سر جاچائڻ لاءِ اوهان جو سايو ئي ڪافي آهي.
هن وقت يونين ڪائونسلن جي تڪبندي هلي پيئي. وڏيرن جون چڪريون آهن. مامون ته الاجي ڪٿي آهي. تڪ نئين سر ٺهندا. انهيءَ بعد چونڊن لاءِ پروگرام ٺهندو. پانڊياڻي، محمد خان سومرو، جي. ايم شيخ رٽائر ڪري ويا آهن، خشڪ صاحب اوهان کي سلام لکڻ لاءِ مون تي اگهي بار رکيو آهي. خشڪ صاحب کي منهنجا گهڻا سلام چوندا. اهو همراه انهيءَ ملڪ مان پورو فائدو وٺڻ جهڙو آهي. لاکي وارو نوٽ پڙهيم. ڪافي نئين معلومات حاصل ٿي. شاه عنايت لاءِ گهڻا ماڻهون منتظر آهن. اسان جي ڪمشنر بهادر منهنجو نالو نيپا ٽرينگز لاءِ موڪليو آهي. ان موجب رمضان بعد ٽي مهينا لاهور يا پشاور رهڻو پوندو، مگر الله پاڪ جي مهرباني سان ڪجھ بندوبست ٿيو آهي. اميد ته بچاءُ ٿيندو. اپريل جي پهرين هفتي ۾ (ايران لاءِ) جيڪي به تاريخون مقرر ڪريو. آءُ انشاالله حاجي صاحب سان گڏ يا علحدو ڏهن ڏينهن لاءِ اچي حاضر ٿيندس. انشا الله چاچي در محمد خان کي اوهان جا سلام لکيا اٿم. چاچو اچڻو به آهي. هن سال پاڻ وٽ سردي تمام گهڻي پيئي آهي. اهڙي سردي ۾ چاچو شايد باه جو پاسو ڇڏڻ گواره نٿو ڪري کاوڙ (ٿر) جي هڪ همراه جي ٻني هڪ سال پلي ٿي. سو ويهي پڇ پڇايائين ته چاڪجي. آخر دوستن کي چيائين ته يار ”اِيئي سال رڇ روڪڦو اهي“ يعني هن سال پاڪي وٺو آهي ۽ اهو خرچ لاچر سر تي ڪٽڻو آهي. هاڻي اهو اکر ڪفو يا خفو، خبر نه آهي ته صحيح آهي يا غلط، جيڪڏهن صحيح ته ڪهڙي لفظ مان پهتو. يا ته ماڳهين نفعه جو ضد آهي خفه، بهرحال اهو موٽر وارو خفو ضرور ڪٽجو. اجا به جيپ ملي ته بهتر. پنگر صاحب ته چوي ٿو ته انهيءَ پلي ولايت جي سيڪنڊ هينڊ جيپ به هڪ ملڪ جي نئين جهڙي هوندي. بهرحال هڪڙو ڪم ضرور ڪريو ايندا. فاضل شاه وارو مجنون شايد مون به پڙهيو آهي، چاڪاڻ جو جيڪي بند توهان لکيا آهن، اهي مون کي ياد آهن. آءُ ته سمجهندو هوس ته اهو مل پلي جو چيل آهي. بهار ٻيڙ واه جا بيت چيا آهن”آوندي پهچ“ سمجھ ۾ نه آيو. حاجي سوڍو ۽ ٻيا مليا. پريو مڙس اجا ته ٺيڪ آهي، الله پاڪ کيس خوش رکي. ٻيڙي فقير جو حُليه ڦريل آهي. شادي تان هاڻي دست بردار آهي. دورا به جهڪا ڪيا اٿس جو ڪنيرن ۾ گهڻو قرب ۽ جوس ڪونه ٿو ڏسجي. حيدرآباد ۾ مڪمل طرح رهندو. ٻاهر جا ماڻهو کيس دڙڪا ٿا ڏين، مون 1962ع واري جيپ وڪڻي هاڻي هڪ 52 جو ڪٺارو ورتو آهي ۽ پنگر چوي ٿو ته اهو ڊاڪٽر صاحب ۽ تنهنجي لاءِ موزون آهي. بهرحال ڪم چڱو ڏي ٿو. اڄ لاڙڪ مليو جنهن ڳالهه ڪئي ته کيس، مير شهداد ۽ ٻين کي لغاري صاحب نوٽيس ڏنا آهن ته سکر واري

زمين اوهان آفيسري رسوخ هلائي ورتي آهي. مون پچيومانس ته شريف ڏي به نوٽيس آهي ڇا؟ چيائين ته اها مون کي خبر ڪانهي. بهرحال همراهه پڙ ته چڱي جي چڙهيا آهن. ٿيندو ته خير! مگر لغاري صاحب جا لوڏا به ته لوڏا آهن. فصل جو حال چڱو آهي. درياءَ ۾ پاڻي گهٽ آهي، ڪڻڪ جو اگهه في الحال چڙهيل آهي، گاهه ٿر ۾ به ڪونهي، جبل ۾ ته اڳيئي خير هو. مال ڏتڙيل آهي. ڪڪڙا مهانگا ٿي ويا آهن. روزا رکون پيا. ڪابه اچ بک ڪانهي. اهي احوال، پيو مڙوئي خير، توهان لکڻ جو ڪم ايترو ٿا ڪريون جو اوهان کي Steno جي ضرورت آهي. ”بس ڪُڇ نه پوڇئي.“*

- اسماعيل

...........7...........

• مورخ خط مؤرخ خيرپور 1965-9-10

برادرم ڊاڪٽر صاحب

اسلام عليڪم اڇ احوال پهتا. اوهان به شايد ڪافي ڪشمڪش ۾ اٽڪيل هئا ۽ انهي ڪري ئي مير سهراب خان واري چٺي البت اوٿ موٿ ۾ دير ڪئي. بهرحال دير پيا درست ٿيا. اڇ خط پهچڻ کان اڳ مير غلام عابد خان سان اوهان جي باري ۾ ذڪر خير ڇيڙيو. ميرصاحب اوهان ڏي اچي رهيو هو ۽ اوهان جي ياد تازي ڪرائڻ لاءِ کين نياپو ڏنو ويو. مقرر تاريخ تي انشاالله سڀ سهنج ٿيندا. صرف هڪڙي ڳالهه، يعني لڏي جي گيهل شايد البت اڙانگي ٿئي. بهرحال برادري ۾ بي حجاب ڪوشش ڪبي. اوهان جي طبيعت تي هن وقت البت بار هوندو جو اوهان سان اورڻ وارو دوست نه هوندو. لغاري صاحب ته ضرور لاٽ ڏياري هوندي. ڪم مڙيئي قدرت جي وس آهن. واڳ ڏٺين وس آئون ڪا پاڻ وهيٽي.

ڊاڪٽر هاليپوٽا صاحب ڪالهه نه آيو، الاجي ڇو. هتي ڊاڪٽر هاليوپوٽا سول سرجن شادي ڪري ويهي رهيو آهي، اسان کي ته پچيائين ته ڪونه مگر انهي هوندي به چيو ائين وچي ٿو ته هي همراهه هم صلاح هئا. آخوند صاحب البته خيال پيو پچائي مگر ڪيس شابس آهي جو صلاح مصلحت ڪري ٿو.

ليمبرڪ جو ”نيپيئر ۽ سنڌ“ تي ڪتاب توهان پڙهيو هوندو. جتن وارو ڪتاب پڙرو ته ڪونه ٿيو. اوهان جو ڪتاب ڳاهن سان ڳالهيون پير ملوڪ شاهه کان هٿ مليو. خيرپور ۾ مڙئي بلئڪ آئوٽ آهي. يعني ڪچهري سنگت ڪونهي. خيروالسلام. - محمد اسماعيل نون

......8......

• خط مؤرخ ننڍو2-16

برادرم ڊاڪٽرصاحب

السلام عليڪم، تاريخ 24 فيبروري ميرپورخاص ۾ هڪ ڀروچن جي ڪيس ۾ مون کي لاچار وڃڻو آهي جو تاريخ اڳواٽ منظور ٿيل آهي. امين ڪورٽ مقرر ڪيا آهن، ڏرين کي اڳواٽ سمن ڪڍيل آهن، هاءِ ڪورٽ جي فيصلي مطابق امانت اسان کي ڪرڻي آهي ۽ اها مقرر معياد اندر ڏريون امانت کان نٺائڻ لاءِ قانوني جنگ لڙي رهيون آهن. اسان جو مخالف علي محمد پٺاڻ آهي. انهي اسان کي تپائي ڪنيو آهي. اهي حال ۽ احوال 24- شام تائين عمر ڪوٽ اسين ڪونه پهچنداسون.

اوهان جي خط ملڻ شرط عبدالرحمان سان ملياسين. عبدالله خان هر وقت تيار آهي ۽ اوهان کي سلام عرض ڪري ٿو. 24 تاريخ عبدالله مون سان گڏ ميرپورخاص ۾ انهي خاص گوڙ ۾ رهندو. 25 آچر آهي. عبدالله جي ڳوٺ ڪرڇيلي هلنداسون. جو نبي سر روڊ کان 3 ميلن تي آهي. باقي 25 ڪچهري ۾ ڪهڙا ماڻهو گهرايون خاص نوان ماڻهون ته سجهن ڪين ٿا. باقي رهيا نوحاڻي اهي بروقت اچي سگهن ٿا.سواءِ شاه محمد خان جي عبدالله چيو هو ته شاه محمد وارن وٽ سندس پٽ جي عذرخواهي تي آئون (عبدالله) ويو نه آهيان تنهن ڪري البت شرمسار آهيان. جيستائين نه ويندس تيستائين نه هو ايندو ۽ نه آئون ويندس. باقي ٻيا نوحاڻي جيڪي چئو اهي آئون جيب ۾ گهرائي وٺان. بشرطيڪ اسان کي تاريخ 21-22 تائين پڪو احوال ۽ نالا ملي وڃن. اهي احوال- باقي ٻيا سڀ همراه شام ڪرڇيلي هر وقت موجود ٿي سگهن ٿا.

باقي رهيو سوال جانهيري وارو، انهي لاءِ عرض آهي ته آئون عبدالله ٻئي پهچي ڪين سگهنداسين. اها ڪچهري پلي اوهان جانهيري ۾ ڪري اچو باقي 25 جو پڪو احوال ۽ نالا ورندي خط ۾ لکي موڪليو.

انهي 24-25 کان پوءِ ڪچهري نهڻه جي طرف يا ويجهڙائي ۾ مقرر ڪنداسون. تيستائين سردي به لهي ويندي، بهاري ٿي ويندي.

آئون عبدالله گهڻو ڪري 20 ذاري چاچري ويندااسون جو لڇمڻ سنگھ جو ڀاءُ مري ويو آهي. پڪ نه آهي. عبدالله خان چيو آهي ته جنهن وقت ڪا جيپ هٿ آئي ته هڪ رات نڪرن کي ملي ايندااسون. اهي احوال سائين کي ڏيون.

وڌيڪ احوال سڀ روبرو. طبيعت سڌرندڙ آهي مگر ٻاهر اصل ڪونه ٿو نڪران. مسافري ۾ هڪ ته طبيعت تي ماني نٿي ملي ۽ ٻيو ته وقت تي اٿڻ ويهڻ نٿو ٿئي.

وڌي خير.

---

[*] هي خط ڊاڪٽر صاحب ڏي تڏهن لکيو ويو جڏهن آمريڪا جي گشت تي ويل هو ۽ ٻه ٽي مهينا نيويارڪ ۾ر هيو هو جتي ويهي لوڪ ادب جو ڪم ڪيائين، ميين شاه عنايت جو ڪلام جو مقدمو لکيائين ۽ پڻ ڳاهن سان ڳالهين جو مقدمو

لکيائين. لوڪ ادب آفيس سان سندس باقائدي خط و ڪتابت هئي. شيخ محمد اسماعيل ڊاڪٽر صاحب ڏانهن سڀ احوال لکي موڪليندو هو. هن خط ۾ حافظ جو نالو آهي، هو ان وقت يونيورسٽي لئبريري ۾ هو.

* محمد اسماعيل نون، ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ ان کان پوءِ ٻين مٿين عهدن تي رهيو. ڊاڪٽر صاحب جو پيارو دوست هو. ڊاڪٽر صاحب جو ساٿس دلي پيار هو، ۽ اندازا 1955ع کان وٺي سندس ڪچهريون شروع ٿيون ۽ پڇاڙي تائين قائم رهيون. نون صاحب سچو دوست، خوش خلق، خوش طبع دلير ۽ مڙس ماڻهو هو، سندس وفات (1974ع) تي ڊاڪٽر صاحب اوچنگارون ڏيئي رنو. ڌڻيءَ جي مٿس رحمت هجي.

- نياز مند، محمد اسماعيل

محترم ممتاز مرزا
حيدرآباد- ڪراچي (23 نومبر 1963)
جناب قبله سائين،
شيخ صاحب جي خط م پنهنجي بابت تنبيه پڙهيم،خوشي ٿي. اوهان جي يادگيري ته هر وقت دل ۾ آهي، هر وقت انتظار رهندو آهي ته ڪڏهن اوهان خيرن سان واپس ايندا ۽ ملاقات ٿيندي. آفيس بابت ته خبرون شيخ صاحب جن لکيون هونديون. آءُ ڪجھ ٻاهر جون ادبي خبرون لکندس. جيڪي اوهان جي لاءِ دلچسپ ٿينديون.
ڪراچي مان هڪ نئين هفتيوار اخبار”ناخدا“ جي نالي نڪتي آهي. سندس پهرين پرچي جا ايڊيٽر شيخ عبدالرحيم (الوحيد وارو)، محمد عمر چاموٺ، رشِيد احمد لاشاري ۽ علي محمد مجروح هئا. ٻئي پرچي ۾ فقط محمد عمر چاموٺ ۽ رشيد احمد لاشاري ۽ ٽي پرچي ۾ رڳو محمد عمر چاموٺ جو نالو نظر آيو. بهرحال هاڻي مستقل اخبار نڪري پئي. ڪافي دلچسپ اخبار آهي. سندس مکيه متو شيخ اياز ۽ ان جي پوئلڳن تي تنقيد ۽ اجايون گاريون ڏيڻ آهي. هر پرچي ۾ ڪانه ڪا نئين ڳالھ هوندي آهي. بنيادي طور هنن جو اختلاف اياز جي ترجمن سان آهي، ساڳيءَ ريت رشيد احمد لاشاري شاھ جي رسالي جو اردو ترجمو، ناخدا ۾ شروع ڪيو آهي. هڪ سٽ سنڌي ۾، هڪ سٽ اردو ۾. لفظي ترجمو آهي، جنهن ۾ پڻ اهڙو رس ڪونهي. دعويٰ ته تمام وڏي ڪئي اٿن. خدا ڪري سندس اها ڪوشش به صاب پوي. ناخدا جي آخري پرچي ۾ ايڊيٽر معذرت ڪئي آهي ته ”اسان جديد ادب جا مخالف ڪونه آهيون، پر جڏهن ادب غلط ماڻهن جي هٿن ۾ اچي وڃي ٿو تڏهن ان مان اصليت نڪري وڃي ٿي.“ خبر ناهي انهيءَ وضاحت جو مطلب ڪهڙو آهي.
2- جويي صاحب مراد علي مرزا کي ڪجھ وقت سڏائي چيو هو ته تون سنڌي ايڪڊمي ۾ اچ. مون بندوبست ڪيو آهي. وري راشدي صاحب سڏايس پر نتيجو ڪو خاطر خواھ ڪونه نڪتو. ويچاري کي اجايو پنڌ ڪرايئون. بهرحال همراھ هاڻي

وري مطمئن آهي. ريڊيو تي ڪيس سنو عهدو مليو آهي. پگهار به سٺا آهن. ڪلاس ٿو گزيٽيڊ پوسٽ آهي.
3- ”سراج“ سنڌي ٻولي جي تاريخ تي ڪتاب پيو ڇپرائي. اوهان جي قائم ڪيل نظرين جي، جن پڙهيو آهي سي چون ٿا، هروڀرو مخالفت ڪئي اٿس.جڏهن مقصد فقط مخالفت هوندو آهي، تڏهن ڪا چڱي شيءَ جو پيدا ٿيڻ ڪجھ مشڪل آهي. بهرحال اهو ڪتاب ڇپجي پيو ۽ چون ٿا ته عنقريب مارڪيٽ ۾ اچي ويندو.
4- ”هندي ۽ سنڌي شاعري جو لاڳاپو“ بزم طالب المولىٰ وارن ڪتابي صورت ۾ ڇپايو پئي، اوهان درست نه ڪري ڏنو هو.94-95 صفحا ڇپيو هو ته اسد الله شاھ حسيني ڪتاب کي بند ڪرڻ جو حڪم ڏئي لنڊن ڏانهن روانو ٿيو، جتي هو غالبا ڊاڪٽريٽ ڪندو. توقع آهي ته انهن جي واپس اچڻ کان پوءِ اهو ڪتاب ڇپجي تيار ٿي شايع ٿيندو.
5- رسالي نئين زندگي جي اداري ”شاعرن جو سرتاج“ ڪتاب شايع ڪرايو آهي، جيڪو بيگم مرحومه دائودپو ته ايڊٽ ڪيو آهي، ان ۾ اوهان جا به ٽي مضمون شامل آهن.1- شاھ لطيف ۽ شاھ عنايت،2- شاھ حبيب جو ڪتنب ۽ 3- شاھ جي رسالي جي آئنده تحقيق، چڱو مجموعو آهي، سُٺا سُٺا مضمون هڪ جاءِ تي گڏ ٿي ويا آهن.
6- سنڌ يونيورسٽي مان 18 شاگرد ڊبارٽ (ڪڍيا) ڪيا ويا آهن، تن مان ڪن گڏجي هڪ پمفليٽ شايع ڪرايو آهي، جنهن ۾ رجسٽرار کان وٺي اسٽنٽ ڪنٽرولر ۽ هيڊ آف ڊپارٽمينٽ کان وٺي ٽيوٽر تائين سڀني جي لاءِ ڪي نه ڪي ڳالهيون لکيون اٿن. اوهان جي نالي به ڪجھ لکيو اٿن. ڊاڪٽر هاليپوٽي، ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ، ڊاڪٽر جتوئي، سنيپي کي رهڙي ڇڏيو اٿن. سڄي حيدرآباد جا شاگرد انهي مسئلي تي گڏجي هڪ ٿي ويا آهن. ڪله ڪاليجن جي سمورين جماعتن جي ميٽنگ ٿي جنهن ۾ ڪي فيصلا ڪيا ويا آهن. خبر ناهي ته ڇا ڪندا.
7- يونيورسٽي ۾ اليڪشن جو چڪر پيو هلي. ڪافي گوڙ گهمسان آهي. شاگردن جو هڪ طبقو انهيءَ تي بضد آهي ته اسان انهن کي ووٽ ڏيندا سين جيڪي ذريعو تعليم سنڌي توڙي اردو ۾ ڪرائيندا.
8- عبدالڪريم لغاري، قاضي علي احمد تي تنقيدي ڪتاب ڇپايو هو، ان جي جواب ۾ جويي صاحب جن جي گروپ، سراج جي ٻن پائرن جي نالي ۾ انگريزي ۾ پمفليٽ شايع ڪرايو آهي. انهيءَ ۾ به اوهان جي نالي ڪجھ ڳڙ ٻڙ لکي اٿن، ته ڊاڪٽر بلوچ جو لاڏلو لغاري عبدالڪريم،........ صاحب جي وڃڻ کان پوءِ مچرجي پيو ۽ اها ڦڪڙي ڊاڪٽر بلوچ جي ڪوشش سان آئي آهي. وغيره. بهرحال جتي به هنن کي

موقعو ملي ٿو اوهان سان ڪونه ڪو وير پارين ٿا. خدا ڪين ساڃه ڏني ته ڪجھ سمجهن.!
9- سنڌ ۽ ڪراچي جي تعليم کاتي مان 22 سو ٽيچر ۽ 17 سئو پٽيوالا نوڪريءَ مان ڪڍيا اٿن، ڪافي بيروزگاري وڌي وئي آهي، ملڪ ۾ مهانگائي بنھ چوٽ چڙهي وئي آهي، سچ پچ نفسا نفسي وارو درو آهي، ڪير ڪنهن جو ساٿي ۽ ساڻي ڪونهي، هرڪو پنهنجي ۾ پورو آهي.
10- اوهان کي ٻڌي افسوس ٿيندو ته منهنجو چاچو ميرزا امام بخش 28 سيپٽمبر 1963ع تي فوت ٿي ويو.
11- عبدالڪريم لغاري کي سنڌ ايڪبمي مان ڪڍي ڇڏيئون ۽ ان جي جاءِ تي عارضي طور تي محرم خان کي مقرر ڪيائون، پر ٿن ڇئن ڏينهن کان پوءِ اهو به اتا بدلي ڪرائي سنڌي ڊپارٽمينٽ پيڙو وجي ٿيو آهي، کيس هڪ انٽرويو ۾ چونڊيو ويو هو.
12- اسلام (وائيس چانسلر جو پي اي ۽ پٽ شاه ثقافتي مرڪز ڪميٽي جو آفيس سيڪريٽري) مون کي گذريل سال آيل مضمون ۽ شعر ايڊٽ ڪرڻ لاءِ ڏنا، آءُ اهو ڪم گهر کڻي ويو آهيان....اجان ڇپائي جو حڪم ڪونه مليو آهي، نه ئي ڪو وڌيڪ ڪم شروع ٿيو آهي.انهيءَ بابت ڪو اوهان جو حڪم احڪام هجي ته لکندا، ته انهيءَ بابت ڪم ڪجي.
13- مولانا حبيب الله صاحب اوهان کي جهجها جهجها سلام چئي ٿو. محمد طالب لوهار سلام چئي ٿو. ٻئي سڄي سنگت جا سلام مطالع ڪندا.
- ممتاز مرزا
........2.......
مورخ 5 فيبروري 1963ع حيدرآباد
قبله ڊاڪٽر سائين،
السلام عليڪم، اوهان جو خطڙو مليو، پڙهي خوشي ٿي، خط مختصر پر دلچسپ هو، عزت افزائي لاءِ مهرباني.
اوهان اسان کا هزارين ميل پري آهيون، ۽ اڄ اوهان کي هتان رواني ٿئي پريا پنج مهينا ٿيا، پر اڄ به اهو ئي احساس ته جهڙوڪر اڄ اسهيا آهيون.
بهرحال، خبرون چارون خير، اوهان ميار رکي ته ’ڊاڪٽر جتوئي وڃي لنڊن پهتو، ۽ مسٽر الانا حيدرآباد، انهن جا ڪي احوال ڪونه لکيم‘ اڄ انهن جون خبرون ٿو لکان. ڊاڪٽر جتوئي صاحب ته خيرن سان روانو ٿيو، ان جون خبرون هڪڙيون کيس پيون انهن کي جن سان خط و ڪتاب اٿس. باقي مسٽر الانا بقول مولا حبيب الله

صاحب ته” ٽڪا ئي پاڻي ۾“ ڪري آيو آهي. اڄڻ سان مراد علي مرزا کي سڏائي چيائين ته توکي سنڌي ڊپارٽمينٽ ۾ ٿو نوڪري وٺي ڏيان. اهو ويچارو خوش، پڻيان اها ڳالهه وٺي هلايائين ته مولانا حبيب الله، رجسٽرار صاحب ۽ ڊاڪٽر هاليپوٽي کي چيو آهي ته مراد علي مرزا ڊاڪٽر بلوچ جو ماڻهو آهي، ان کي نوڪري ڏيڻ لاءِ نانگ پالڻ برابر، سڄي سنگت (پنهنجي) ۾ ڏڦيڙ وجهي ڇڏيائين. جڏهن مولانا کان خبر چار پڇيسين تڏهن ويچاري انڪار ڪيو. ۽ الانا کي وڃي چنڊڪيائين. جواب ڏنائين ته مون ته رڳو پوڳ ڪيو هو! پيون خبرون الانا صاحب جون هي آهن ته ٻن سالن جي لنڊن جي زندگيءَ جا اسان ڪائونس حالات پڇيا، ٻن سالن جون خبرون ٻن منٽن ۾ ٻڌائي وڃي چيھ ڪيائين.

دنيا گذر جو مقام آهي، الائجي ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو لڏيندا پيا وڃن. مير غلام علي ڪانپوءِ ميران محمد شاه به وفات ڪئي. عجيب ماڻهو هو.جهونو ماڻهو سدائين پيو ڳائيندو هو. اوهان جو ذڪر نهايت مزي سان ڪندو هو. چي: بلوچ ڪم ڪري چاڻي محنتي آهي پر ڪنهن چوڻ وانگر”من ڪهڙا مامرا، چرين ڪهڙا چت“. آفيس بابت خبرون هميشه محمد اسماعيل صاحب لکندو آهي، پر اڄ ڪي ڳالهيون اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪريان ٿو. اوهان جي اسهڻ ڪانپوءِ، بورڊ وارا اسان کي وقت بوقت جيڪي تڪليفون ڏيندا رهيا آهن اهي درگذر باقي نئين ڳالهه هيءَ پيدا ٿي آهي ته بورڊ ايڊيٽرن جو هڪ ادارو قائم ڪندي جنهن ۾ به ٻه محقق ۽ چاڻو ڪم ڪندا. انهن جي حوالي هيٺيان ڪم رهندا.(الف) سنڌي لغت جي تڪميل (ب) لوڪ ادب جي تڪميل (ج) سنڌ جي تاريخ جي تڪميل (د) نون ڪتابن جا ترجما، چڪاسڻ ۽ درست ڪرڻ،انهيءَ اداري جو مکي بورڊ جو اعزازي سيڪريٽري رهندو، سڄو ڪم ان جي نگراني ۾ هلندو. اداري جي آفيس بورڊ جي هيڊ آفيس ۾ رهندي. لوڪ ادب ۽ لغت اسڪيم جو ڊائريڪٽر ڊاڪٽر بلوچ صاحب رهندو. سنڌ جي تاريخ جو ڪم ڪراچيءَ ۾ پير حسام الدين جي نگراني ۾ ٿيندو، ان صاحب کي اتي به لائق ايڊيٽر، هڪ ڪلارڪ ۽ هڪ ٽائيپسٽ ملندو اهو فيصلو بورڊ جي هڪ ميٽنگ ۾ ٿيو آهي،هر هڪ ايڊيٽر جو پگهار 250 رپين کان وٺي 760 تائين رهندو. الائونس تنهن ڪانسواءِ، ڪجھ ڏينهن ٿيا جو جويي صاحب اسماعيل صاحب کي سڏائي چيو ته ”اسان اوهان کي انهيءَ اداري ۾ بحيثيت هڪ ايڊيٽر جي کڻون ٿا، جيئن ته اوهان ڊاڪٽر سان ٻن اسڪيمن ۾ ڪم ڪري رهيا آهيو، تنهنڪري آساني رهندي“. وڏيڪ شيخ صاحب کي چيائين ته: اوهان لاءِ ٻه صورتون آهن، يا ته واپس ماستريءَ ۾ هليا وڃو، يا هتي اچو. جنهن تي شيخ صاحب پڇيس ته: پلا هي لوڪ ادب جي جيڪا آفيس هلندڙ آهي ان جو ڇا ٿيندو، چيائين ته اها بند ڪبي، ۽ سمورن ملازمن جي

نوڪري ختم . اوهان ڪاغذ پٽ، سامان سڙو ڪٽي هتي اچو. شيخ صاحب وراٽيس
ته: پوءِ سائين انهيءَ لاءِ ڊاڪٽر صاحب سان خط و ڪتابت ڪريو، جيئن اهو حڪم
ڏي تيئن ڪبو. (الائجي جويي اوهان کي خط لکيو ڪي نه؟) اسان جو خيال آهي 31
ڊسمبر 1963ع تي اسان کي هتان برخواست ڪندا. ماحول ڪجهه اهڙو اچي بيٺو
آهي جو ڪا ڳالهه سمجهه ۾ نٿي اچي ته اڳتي ڇا ٿيندو، هن وقت مون کي پير حسام
الدين صاحب جا لفظ ياد اچن ٿا، جيڪي شيخ صاحب کي چيا هئائين ته منهنجي پاران
لکجو. چيائين ته :”ڊاڪٽر کي لکو ته جيڪڏهن وڌيڪ پڙهڻ جو ارادو آهي ته پوءِ
اسان يقين سان ٿا چئون ته اوهان اڳئي ڪافي ڪجهه پڙهيو آهي، هاڻي جيترو جلد
ٿي سگهي واپس وطن وري اچو، جو ماحول ۽ حالتون اهڙيون خراب ٿي ويون آهن،
جو اوهان جو هتي هجڻ نهايت ضروري آهي.“ اهو نياپو اسان فقط انهيءَ ڪري
ڪونه موڪليو جو چيوسين ته اجايو اوهان پريشان ٿيو، تنهن ڪري درگذر
ڪيوسين. هاڻي جڏهن اسان جي سر تي بري آئي آهي تڏهن سڀ لکيو اٿم.
بهرحال اسان به پنهنجي پر ۾ اهو فيصلو ڪيو آهي ته جيستائين اوهان نه ايندؤ،
تيستائين اسان آفيس ڪونه ڇڏينداسين، نه ئي ڪو ڪاغذ جو پرزو بورڊ جي حوالي
ڪنداسين. وڌيڪ جيڪو اوهان جو حڪم ٿيندو. هن آفيس جي سمورن ڪارڪنن
پنهنجي سچائي ۽ خلوص سان هر ڪم ڪيو آهي.ا سان سيني کي انهيءَ ڳالهه تي فخر
آهي ته اسان اوهان جي نگرانيءَ ۾ ڪافي پرايو آهي، جيڪو اسان کي سڄي عمر ۾
وک وک تي ڪم ايندو. اسان جي خلوص ۽ نيڪ نيتي کي جيڪڏهن شڪ سان ڏٺو
وڃي ته پوءِ انهيءَ کان وڌيڪ ارمان جهڙي ڪا ڳالهه ڪانهي. انهيءَ سلسلي ۾ شيخ
صاحب ڪجهه وڌيڪ تفصيل سان پڻ لکندو. هن سلسلي ۾ اوهان جي تفصيلي راءِ
جو انتظار رهندو، انهيءَ سلسلي ۾ وڌيڪ جيڪڏهن جويي صاحب سان خط
وڪتابت ڪريو ته ايئن جيئن اسان لاءِ ڪا نئين مصيبت نه پيدا ٿي.
دل چئي ٿي ته اوهان وٽ ڪلاڪ ٻن لاءِ اچي اتي (نيويارڪ) ڪچهري ڪجي،
ماني کائجي ۽ گهڙيون گهمجن، جيڪڏهن ڪو ٻلو ٿئي ته اسان کي به ڪٽي سڏايو ته
اتي ئي لوڪ ادب جو ڪارخانو کولي آرام سان ويهي ڪم ڪريون. روايت آهي ته
انهن ملڪن ۾ ڪم وارن ماڻهن جو مان آهي ۽ سڀ انهن جي همت افزائي ڪن ٿا ۽
هن ملڪ ۾ ته ڪم ڪندڙن لاءِ وک وک تي روڙا اٽڪايا ويندا آهن. الائجي ڪڏهن
اسان ۾ اهڙو شعور پيدا ٿيندو.؟
اڄ ڪلهه حيدرآباد ۾ ادبي سرگرميون ڪجهه گهٽيون آهن. ملڪ ۾ سيءَ گهٽو آهي.
هن سال هتي سيارو پنهنجي شروعات برسات سان ڪئي، خدا خير ڪري اڳتي
ڪهڙيون سرديون اينديون. هن 30- نومبر 1963ع تي رات جي نوين بجي ريڊيو

پاڪستان حيدرآباد وارن سگهڙن جي ڪچهري ڪئي، جنهن ۾ پيڙو، حاجي فقير مهيسر، لعلڻ لغاري، حسين فقير(نڙ بيت)، قاضي الهورايو، طالب پالاري ۽ شمن فقير شريڪ ٿيا. ڪچهريءَ ڏاڍو رس ڪيو، جيئن بيتن ۽ ڏورن، ڳجهارتن، ۽ هنرن جي ڏي وٺ ٿيندي آهي. تيئن ٿيو، حيدرآباد ريڊيو جي تاريخ ۾ اهڙي ڪچهري ڪانه ٿي هوندي. ماڻهو به دعوت ڏئي گهرايا ويا هئا. تمام سنا ۽ سمجهو ماڻهو آيا هئا.
سائين جن هاڻي الاجي خيرن سان ڪڏهن ايندا؟ منهنجو هڪ ذاتي عرض آهي، جيڪڏهن تڪليف نه ٿئي، ۽ حالتون اجازت ڏين ته مون لاءِ اتان، انهيءَ ملڪ مان ڪا ڪئميرا فليش گن سميت خريد ڪري اچجو. جيڪڏهن نه ته پوءِ مڙئي خير آهي، سلام مراد علي مرزا، محمد بچل، محمد يوسف جا مطالع ڪندا، ٻيو ڪُل خير، جواب ڏيڻ جي تاڪيد انهيءَ ڪري ڪونه ٿو لکان جو هڪ مهيني ۾ هڪ خط مڙس ماڻهو لاءِ بارڪونهي، ۽ اشراف ماڻهو لاءِ ڪافي آهي“. اوهان جو نيازمند
- ممتاز مرزا
.......3........
• مورخ 3 جنوري 1964ع حيدرآباد
قبله ڊاڪٽر سائين، تسليم!
نئون سال مبارڪ!، زندگي جو هڪ سال پنهنجن مخصوص هنگامن سان گهٽجي ويو، نئون سال شروع ٿيو، نيون امنگون ۽ نوان جذبا ۽ پروگرام اکين آڏو آهن، اڳتي وڌڻ جي تمنا ۽ خواهش آهي، ڌڻي تعاليٰ اسان کي پنهنجن ارادن ۾ ڪامياب ڪري!
اوهان پنهنجي گذشته ”خطڙي“ ۾ مون لاءِ جيڪا راءِ لکي آهي، انهيءَ لاءِ اوهان جو شڪر گذار آهيان، جيڪڏهن اوهان جي ۽ شيخ صحب جي صحبت ۾ رهندي ايترو ڪجهه به حاصل نه ڪيوسين، ته پوءِ حيف آهي اسان جي حال تي.
ملڪ جا حال احوال هن پر آهن جو ڊسمبر جي مهيني ۾ يونيورسٽي ۾ سنڌي شعبي طرفان هڪ سيمينار (بقول الانا صاحب) انگلش نموني تي منعقد ڪيو ويو، شمشير الحيدري کي مونو گراف بعنوان”سنڌي ۾ آزاد نظم“ پڙهڻو هو، ۽ مولانا غلام محمد گرامي کي صدارت ڪرڻي هئي. عجيب لطيفو هيءَ ٿيو جو دعوت نامن ۾ ڪنهن به هڪ تي صحيح وقت درج ڪونه ٿيل هو، ڪنهن تي چار، ڪنهن تي ساڍا چار، پنج، ساڍا پنج، وقت لکيل هو. قضا سان، روايت آهي ته چئين بجي وارو دعوت نامو محترم بلاول پرديسي کي مليو. ويچارو پوڻي چئين بجي ٻي ٿي هال (جنهن ۾ سيمينار منعقد ٿيڻو هو) جي ٻاهران اچي ويهي رهيو. ساڍي چئين هال کليو ۽ بلاول صاحب ويٺي صفائي وغير ٿي، پنجين بجي الانا صاحب آيو، پوءِ گرامي.... پوءِ آهستي سڀ همراهه اچي گڏيا. صدر حاضر،ٻڌندڙ حاضر پر مقاله نويس غائب، خير، ساڍي ڇهين

بجي حيدري صاحب لڏندو لمندو حال ۾ پهتو. چي مون سمجهيو هو ته پروگرام سادي چهين ٿيندو! بهرحال ڪارروائي شروع ٿي،تلاوت کان پوءِ الانا صاحب پنهنجي افتتاحي تقرير ۾ فرمايو ته هن قسم جو سيمينار سنڌ ۾ پهريون پيرو پيو ٿئي، مقالو پڙهيو ويندو، پوءِ ان تي بحث ٿيندو، جنهن سوال جو جواب مصنف خاطر خواهه نه ڏيندو ان جو جواب ان استاد کي ڏيڻو پوندو، جنهن جي نگراني ۾ شاگرد مقالو لکيو. شمشير آهي ته برابر منهنجو شاگرد، ۽ منهنجي چوڻ تي ئي انهيءَ موضوع تي اهو مقالو لکيو اٿس، پر افسوس جو آءُ آزاد نظم جي فن مان واقف نه آهيان پاڻ پنهنجي سر جواب ڏئي جند ڇڏائيندو، باقي آءُ سندس ڪا مدد ڪونه ڪري سگهندس“ انهيءَ افتتاحي تقرير کان پوءِ شمشير صاحب پنهنجو مقالو پڙهيو، جڏهن پڙهي دنگ ڪيائين تڏهن هال ۾ ماحول نهايت غير سنجيده هو، هرڪو ماڻهو کل پوگ ۾ لڳي ويو، ڪي صاحب تي هاسيڪار شمشير کي تنگ ڪرڻ لاءِ تيار ٿي آيا هئا. هنن واقعي شمشير کي ڪک ڪري ڇڏيو. جواب ئي نه ڏئي سگهيو. آخرڪار مولانا گرامي شمشير کي چيو ته پنهنجن”بابن کي جواب ڏي!“ انهيءَ سيمينار ۾ اجهو اهو سنجيدو ماحول هو. سچ پچ مون کي پنهنجي ملڪ جي اديبن ۽ دانشون جي انهيءَ حال تي نهايت ارمان ٿيو. اديب ۽ شاعر ملڪ ۽ قوم جا سڌاريندڙ ۽ اخلاق جا علمبردار آهن، پر جيڪي پاڻ کي اخلاق جا عملبردار ٿا سمجهن انهن جي اهي حال آهن، ۽ استادن جا حال اهي جو هو پنهنجي شاگردن جي جند ڇڏائي نٿا سگهن، جنهن موضوع تي دسترس نه هجي، اهو پنهنجي شاگردن کي ڏئي ئي چو جو پوءِ سٽ ۾ پشيمان ٿجي!

انهي سيمينار کان پوءِ هڪ ٻيو به سيمينار منعقد ڪيو ويو، جنهن جي صدارت قاضي نبي بخش صاحب ڪئي. البت انهيءَ پيري ڪجهه سنجيدگي هئي خدا اسان جي پڙهيل ڪڙهيل طبقي کي سمجهه ۽ شعور ڏئي.

سياڻي کان قلندر شهباز جو ميلو شروع آهي. ادبي ڪانفرنس به ٿيندي، جنهن جي صدارت ذوالفقار علي ڀٽو صاحب ڪندو. بنيادي جمهوريتن جي ميمبرن جو ميڙ به ٿيندو جنهن جي صدارت وري محمد خان جوڻيجو، وزير صحت، لوڪل باڊيز ۽ بنيادي جمهوريت اوله پاڪستان ڪندو، ماڻهن شايد ڀٽائي صاحب کان ڪک ٿي قلندر ڏي منهن ڪيو آهي، ٻنهي تقريبن لاءِ پنجاهه هزار روپيا منظور ڪيا ويا آهن. اديبن ۽ شاعرن کي دعوتن ۽ ڀاڙا ڏنا ويا آهن.

هر خط ۾ افسوس آهي جو افسوسناڪ خبرون (شايد) مون ئي لکيون آهن. ڊسمبر جي مهيني ۾ مولانا حبيب الله جو والد صاحب وفات ڪري ويو، ان کان پوءِ شيخ محمد اڪرم اڳوڻو چيف انجنيئر ۽ پبلڪ سرورس ڪميشن جي ميمبر وفات ڪئي.

سال 1963ع نهايت ڳرو ۽ نقصانڪار ثابت ٿيو، ڪهڙا ڪهڙا ماڻهو هليا ويا..........
ڪنهن جو نالو ڪٽي ڪنهن جو ڪٽجي!
بورڊ جو رويو هاڻي البته بدليل ٿو ڏسجي. اسان پير صاحب سان روبرو خبر ڪئي هئي ته هيءَ آفيس هتان ايستائين نه ڪڻڻ ڏينداسين جيستائين ڊاڪٽر صاحب نه اچي. پير صاحب وري جويي صاحب کي چيو، جنهن غالباً سندس تجويز منظور ڪئي آهي جو في الوقت اجان اهڙو ڪو حڪم احڪام ڪونه مليو آهي، اڳتي ڏسجي ته ڇا ٿو ٿئي.
ڪلهه حيدرآباد ڊويزن جي ڪمشنر جناب ابونصر صاحب هڪ پريس ڪانفرنس ۾ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز لاءِ چيو ته ”عنقريب ثقافتي مرڪز طرفان ڀٽ شاهه تي هڪ ميوزڪ اسڪول ۽ آرٽ اسڪول کوليو ويندو.“ تجويز ته اڳي جي هئي، شايد عمل ۾ هاڻي اچي!
ٻڌجڻ ۾ پيو اچي ته سائين جن اتي ڪو تحقيقي ڪم پيا ڪن. ڇا اهو خالص تعليمي مسئلو آهي يا ڪو ٻيو ادبي يا فني معاملو آهي. خوشيءَ جي ڳالهه (۽ ٻين لاءِ حيراني جي ڳالهه) اها آهي جو اوهان ايڏي مصروف ملڪ ۾ وقت بچائي لوڪ ادب جي ڪتابن جا مقدماُ وغيره پيا لکو. باقي حسرت آهي جو ”شاهه عنايت جو رسالو“ اجان اتي جو اتي پيو آهي، جيڪڏهن فرصت ملي ته ٻه قلم زور جا ان تي وهائي ڇڏيو.
- ممتاز مرزا
.........4..........
• مورخ 8 فيبروري 1964ع حيدرآباد
قبله ڊاڪٽر سائين، تسليم،
اول ته دير سان خط لکڻ لاءِ معافي چاهيان ٿو، جو هتي عجيب و غريب موسم ۽ ان جي ڦير گهير ڊاهي ڇڏيو، چاق ٿيڻ ڪانپوءِ پهريون ڪم اوهان کي خط لکڻ جو پيو ڪريان.
اتي اوهان جي ڪم جي رفتار ڏسي اسان کي سچ پچ حيرت لڳي ٿي. نيويارڪ جهڙو شهر جنهن ۾ هزارين مصروفيتون، الائجي ڪهڙا ڪهڙا ڪم، انهيءَ هوندي به سنڌ بابت ايترو ڪم! اهو اوهان جي وس جي ڳالهه آهي، ٻيو ڪو ائين نه ڪري سگهندو. خدا اوهان کي توفيق عطا فرمائي ۽ قلم ۾ اڃا به وڌيڪ تيزي ۽ زور پيدا ڪري. اسان جي ملڪ ۾ جيڪڏهن اوهان جهڙا ڏهه ماڻهو پيدا ٿي پون ته اسين الائجي ڪيترو اڳتي وڌي وڃون. پنهنجي ڪم سان دلچسپي ۽ محبت هر ڪنهن کي هئڻ گهرجي ۽ بنا ڪنهن خيال ۽ لالچ جي فقط خدمت ڪرڻ جي لاءِ اسان کي ڏاڍو ارمان ٿيندو آهي ته ماڻهو چوندا آهن ته ”اوهان ڪهڙو ٿا ڪم ڪريو!“ اسان انهن سان وڙهون ته چون نه توهان

چو نه ڊاڪٽر جو پاسو ڪٽندو، جو ان وٽ ويٺا آهيو، هڪڙي کي مون چيو ته ”ياءُ، ايئن پري ويهي ڳالهيون ڪرڻ مناسب ڪونهن، چڱن چيو آهي ته انهيءَ ڳالهه تي ڪن نه ڌرجي جيڪا پاڻ نه ڏٺي هجي، تو هان ڊاڪٽر صاحب جي قريب اچي ته ڏسو، پوءِ اوهان کي خبر پوندي ته ڪم ڪير ٿو ڪري ۽ ڪيئن ٿو ٿئي!“ پر جن ماڻهن کي محض مخالفت ڪرڻي آهي، انهن جو وات بند ڪرڻ ته ممڪن ئي ڪونهي، پوءِ دل ۾ اهو چئي ماڻهو مطمئن ٿي ويندو آهي ته ”قلندرن پٺيان.........“

گذريل هفتي درازن ۾ سچل سرمست جي ساليانه ميلي جي موقعي تي سچل ڪوآپريٽو سوسائٽي جي طرفان ٽي ادبي نشستون ڪيون ويون، هڪ ۾ محبوب علي چنه صاحب، مهمان خصوصي، ڪمشنر خيرپور ڊويزن جي خدمت ۾ سوسائٽي پاران سپاسنامو پيش ڪيو، ۽ ٻن ٻين نشتن ۾ هادي بخش لاڙڪ؛ آخري نشست جي صدارت اوله پاڪستان جي وزير ريلوي، مواصلات ۽ تعميرات محمد خان جوڻيجي ڪئي

جوڻيجو صاحب هن وقت حيدرآباد ۽ خيرپور ڊويزن ۾ پٺي صاحب وانگر ڪافي مقبول ٿي ويو آهي، ڪابه اهڙي ڳالهه نٿو ڪري جنهن سان ڪنهن کي ڌڪ رسي. تقرير به چڱي ٿو ڪري صاحب موصوف وعدو ڪيو آهي ته ڀٽ شاهه وانگر هتي به هڪ ڪلچرل سينٽر ٺاهيو ويندو، هاسٽل وغيره پڻ تعمير ڪئي ويندي

ٻيا آفيس جا حال احوال ٺيڪ آهن ۽ ڪم بدستور هلندڙ آهي، هاڻي اوهان جي آمد جو انتظار آهي. اڄ ڪلهه سيءُ گهٽ آهي، بهار جي آمد آهي، وڻ نوان گونچ ڪڍيا آهن، اڄ سڄو ڏينهن  آسمان تي ڪڪرن جو هلڪو تهه ڇانيل رهيو، جنهن ڪري موسم نهايت خوشگوار آهي، ماڻهن ڪوٽ لاهڻ شروع ڪيا آهن. فقط سوئيٽرن ۾ پيا هلن.

سڀني سنگت سلام عرض ڪري ٿي، خصوصاً مراد علي مرزا گهڻا گهڻا سلام چيا آهن. شاهه عنايت جا پروف اسان موڪليا آهن. شايد اوهان تائين پهتا هجن. انهيءَ ڪتاب جي شايع ڪرڻ جو ڪيڏو نه شوق هو، ۽ ڪيڏي نه تيزي سان ڪم پئي ٿيو، جنهن ۾ رب راضي!

اسان اوهان کي ياد آهيون، اوهان اسان کي ياد آهيو، هاڻي اوهان الائجي ڪڏهن ايندؤ؟ اڪثر اها ڳالهه اوهان ٿاري ڇڏيندا آهيو. ايئن ته ڪونه ٿيندو ته اوچتو ئي اوچتو هڪ ڏينهن اچي نڪرندؤ؟

- ممتاز مرزا

.......5......

• مورخ 21 آگسٽ 1974ع (پاڪ ٽيلي ويزن) ڪراچي

قبله سائين،
السلام عليڪم: عرض ته مون کي انهيءَ ڳالهه جو پلي پت احساس آهي ته اوهان جو وقت نهايت قيمتي آهي، پر آءُ اهو عرض ڪندس ته هي به چار گذارشون اوهان ضرور پڙهو(ڊاڪٽر صاحب وائيس چانسلر هو)
قبله سائين، آءُ دعويٰ سان چوندس ته دنيا ۾ جنهن هستي جي مون عبادت ڪئي آهي، اوهان جي شخصيت آهي. اوهان منهنجا محسن آهيو، اوهان جي محبت ۽ احسان مون کي جنهن منزل تي پهچايو آهي، شايد ڪنهن ٻئي کي انهيءَ مرتبي تي رسايو هجي. ويجهڙائي ۾، مون اوهان جي احسانن جو، بقول ڪن دوستن جي، غلط فائدو ورتو آهي، ۽ انهيءَ کان وڌو عذاب مون جهڙي ماڻهو لاءِ ڪهڙو ٿي سگهي ٿو. اوهان جا پال آءُ ڪڏهن به وساري نه سگهندس، جتي هوندس، جيسين جيئندس پيو ڳائيندس. آءُ هڪ وڏو عرصو اوهان جي خدمت ۾ رهيو آهيان ۽ انهيءَ دور ۾ اوهان جي شفقت ۽ محبت ايتري رهي جو آءُ آسمان تي پهچي ويس، پر يونيورسٽي ۾، آخري دور ۾! اوهان جي خدمت ڪندي، مون کي اهو احساس ٿيو ته آءُ هڪ اجايو ماڻهو آهيان، ۽ يونيورسٽي جهڙي اداري ۾ خوام خواهه جو بار آهيان..... اوهان خود، انهيءَ قسم جو اظهار ڪيو ته ”ماڻهو چون ته ممتاز يونيورسٽي جو ڪو ڪم نٿو ڪري.....“ جيتوڻيڪ اوهان جي علم ۾ آهي ته جيڪو وقت رهيس وقت جو پابند رهيس، ۽ جيڪي اوهان جي طرفان حڪم مليا، انهن جي بجاوري ڪندو رهيس..... جنهن به ڪم جي لائق سمجهيو ويو، منهنجي ذات جي ڪري اوهان جي باري ۾ احتجاج ٿيو......... اوهان انهيءَ کي برداشت ڪري مون تي احسان ڪيو، پر منهنجي روح ڪڏهن به انهيءَ ڳالهه کي قبول نه ڪيو ته منهنجي ڪري اوهان جي لاءِ ڪا تڪليف پيدا ٿئي. اوهان سڄي عمر مون لاءِ خود اعتماديءَ جي راهه واضح ڪئي، پر هن دوا ۾ مون مان خود اعتمادي ختم ٿي وئي........۽ اوهان اڳ سدائين محبت سان سڏيو، ان طرفان رڪائي مون کان انهيءَ سڄي عرصي ۾ سٺي نه ٿي........الائجي چو. شايد اهو سچ آهي، جنهن جي عبادت ڪجي ان جي ملازمت نه ڪجي. اوهان منهنجا عظيم محسن ۽ اڳواڻ آهيو: اوهان جي آڏو ڪو گفتو ڪيڻ گهٽ ۾ گهٽ مون لاءِ نهايت مشڪل آهي: اهو ئي سبب آهي جو هيءَ گذارش عرض پيو رڪان.
اوهان کان ائين هليو اچڻ، منهنجي لاءِ گهٽ عذاب آهي؟ هر گهڙي اوهان جي ناراضگي اکين آڏو اٿم. احساس اٿم ته صحيح نه ڪيو اٿم. پر لاچار ٿي اهو گس اختيار ڪيو اٿم. آءُ دغاباز نه آهيان......... آءُ اوهان جو اڳ به سچو سرويچ هئس ۽ هاڻي به آهيان ۽ اوهان چاهيون يا نه، سدائين رهندس. اسان اوهان جي شان ۽ احترام

ڪي پنهنجي حياتيءَ جو اصول بنايو آهي، تنهن ڪري اسان جي طرفان انهيءَ اصول ڪي برقرار رکڻ ۾ ڪوتاهي نه ٿيندي.
قبله سائين، انهيءَ عمر جي ڏگهي عرصي ۾ اسان ڪي ڇاڇا نه چيو ويو، اسان سڀ پڙهو ۽ انهن جا جواب پئي ڏناسين....اهو ئي اسان جو فرض هو. نتيجي طور اسان جتي ڪٿي ناپسنديده شخص قرار ڏنا وياسين. وڏي خوشيءَ سان قبول ڪيوسين. پر انهيءَ سچي مانڊاڻ ۾ جيڪڏهن اوهان به ”ڏارائي“ وارو ورتاءُ ڪريو ته پوءِ انهيءَ جو ڪهڙو علاج ٿيندو........
مون ڪي اوهان جا احسان زندگيءَ جي هر قدم تي ياد آهن، اوهان مون ڪي پنهنجن جي فهرست مان جيڪڏهن ڪڍي به ڇڏيو ته به آئون پاڻ ڪي اوهان جي نالي پويان نياز مند ۽ خدمتگار فخر محسوس ڪندو رهندس.... اهو منهنجي لاءِ اعزاز آهي، جيڪو ڪير به مون ڪان نٿو کسي سگهي.
آءُ اوهان جي هر حال ۾ خدمتگار آهيان............ڇا به هجان، ڪٿي به هجان، ڪيئن به هجان.......اوهان ڪي پنهنجو رهنما ۽ آدرش پائني پيو چاڪري ڪندس. چاڪاڻ ته اها منهنجي خلوص ۽ وفاداري جي گهر آهي. اوهان چاهيو يا نه. اجا ڪيترين ڳالهيون دل چئي ٿي ته لکان، ۽ ٻڌايان، پر اوهان جي مصروفيتون ۽ وقت جي ٿورڙائي انهيءَ لاءِ مانع آهي. خدا اوهان ڪي سدائين خوش، سلامت ۽ تندرست رکي.
- ممتاز مرزا

.....6.....

• مورخ 30 سيپٽمبر 1976ع ڪراچي
قبله سائين،
اسلام عليڪم ۽ عيد مبارڪ!
گرامي صاحب جي وفات جو اسان سڀني ڪي دلي صدمو رسيو آهي. يقين ئي نٿو اچي ته هيءَ ڪچهري جو مور ائين ئي اوچتو هليو ويندو. اسان ماڻهو جيئري ماڻهن سان جهيڙا جوٽيندا آهيون، ۽ مئي ڪان پوءِ انهن جي واڪاڻ ۾ سڀني ڪان اڳرا. گرامي انهيءَ سلسلي ۾ نهايت ناڪام انسان رهيو هو. پنهنجن مصلحتن جي چار ۾ اهڙو اچي ٻه-ٽنگو ڦاٿو جو اهي ماڻهو جن ڪي هن ادب جو پنڌ ڏيکاريو، انهن پيٺ پويان ڪيس جنسي گاريون ڏنيون، ۽ اڄ اهي ئي چڱا مڙس آهن، بهرحال مڙس ويو، هاڻي سندس تعريف ڪبي ڇا ٿيندو. اوهان جي راءِ بلڪل صحيح آهي، هڪ ڪچهري ۾، مون مولانا قاسمي جي آڏو اوهان جا لفظ ورجايا ته سندس منهن جو پنو لهي ويو،”چيائين ته بلڪُل صحيح راءِ آهي ڊاڪٽر صاحب جي، انهي ۾ حقيقتن جي تلخي البت آهي“.
مون مولانا گرامي مرحوم جي باري ۾ ٽي وي تي پروگرام ڪيو. حميد آخوند

صاحب، مهراڻ آرٽس ڪائونسل طرفان هڪ تعزيتي جلسو سڏائڻ جي ڪوشش ڪئي، دعوت نامه به نڪتا، پر حاجي خان خواجي اهو جلسلو منسوخ ڪري ڇبو ته مُئي ماڻهو کي پچارڻ مان ڇا حاصل، مئو سو ڇٽو! افسوس آهي انهن ماڻهن جي ذهنيتن تي! انهيءَ سلسلي ۾ سمورين سنڌي اخبارن سخت احتجاج ڪيو ۽ ايڊيٽوريل لکيا، هزار روپيا درماهه هڪ پوڙهي انجنيئر کي ڏئي سگهجن ٿا، پر سئو رپيا گرامي لاءِ خرچ نٿا ٿي سگهن، جنهن بنا ڪنهن اجوري جي ڪيترائي پيرا ڪائونسل جي تقريبن ۾ تقريرون ڪيون، هيءُ ٻيو موقعو آهي جو هن محترم صاحب ائين ڪيو آهي. پهرين پيري اوهان جي لاءِ الوداعي تقريب منسوخ ڪيائين، حالانڪ اهو فيصلو ڪائونسل جو متفق هو، هاڻي اسان جي انهن ماڻهن خلاف جنگ آهي، ۽ اهو جهيڙو، بهتري ڏي نئون قدم هوندو.

ڪالهه هتي حميد جي آفيس ۾ علي احمد بروهي اچي ويٺو هن جي حوالي سنڌ صدين ڪان واري سيمينار جا ڏهه آرٽيڪل سنڌي ترجمي لاءِ ٿيا آهن، جن ۾ هڪ مضمون اوهان جو به کنيو ويو آهي. ان آڌو به حميد مخالفن جي باري ۾ ڳالهيو. بروهي چيو ته آءُ ڊاڪٽر جو ڏوهاري آهيان، مون پاڻ اڪثر ڊاڪٽر جي خلاف ڳالهايو آهي، پر رٽائر ٿيڻ کان پوءِ جڏهن آئون لکڻ ويٺو آهيان تڏهن مون کي ڊاڪٽر صاحب جي محنت ۽ تحقيق جو احساس ۽ قدر ٿئي ٿو. سچي سنڌ جا اديب هڪ پاسي، ڊاڪٽر جو هڪ ڪتاب ٻي پاسي، ته به اُتل ڊاڪٽر بلوچ ڏي هوندي، اسان کي ڊاڪٽر بلوچ لاءِ ڪجه ڪرڻ گهرجي. آءُ عام جي آڌو ڊاڪٽر صاحب کان معافي وٺي، پنهنجو ڏوهه بخشائڻ ٿو گهران'' اسان انهيءَ سلسلي ۾ هڪ اعليٰ پيماني جو جلسو ڪنداسين، جنهن ۾ توهان کي بطور مهمان خصوصي اچڻو پوندو، ۽ ضرور اچڻو پوندو.

تازو شيخ غلام حسين اوهان سان مليو هو، ۽اوهان کي موسيقي واري اسڪول بابت ٻڌايو هئائين. انهيءَ سلسلي ۾ توهان جي حوالي سان، هن چيو ته ڊاڪٽر صاحب به سندس انهيءَ راءَ کي وزن ڏنو ته اهو اسڪول ائين نه هلي سگهندو. در اصل هنن همراهن جي ذهن ته شروع کان وٺي ثقافتي واري اداري سان مخالفت جي بنا تي، اصل ڳالهه سمجهڻ جي ڪوشش ئي نه ڪئي. اسان جو خيال آهي ته سچي سنڌ ۾، ڪيئي يڪتاري پوٺا ائين ئي ڳائيندا وتن، ريڊيو تي اچن، پر ويچارا ٺٺجيو وڃن، انهن کي گڏ ڪري انهن مان ڏهه همراهه چونڊي، منظور علي خان ۽ محمد جمن جي حوالي ڪيا وڃن، جيئن اهي هنن کي فقط بنيادي سنڌي راڳن ۽ راڳڻين جي صورت توڙي سُر سمجهائين ۽ انهن کي ايتري سمجهائڻي ڏين جيئن اهي سمجهي ۽ ٻڌائي سگهن ته ڇا پيا ڳائن؛ ان بعد هنن کي پنهنجي رنگ ۾ ڇڏي ڏجي، ۽ انهيءَ رنگ ۾ سندن مشق ڪرائجي اهو قطعي غلط آهي (جيئن غلام حسين جو خيال آهي ته) انهيءَ

اسڪول ۾ فقير عبدالغفور، ڏول فقير وغيره ڪي رات سيڪاريو ويندو. اهو واقعي امڪان کان ٻاهر آهي هن عمر ۾ انهن کي ڳائڻ سيکارجي: البت انهن جي انداز کي ٻين نون همراهن ۾ عام ڪري سگهجي ٿو. تازو هڪ يڪتاري تي ڳائيندڙ عبدالواحد ٻڌم، پردي جي پويان ان کي ٻڌو ته چڻ فقير امير بخش مرحوم،پر ويچاري جا سُر ڪچا ۽ چاڻ بنه نه، اهڙي ماڻهو کي جيڪڏهن سندس رنگ ۾ ئي ڪا سکيا ڏني وڃي ته اسان جي خيال ۾ ڪا اها خطا ڪانهي.

قبله سائين، مٿي ڏيگهه محض انهيءَ ڪري ڪئي اٿم ته اوهان کي هتي جي ماڻهن جا احوال معلوم هجن. هن وقت حميد، منهنجي سنگت ڪري، اوهان جي ڏر سمجهيو وڃي ٿو ۽ سنڌ يونيورسٽي کان وٺي سنڌي ادبي بورڊ، توڙي ٻين ثقافتي ڪائونسلن ۽ مرڪزن جا سربراهه گڏجي هڪ ٿي، هن نوجوان کي ناڪام ڪرڻ جي ڪوشش ۾ آهن ۽ مٿين سطح تي هنن جو خيال آهي ته هو اوهان جو ماڻهو آهي.

آءُ سمجهاڻ ٿو ته اهي مڙئي ڳالهيون اجايون آهن، اسان کي پنهنجي ڪم سان ڪم رکڻ گهرجي، پر سائين، هاڻي اسان کان سٺو نٿو ٿئي. هر ٽٽي ٽامني، ڏني نه ورتي، بس ڊاڪٽر بلوچ! ٻيو ڪو موضوع ئي نه رهيو آهي، دنيا ۾ اسان ڪم به ڪري ڏيکاريندا ﺳﻴﻦ، اوهان پنهنجن ڪمن ۾ مشغول رهو، اسان هتي جيڪو به ڪم هوندو ڪندا رهنداسين. لغت آفيس ۾ آءُ موڪل ۽ چنچر آچر تي وڃي ڪم ڪندس. منهنجي لاءِ ان کان ٻيو ڪهڙو وڏو اعزاز ٿيندو جو آءُ اتي ڪم ڪريان. اوهان جي علم جا احسان اسان تي آهن، سچي سنڌ تي آهن. مون شيخ صاحب کي عرض ڪيو آهي، هر گهربل شيون اوهان ڏي موڪليندو، ۽ چنچر ڏينهن خط لکندو. شاهه جي راڳاين جا فوٽا عشقي کي ڇپيا اٿم. مون وٽ هڪ پراڻي ڇاپي راڳائن جي تصوير آهي، جنهن ۾ پير علڻ، يوسف ٻگهيو ۽ جمو فقير ڪنجي برادر آهن. جي ان بابت حڪم هجي ته بلاڪ ٺهرايان

اوهان اسان کي همت ۽ سمجهه جو سبق ڏنو آهي. اسان ان کي ڪڏهن به نه وساريندا ﺳﻴﻦ. سنڌي علم ۽ ادب کي جنهن منزل تي رسائڻ جو اوهان وٽ عزم آهي. اسان ان ۾ اوهان سان ئي رهنداسين. اوهان اسان جي چاڻ جا سرچشما آهيو. اميد ته اوهان جي طبيعت بخير هوندي. حميد، ظفر، ۽ شيخ صاحب سلام عرض رکيا آهن.

- ممتاز مرزا

.........7........

• مورخ 18 آڪٽوبر 1976ع ڪراچي

قبله سائين،

السلام عليڪم: عرض ته اوهان جا به خط ۽ هڪ فولڊر پهتو. مهرباني. اوهان جي خط مان جيڪا رهنمائي ٿئي ٿي سا اکين ٿي، واقعي اسان کي پنهنجي علم وڌائڻ لاءِ ڪوشش ۽ محنت ڪرڻ گهرجي. اها توجهه اسان کي بيشڪ اڳتي ڪندي، ۽ بدخواهه کي اپڙڻ نه ڏيندي. اوهان جي اها ڳالهه صحيح ته سنڌ وارن جو هاڻي انداز معشوقانه وڃي رهيو آهي. پر افسوس جو سنڌي معشوق پنهنجين ڦرندڙ گهرندڙ وصفن ڪري، اهڙو ته ناقابل يقين ٿي ويو جو سچي عاشق جو عشق تان ارواح ڪڇي ويو آهي: جي هن سان به مٺا ٻول ڳالهائجن ته چوندو ته ”غرض اٿس“، انهي خيال سان سندس عقل وڃي آسمان کي رسندو. طعنا مهڻا ڏيندو، اسان پارو ويچارو نيٺ ڪيستائين ڳالهه سهندو، جي ڪو گهڻو ڏيندو ته اسان جون اکيون ته ازخود ڦاٽي پونديون. انهيءُ عمل تي به رسامو ٿيو، ته اهڙو معشوق گهوريو، بهرحال جيڪڏهن نپائڻو آهي ته پوءِ سڀ سهڻو آهي، ڪا ميار نه ڏيڻي آهي. ميار تان ته هٿ ڪڻڻو پيو ته پوءِ ڪاري کي ڪارو ڪيئن ظاهر ڪبو. جيتري قدر، قدر جو تعلق آهي ته اسين سدائين انهيءَ جذبي جي گهرائي تائين اچا پهچي نه سگهيا آهيون، اسان سدائين انهيءَ ماڻهو تي آڱر کنئي آهي، جنهن ڪنهن به ڪم ۾ نيڪ نيتي ۽ خلوص دلي سان پنهنجو پاڻ نه پتوڙيو آهي. اوهان مثال اسان جي سامهون آهي، اوهان پنهنجي علمي ۽ ادبي طويل زندگيءُ ۾ سواءِ سنڌ جي منهن مٿي ڪرڻ جي ٻيو ڇا ڪيو آهي: تڏهن به اهي ماڻهو هر هنڌ، پنهنجين ٻگهين زبانن ۽ چالاڪي سان پريل جملن جي آذار تي، سنڌ جا وڏا دانشور عالم ۽ خطيب آهن. اسان انهن جي علم ۽ فضل جي خلوص ۽ نيڪ نيتي تي شڪ نه ڪريون! انهيءَ جي برعڪس هر هنڌ تي بنا ڪنهن سبب جي، اوهان جو علمي ڪم ۽ ذاتي شخصيت گفتگو جي موضوع بنجي ۽ ان ۾ محسوس ٿئي ته انهن نقادن جي تنقيد محض” گلا “ آهي ته پوءِ ماٺ ڪرڻ ممڪن نه آهي. اهي آزار، اوهان هتي هئا ته اسان پئي سٺا، پر هاڻي جڏهن اوهان نه ڪنهن جي ٻن ۽ نه ٽن ۾، ته پوءِ رڳو اوهان جي پچار ڇو؟ بهرحال اسان پنهنجو پاڻ تي جبر ڪري، انهيءَ ڏس ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڳالهائيندا اسين، ۽ ڪوشش ڪنداسين ته رڳو ”ڪاري کي ڪارو چئي ڇڏي ڏجي ته هو اڳتي اچو ٿي هلڻ جي ڪوشش ڪري.“

اوهان جي خط جو جواب دير سان پيو ڏيان، ان لاءِ معافي هتي ڪراچي ۾ شاهه خالد جي آمد جي موقعي تي، حميد آخوند سان گڏجي هڪ شو ڪيو هوسين. ضياءَ محي الدين به اسان سان شامل ڪيو ويو هو، پر همراهه اڌ ۾ ئي ڀڄي ويو، پڻو صاحب لاهور واري شو کان سخت ناراض هو. اسان اڳي ئي جتوئي صاحب کي ٻڌايو هو ته اسان جو شو پاڪستان ۾ سيني کان سٺو ٿيندو ۽ خدا جي مهرباني سان اسان جي ڳالهه رهجي آئي. ڪل اڌ ڪلاڪ اسان کي مليو، پر پروگرم ڪلاڪ هليو، ۽ عربن

چيو ته هيءُ پروگرام جلد ختم ٿي ويو. خود پٽو صاحب نهايت خوش ٿيو ۽ هر ڪافي ۽ لوڪ گيت جو هر هر ترجمو پيو شاهه خالد کي ٻڌائي. اسان وٽ عبدالغفور، حسين بخش، علڻ فقير، الهه بچايو کوسه، زرينه بلوچ، اقبال جوڳي، روبينه مکيه فنڪار هئا، روبينه جي ڪوهياري پٽي صاحب خبر نه آهي چو ڪٽي ڇڏي. عين وقت تي هن خاتون کي ٻڌايوسين، اسان کي به ڏک ٿيو، ۽ هن کي به ويچاريءَ کي لاهور مان سڏايو هوسين. هيءَ پروگرام اوهان جي ڏسيل راهه تي هلائي ڪاميابي حاصل ڪئي سون. منهنجي ذاتي خيال موجب وزيراعظم صاحب انهيءَ ڪري به گهڻو خوش هو جو اسان سنڌي موسيقي کي صحيح انداز سان پيش ڪيو ۽ اسان جي سمورن فنڪارن ڏاڍي دل سان ڪم ڪيو، جنهن لاءِ هو مبارڪن جا مستحق آهن.
بورڊ ۾ ظفر شاهه کي چارج وٺڻ نه ڏني اٿن، انهيءَ ڪري اوهان جو لکيل خط منهنجي راءِ موجب ڪيس اجان نه ڏنو اٿئون. هاڻي ڪجهه صورت نڪتي آهي. سندس چارج وٺڻ جي، پوءِ ڪيس اوهان جو خط ڏينداسين.
- ممتاز مرزا
.....8.....
• مؤرخ ڪراچي 24 جولاءِ 1989ع
قبله سائين،
اسلام عليڪم: اڄ فرانس مان لکيل اوهان جو خط پهتو، پڙهي خوشي ٿي ۽ اوهان جي شفقت جو احساس ويتر وڌي وڻ ٿيو، جو هر ماڳ تان اوهان جا محبت پريا خط مون تائين پهچندا رهيا آهن، جيڪي منهنجي حياتي جو سرمايو آهن. حميد سان گڏ آئون به 7-6-89ع کان10-7-89ع تائين بيلجم، انگلينڊ ۽ روس ويل هوس، ماسڪو جي اتفاق سان انهي ”هوٽل روسيا“ ۾ رهڻ جو موقعو مليو، جنهن ۾ آڳاٽو اوهان روسي اديبن جي يونين جي سڏ تي اوڏانهن اُسهيا هئا ۽ اتان هوٽل جي فوٽي وارو ڪارڊ مون ڏي موڪليو هو، اهو ڪارڊ ۽ اوهان جي محبت اتي به ڏاڍي ياد آئي. ياد ته اوهان جي هر گهڙي هر پل ساڻ آهي. اوهان جي سڪ ساهه سان آهي. وٿيون پون ٿيون پر حب ۾ گهاري نٿي پوي. پري هوندي به هر وقت اوهان جي ذات مون سان آهي ۽ آئون اوهان جي ڏنل سبق کي سيني سان سانڍي ڪي نه ڪي ڪري، دل جا مونجهارا درو ڪندو رهندو آهيان. حوصلو رکڻ ۽ بنا طمع جي پنهنجي ڪم سان ڪم رکڻ وارو سگهارو درس اوهان کان ئي پرائيو اٿم ۽ اها ڄاڻ اٿم ته اسان سنڌي هروڀرو اجا ايترا ڇريا ڪونه ٿيا آهيون جو پنهنجن جي واڪاڻ ڪريون ۽ انهن جي ڪارنامن ۽ ڪشالن کي سمجهي، انهن جو مان مٿانهون ڪريون! بهرحال سنڌين جا سمورا انگل آرا اکين ٿي، پر سوچجي ته اها رمز نيٺ هلندي ڪيستائين؟ ذاتي مفاد

۾ مارا ايترا، جو حق سچ جي ڳالھ تي ڪنھن جي ديد ئي نٿي پوي. يا تہ نفسانفسي ۾ اسان اجتماعي فائدن کي نظر انداز ڪندي، انڌ جي گھوڙي تي سوار آھيون. يا اسان مان ساڃھ نڪري وئي آھي، جو ھڙي وقت ۾ جڏھن اسان پنھنجن صدين جي ٺاھيل جوڙيل ماڳن مڪانن تي بہ اوپرا پي لڳون، تڏھن بہ اسان جھيڙاڪ زالن وانگر پنھنجي ئي چنبا پٽ ۾ مشغول! آخر اسان ڪڏھن سنئين راھ اختيار ڪنداسين؟ پيا تہ الائي ڪٿان جو ڪٿي وڃي رسيا آھن ۽ پليون، شينھن جا رنگ ڪيو پيون ھلن، ڪو زمانو ھو تہ سينمائن جي ٽيڪٽن وارين درين تي، ھڪ سنڌي يا مڪراني داداگير، رڳو پٽ کي لٺ وھائيندو ھو تہ سوين ھمراھ وڃي ڪنڌون وٺندا ھئا. اڄ انھن وٽ ڪلاشنڪوف ۽ مائوزر آھن. انھن کي اسان جي سنڌ جي حقن جي حفاظت ڪرڻ وارن، نہ رڳو جھيڙي جا ساز سامان ڏنا پر انھن کي ڪاڇي جي پٽن ۾ وٺي وڃي سيڪاريو تہ ھيءُ سامان ھن طرح ھلندا ۽ اڄ اھي بندوقون اسان جي توڙي سندن آڏو آھن. گذريل وڏي عرصي ۾ آئون ۽ مون جھڙا ڪيئي مانيٽا ۽ پنھنجي ڪم سان ڪم رکڻ وارا ھڪ عذاب مان پيا گذرون. اسان جا پنھنجا شھر، پنھنجا نہ رھيا آھن، حد اھا آھي جو ھالن نون ۾، مخدوم صاحب وڏي وٽ، سندس بنگلي تي فيصلو ھو، سڀ پھتا، ڳالھ ٿي تہ ٻي ڌر وارا ائين چئي اٿيا تہ اسان کي مخدوم صاحب تنھنجو فيصلو قبول ناھي، مارڪيٽ ۾ مھاجر چوڪ ۾ سنڌي آيو تہ مارينداسين......... اڳتي تنھنجي مرضي! اھڙيون ڳالھيون جڏھن پھچن ٿيون تہ احساس اجان بہ وڏي ٿو تہ اھي جيڪي اسان جي معاشري جا وڏا پاوا آھن، انھن جو اھو حال تہ پوءِ مسڪين لڏو ڪيڏانھن ويندو! خبر نہ آھي تہ ايندڙ وقت ڪھڙو رخ اختيار ڪندو. چٽا پڌرا سنڌي، ھنن جي مار ۾ آھن، اقتدار ھتي تہ آھي سنڌين جو، پر اھي بہ اھڙا ھيٺا آھن جو ھو ھڪ ٺڪاءُ ٺا ڪن تہ ھي اصل گوڏن پر. اخبارون ھنن جون، ماڻھن ھنن جا ۽ وڏي ڳالھ تہ ايڪو اھڙو پيدا ٿيو اٿن جو ھڪ ئي سڏ تي رنين آھر ٻاھر ميدان ۾، نہ سر جو سانگو نہ پوئتي جي پرواھ! مقابلي ۾ اسان ھڪ ٻئي کي مارڻ، ڪٽڻ ۽ ساڙڻ ۾ پورا! نيٺ ڪڏھن سمجھنداسين قصي کي؟ سائين ڏينھن بيشڪ تڪڙا ٿا گذرن ۽ سچڻ جي سار تہ سدائين ساھ ۾ سمايل آھي، ڪٿي بہ ھجان، اوھان دل ۾ موجود آھيو، انھي ڪري جو ڪڏھن بہ ڪنھن موضوع تي ڳالھ ٻولھ ٿيندي آھي تہ منھنجي دماغ ۾ اوھان جون تحريرون ڦري ويندي يون آھن تہ ھن ڏس ۾ اوھان جي راءِ ھن ريت آھي. پوءِ اھي دليل ڪي قبولين يا نہ، پر آئون انھن تي قائم رھندو آھيان.

حميد ( آخوند) جو پنھنجي عھدي تان ھٽڻ اسان مڙني لاءِ ۽ مجموعي سنڌ لاءِ ھاڃيڪار آھي. انھيءِ ڪري نہ جو ھن سان اسان جو لاڳاپو آھي، پر مجموعي سرڪاري اعتبار

سان مان ڏسان ٿو ته سنڌ ۾ اهڙا ڪامورا بنه اڳرين تي ڳڻڻ جهڙا آهن جيڪي همت ۽ مڙسي سان پنهنجن ڪمن کي اڳتي ڪن ٿا ۽ سنڌ جي اعليٰ روايتن کي بچائڻ لاءِ پاڻ پتوڙين ٿا. حميد ۾ تمام گهڻيون صلاحيتون آهن. پنهنجي خانداني پس منظر ۾ هو جيئن ته لاڏلو پٽ آهي، تنهن ڪري هنجي ذهني تربيت به شهزادن وانگر ٿي، پر اخلاق جا اعليٰ سبق ساڻس شامل رهيا. اوٺايون ارڏايون هر ڪنهن ۾ ٿين،پر گهڻي فائدي لاءِ، ذرتي سان پيار ڪرڻ وارن کي گهرجي ته اهڙن سچن ۽ پلن انسانن جا انگل آرا اکين تي رکن. افسوس اهو آهي ته اسان ٿوري ذاتي فائدي لاءِ پنهنجي مقصد کي گهڻو نقصان پهچايون ٿا. سنڌ جو سرڪاري ثقافتي ادارو محض حميد ۽ هڪ پٽيوالي سان شروع ڪيو ويو هو. ۽جڏهن حميد ان اداري تان هٽيو ته وڏو لاءِ لشڪر، آفيسون، ڪامورا، گاڏيون، فني سامان، اعليٰ ادارا ڇڏي ويو آهي ۽ اهي ايترا ته آهن جو هاڻي سنڀالڻ وارن کي اها دقت آهي ته هيڏي ساري نظام کي ڪيئن هلائجي، هاڻي آهستي آهستي وڃن ٿا مختلف اسڪيمون بند ڪندا. جيئن ”موبائيل لائيبريري“ واري رٿا هئي. گاڏيون موجود، ڪتاب مهيا، ڪارڪن حاضر، پر اسان سنڌ جي ڳوٺن واهڻن ۾ وڃي ٻارڙن تائين سنڌي ڪتاب رسائڻ جهڙا نه آهيون! ميلا ته انهن جو به حال هيٺو، قلندر جي ميلي تي ڳائڻا، وڄتا موچڙا کائي پڳا، سچل جي ميلي تي اهڙو هنبس متو جو ڪو ڳائي نه سگهيو، ۽ هاڻي تجويز ڏني وئي آهي ته پٺائي جي ميلي کي ٿيڻ ڏجي، پر جيئن ته ”جيئي سنڌ“ وارن جو زور آهي تنهنڪري ثقافتي مرڪز ۾ ڪي به محفلون نه ٿين، اهي ميلي وارن ڏهاڙن تي ڪراچي ۾ ٿين! معنيٰ ته پنهنجون سهولتون ذهن ۾ رکي ادران کي برباد ڪجي، جن جي قائم ڪرڻ ۾ سنڌ جي عالمن جون امنگون ۽ اڌما آهن. ڪنهن صلاح ڏني اٿن ته پٺائي جو قبو به پٽ تان پٺائي ڪراچي ۾ اچي قائم ڪريو. ڏسون ته هن ترقي يافته دور ۾ انهن مان ڪير ٿو اها صلاح مڃي ۽ ان تي عمل ڪري! ذاتي مخالفتون ۽ اختلاف ٿي سگهن ٿا، پر قومي مقصدن کي ڇيهي رسائڻ خاطر ويهي وڏون ڪيجن، اهو سڄاڻ ماڻهن جو وڙ نه هئڻ گهرجي. شخصي طرح سان هر ماڻهو تنقيد جي زد ۾ اچي سگهي ٿو، پر ان جا ڪيل ساراهڻ جوڳا ڪم به نظر انداز نه ڪرڻ گهرجن. جيڪڏهن حميد يارنهن سالن تائين فوجي حڪومت ۾ ڪم ڪيو ته ٻين آفيسرن به ته هي نوڪريون چاڪريون ڪيون، هجي مير علي مراد خان ملڪ ۾ ته ڪو داد ٿئي. بهرحال، جيڪي ٿيڻو هو سو ٿيو، اڳتي جي چڱي اميد رکڻ گهرجي. ڏٺي مڙني کي ساچهه ڏي ۽ سنڌ سان عشق ڪرڻ جي روشني کان روشناس ڪرائي، اسان جي ته اهائي آس آهي، آسون ۽ اميدون هونئن به اسان سنڌين ۾ گهڻيون، پر پوريون ٿين خير ڪيون! تڏهن به چڱائي لاءِ باسون باسڻ واري سچي سنڌي عمل کي جاري رکيو پيا اچن. نيٺ ته واءُ به ورندو، اسان جا يار ساچهه کي به اوڏا ٿيندا ۽ وقت جي وهڪري کي ڏسي، پنهنجن سان پيار ڪندا. اڄ ته اسان پنهنجن ئي شهرن ۾ اوپرا ۽ اڌارا ويٺا

آهيون. شهرن جون ڳجهون، پاريلن پويان پيون لامارا ڏين، اهي گهٽيون جن مان اسان چڙت پيا ايندا ويندا هئاسين، اوڏانهن وڃڻ جو حوصلو ئي نه رهيو آهي.

اوهان به خيرن سان اسلام آباد مان موٽي اچي وطن جا وڻ وسائڻ وارا آهيو، خوشي ٿي جو فاصلو گهٽيو ۽ سنڌ جو ڀاڳ جاڳيو جو ان ۾ اجا گهڻو ڪم آهي، منهنجي دلي تمنا آهي ته اوهان ”رسالي“ کي تڪميل تي پهچايو، ڇاڪاڻ ته منهنجو ايمان آهي ته هاڻي ڪو سنڌي اهڙو نه آهي جو شاهه کي انهي انداز سان پڙهي سمجهي ۽ پين تائين رسائي. انشاالله اهو ڪم خير سان پورو ٿيندو ۽ ان سان گڏ اوهان پنهنجي اعليٰ تصنيف ”پارس ڪاڻ“ کي لکي، ايندڙ نسلن کي سدائين لاءِ محفوظ ڪري ڇڏيندا. پارس ڪاڻ سچ ته منهنجو اهڙو خواب آهي، جهڙو مومل واري ڪاڪ، ان کي پسڻ، پڙهڻ ۽ پرجهڻ ان لاءِ به ضروري آهي جو اسان ميڊيا ۾ سگهڙن جي دانائي سان ويڌن وڏا ڪيا آهن. چار بيت پنهنجا پراوا ياد ڪيو اچيو ويهو رهن. نه دانائي نه سگهڙپائي! لوڪ ادب جون اڪيچار صنفون، پر نه ڪنهن کي ڏور اچي نه ڳجهارت، نه گر، چيلي جو چاڻ نه ڏٺ جي خبر، ڪي ڪي ڪٽا وجي بچيا آهن ۽ انهن مان به ڪي بنهه پاڻاريدار ٿي ويا آهن. سگهڙن جون سوزڪيون پرجيون اچن، ٽي وي تي اچي همراهه اصل ”ٿان“ ”پريل سانپرن“ وارو رخ اختيار ڪريو وڃن. بس هاڻي سگهڙپائي رڳو وجي سينگار ۽ بيتن جي صورت ۾ بچي آهي ۽ اهي رنگ ٽي وي ريڊيو جي ڪري گهڻا مقبول ٿي ويا آهن. باقي ٿيو خير، ان صورتحال ۾ ’پارس ڪاڻ‘ جي گهرج اجا به وڌي وئي آهي، ڏٺي توهان جي قلم کي پل ڏنو آهي، اميد ته ان ڏانهن به ڌيان ڏيڻ فرمائيندا.*

اوهان جو حڪم ٿيندو ته هر ڪم ۾ آئون موجود رهندس. حيدرآباد مون کي به سولي آهي ۽ ڳالهين سان گڏو گڏ گهٽي ڪان گهڻو ڪم ڪري سگهجي ٿو. هونئن به ڪم ڪرڻ ۾ ۽ خاص ڪري اوهان سان گڏ ڪم ڪندي، علم ۾ واڌارو ئي ٿئي ٿو. آئون اهو ئي ساڳيو پورهيت ۽ خدمتگار آهيان جيڪو هن دنيا ۾ اچڻ ڪان اڳئي هئس، اوهان جي ڪم ۾ منهنجي شموليت مون لاءِ اعزاز آهي ۽ اوهان جو احسان جو ان ۾ مون کي شامل ڪرڻ لاءِ سوچيو ٿا.

لوڪ ادب جي آفيس سان وابستگي جي پس منظر ۾ به چار دوست (بزرگ) اسان کان وچڙي ويا، محمد طالب لوهار صاحب ۽ احمد خان آصف صاحب! عجب جهڙا انسان هئا. محمد طالب مرحوم سان ته تمام گهڻيون رهاڻيون ٿيو، ڪيئي گفتار هن کان سکيم، ماڻهو شاندار پر ڪس ڪائڻ وارو نه هو، ڪم ۾ پنهنجي راءِ رکڻ جي ڪوشش ڪندو هو. بولين جي چاڻ، ٽوٽڪن جي ڪاڻ هو. لٽي ڪپڙي ۾ ملوڪ، خبر پئي ته موڪلائي ويو. دلي رنج ٿيو احمد خان آصف اسان کي لوڪ ادب ۾ مواد

موڪليندو هو. پاڻ شاعر هو، ٽي وي تي اچڻ ڪانپوءِ ساڻس ملاقاتون ٿيون. سمجهو، عروض جو ڄاڻو، جو مخدوم طالب المولىٰ پنهنجي ديوان جو مقدمو ڪائنس لکرايو. چڱو انسان هو. دشمني ۾ سندس ڳوٺ ۾ ئي ڪيس سندس پيڻ ۽ شايد نياڻي کي ماڻهو ماري ويا. هن ابتر حال ۾ سنڌ مان چڱا ماڻهو وڃن ٿا لڏيندا. بس رهي نانءَ سائين جو! خير سان ايندا ته ڪچهريون به ڪبيون ۽ گهڻا ڪم به ڪبا. -ممتاز مرزا

.......9......

• مورخ ڪراچي 12 آگسٽ 1989ع

قبله سائين، اسلام عليڪم

اوهان جو خط پهتو، مهرباني، تازي ”مهراڻ“ ۾ ”شاھ جي رسالي“ جي مقدمي جو حصو شايع ٿيو آهي، منهنجو خيال آهي ته رسالي جو اهو اهم مقدمو، ائين ٽڪرن ۾ ڇپجڻ مناسب نه آهي. جيڪڏهن اهو مقدمو هڪ ئي وقت، اصل رسالي سان پڙهيو ويندو ته ڏاڍو سٺو لڳندو. ساڳئي وقت اسان جي همراهن جو قلم به بنھ تکو آهي، پٽ شاھ وارن توڙي بورڊ وارن جي ڪم جو آهي الله واهي. سو جيستائين رسالو شايع ٿئي ٿو، تيستائين ڪو يار انهن حصن مان هنٽڙيون هٽي وڃي پار پئي! ”مهراڻ“ جو پنج سئو ڪاپيون، ڪيترا سنڌي پڙهندا هوندا! رسالو ته هر ڪو وٺندو ۽ پڙهندو منهنجو خيال آهي ته اهو اهم مقدمو ائين شايع ٿيڻ نه گهربو هو پر اوهان ضرور ڪا ڳالھ ذهن ۾ رکي انهيءَ جي اشاعت جي اجازت ڏني هوندي، سو به ضميمي طور!

اوهان پٽائي جي ميلي تي ضرور اچو، اسان جو ته هاڻي ان ڪم سان ڪو واسطو ئي نه رهيو آهي، خصوصاً اختر صاحب (چيف منسٽر) سان هن ۾ اهو وڙ ئي نه رهيو آهي جو هن سان ڪو تعلق رکجي. هن اسان جي مهربانن ۾ مدد جو اهو اجورو ڏنو جو مٿي وزيراعظم کي حميد ۽ منهنجي خلاف درخواستون ڏنيون آهن ته اسان بئي صفيا، جوڻيجي ۽ غوث علي شاھ جا ماڻهو آهيون، انهي ڪري هنن کي پنهنجن جاين تان هٽايو وڃي. حميد جي هٽڻ جو هڪ سبب اهو به آهي، ڇو ته ڪن سياسي ڪارڪنن جي ڪري اختر وزيراعظم صاحب کي بنھ ويجهو آهي. خدا خير ڪندو اسان جي سنڌي ادارن جي جيڪي اوهان جي محنت سان قائم ٿيا ۽ اوهان جي نقش قدم هلندي، حميد به انهن کي قائم رکيو آهي. اسان کي دعوت ته ڪانه ملندي پر ميلي ته اچبو ضرور، اتي اوهان سان ملاقات انشاءَ الله ضرور ٿيندي.

سنڌالاجي جو ڊائريڪٽر عبدالقادر جوڻيجو منهنجو تڏهن جو دوست آهي، جڏهن هو پالواھ (ٿر) ۾ پرائمري استاد هو. پيارو ماڻهو آهي. هن جي خواهش آهي ته اوهان سنڌالاجي لاءِ ڪو ڪتاب لکو. مون ساڻس ”پارس ڪاڻ“ جو ذڪر ڪيو، همراھ

ڏاڍو خوش ٿيو.ان کان سواءِ ٻيو ڪو ڪتاب اوهان ڇپائڻ چاهيو. بنا دير شايع ٿيندو. ڪمپيوٽر جو زمانو اچي ويو آهي ۽ سنڌالاجي به ڪمپيوٽر خريد ڪرڻ واري آهي. رشيد شاهه وي سي آهي، سندس به پلا پلان آهي. جيڪڏهن ڳالهه مناسب لڳي ته ذهن ۾ رکندا. نيٺ سنڌالاجي به ته اهان جو ئي قائم ڪيل ادارو آهي.

اوهان فرمايو هو ته لغت ۽ لوڪ ادب جي تجويز بابت ”وساريان نه وسرن“ جي نوع جو ڪتاب لکان، سو مون ”شاهه“ تي ڪيل اوهان جي تحقيق“ تي ڪي عنوان قائم ڪيا آهن، جن تحت لکڻ جو خاڪو تيار ڪيو اٿم. عنوان هن طرح آهن؛

1- پس منظر 2- لغت ۽ لوڪ ادب

3- اساس شاعري 4-شاهج جا راوي ۽ فقير

5- راڳ ۽ ساز 6- تصنيفون ۽ تاليفون

7- معياري متن

هن ڏس ۾ اوهان جي رهنمائي جي ضرورت آهي، جيڪڏهن اجازت ملندي ته ”پس منظر“ ۾ اوهان جي شخصيت تي گهٽو ۽ دل سان لکي سگهبو، انهن ڪشالن کي محفوظ ڪيو ويندو جيڪي اوهان سنڌ ۽ سنڌين جي عشق ۾ بنا طمع ۽ستائش جي ڪيا آهن.

اوهان جي خط مان لڳو ته اڃا ڪجهه عرصو اوهان اسلام آباد ۾ رهندا، ۽ هٿ ۾ ڪينل ڪم مڪمل ڪندا. منهنجو ذاتي خيال آهي ته انهيءَ علائقي جي گهٽي خدمت ٿي وئي ۽ لڳي ائين ٿو ته اتي به انهيءَ ڪم جي قدر ڪرڻ وارا ماڻهو باقي ناهن بچيا، بيشڪ بين الاقوامي سطح تي انهيءَ ڪم جو وڏو مقام ۽ مان آهي پر جن جو راڄ آهي، اُهي پهرين پنهنجن کي ستائيندا آهن،شايد اسان وارن همراهن کي لطف ئي انهيءَ ۾ ٿو اچي يا وري احساس ڪمتري جا شڪار آهن، جو گهر کي ڪٽي، ٻين آڏو ٿا سرخرو ٿين. خبر ناهي”سجاول واري سائين“ سان اوهان جو واسطو آهي يا نه، جي نه آهي ته خير ٿيو، جي آهي ته پوءِ اهڙي همراهه سان اوهان ڪيئن ڪم ڪندا، مون کي هتي ويٺي سمجهه ۾ نه ٿو اچي، بهرحال اوهان حالتن جا بهتر امين آهيو، ايترو ضرور چوندس ته ”اوهان کي هاڻي آئون ذاتي طرح سان سنڌ ۾ آزاد ۽ بنهه آزاد ڏسڻ جو خواهشمند آهيان. خبر ناهي چو؟“ گهڻا ئي ڪم آهن،هوريا ڏاڍيان پيا ٿيندا، اوهان جو ٻين ڪمن سان ايڏو لاڳاپو سنڌ کي اصل رولي ڇڏيندو. اوهان کان سواءِ ”سچي سنڌ“ کي ٻيو ڪير پڌرو ڪندو، سنڌ جا املهه خزانا ڪير محفوظ ڪندو، ڪير سنڌين ۽ سنڌ جي انگلن ۽ آرن کي ايندڙ پيڙهين لاءِ ڪاڳرن ۾ قابو ڪندو، مون کي به اهڙو ماڻهو نٿو سجهي.

مون کي معاف ڪندا جو ڪڏهن ڪڏهن آئون حد اورانگهي محبت ڪندو آهيان، پر دل چوي ٿي ته اوهان اسان کي اوڏا هجو. اڪثر دل منجهي پوندي آهي، پريشان ٿيندي آهي. ڏاڍن جي ڏيهه ۾، پنهنجن کان ايترو پري، تڏهن سڪون ملندو اٿم جڏهن اوهان جو ڪو مون وٽ محفوظ خط يا اوهان جو ڪنهن ڪتاب جو مقدمو پڙهندو آهيان. خبر ناهي اها ڪهڙي ڪيفيت آهي.
اوهان سيپٽمبر ۾ ايندو، اطلاع ڏيندا ضرور ملاقات ٿيندي، اوهان کي ڏٺي ٻڌي ڏينهن ٿيا، دل گهري ٿي.
- ممتاز مرزا
.....10.....
• مورخ 15 فيبروري 1978ع، ڪراچي
قبله سائين،
السلام عليڪم: پندرهن ڏينهن کان پوءِ حيدرآباد آيس ته اوهان جو خط مليو. ڏهه ٻارنهن پيرا اهو سهڻو ۽ محبت ڀريو خط پڙهي چڪو آهيان. ڪيترين ڳالهين ذهن ۾ هڪ قسم جو مانداڻ مچائي ڇڏيو آهي، انهيءَ ڪيفيت جي اظهار لاءِ سچ پچ ته قاصر آهي.. اوهان جون خدمتون ۽ يادگيريون اکين آڏو اُڀريو اچن، ۽ وري هن خط تي غور ڪريان ٿو ته پاڻ کي خوش نصيب محسوس ڪريان ٿو جو اوهان اهڙن لفظن سان نوازيو آهي، جنهن لائق آءُ پنهنجو پاڻ کي اڃا نٿو سمجهان، علم جي جستجو جي منزل اڃا اسان کي ايڏي اوڏي نه آهي، اڃان ته اسان ’گندي ۽ گراهه‘ جي آزار مان ئي پاڻ نه ڇڏائي سگهيا آهيون، اوهان جي محبت ۽ تربيت آهي جو هن هڻ وٽ جي جهان ۾ اڃا پير پٽ تي آهي، ورنه ڪيترا اهڙا ڏناسين جن کي وکر مان ڪا سُتي مس پلئه پئي جو حڪيم بڻجي پنهنجي پنهنجي هٽ جو نئون هوڪو ڏيندا پيا وتن؛ ۽ جي سندن حال تي غور ڪجي ته صفا سُڄ محسوس ٿيندي.
قبله سائين، اوهان تبريزي ۽ چلپي جو ذڪر فرمايو آهي، ۽ مولانا جي نسبت سان بيشڪ انهن ٻن بزرگن مولانا جي علم کي پڪيڙيو ۽ آماده ڪيو، پر مولانا پاڻ سچ مثال هو، هو ٻين ڪيترن ئي تارن کي روشن ڪرڻ وارو هو. مثنوي جا سمورا دفتر وقت، ادب ۽ تاريخ جي وهڪري جي ضرورت هئا، چلپي جيڪڏهن نه به هجي ها ته علم ۽ عرفان جو اهو درياءَ ضرور وهي ها ۽ انسان جي ٿوٽ ذهن کي فڪر جي نون گلن سان سينگاري ها. تبريزي ۽ چلپي جي حيثيت مولانا جي روشني جي ڪري روشن ۽ اعليٰ بڻي، ورنه شعر و ادب جي تاريخ ۾ اهڙا ڪيترائي ذهين ۽ اعليٰ فهم ورا ائين ساعتن لاءِ جلوو ڏيکاري اُجهامي ويا، مولانا جي ڪري ئي اهي ٻئي بزرگ اڄ به زنده آهن، جيستائين انساني ذهن، علم لاءِ وؤڙيندو رهندو. اهي سلامت رهندا

مان هجان يا استاد محمد اسماعيل اهي بذات خود نه ڪجھ آهن ۽ نه ئي ڪا اهڙي خواهش اٿئون، جيڪڏهن ڪا تمنا آهي ته اها ته جڏهن به اوهان جو نالو ورتو وڃي، اسان جو نالو نيازمندن ۾ شمار ٿئي، اهو اسان لاءِ وڏي ۾ وڏو اعزاز ۽ سرمايو آهي. ان کان وڌيڪ اسان نه ڪا طلب ڪئي آهي ۽ نه ئي ڪنداسين.

هن دور جي بي قدري ۽ قدرداني جو مسئلو: انهيءَ لاءِ اوهان بلڪ بجا فرمايو آهي. اسان سنڌي سدائين ڪوتاهه عقل ۽ نظر رهيا آهيون. اسان پنهنجن کي مارڻ ۽ ڌارين کي سارڻ وارا جيڪڏهن پنهنجن جو قدر ڪريون ته ڪر ڪو مامرو ئي نه مچي پر ڇا ڪريون جو اسان پنهنجي فطرت کان مجبور آهيون. سڪٽي واهه ڪري جيڪڏهن ڪنهن جي دل وڏائينداسين ته به پنهنجي پنهنجي جاءِ ته هرڪو پيو ويڪون ڪيندو ۽ رايا رٿيندو. انساني لاڳاپن ۽ احساسن کي اسان سدائين سطحي نڪتي نظر سان ڏٺو آهي. اهو ئي سبب آهي جو اڄ اسان پاڻ، ٻين جي ريس ۾ اچي، پنهنجين علمي ۽ ادبي محنتن جون ’رونمايون‘ ڪرايون ٿا ۽ داد وصول ڪريون ٿا، شامون ملهائيون ٿا. اها اڄ جي دور جي پبلڪ رليشننگ آهي، جنهن ڪري علم ۽ ادب ثانوي حيثيت اختيار ڪري ويو آهي، ۽ شخصيتون اجايو قداور ٿي ويون آهن. اوهان سدائين علم ۽ ادب کي اعليٰ رکيو آهي، ڪڏهن اهڙن مصنوعي سهارن جي ضرورت کي محسوس نه ڪيو آهي، ۽ يقيناً انهيءَ جي گهرج به نه آهي. هڪ عالم ، عالم ئي رهي ٿو. ’شوبزنس‘ جو نمائندو نٿو ٿي سگهي. اسان جي ڪيترن بزرگن ۽ عالمن بنا ڪنهن سبب جي علم کي نظر انداز ڪري، شوبزنس وارو گس اختيار ڪيو آهي. اُهي ائين ڪن، پلي ڪن، اسان پنهنجو گس نه ڇڏينداسين. نيٺ هڪ ڏينهن ته انهيءَ ٺوٺ ڌرتيءَ تي ڪو رابيل ٽڙندو!

قبله سائين، اوهان جي علمي ڪاوشن جي سچي تاريخ منهنجي اکين آڏو آهي، مون وٽ اوهان جي تلاش ۽ جستجو هر لمحي جو داستان محفوظ آهي، اوهان کي ڪنهن به شخص جي اجائي همت افزائي جي ضرورت نه آهي. اوهان پاڻ سج آهيو ڪنهن ٻي روشني جي اوهان کي ضرورت نه آهي ۽ نه ئي رهندي، رهيو وقت جو سوال ته سائين وقت اسان جي وس ۾ آهي، اڃا نه اسان مايوس ٿيا آهيون ۽ نه ئي اهڙا ڪُراڙا جو وقت اسان کان ڇڏائجي وڃي. اسان جو وٿيون، علم جي راهه ۾ رڪاوٽ نٿيون ٿي سگهن. انهيءَ ۾ شڪ نه آهي ته حياتي بنهه بي پروسي شيءَ آهي، پر اسان جو اعتماد، اسان جي همت، اسان جي سچائيءَ، ۽ مقصد سان محبت ڪري ايتري اجازت ضرور ملندي جو اسان سڀ رهيل ڪم پورا ڪريون. انشاءَ الله جي جذبا سچا آهن ته منزلون اسان جون آهن، ۽ اوهان جي تربيت ۽ محبت اسان کي اهو درس ڏنو آهي ته منزل کي ڪيئن حاصل ڪجي.

هاڻي آءُ اوهان جو ڌيان هڪ نئين مسئلي ڏي ڇڪائيندس. سنڌ مان اوهان جي ٻگهي غير حاضري ۽ اسلام آباد ۾ سڪونت ڪري، ڪيترن ارڏن ۽ اٽانگن ماڻهن ڪي اهو احساس ٿيو آهي ته ڊاڪٽر صاحب جن جو سنڌ ۾ هئڻ تمام ضروري آهي. اهو احساس قدامت جو آهي يا پاڻ پرپائڻ وارو. پر آهي ضرور. اوهان جي اصولن ۽ فيصلن جو مون کي يقيني علم آهي. اوهان جيڪي فيصلا ڪندا آهيون، اهي اڳ پٺ ڏسي وائسي پوءِ ڪندا آهيو. ان ۾ جذبات جو مسئلو گهٽ ۽ عقل جو عمل دخل گهڻو هوندو آهي. هتي اسان جا ڪي دوست بنا ڪنهن سبب جي انهيءَ پرچار ۾ مشغول آهن ته اوهان واپس سنڌ يونيورسٽي ۾ وائيس چانسلر ٿي پيا اچو. ڪو وقت اهڙو هو جو همراهن ان سلسلي ۾ ايڊيٽوريل لکيا، انهن ماڻهن جن تمام آڳاٽو، جنهن وقت اڃان سنڌ يونيورسٽي جو ايترو مُنهن اڇو نه ٿيو هو. تڏهن به انهن سچڻن پڻ قسطن ۾ ويهي اوهان خلاف ايڊيٽوريل لکيو هو ته ڊاڪٽر صاحب عالم فاضل آهي پر منجهس انتظامي صلاحيتون نه آهن. اڄ انهن مهربانن جي ذهن ۾ رڳو اوهان جو نالو آهي! وقت ايترو گهڻو نه گذريو ۽ نه ئي عام ماڻهن وانگر پڙهيل لکيل ماڻهن جا حافظه ڪمزور آهن. اِهو تغير آخر هن وقت ڇو؟ اوهان پنهنجن مسئلن کي نهايت ئي بهتر نموني ۾ سمجهي سگهو ٿا. پر منهنجي ذهن ۾ اوهان جو هڪ جملو سدائين ياد رهندو آهي. هڪ پيري ڪراچي کان هڪ سوزڪي ۾ اوهان سان گڏ، حيدرآباد پي آيس، يونيورسٽي ڪيمپس وٽان لگهندي اوهان چيو هو”جنهن شيءَ کي ڇڏجي، ان ڏي وري منهن نه ڪجي“.

مون کي خبر نه آهي ته آءُ هي سڀ ڪجهه ڇو پيو لکان، پر هڪ جذبو آهي. خدا جي فضل سان اوهان سڀ ڪجهه دنيا ۾ ڏسي وائسي چڪا آهيو، هاڻي اوهان لاءِ ڪي عهدا اهم نه رهيا آهن. اوهان جي شخصيت عهدن کي شان بخشڻ واري آهي. هن وقت يونيورسٽي جو رت چوسجي چڪو، جنهن ۾ ڪو ساهه ئي ڪونهي، ان کي نئين حياتي ڏيڻ لاءِ اوهان جي اعليٰ شخصيت جو استعمال منهنجي خيال ۾ نهايت ئي نامناسب آهي. وڌيڪ اوهان جو نظرون وقت جي رفتار تي آهن، اوهان بهتر ۽ صحيح نموني ۾ سوچي سمجهي سگهو ٿا.

* پهريائين نالو ’پارس ڪاڻ‘ هو،پر ان کي ’هيرن ڪاڻ‘ ڪيو ويو. جنهن جا پنج جلد ڇپجي چڪا آهن. جلد ڇهون ڇپائي هيٺ آهي.

گذارش ته آڳاٽو مون پنهنجي باري ۾ عرض ڪيو هو ۽ اوهان ٿي وي اعليٰ آفيسرن سان ڳالهايو به هو پر حالتن جي تبديلي ڪري ڪجهه نه ٿيو. تازي صورتحال هيءَ آهي جو عبدالڪريم بلوچ هتان بدلي ٿي ڪوئٽا هليو ويو آهي، ۽ عملي طور هتي ٿيندڙ سنڌي پروگرامن جو انتظامي سربراهه مون کي ڪيو ويو آهي پر ساڳي ئي

گروپ ۾، ذميداريون وڏايون ويون آهن پر اجرت ۾ ڪو فرق نه آيو آهي، هن وقت ظهور آزر صاحب ۽ ضيا جالنڌري صاحب جن ڪجھ ڪري سگھن ٿا. جنرل مجيب الرحمان جيڪو ايڊيشنل سيڪريٽري اطلاعات و نشريات آهي اهو مون سان ملي چڪو آهي، ۽ ان وٽ مون لاءِ سٺي راءِ آهي. هتي ڪراچي ۾ مون لاءِ تمام سٺو خيال آهي . اوهان جي مناسب سمجھو ته اتي مون لاءِ ڪجھ چئي سگھو ۽ گروپ ستون ڏين ته سنڌن مهرباني ٿيندي. ڇاڪاڻ ته اسان کي سواءِ چئو چوان جي ڪڏهن حق پلئه نه پيو آهي. مهرباني، اوهان جو نيازمند.- ممتاز مرزا

.....11.....

• مورخ 20 جون 1978ع ڪراچي ٽيلي ويزن

قبله سائين،

السلام عليڪم، اڄ صبح جو اوهان جي آفيس ۾ فون ڪيم ته معلوم ٿيو ته اوهان خيرن سان واپس اچي ويا آهيو. اوهان جو هيءُ نئون سفر ۽ تجربو اميد ته نهايت خوشگوار رهيو هوندو. ان بابت اوهان کان ڪڏهن حالات ۽ واقعات معلوم ٿيندا.

ڪجھ ڏينهن اڳ پير صاحب حسام الدين راشدي سان ملاقات ٿي. اوهان بابت پڇا ڪيائين ته هن وقت ڊاڪٽر صاحب ڪھڙو ڪتاب پيو لکي. مون کين ٻڌايو ته ڊاڪٽر صاحب جن سومرن جي دور جو، دودي چنيسر جي داستان جي حوالي سان، تفصيلي تجزيو پيو لکي. اهو هو ته دودي چنيسر جو مقدمو پر جيئن ته ڪافي ضخيم ٿي ويو آهي، تنهن ڪري ان کي بورڊ طرفان جدا ڪتاب جي صورت ۾ ڇپائڻ جو تجويز ڏني، پر موجوده بورڊ جي انتهائي ۽ فاضل ميمبرن ان تجويز کي ازراهه مهرباني قبول ڪرڻ نه فرمايو ۽ ان ۾ بورڊ جي لائق ۽ ذهين سيڪريٽري جي ڪارستاني شامل آهي. پير صاحب نهايت افسوس ڪيو، ۽ ڪاوڙ ۾ چيائين، ”بورڊ ڊاڪٽر صاحب جا ڪتاب نه ڇاپي ته پوءِ اها سنڌ جي ادب جي بورڊ نه آهي. آءُ ڏسان ٿو ته اهو مُلو (مولانا قاسمي) ۽ ڪوڙو سيد (ظفر حسن) ڪيئن نٿا اهو ڪتاب ڇاپين.“ منهنجو خيال هو ته اِها سائين جي مڙيئي روايتي ڪاوڙ آهي. پر ڪلھ مون کي پاڻ فون ڪري ٻڌايائين ته”مون ظفر سان ڳالهايو آهي، ۽ هن چيو آهي ته بورڊ اهو ڪتاب ڇاپڻ جو فيصلو ڪيو آهي“. وري چيائين، ”اِها ڳالھ سچي يا ڪوڙي، مون کي سڌ نه آهي، ڇاڪاڻ ته اهو سيد تمام ڪوڙو آهي. مون کيس چيو آهي ته ان ريزوليشن جي ڪاپي مون کي ۽ ڊڪٽر بلوچ کي موڪلي ڏي.“

اها جنسي ڳالھ ٻولھ اوهان جي خدمت ۾ عرض رکي اٿم.اڄ ڪلھ سنڌي ادبي بورڊ ۾ غلام علي الانا جو عمل دخل تمام گھڻو آهي، ۽ جيڪي ڪوائف آهن ان مان ائين پيو لڳي ته سنڌالاجي ۽ سنڌي ادبي بورد کي هڪ اداري بنائڻ جي تجويز تي اندروني

طور تي ڪم هلندڙ آهي. اسان جي روايت آهي ته نهيل ادارن کي پين ادارن ۾ ضم ڪري پنهنجي ضرورت ۽ طاقت کي محدود ڪريون. ادب جا اهڙا سڄڻ يقيناً پنهنجن، مصلحتن ڪري هاچيڪار ثيندا رهيا آهن، ۽ ثيندا رهندا. مولانا ويچارو پنهنجي جاءِ بچائڻ ۾ پورو آهي، ان تي ڪهڙي ميار، علم جو اهو رنگ اسان کي به سمجهه ۾ ڪڏهن نه آيو آهي. تازو هڪ تقريب ۾ مولانا قاسمي سنڌ جي ماڻهن کي خوشخبري ٻڌائي آهي ته تمام جلد جامع لغات پيو جلد ڇپجي نروار ٿيندو. خدا خير ڪندو اسان سيني جي حالن تي.
رسالي جي اسڪيم بابت حميد سان تفصيلي گفتگو ٿي آهي، انشاءَالله اهو ڪم به پنهنجي تڪميل جي منزل تي پهچائي اوهان کي اطلاع موڪليندس. علي احمد بروهي سان گهڻي تلاش جي باوجود اڃا ملاقات نه ٿي سگهي آهي. احمد کي تمام گهڻو ستايو اٿم ايندڙ هفتي جي آخر ڏاري راڳ وارو ڪتاب مڪمل ڪري ڏيڻ جو انجام ڪيو اٿس. شاهه جي رسالي جي صحت نامي جي ڪمپوزنگ ٿي آهي، جيڪا جيئن ڇپجي ويندي تيئن قائد اعظم اڪيڊمي ۾ تحقيقي ڪتابن جي مقابلي ۾ موڪلي ڏيندس.
اڄ ڪلهه هتي سخت گرمي آهي، ڪجهه ڏينهن کان مينهن به پيا وسن. گرمي جو عالم اهو آهي جو هوا جي چرڪ به نه آهي، ٻوسٽ ۽ گهٽ، پکن هوائون ڏيڻ ڇڏي ڏنيون آهن. ايڏانهن به يقيناً گرمي هوندي. اميد ته اوهان جي صحت ۽ تندرستي بخير هوندي.
- نياز مند، ممتاز مرزا
........12.......
• مورخ 27 نومبر 1976ع، ڪراچي
قبله سائين،
السلام عليڪم: افسوس جو هتي ڪم هئڻ ڪري ايئرپورٽ تي حاضر نه ٿي سگهيس، ۽ ملاقات نه ٿي سگهي. راڳ جي ڪتاب جي تڪميل لاءِ مبارڪون. سنڌي ٻولي جي مختصر تاريخ وانگر اوهان جي هيءَ تصنيف به منفرد حيثيت جي حامل ٿيندي ۽ آءُ مڃان ٿو ته پهرين ڪيترائي هٿ ٺوڪيا ماهر ان تي عجيب و غريب قسمن جون ڳالهيون ڪندا، پر جيئن وقت گذرندو ۽ همراهن جا خيال ٽڏا ٿيندا ته پوءِ مختلف جاين تي انهيءَ ڪتاب جا حوالا ورجائيندا. ڪتاب جي ڪور ٺڙائين انشاءَالله، سومر (29-11-76) تي مون کي ملي ويندي ۽ عيد کان پوءِ آءُ ۽ احمد هتي ان جو بلاڪ توڙي ڇپائي جو انتظام ڪنداسين.
تازو هتي حيدرآباد ۾، سنڌي ادبي بورڊ جي اهتمام سان گرامي مرحوم لاءِ هڪ تعزيتي اجلاس ٿيو. ڇپيل ڪارڊ موجب انهيءَ اجلاس جي صدارت شيخ اياز ڪرڻ

وارو هو، ۽ مهان خصوصي مخدوم طالب المولىٰ هو. آءُ پاڻ انهيءَ جلسي ۾ نه وجي سگهيس پر شيخ صاحب ويو هو، جنهن جيڪي تفصيل ٻڌايا اهي نهايت حيرت جهڙا هئا. ٻئي صاحب جلسي ۾ نه آيا، ۽ مهمان خصوصي نواب حاجي نور احمد صاحب ۽ صدارت مخدوم زاده خليق الزمان ڪئي، ڪي چاليھ کن ڳالهائڻ وارا هئا. شروعات رباني ڪئي، ۽ راوي روايت ڪن ٿا ته گرامي صاحب جي شخصيت جي مختلف پهلوئن کي نهايت مزاحيه انداز ۾ پيش ڪيو، سندس خوش خوراڪي جي ذڪر کي وڏي طمطراق سان پيش ڪيو، چڻ ته هڪ خاص مزاحيه پروگرام هو. ان بعد جنهن به مقرر تقرير ڪئي، انهن ئي بنيادن تي ڪئي. اجا گهڻي ئي ڪي ڳالهائڻ وارا هئا جو ڪامريڊ غلام حسين سومري کي ڳالهائڻ لاءِ سڏايائون. ان همراھ کي جس هجي، پاڻ ملهايائين، همراهن کي اهڙيون سڌيون ٻڌايائين جو ٺپ ٺري وين. چيائين ”توهان جيڪا مسخري پکيڙي آهي، اها اسين سمجهون ٿا. اوهان ئي آهيو جيڪي گرامي جي موت جو سبب بنيا آهيو. اسان اوهان کي هن نموني سان گرامي جي ياد ملهاڻ جي ڪڏهن به اجازت نه ڏينداسين.توهان زندگيءَ کي مذاق سمجهيو آهي، ۽ شخصيتن کي خراب ڪرڻ جو سعيو ڪيو آهي“ وغيره، مطلب ته سندن لاک لاٿائين، نتيجو اهو ٿيو جو رباني ٻين مقررن کان معافي ورتي، اڌ ۾ ئي جلسي جي خاتمي جو اعلان ڪيو. سنجيده ماڻهن غلام حسين جي تقرير کي ساراهيو، ۽ ٻئي لڏي آئينده اهڙن خطرناڪ ماڻهن کي سڏائڻ کان توبھ ڪئي، جيڪي ائين منهن تي سچ چون! ۽ ڪو ريا نه ڪن.
قبله سائين، عرض ذاتي آهي. آءُ اسلام آباد اچي نٿو سگهان. نه ته روبرو عرض ڪريان ها. منهنجي ترقيءَ جو مسئلو اتي اسلام آباد ۾، اسان واري هيڊڪوارٽر ۾ پيو آهي، گذريل ٻن سالن کان هتي جي انتظاميه منهنجي شفارش ڪئي آهي ۽ منهنجي ڪارڪردگيءَ جي ساراھ ڪئي آهي، مون هتي پنهنجن فرضن جي تڪميل سان گڏو گڏ وڏن پروگرامن جي ترتيب ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو آهي، ۽ اهي پروگرام قومي سطح تي پاڪستان ٽيلي ويزن لاءِ باعث افتخار پروگرام آهن. ٻن سالن تائين ذاتي صلاحيتن جي بنيادن تي انهيءَ ترقي لاءِ واجهايان پيو، جنهن جو آءُ حقدار آهيان، پر محسوس ائين ٿئي ٿو ته هتي سواءِ ڪنهن سفارش جي ٻيو خير آهي، مون وٽ سواءِ اوهان جي احساسن جي ٻيو ڪجھ به نه آهي. اوهان ڪنهن طرح جيڪڏهن منهنجي لاءِ ڪنهن کي چئو ته سيڪي ٿي سگهي ٿو. مون کي اوهان ستون گروپ وٺرائي ڏيو. اهو ڪم وزير اطلاعات و نشريات حنيف خان صاحب يا سيڪريٽري مسعود نبي نور يا چيئرمين هارون بخاري ڪري سگهي ٿو. مون کي شرمندگي آهي جو آءُ پنهنجي لاءِ پيو لکان، پر لاچار ٿي پيو لکان چاڪاڻ ته هتي هاڻي لياقتن ۽

اهليتن جو اجورو ملڻ قطعي مشڪل آهي. ڇهين گروپ لاءِ منهنجي هتان سفارش ويل آهي، جيڪڏهن سفارش تي ئي ڪجهه ونڻو آهي ته پوءِ ڇهون ڇو، ستون گروپ ڇو نه ونجي، ۽ ائين ٿي سگهي ٿو، ۽ اهڙا ڪيترائي مثال موجود آهي، اميد ته اوهان منهنجي عرض تي غوري ڪندا. نيازمند
- ممتاز مرزا

محترم نور محمد ڪوسو
هيڊ ماستر، مڊل اسڪول هيبري، نوابشاهه (1974-8-19)
بخدمت جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب
السلام عليڪم: سائين جن جي علم ۽ ادبي شوق جو سنڌ ۽ پوري پاڪستان ۾ اعتراف آهيArthropology جو مضمون M.Ed جي شاگردن لاءِ سنڌي يونيورسٽي ۾ به اوهان جو ئي منظور ڪرايل آهي. هن مضمون ۾ مطالعه سان واقعي مختلف تهذيبن، تمدنن، زبانن، مذهبن ۽ نفسيات انساني جي پوري ڄاڻ ميسر ٿئي ٿي. ليڪن هن مضمون جي شاگردن کي هيٺيان مونجهارا اڳيان اچن ٿا. اهي هي آهن:
1- علماءِ علم الارض جي سامهون هن ڌرتي جي عمر انداز تي ارب سال آهي ۽ اڄ کان هڪ ارب سال اڳ ۾ بلڪل هيٺين درجه جي زندگي نمودار ٿي. انهيءَ زندگيءَ ۾ مختلف ذاتيون هيون. انسان جي ذات به انهن مان هڪ آهي، جنهن ڪيترائي (دارون جي نقطه مطابق) Orgainic evolution جا مرحلا طي ڪيا. ڪڏهن Apeman ته ڪڏهن Pithecanthropus نيم انسان جي درجي مان گذريو ۽ آخر ڪار موجوده صورت اخيار ڪيائين. جيڪا آخري ۾ مڪمل ٿئي وڃي ٿي. مٿئين حقيقت جي مدنظر ”حضرت آدم“ لاءِ ڪهڙو خيال آهي. مذهبي ادارا ته اسان کي ٻڌائين ٿا ته آدم پهريون انسان هو.
Arthropology-2 جا ماهر ائين چون ٿا ته مذهب به انسان سان گڏ ترقي ڪندو آيو آهي. اگر ائين آهي ته پوءِ الله جي تصور ۾ ماڻهو شڪ ڪندا (نعوذبالله) نبين ۽ رسولن جي آمد ۽ اصلاح واري حقيقت کان ڪيئن منهن موڙي سگجهي ٿو!
سائين مٿين ڳالهين جي پيش نظرArthropology جي انهيءَ شاخ جنهن انسان جي بدن جي ارتقا بيان ڪجي ٿي سا بلڪل فرضي ٿي وڃي ٿي. هن وقت Orgainic evolution جي Theory جا ٽي گروپ سمجهه ۾ اچن ٿا.
3- اهي طالب عالم جيڪي انساني بدن جي ارتقا تي يقين رکن ٿا ليڪن هنن جو تعداد بلڪل ٿورو آهي.

4- اهي ماڻهو جيڪي صحيح انهيءَ تصور کي غلط قرار ڏين ٿا.
5- اهي ماڻهو جيڪي منجهي پيا.
جناب عالي! جيڪڏهن سائين جن طرفان وضاحت ڪنهن ايندي ته نهايت احسان.
مزيد آداب*
- نور محمد

محترم ڊاڪٽر نور علي سومرو
پاٽوپون، تعلقو سنجهورو، (25-10-1957)
محب الفقراءَ جناب ڊاڪٽر صاحب،
به حق موجود واضح باد که فرمائش جناب هادي مرشدي فقير سائين فقير فولاد علي سائين جن جي مون کي اوهان جناب وٽ اچڻو هو مگر جناب جن پنهنجي ڪاروبار ۾ مشغول آهن ۽ نه معلوم ته اوهان هڪ هنڌ رهو ٿا يا گهٽين جاين تي. هت پاٽوپن جي پرسان عزيزالقدر دوست ميان اڪبر علي جن سان واقفيت ٿي جنهن ٻڌايو ته جناب جن سندن عزيز آهن. لهذا هيءُ عريضه کيس لکي ڏيون ٿا ته برائي مهرباني ڪتاب مسميٰ روح الاعظم حصه اول جنهن ۾ هادي سائين جن جو سوانح حيات مرقوم آهي هن ماستر صاحب کي ڏيندا ته اسان اتي فقير صاحب جن وٽ پهچائينداسين.
اسان کي تمام گهڻو تاڪيد ڪيل هو. منهنجا هٿ اکر شاهديءَ طور پاڻ وٽ محفوظ رکندا بعد ۾ هادي سائين شهنشاه کان اوهين استفسار ڪري سگهو ٿا. خاڪپاءِ اصفياءِ اولياءِ.
- فقير نور علي سومرو

محترم آغا نور محمد پٺاڻ
اڪادمي ادبيات پاڪستان، ڪراچي (8-6-2004)
محترم انتهائي مانوارا سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ،
السلام عليڪم و رحمت الله، ڪالهه فون تي محترم عبدالغفار سومري سان اوهان جي طبيعت ۽ صحت متعلق تفصيلي تبادله خيال ٿيو. ڏاڍيءَ در دعا آهي ته اوهان کي رب پاڪ اجا وڌيڪ صحت عطا ڪري جو اوهان علم ۽ ادب جي حوالي سان اسان جي وڌيڪ رهنمائي ڪري سگهو.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي ايوارڊ جي حوالي سان عرض آهي ته اڪيڊمي هر سال25000 رپين جو ايوارڊ ان ڪم لاءِ رکيو آهي ان لاءِ هر سال اهو لطيفيات ۽ تصوف تي مناسب ڪم ڪرڻ وار ڪنهن عالم کي ڏنو ويندو. ان ۾ اهو خدشو ضرور آهي ته ايوارڊ حاصل ڪرڻ وارو ڪتاب اعليٰ معيار جو نه هجي، پر اسان جي مجبوري آهي ته مارڪيٽ م موجود شايع ٿيل ڪتابن مان چونڊ ڪرڻي پوي ٿي ۽ انهن ڪتابن مان ئي ڪنهن هڪ کي ايوارڊ ملندو. مثال طور تي گذريل سال پانهي خان شيخ جي مرتب ڪيل شاهه سائين جي رسالي کي جيڪو ايوارڊ مليو اهو به ائين ٿيو جو ان سان شاهه لطيف جي موضوع تي شايع ٿيل مواد ۾ فقط ان جو ڪم منظر عام تي اچي سگهيو، جيڪو اسان جي ڪميٽيءَ جي ميمبرن کي ٻين کان بهتر معلوم ٿيو ان ڪر ان جو نالو نامزد ڪيو ويو.

ان ڪميٽيءَ جو سربراهه سائين مظهر الحق صديقي وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي هيو ۽ ميمبر ۾ ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، امداد حسيني ۽ ڊاڪٽر فهميده حسين ميمڻ هئا.

ميٽنگ دوران اهو سوال اٿاريو ويو ته پانهي خان شيخ واري رسالي ۾ شاهه جو ڪلام به مستند ڪونهي پر ان کان علاوه ان جي معنيٰ ۾ به ڪوڙ ساريون چڪون ۽ غلطيون آهن، پر ميمبر ان راءِ تي متفق ٿيا ته بهرحال ان صاحب ان ڏس ۾ جيڪا محنت ڪئي آهي ان جو ڪيس اجورو ملڻ کپي. ان کان علاوه ان سال يعني 3- 2002 ۾ شاهه تي ڪو قابل ذڪر مواد شايع ٿي منظر عام تي به نظر ڪونه آيو. انشاءَالله ان سلسلي ۾ آئنده اوهان جي رهنمائي ۾ قدم کنيو ويندو. والسلام.

- آغا نور محمد پٺاڻ

محترم نٿر رامچنداڻي

805 پاواني پيٺ، پونا (14-2-1962)

مهربان، قدردان، سنڌي سونهارا، اعلي اديب مسٽر نبي بخش بلوچ،

شل سدائين سائينءَ جي توهان مٿان ۽ سنڌ سونهاري مٿان دعا چمڪي.اوچتو خط لکندي اکين مان ڳوڙها پيا ڪرن جنهن مهل سنڌ سونهاري لکي رهيو آهيان، وطن ڏانهن دل وڃڻ لاءِ تڙڦي رهي آهي پر مجبورين ۽ ڪمن سبب ڪٿي ايڏو جلد پهچبو. گهر جا ڀاتي پيا نهارين، اکيون اُگهان پيو، مان هاڻي توهان کي ٿوري سڃاڻپ ڏيندس’گوئا ريڊيو وارو‘ پڪ اٿم اها (سڃاڻپ) ڪافي آهي. پرفيسر رام پنجواڻي

توهان کي رام ڪرشن آڏواڻيءَ وٽ Sion ۾ وٺي آيو”تصوير“ واري وٽ اتي به سڏيائين ۽ پڻ جئه هند ڪاليج ۾ به ائڊريس پنهنجن هٿن سان لکي ڏنو.
مان توهان کي ”ٻوڏ پرڪاش“ جي هتي عاليٰ اديبن جي 66 جينتيءَ تي پرڪاش ڪيو اٿئون، اهو موڪلي رهيو آهيان، پڻ روبرو ڏنل ساڳيو ”روشني“ به.
سوامي ٻوڏراج درويش به هئا. ضلعي (حيدرآباد)اندر سوامي ٻوڏراج سنگ آشرم مشهور هو. ديوان ٿهل رام بصر مل آسواڻي ان سنگ ڦلواري ۾ پرڌان هو. جيڪر موٽندڙ خط ۾ به اکر تڪليف وٺي، احوال ڏيو ان آشرم ۾ لڳو لڳه سندن گهر به هو.
اُتي ڪير رهندا آهن؟ توهان جو نهايت شڪر گذار رهندس. ديوان ٿهلرام توهان کي حيدرآباد ۾ اتي گڏجندو هوندو. ڪين به ڪتاب موڪليا اٿم. سال ۾ اهو ڏينهن سوامي جن جو ملهائيندو آهي. ٻيو گذريل سال کان مسز شيلا مهتاڻي ريڊيو سنگر به Rock house ۾ هن اديب ۽ ڪويءَ جو ڏينهن ملهائيندي آهي. هن دفعي به ڪتاب ۽ خط ڪيس موڪلي رهيو آهي. هت پروفيسر رام پنجواڻي به ملهايو. ڀارت جي ڪيترن شهرن ۾ ويندي ولائت ۾ به هن جو ڏينهن ملهائيندا آهن. آشا اٿم سندن چونڊ سڪيائون ۽ مضمون ۽ توڙي بيت جي درسي ڪتابن ۾ آڻيو ته روبرو ڪتاب سوکڙي موڪلجي، جي توهان صاحب جا ڪي ڪتاب نڪتل هجن ته هڪ ٻه جيڪر گفٽ موڪليو ته مزو ايندو. وڏيڪ چا لکان اسين ملڪي گهٽي جي اندر حيدرآباد ۾ ڪاساين جي پڙ ۾ رهندا هئاسين. علي محمد ڪاسائي مشهور اسان جي گهر سامهون رهندا هئا. سچو پاڙو هندو مسلمان ملي ڪيڏو قرب ۾ گذاريندا هئاسين. شل هڪ ڏينهن اچي پنهنجو وطن ڏسون. گذريل دفعي سينگاپور سيلان ويس. باقي آڪرا (گهنا) مان موٽندي 1959ع ۾ ڪراچي ايئرپورٽ تي 30 منٽ هوس. مگر حيدرآباد لاءِ دل ۾ اتم شنا اٿم. قلمي دوستي قائم رکندا.”تصوير“ سوامي ٻڌراج جي ذاتي ٻڌ....... ڪوبه ڪم ڪار هجي بنا حجاب لکندا.
- نٿر رامچنداڻي

محترم نذير حسين جلالي جتوئي
لاڙڪاڻه (........8-13)
عاليجناب محترم بلوچ صاحب،
تسليم، مزاج شريف بيخيرت باد. گذارش ته توهان صاحبن کي نيڪ روشن آهي ته فدوي جو نينگر انور حسين حيدرآباد ۾ ايل. ايل. بي جي فائنل امتحان ڏيڻ لاءِ ڪجھ عرصه کان ڪنهن دوست جي مهرباني سان هاسٽل ۾ رهندو آهي. هينئر سندس اهو

دوست امتحان ڏيڻ بعد واپس وڃي رهيو آهي، ۽ اها جاءِ شايد نو وارد ماستر صاحب کي الاٽ ڏني وڃي ۽ کيس اتان بستر گول ڪرڻو پوي، جنهن ڪري سندس لاءِ پريشاني جو باعث آهي جيڪو سندس ’لا‘ جي امتحان تمام قريب هئڻ سبب نقصان ڪار ثابت ٿئي. ان تلڪيف کي دور ڪرڻ لاءِ صاحب جن کي دوستي برادري ۽ قديم نيازمندانه تعلقات جي مدنظر هن عريضه ذريعه نهايت مودبانه ۽ موڪدانه عرضگذار آهيان ته ازراه عنايت ڪجھ عرصه لاءِ سندس تڪليف کي دور ڪرڻ خاطر متذڪره هاسٽل ۾ کيس اطمينان سان رهائش جو خاطر خواهه انتظام ڪري ڏيڻ فرمائيندا. گستاخي ۽ تڪليف معاف فرمائيندا. اميد ته فدوي جو عرض اجابت ۾ آڻي بيحد مشڪور رهندا. شال بفضل تعاليٰ هر طرح خوش و خورم هوندا.

*قرآن حڪيم، انسان کي پنهنجي ۽ ڪائنات فطرت کي سمجهڻ لاءِ مسلسل فڪر جي ترغيب ڏني آهي. هن وقت اهو فڪر اتي آهي جتي ’علم الانسان‘ ۽ ٻيا علم پهتا آهن. انساني فڪر جي ارتقا سان سڀ حقيقتون کلي وينديون ۽ مونجهارا ختم ٿي ويندا. نبي بخش.

- نذير حسين جلالي

محترم نجم الدين ڪنڀر
سنڌ نيشنل لائيبريري، ميرپورخاص (27-6-2004)
محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب،
السلام عليڪم، اميد ته اوهان خيريت سان هوندو. محسن انسانيت جو فرمان مبارڪ آهي ته ”اختلاف امت لاءِ رحمت آهي“(مشڪواه) موجوده وقت ۾ جيڪڏهن عالم اسلام جي حالت زار ۽ مظلوميت جو جائزو ورتو وڃي ته معلوم ٿئي ٿو ته امت ۾ اتحاد جي کوٽ ۽ اختلاف جي حد کان تجاوز امت جي پستي جو ڪارڻ بڻجي رهيا آهن. اُمت ۾ اتحاد ۽ ڀائيچارو پيدا ڪرڻ. اختلاف جي اصول ضوابط کي سمجهڻ، فرقيواريت جي زهر کي گهٽ ڪرڻ (پو ته ختم ڪرڻ ناممڪن آهي) عالمي سطح تي اسلام جي گهٽجندڙ وقار کي بحال ڪرڻ ۽ اسلام تي لڳل دهشتگردي جي الزام کي ڌوئڻ لاءِ وقت جي تقاضا آهي ته امت پنهنجا ويڇا وساري اتحاد پيدا ڪرڻ لاءِ اٿي. هي وقت جي پڪار آهي. اسلام جو حق آهي. انهيءَ سلسلي ۾ اتحاد امت جي حوالي سان هڪ جامع ڪتاب لکڻ شروع ڪيم، جنهن ۾ 55 قرآن مجيد جون آيتون 105 حديثون اصحابن بزرگن دانشورن ۽ اهل علم جا 800 کان وڌيڪ قول نقل ڪري چڪو آهيان، هن سلسلي ۾ اهلسنت و اهل تشيع، ديوبندي، بريلوي، اهلحديث وغيره هر مسلڪ جي عالمن بزرگن جا قول نقل ڪيا اٿم. ڪوشش اها آهي ته هر

مسلڪ جي نامور شخصيتن، اهل عالم جا قول شامل هجن. ان سلسلي ۾ مختلف شخصيتن کي خط لکڻ جو سلسلو شروع ڪيو اٿم، هي خط به ان جي هڪ ڪڙي آهي.
اوهان کي مودبانه گذارش ٿي ڪجي ته ذڪر ڪيل عنوان تحت پنهنجا قول رايا لکي موڪلو، هن سلسلي ۾ جيڪڏهن ڪو ڪتاب مددگار ٿي سگهي ۽ موڪلي سگهو ته پڻ عنايت ڪرڻ فرمائيندا. مهرباني.
آخر ۾ اوهان کي خصوصي گذارش آهي، ته هن نيڪ ڪم ۾ ڪاميابي لاءِ دعاگو رهندا. اتحاد بين المسلمين.
- نجم الدين ڪنڀار

محترم ڊاڪٽر نواز علي شوق
شاهه لطيف ڪانفرنس، ڪراچي (1990-7-23)
محترمي و مڪرمي جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
آداب، عرض ته اسان شاهه لطيف چيئر پاران ”قاضي حاجي احمد وارو شاهه جي رسالي جو منتخب“ ڇپرائڻ جو فيصلو ڪيو آهي.
مون وٽ ان منتخب جو چوٿون ڇاپو موجود آهي، جيڪو سنه 1923ع ۾ شايع ٿيو هو. هيءَ منتخب ٽرانسليٽر ايڊوڪيشنل ڊپارٽمينٽ جو سڌاريل آهي. جلد 1500 قيمت 9 اٺس
اوهان پنهنجي ڪتاب ”شاهه جي رسالي جا سرچشما“ ۾ 1883ع واري ٻئي ڇاپي جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو اوهان 25 آگسٽ 1983ع تي برٽش ميوزم لنڊن ۾ ڏٺو هو.
هينئر اوهان جي خدمت ۾ چند گذارشون ڪري رهيو آهيان:
جيڪڏهن اوهان وٽ ان منتخب جي ڪاپي موجود هجي ته مهرباني ڪري ان جي فوٽو ڪاپي عنايت ڪندا.
ميان قاضي حاجي احمد بابت معلومات ڪٿان ملندا؟ اوهان ڪجهه مدد ڪري سگهو ته وڏي مهرباني.
حيدرآباد واري نارمل اسڪول بابت معلومات ملي سگهن ته وڏي مهرباني. اميد ته عافيت سان هوندا.
- نواز علي شوق

محترم ڊاڪٽر نبي بخش قاضي
تهران (12 فيبروري 1976)
مشفقي و مڪرمي،
السلام عليڪم و رحمت الله، توهان جا ٻه خط اسلام آباد مان پهتا ان کان اڳ مون هڪ خط مبارڪباد جو اسلام آباد جي ائڊريس تي موڪليو هو. يادگيريءَ لاءِ مهرباني. ڏاڍو سٺو ٿيو جو توهان (مرڪزي وزارت تعليم ۾) ان منصب تي آهيو. اسان کي اوهان جهڙي ماڻهو جي ان منصب لاءِ ضرروت هئي. تفصيل روبرو عرض ڪبو.
هي مختصر خط ان لاءِ لکي رهيو آهيان جو هڪ ته تهران ۾ وري اچڻ لاءِ توهان کي خوش آمديد چوان. ٻيو ته منهنجي گهر واريءَ چيو آهي ته جيMitchell ڪمپني جي Guava jelly حيدرآباد ۾ ملندي هجي ته ورتيون ايندا. پڻ سبز چانهه جي ميسر هجي ته، جيڪڏهن زيبا حيدرآباد ۾ هجي ته ڪيس چوندا ته هارون ”مون ڦلي“ (ٻوهي مڱ) (Ground nuts) ٿو گهري، ڪجهه وٺي موڪلي. ڪيس سلام ڏيندا. پروفيسر رضوانيءَ سنڌي ادبي بورڊ جي فارسي، عربي ۽ انگريزي ڪتابن خريد ڪرڻ جو ارادو ڏيکاريو آهي تنهنجي لاءِ مهرباني ڪري سنڌ ادبي بورڊ وارن کي اهڙو اطلاع ڏيندا. تڪليف معاف ڪندا. ادي خديجه کي سلام. ٻارن کي پيار. دوستن کي آداب.
- احقر، نبي بخش قاضي

محترم وزير علي ايم سومرو
چڪ، شڪارپور (22-4-2004)
محترم جناب ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب،
السلام عليڪم؛ اميد ته توهين خوش باش هوندا.
جناب عالي! آءُ اوهان ڏانهن ڪافي عرصو گذريو جو پنهنجي لکيل تاريخي ڪتاب ”تاريخ سومره سنڌ“ جي هڪ ڪاپي اعزازي طور 2002ع ۾ بذريعي پوسٽ رجسٽر ڪري بخوشيءَ ڏياري موڪلي هئي، پر صد افسوس جو اوهان جهڙن مهان مورخن، محققن ۽ نقادن محض ٻه جوابي اکر به نه لکي موڪليا آهن. ٻيو ڪٿي نه ته به، اوهان تي خط جي جواب ڏيڻ جو اخلاقي فرض ته ضرور عائد ٿئي ٿو.
1. آءُ مجازي عربي النسل قوم نبي سُمره (سومره) جو مورث اعليٰ حضرت سمره بن جندب هوازن القريشي ثابت ڪري لکيو آهي. اوهان صاحب جو هن ڏس ۾ ڇا خيال آهي؟

2. آءُ ”تاريخ سومره سنڌ“ پاڳو پيو سنڌي سومرا به، خود لکي شايع ڪرائي چڪو آهيان ته: حام بن نوح جو پٽ ”سنڌ“ به سومرا قوم جو مورث اعليٰ نه آهي.
3. آءُ تاريخ سومره سنڌ پاڳو ٿيو ”سومره دور حڪومت سنڌ“ لکي تيار ڪئي آهي ۽ جلد ڇپرائي پڌري ڪرڻ وارو آهيان جنهن ۾ ثابت ڪيو آهي ته؛ اندرون سنڌ جو منصوره سومره دور حڪومت مسلسل خود مختياريءَ سان سومرن جي آخري تخت گاهه عمر ڪوٽ تي، سنه134 (752) کان شروع ٿي سنه 1552ع تائين، 800 سئو سالن سومرن جي ٻئي نمبر حمير سومرو تي ختم ٿيو. جنهن کي سمن نه، پر ارغونن ختم ڪيو. سمن جو سنڌ جو دور خڪومت 752 (1351ع) کان شروع ٿي سنه 923هه (1519ع) ۾ ختم ٿيو. سما محض سنڌ جي خطي ٺٽي ۽ ڪڇ تي سومرن سان گڏوگڏ حڪومت ڪندا رهيا. اندرون سنڌ جي منصوره سومره حڪومت جا حڪمران اول کان آخر تائين، نو مسلم قرطي/اسماعيلي شيعه نه پر حنفي سني القريشي حاڪم هئا. اوهان صاحبن جي منهنجي ڪا رهنمائي ڪري سگهو ته ان کان واقف ڪندا ته نهايت ٿورائتو رهندس. خط جو جواب ضرور ڏيندا. شڪريه.*
- وزير علي
محترم واحد بخش
هيڊ ماسٽر، گورنمينٽ پائلٽ سيڪنڊري اسڪول لاڙڪاڻه (7-8-1967)
محترم جناب بلوچ نبي بخش صاحب،
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته،
اوهان جي گران قدر مبارڪ ته اوهان صاحبن جو بيحد ممنون آهيان، جو اوهان سفر ۾ به ياد کان نه وساريو آهي. اوهان جي ظاهر ڪيل دلي جذبات ۽ دعائن جو قدر ڪريان ٿو ۽ ان لاءِ احسان مند آهيان. مهرباني.
ڪنهن موقعي تي حيدرآباد اچڻ ٿيو ته انشاءَ الله اوهان جي ملاقات لاءِ ڪوشش ڪندس. المخلص.
- واحد بخش شيخ
محترم ولي محمد هوت
ڳوٺ جان محمد هوت، تعلقو ڊگهڙي (14-8-2003)
قابل احترام جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب
احوال عرض ته اوهان جا لک لائق ۽ ٿورا جو به دفعا اسان جي لطيف پبلڪ لائيبريري جي اوهان ڪتابي امداد ڪرڻ فرمائي آهي. هونئن به چڱي مان چڱائي جي اميد رکي سگهجي ٿي.

اميد ته اڳتي به وس آهر اها امداد جاري رکيو ايندا. وڏيڪ ادب ۽ احترام سان عرض ٿو ڪجي ته جيئن هن پيري لطيف سائين جي فن ۽ فڪر تي ڪجھ ڪتاب امداد ڪيا اٿو، تيئن ڪمال مهرباني فرمائي هيٺ لکيل ڪجھ ڪتاب به ڏيندا؛ ٿي سگهي ٿو ته انهن ڪتابن جو ٻٻل ڪاپيون اوهان وٽ هجن ۽ ڪجھ ڪتاب لوڪ ادب مان ڪوبه ڪتاب ٻبل ۾ هجي ته ڏيڻ فرمائيندا. هونئن ته لائبريري ۾ ڪل ڪهچر اسان به گهڻو گڏ ڪيو آهي، مگر معياري ۽ سٺن ڪتاب جي اٿاٿ آهي. مڙس مڙئي مولائي آهيون، تنهن ڪري مڙيئي تو کي پارت آهي.
ٻيو ته ڏهين مهيني انگريزي ۾ اوهان وٽ ايندس. مهرباني ڪري پنج منٽ ملاقات لاءِ وقت ڏيندا ته لک قرب.
- ولي محمد هوت

محترم هيرو ٺڪر
دهلي (23-11-1978)
پيارا سائين، سدا سلامت خوش هجو شال
نيازن بعد احوال ته اوهان جو پئرس مان لکيل هڪ خط گذريل مهيني مون کي پهتو هو. اوهان لکيو ته دادا جئرامداس، قاضي قادن جو ڪلام ڪتاب اوهان کي موڪليو، سو چاڻي ڏاڍي خوشي ٿي. سنڌي ٻولي، ساهتيه، تهذيب و تمدن جو کوجنا بابت اوهان جا ڪيترائي ڪتاب مون پڙهيا آهن ۽ کوجنا جي کيتر ۾ مان اوهان کي هڪ آدرش ڪري مڃيندو آهيان. مون کي اوهان لاءِ بيحد عزت رهي آهي. ان ڪري جڏهن مون کي پنهنجي ڪم لاءِ اوهان وٽان مبارڪ باد جو پيغام مليو ته مون کي خاص خوشي ٿي. ٻي طرح’قاضي قادن جو ڪلام‘ ڪتاب مون نادان جي هڪ نماڻي ڪوشش آهي، اوهان منهنجي همت افزائي ڪئي آهي، ان لاءِ مان اوهان جو شڪر گذار آهيان........
- هيرو ٺاڪر
....2...
• خط مورخ 14 جنوري 1979 ع
پيارا سائين، اميد ته اوهان بلڪل خوش هوندا.
اوهان جو 1978- 12- 4 وارو خط پهتل آهي. هڪ لفافو به پهتو، جنهن ۾ قاضي قادن جي ڪلام بابت آفتاب سنڌي روزاني ۾ ڇپيل اوهان جي مختصر تبصري جي ڪٽنگ پيل هئي. ان کان اڳ، دادا جئرامداس وٽان مون کي ’هلال پاڪستان‘ واريون

اهي ڪتنگس به مليون، جن مان هڪ ۾ اوهان جو تبصرو ۽ ٻي ۾ پڳت گرڌاريءَ جو اهو خط ڇپيل هو، جنهن ۾ هن قاضي قادن جي بيتن کي ميان مير جا بيت ڪري سڏيو آهي. اوهان هن ڏس ۾ ايترو چاهه وٺو ٻيا ۽ تڪليف ڪري، اخبارن جون ڪتنگس هٿ ڪري هيڏانهن موڪليو، ان لاءِ مان اوهان جو نهايت ٿورائتو آهيان. پڳت گرڌاريءَ جي خط ۾ ڇپيل ڳالهيون بلڪل هوائي ۽ بي بنياد آهن. مون انهن جي ترديد ڪندي، هڪ خط ’هلال پاڪستان‘ لاءِ لکيو آهي، جنهن جي هڪ ڪاپي هن خط گڏ اوهان کي به موڪليان ٿو. هن سان گڏ سنت هريداس راٺيلا واري جو هڪ ناياب فوٽو به موڪليان ٿو.
اوهان لکيو آهي ته اوهان جو خيال آهي ته قاضي قادن جو اهو ڪلام اصل ۾ شايد سنڌي صورتخطيءَ ۾ (جيڪا ان وقت رائج هئي) لکليل هو، ان تان پوءِ ڪنهن سنڌيءَ پڙهي ٻڌايو ۽ راجستاني پاڳي جي ڪنهن پڳت،گهڻو ڪري خود دادو ديال اهو ٻڌو ۽ لکيو ۽ بعد ۾ سندس پڳتن ياد ڪيو ۽ پوءِ هريداس تائين پهتو. منهنجو پڻ خيال آهي قاضي قادن جي ڪلام جي ان وقت هندستان ۾ ڦهلجڻ ۾ هڪ منزل دادو ديال ضرور رهيو آهي، پر اهو ڦهلاءُ ڪٿان شروع ٿي ۽ ان جو صحيح سلسلو ڪهڙو رهيو، ان بابت ڪجهه ٻيا ذريعا، جيڪي هن وقت منهنجي ڌيان تي آهن، تن تي ڇاڻ بين ڪرڻ بعد ئي ڪو پڪو پختو فيصلو ڪري سگهبو. دادو ديال جي، سندس هٿ اکرين لکيل ڪابه پوٿي موجود نه آهي. پر دادوءَ جي هڪ شش رجب ڪويءَ جو ’سنتون ڪي واڻي‘ جي طرز تي لکيل ڪتاب ’سرونگي‘ (سر وانگي) يعني جنهن ۾ سڀ انگ يا پاڱا شامل آهن، سو ڪتاب، ٻي شش جڳن ناٿ داس جي گڻ گنج ناما ۽ ٽئين شش راگهوداس جو پڪت مال ڪتاب موجود آهن ۽ انهن ۾ به ستر – اسي سنت ڪوين جا ڪلام ۽ انهن جون جنيون شامل آهن. سنت ڪين ۾ ڪي صوفي به آهن. هنديءَ جا ودوان انهن مان ڪيتري ڪلام جي ٻولي نه سمجهي سگهيا آهن ۽ شاعرن کي بهIdentify نه ڪري سگهڻ تي هنن اهي پاڱا ڇڏي ڏنا آهن. مان سمجهان ٿو ته اهي ڪتاب مطالع ڪرڻ بعد صورت ڪجهه چٽي ٿي بيهندي، مون سوچيو آهي ته ڪجهه وقت پنهنجي آفيس مان موڪل وٺي، راجستان جي انهن شهرن ۾ وڃان جتي دادو ديال جا ’ٿانوان‘ آهن جن ۾ اهي پراڻيون پوٿيون رکيل آهن.
ان وچ ۾ مون دادو ديال جي سنڌي ڪلام تي ڪتاب لکڻ لاءِ ڪم شروع ڪيو آهي، دادو ديال بابت چڱي سامگري هٿ ڪئي اٿم. منهنجو خيال آهي ته ڪوشش وٺڻ سان دادوءَ جا شايد ڪي ٻيا به سنڌي بيت هٿ اچن، ڇو ته دادو تي ڪم ڪندڙن، سنڌي ٻولي سان واقفيت نه هجڻ سبب، يا سنڌي ٻولي بابت تمام سطحي ڄاڻ هجڻ

سبب، دادوءَ جي سنڌي بيتن سان ڏاڍو بي رحميءَ وارو وهنوار ڪيو آهي. ممڪن آهي ته ڪي سنڌي بيت، سمجهه ۾ نه اچڻ سبب هنن انهن مجموعن ۾ شامل ئي نه ڪيا هجن. مان ان طرف به ڌيان ڏيندس. ان سواءِ سنت پراڻ ناٿ بابت به مون کي ڪافي سامگري ملي سگهي آهي، پر ان کي پوءِ هٿ ۾ کڻبو. پهرين منهنجي مرضي آهي ته دادوءَ وارو ڪم پورو ڪريان.
اوهان لکيو آهي ته اوهان جي قاضي قادن تي هڪ وڏو تفصيلي مضمون لکڻ جو خيال آهي. اهو پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. قاضي قادن ۽ سندس ڪلام چئجي ڪٽي ته اٽڪل چئن صدين کان وقت جي کنڌهرن ۾ دٻيل رهيا آهن، ان ڪري انهن تي گهٽي لٿ وري ويئي هئي، مون پنهنجي وت ۽ وس آهر ٿوري چنڊ ڦوڪ ڪئي آهي. پر ان کي وڌيڪ چمڪائڻ لاءِ جيئن اوهان پنهنجي خط ۾ لکيو آهي، هن ڪم ۾ اوهان جهڙن بزرگ عالمن جو هٿ وجهڻ ضروري آهي.سنڌي ٻولي ۽ ادب لاءِ اها هڪ سڀاڳ جي ڳالهه ٿيندي
اوهان لکيو آهي ته اوهان سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ جي زير طبع نئين ڇاپي ۾ دادو ديال جو ذڪر ڪندي، دادوءَ جا ڪجهه سنڌي بيت نموني طور ڏيڻ چاهيو ٿا. سو ئي اوهان سنڌي بيت پلي ان ۾ شامل ڪريو. مون دادو ديال جو سنڌي ڪلام مکيه طرح ٻن هندي ڪتابن مان چونڊي ڪڍيو آهي. اهي ڪتاب آهن. شري پرشورام چتر ويدي جو ”داد گرنٿا ولي“، جيڪو ناگري پرچارڻي سڀا، وارڻسيءَ وارن جو ڇپايل آهي. ٻيو شري ناگر جو ”گجرات ڪي سنتون ڪي واڻي“ اهو ڪتاب گجرات جي ڪنهن اداري جو ڇپايل آهي. دادو گرنٿا ولي هڪ وڏو پستڪ آهي.ا ن ۾ سنڌي بيت ڪو هڪ هنڌ ڪونه ڏنل آهن، پر اهي خاص طور هندي ۽ ٻين ٻولين جي بيتن سان گڏ، وچ وچ ۾ سمايا پيا آهن. مون قاضي قادن تي ڪم ڪندي، حوالي طور اهو ڪتاب به ڏنو هو ۽ ان مان اهي بيت چونڊي پاڻ وٽ نوٽ ڪري رکيا هئا، دادو گرنٿاولي ڪيترن ئي انگن (چئپٽرن) ۾ ورهايل آهي. جيئن ستيه ڪو انگ، ستگرو ڪو انگ، وغيره مون بيت چونڊي ڪڍڻ وقت ان انگ جو نمبر ۽ بيت نمبر پاڻ وٽ نوٽ ڪري ڇڏيو هو. پيج نمبر مون پاڻ وٽ نوٽ ڪيائي ڪونه. توهان جو خط اچڻ بعد مون ڪوشش ڪئي ته سينٽرل سيڪريٽريٽ لئبرري مان جتان اهو ڪتاب مليو هوم، اهو ڪتاب وٺي، اوهان کي پيج نمبر ڪڍي موڪليان، پر ڪتاب ٻئي ڪنهن کي اِشو ٿيل هو. وري ٽيون چوٿون ڏينهن به مان ان مقصد سان لئبريري ويو هوس، پر ڪتاب نه ملي سگهيو. ان ڪري مان في الحال اوهان کي اهي چئپٽرن جا نمبر هتي لکي ٿو موڪليان.

انگ-3، انگ -4، انگ-25 ۽ انگ- 31. صفحا مون ڪڇيءَ طرح هن ريت نوٽ ٿيل آهن ص-93،ص 62، 283 ،249، 109،
وڏيڪ ڪهڙو بيت ڪهڙي صفحي تي آهي، اهو اگر ضروري سمجهو ته مان اوهان کي ٻئي خط ۾ هر بيت نمبر، انگ نمبر، صفحو نمبر مارڪ ڪري موڪليندس.
شري پرشورام چتر ويدي پارت جو ۽ خاص طور هندي- جو هڪ مجيل کوجيتڪ آهي، جنهن ڪلاسيڪل شاعري ۽ فڪر تي گهڻائي ڪتاب لکيا آهن. هن صوفي مت تي به ڪتاب لکيا آهن.
اوهان لکيو ته راڳ ڪيڏارو واري ڪافي يا وائي، جو ٿلهه شايد”حال اسان جو آهه ڙي، تو کي سڀ معلوم ڙي“ هجي، سوئي قافيه موجب ائين ٺيڪ ٿو لڳي، پر اها ڪافي يا وائي مون ٽن جدا جدا ڪتابن ۾ ڏٺي آهي ٽنهي ۾ ”لعل ڙي“ آهي. انڪري مون کي تبديل ڪرڻ ٺيڪ نه لڳو ”عرس“ لفظ سڀني پوٿين ۾ ”س“ سان ٿا لکن. قاضي قادن جي ڪلام ۾ به ”ش“ نه پر ”س“ آهي. ايتري قدر جو ش (21) اکر جو سڄي پوٿي ۾ ڪٿي استعمال ئي نه آهي. وڌيڪ ٻئي خط ۾، مون لاءِ ڪا ڪارخدمت هجي ته لکندا. اتان جو حال احوال ڏيندا رهندا.
پڳت گرداري لعل جو خط جي جواب ۾ هڪ ليک هلال پاڪستان ڏانهن موڪليو اٿم. پر جيئن ته اخبار جي پڪي ائڊريس مون وٽ نه هئي، ان ڪري ممڪن آهي انهن کي نه پهچي. اوهان ڌيان رکندا ۽ احوال ڏيندا. نياز مند.
- هيرو ٺڪر
....3....
• مورخ 1979-3-6 دهلي
پيارا سائين،
وڏي ڏک سان لکجي ٿو ته اسان جو مربي دادا سائين جئرامداس دولترام پهرين مارچ 1979ع تي اسر جو ٻين بجي گذاري ويو.
پچاڙي جي ڏينهن ۾ سندن اها خواهش هئي ته اوهان کي سومي پراڻ ناٿ بابت جي ڪتاب موڪلين، اهي ڪتاب جلد اوهان کي روانا ڪيا ويندا.
احوال جو هڪ خط مليو آهي. تفصيل سان خط ۽ دادو ديال بابت احوال هڪ ٻن ڏينهن ۾ روانو ڪندس. اميد ته توهان ٺيڪ هوندا.
- هيرو ٺڪر

محترم يعقوب مغل
مورخ17 جون 1964ع، انقره (ترڪي)
محترمي بلوچ صاحب، خوش باشد.
السلام عليڪم و رحمت الله و برڪاته، اوهان جو ”نوازش نامه“ ڪافي آڳاٽو دستياب ٿي چڪو هو ليڪن جواب لکڻ ۾ دير ٿي آهي.
مئي جي 6 تاريخ آءُ استنبول ويو هوس، اتي تقريباً ٻه هفته قيام رهيو. زياده تر وقت ڪتبخانن ۾ مطالع ۾ گذريو. شامون اڪثر قبله ڊاڪٽر حميد الله صاحب جي صحبت ۾ گذرنديون رهيون. ڊاڪٽر صاحب حتي الوسع اعانت و امداد ڪئي. هڪ ٻن عربي جي تاريخن مان موضوع سان متعلقه صفحا ترجمو ڪري پڻ ڏنائون.
حال ئي ۾ وٽان ”عنايت نامه“ موصول ٿيو آهي ته هو مدينه منوره روانا ٿي چڪا آهن. وسطه جولائي تائين واپس پيرس پهچي ويندا، ڊاڪٽر صاحب جن اڄ ڪلهه ترڪي ۾ قرآن مجيد جي ترجمن تي ڪم ڪري رهيا آهن. انقره آيا هوا ليڪن وقت ناڪافي هئڻ ڪري قرآن مجيد جا قلمي نسخا ڏسي نه سگهيا. جنهن ڪري لکيو اٿن اتي قرآن ڪريم جا ڪل 8 قلمي ترجما آهن جن مان سورة فاتحه جو ترڪي ترجمو نقل ڪري کين موڪلي ڏيان. اميد آهي ته جلدي آءُ حڪم جي پوئواري ڪندس.
- يعقوب مغل
.........2.......
• مورخ 13- جون 1973ع استانبول
عالي مرتبت محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب!
السلام عليڪم، واضح هجي ته آءُ خيريت سان آهيان. اميد اٿم ته اهان به بخير و عافيت هوندا.
الحاج ڊاڪٽر هاليپوٽه صاحب ۽ ٻين دوستن جي ذريعي اوهان جي خيريت کان آگاهه ٿيندو رهيو آهيان، محترم ڊاڪٽر هاليپوٽه صاحب جي زباني معلوم ٿيو ته اوهان ڪافي مصروف آهيو ۽ اوهان جا سلام پڻ پهتا.
آءُ اڄ ڪلهه استانبول يونيورسٽي ۾ علمي تحقيق ۾ مصرورف آهيان. هن وقت تائين ”پاڪستان ۽ ترڪي زبان ۾ مشترڪ لفظن جو سرمايو“ نالي 150 صفحن تي مشتمل هڪ ڪتابچو تيار ڪري چڪو آهان. اميد اٿم ته اهو ڪتابچو ’سينٽو‘ طرفان شايع ڪيو ويندو.”Modern Turkish for Beginners“ تي اڄ ڪلهه نظرثاني ڪري رهيو آهيا. انهي سلسلي ۾ ترڪي ادب جي پروفيسر ۽ چيئرمن ڊاڪٽر طرم ارگين صاحب کان رهنمائي حاصل ڪري رهيو آهيان. انهيءَ کان علاوه ”عثماني سلاطين جا گجرات جي بادشاهن سان سياسي تعلقات“ جي موضوع

تي شعبه تاريخ ۾ تحقيق ڪري رهيو آهيان. ”سلطان بهادر شاهه آف گجرات“ جي عنوان سان هڪ تحقيقي مقالو لکي R.C.D جرنل ڪي شايع ڪرڻ لاءِ موڪليو اٿم.

محترم ڊاڪٽر صاحب! يقين ڄاڻو ته اوهان جي باربار همٿائڻ جو ئي نتيجو آهي جو آءُ اڄ هن علمي تحقيق ۾ مصروف آهيان. سچ پڇو ته هڪ وقت اهڙو به آيو جو آءُ حالات کان گهبرائي بد دل ٿي چڪو هوس ليڪن انهيءَ وقت اوهان جي ڏڍ ڏيارڻ تي آءُ سڀ ڳالهيون وساري وري خاموشي سان لکڻ پڙهڻ ۾ لڳي ويس. جيڪڏهن انهيءَ وقت آءُ حوصلو هاري ويهان ها ته يقيناً اڄ ڪلهه جيڪو آءُ علمي ڪم ڪري رهيو آهيان، انهيءَ کان محروم رهجي وڃان ها. مون کي فخر آهي ته مون ناچيز کي اوهان جهڙي علم دوست ۽ محقق جو تعاون ۽ رهنمائي حاصل آهي.انهي لاءِ آءُ اوهان جو ٿورائتو آهيان.

اڳئين هفتي انقره ويو هئس. اتي اوهان سان گڏ گذاريل وقت ياد آيم ۽ دل چاهيو ته ڪاش هڪ وار ٻيهر اوهان ترڪي اچو ته وري پراڻيون يادون تازيون ٿين.

محترم ڊاڪٽر محمد حميدالله صاحب جن ٽن مهينن لاءِ استانبول آيل هئا. اڪثر نياز حاصل ٿيندو هو. وٽائنن عربي جا ابتدائي سبق پڻ پڙهيس. انشاالله هاڻي عربي سکڻ تي به پوري توجهه ڏيندس. ڊاڪٽر حميدالله صاحب سان اوهان جو به ڪيترا دفعا ذڪر ٿيو، اوهان لاءِ سلام چيا هئائون.

آءُ موڪلن ۾ جولائي ۾ پاڪستان اچڻ جو پروگرام بنائي رهيو آهيان. قطعي تاريخ اوهان کي اچڻ کان اڳ لکندس. مون طرفان سائين غلام مصطفيٰ شاهه صاحب، ڊاڪٽر هاليپوٽه صاحب ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان کي سلام چوندا. شعبه جي جمله استاد صاحبن کي سلام، محترم بيگم صاحبه کي آداب عرض. والسلام.

يعقوب مغل

.....3.....

• مورخ 13 جنوري 1974ع، استانبول

مانوارا پاءُ ڊاڪٽر بلوچ صاحب،

السلام عليڪم: ايران مان لکيل اوهان جا ٻئي خط پهتا. پهريون خط 5 جنوري تي ۽ ٻيو 8 جنوري تي پهتو، پهرئين خط جو جواب ”ايڪسپريس ٽپال“ جي ذريعي”هوٽل سينا“ جي ائڊريس تي موڪليو هئم، خدا ڪري مليو هجيو.

آءُ ڊاڪٽر يوسف ضيا سان مليو هئس ته نيازي ساين سان ملڻ جو پروگرام ٺاهجي ۽ ميوزڪ جي استاد کان به نڙ جي باري ۾ مواد هٿ ڪجي. انشاءَالله جلدي انهيءَ ڪم کي لڳبو. انهيءَ کان سواءِ انسائيڪلو پيڊين ۾ به جيڪي مواد مليو اهو ترجمو ڪري موڪليندو سانوَ.

رات مون کي جناب ظفر حسين صاحب ايڪ ماني جي دعوت تي گهر سڏيو هو. اهو خط به پڙهيائين جيڪو اوهان ڏي موڪليو هئائين. هن کان اڳ به عيد جي ڏينهن آءُ کين عيد جي مبارڪ ڏيڻ ويو هوئس ۽ خط جي باري ۾ گفتگو ٿي هئي. ظفر صاحب اوهان جي قلندرانه طبيعت ۽ شخصيت کان ڏاڍو متاثر ٿيو آهي. اوهان جي ڏاڍي تعريف پئي ڪيائين ۽ چيو هئائين ته سندس سلام به اوهان ڏي لکان. جناب پروفيسر ڊاڪٽر تحسين يازيجي ڏاڍو افسوس پئي ڪيو ته هو اوهان جي پوري خدمت نه ڪري سگهيو. چوي پيو ته آءُ ڏاڍو شرمسار آهيان. مون چيومانس ته جناب ڊاڪٽر بلوچ صاحب اسان جي ديس جي هڪ علمي شخصيت آهي. هو صاحب دعوتن ۽ اجائي تڪلفات جا قائل ڪونهن. جناب ڊاڪٽر صاحب جن دلي محبت ۽ خلوص جا قائل آهن. ڊاڪٽر صاحب جن کي اوهان لاءِ ڪافي عزت آهي. تڏهن چيائين ته”جڏهن ڊاڪٽر صاحب کي خط لکين ته منهنجا گهڻا سلام لکجائين“.
- يعقوب مغل
....4....
• مورخ 8 مارچ 1974ع، استانبول
مانوارا سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
اسلام عليڪم، اوهان جو نوازش نامو پهتو. پڙهي احوال معلوم ٿيو. انهيءَ دوران ۾ هڪ خط پيو اوهان کي لکيو هئم. اميد اٿم ته اهو به ملي چڪو هوندو. آءُ اوهان جو تهدل ٿورائتو آهيان جو سنڊيڪٽ مان موڪل منظور ڪرائي موڪليو. انشاءَ الله جيڪي علمي ڪم مون هٿ ۾ کنيا آهن، هاڻي انهن کي بنا رڪاوٽ مڪمل ڪري سگهندس. انهيءَ کان سواءِ ادبيات فيڪلٽي، استانبول يونيورسٽي ۾ ”ڊپارٽمينٽ آف پاڪستان ڪلچرل اسٽيڊيز“ ۾ به خدمت سرانجام ڏئي رهيو آهيان. جناب ڊاڪٽر تحسين يازيجي ۽ ٻيا پروفيسر صاحبان هر طرح منهنجي حوصله افزائي ڪندا رهن ٿا ۽ علمي ڪمن کي پايه تڪميل تي پهچائڻ لاءِ هر طرح جي مدد ڪري رهيا آهن. هتي سڀ يار دوست ۽ ترڪ پائر اوهان کي ياد ڪندا رهندا ٿا. اڪثر معمر بيگ، حافظ عبدالله، يوسف ضيا، مصطفيٰ اوسلو ۽ ٻين دوستن سان ملاقات ٿيندي رهي ٿي. اڪثر اوهان جو ذڪر ٿيندو رهندو آهي. سڀني سلام لکڻ لاءِ تاڪيد ڪئي آهي.
جناب ڊاڪٽر حميدالله صاحب جن اڄ ڪله ٽن مهينن لاءِ ترڪي آيل آهن. اڄ به جمع نماز تي گڏ هئاسين. اوهان کي سلام لکڻ لاءِ چيو اٿن.
- يعقوب مغل
........5.........
• مورخ 20 جنوري 1975ع، استانبول

محترم سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
اوهان وارا روانا ڪيل ٻئي موضوع ”مولانا عبيدالله سنڌي ترڪي ۾“ ۽ ”Turkish Element in Sindhi Language“ ڪافي دلچسپ آهن. هن کان اڳ مون ڪوشش ٻئي ڪئي ته ”استانبول جي ڪتبخانن ۾ سنڌ متعلق قلمي نسخا“ ڳوليان ليڪن خاص ڪاميابي ڪونه ٿيم. تا هم تلاش جاري آهي.
منهنجي خيال ۾ ”مولانا عبيدالله سنڌي ترڪي ۾“ دلچسپ موضوع بنجي سگهي ٿو. خاص ڪري مولانا صاحب جي هٿ جا لکيل ڪجھ نوٽ جي اڄ سوڌي شايع نه ٿيا آهن سي محترم ظفر حسين صاحب جي مهرباني سان منهنجي حوالي ڪيا ويا آهن. اهي نوٽ ڪجھ قدر مولانا صاحب جي حياتي تي ۽ ڪجھ قدر سندن سياسي افڪار جي باري ۾ آهن. انهن ورقن جي روشني ۾ مولانا صاحب جي باري ۾ نئون نقطه نظر پيش ڪرڻ جي مدد ملي سگهي ٿي. انهيءَ کان علاوه ٻيو موضوع اوهان جي ڏنل موضوع جي روشني ۾ هي بنجي سگهي ٿو: Linguestic and Cultural Influence of Turkey in Sindh
هن عنوان جي تحت تاريخي واقعات به بيان ڪري سگهجن ٿا ۽ انهيءَ کان علاوه لساني اثرات ۽ لاڳاپا به بيان ڪري سگهجن ٿا. ارغونن ۽ ترخانن جن (1612-1521) تائين سنڌ تي حڪومت ڪئي اهي به ترڪ هئا ۽ سيدي علي رئيس جو به ڪجھ ذڪر ٿي سگهي ٿو. بهرحال آءُ مواد ٻيو گڏ ڪريان. انشاءَالله باقي جيڪا ڪمي رهجي وئي اها پاڪستان ۾ اچي پوري ڪندس ۽ علمي مقالو تيار ڪري وٺندس.
- يعقوب مغل

.....6.....

• مورخ 23 سيپٽمبر 1975ع، استنبول
عالي مرتبت محترم ڊاڪٽر بلوچ صاحب!
السلام عليڪم، هن کان اڳ هڪ خط روانو ڪيو هئم، اميد ته ملي چڪو هوندو. انقره ۾ آءُ هڪ هفتو کن رهيو هئس اتي جناب محمد اوندر سان به ٿي دفعا ملاقات ٿي. ڏاڍي خلوص ۽ محبت سان مليو. اوهان طرفان موڪليل تحفو وصول ڪري ڏاڍو خوش ٿيو ۽ دلي شڪريو ادا ڪيائين. اوندر صاحب جو خيال هو ته اوهان پهرئين سيپٽمبر تي پهچي رهيا هئا. بهرحال هاڻي سندن چوڻ آهي ته انشاءَ الله مولانا رومي جي عرس جي موقعي تي توهان کي ۽ مون کي دعوت ڏئي گهرائيندا. سندن چوڻ آهي ته ڊاڪٽر شمل پڻ خط لکي پڇيو آهي ته هن سان عرس جو ڪهڙو پروگرام آهي. جيئن ته عرس جي پروگرام متعلق قطعي فيصلو عيدالفطر جي

موڪلن بعد ڪيو ويندو. تنهن ڪري پروگرام کي آخري شڪل ڏينهن تائين انتظار ڪرڻ لاءِ چيو اٿن. جناب محمد اوندر اچ ڪلهه ترڪ پاڪستان ڪلچرل ايسوسيئيشن جا صدر پڻ آهن. سندن چوڻ آهي ته آءُ چاهيان ٿو ته پاڪستان ۽ ترڪي جا تعلقات گهاٽا ٿين ۽ انهيءَ لاءِ عالمن جي ڏي وٺ تمام ضروري آهي.
پاڪستان جي مهمانوازي ۽ اوهان جي سهڻي ورتاءَ جي واکاڻ ڪندي اوندر صاحب ڍاپي ئي نه پيو. سچ پچو ته ماڻهو ڏاڍو لاڪيڻو آهي. اميد اٿم ته هن سال اوهان جو ترڪي اچڻ جو پروگرام ٿيندو. ۽ انشاءَ الله وري گڏجي استانبول جي علمي خزانن مان فائدو حاصل ڪنداسين.
هتي سڀ دوست اوهان کي ڏاڍو ياد ڪن ٿا. موڪليل تحفن لاءِ ڏاڍو مشڪور آهن. سليمانيه لائبريري جي ڊائريڪٽر معمر صاحب وعدو ڪيو آهي ته اوهان جي رهائش جو انشاءَ الله استانبول ۾ سٺو انتظام ٿي ويندو. پروفيسر تحسين يازيجي پڻ وعدو ڪيو آهي ته اوهان جڏهن مسودي جي شڪل ۾ ڪتاب ڏيندا ته هو بورڊ آف پروفيسرز ۾ ڪتاب ڇاپڻ جي رٿ پيش ڪندو ۽ اميد ڏيکاري اٿئين ته اهو ڪم ٿي ويندو.
انهيءَ کان علاوه پروفيسر تحسين يازيجي امير خسرو جي ڪانفرنس ۾ شرڪت لاءِ انشاءَ الله پاڪستان ايندو ڇاڪاڻ ته کيس دعوت موصول ٿي آهي. شايد توهان جي ساڻس ملاقات ٿئي. گهڻو ڪري تحسين يازيجي 22 آڪٽوبر ڌاري هتان روانو ٿيندو. پروفيسر چنگيز اورخونلو، مصطفيءِ اوسلو ۽ رمضان ڏاڍا سلام عرض ڪيا آهن. جناب اوندر ٻن هفتن لاءِ هنگري ويو آهي. اتي آرٽ ۽ ثقافت جي سلسلي ۾ ڪانفرنس ٿي رهي آهي. پروفيسر چنگيز اورخونلو پڻ ساڻس گڏ ويو آهي.
- محمد يعقوب مغل

....7.....

• مورخ 25 مئي 1977ع، انقره
محترم سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب،
السلام عليڪم،اوهان جو عنايت نامه مليو، پڙهي ڏاڍي خوشي ٿي. ملڪي حالات کان باخبر رهون ٿا. افراتفري ۽ لاقانويت جي ڪري ملڪ کي جيڪو نقصان پهتو آهي، انهيءَ جي تلافي ڏاڍي مشڪل آهي. خدا ڪري ته هاڻي به گفت و شيند جي ذريعي ملڪي حالت جو ڪو حل نڪري اچي ته به غنيمت ٿيندي.
علامه اقبال جي زندگي، فلسفه ۽ اردو اشعار جي ترجمه جي سلسلي ۾ ڪجهه ڪتاب ترڪي ٻولي ۾ ڇپائڻ چاهيون ٿا. اهڙو منصوبو وزارت خارجه ڏانهن موڪليو اٿئون.

جناب محمد اوندر صاحب ثقافتي صلاحڪار بنجي بون روانا ٿي ويا آهن. اوهان کي ڏايو ياد ٿي ڪيائون.
اوهان جي وزارت ڪلچر ۾ موجودگي اسان لاءِ باعث تقويت آهي. خدا چاهي ته علامه اقبال جي سو ساله ورسي اوهان جي نگراني ۾ ملهائي ويندي. وڌيڪ ته داڻي پاڻي تي منحصر آهي.
- يعقوب مغل

* ياد ناهي ته جواب ڏنم يا نه! شايد مون تي ميار رهجي وئي. نبي بخش

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/Personalties/Book54/Book_page40.html